# شاهه لطيف ؒ جا بيت

## تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو

جلد پهريون



مُصنّف

پروفيسر غلام رسول اڪرم سومرو

# شاهہ لطيفؒ جا بيت
# تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو

**جلد پهريون**

**مُصنّف**

**پروفيسر غلام رسول اڪرم سومرو**

**تنظيم فڪرو نظر، سنڌ**
سنڌ اسلامڪ سينٽر مناره روڊ سکر
2014ع



**ڪتاب جو نالو** : شاه لطيف جا بيت تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو
**مصنف** : پروفيسر غلام رسول اڪرم سومرو
**ڇاپو** : پهريون
**تعداد** : هڪ هزار (1000)
**سال** : 2014ع
**ڪمپوزنگ** : محمّد علي مهر، ميرپور ماٿيلو
**ڇپرائيندڙ** : تنظيم فڪرو نظر سنڌ، سکر
**قيمت** :

# فهرست



## سُرن جو تفصيل

## انتساب

منهنجي والده ماجده، پنهنجي والد کان ديني تعليم حاصل ڪئي. (ديني تعليم وارا ڪتاب ان دور ۾ قديم سنڌي رسم الخط ۾ لکيل هوندا هئا).

بنيادي ديني تعليم پنهنجي والده ماجده ۽ مامي جي قدمن ۾ ويهي حاصل ڪيم. ان تعليم جي آڌار تي قديم سنڌي صورتخطيءَ ۾ بياضن ۽ ڪتابن ۾ لکيل مواد پڙهڻ، لکڻ ۽ سمجهڻ جي قدرت صلاحيت عطا فرمائي.

رات ڏينهن نور نچوئي جيڪا محبّت پري محنت ڪئي اٿم سا پنهنجي ناني حاجي خاوند بخش مرحوم، والد جمال الدين مرحوم، مامي ماستر محمّد بخش مرحوم ۽ والده مرحومه جيڪا منهنجي لاءِ سراپا رحمت آهي، تن جي سڳورن نالن سان منسوب ڪريان ٿو.

خادم العلم

**غلام رسول اڪرم سومرو**



## تنقيد لکڻ جي دعوت

حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جو ڪلام هڪ اندازي مطابق ٽن سَون سالن دوران، راوي فقيرن، ڪاتبن، ٽرانسليٽرز، مرتب ۽ محقق حضرات جي اٿچاٿائي ۽ بي ڌياني سببان تضاد جو شڪار ٿي ويو آهي. متنازعه بيتن تي تحقيق ۽ تصحيح ڪرڻ بعد اوهان جي خدمت ۾ هي ڪتاب بَعُنوان ”**شاهه لطيف جا بيت، تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو**“ پيش ڪري رهيو آهيان.

**محقق حضرات** کي دل جي گهرائين سان تنقيد لکڻ جي دعوت ڏيان ٿو ته جيئن حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي اسان وٽ ڇڏيل امانت، اصل صورت ۾ سلامت رهي.

خادم العلم

**غلام رسول اڪرم سومرو**

# ناشر پاران

*هزاروں سال نرگس اپنی بے نوری پہ روتی ہے*
*بڑی مشکل سے ہوتا ہے چمن میں دیدہ ور پیدا* (اقبالؒ)

بابُ الاسلام سنڌ کي صدين گذرڻ بعد الله تبارڪ و تعاليٰ، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جهڙو نهايت ئي نامور شاعر عطا فرمايو. حضرت شاهه صاحب:

**سائينم سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سُڪار،**
**دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.**

فرمائي هي ثابت ڪيو آهي تہ شاهه صاحب فقط سنڌ، پاڪستان ۽ هندستان جي عوام جو شاعر نہ آهي ۽ نہ وري اسلامي ممالڪ ۾ پيدا ٿيل شعراءَ وانگر مخصوص اسلامي شاعر آهي بلڪ بين الاقوامي شاعر آهي. پوري انسان ذات جو نمائندو شاعر آهي. اهو ئي سبب آهي جو شاهه صاحب کي مسلمان، انگريز، هندو، سِک، توڙي جرمن قوم جا اسڪالر پنهنجو شاعر سمجهندا آهن.

سندس مقبوليت جو هي عالم آهي جو اسان جا سنڌي سڀاجهڙا سندس ڪلام کي سمجهڻ کان سواءِ ائين پڙهندا آهن جيئن اسان مسلمان قرآن پاڪ جي معنيٰ سمجهڻ کان سواءِ وڏيءَ عقيدت ۽ احترام سان تلاوت ڪندا آهيون.

اسان جي ٻولي جو روح شاهه لطيف جي ٻولي آهي ۽ "شاهه جو رسالو" اسان جي ٻولي ۽ ادب جو روحِ روان آهي.اسان جو فرض آهي تہ حضرت شاهه صاحب جي انهي انمول خزاني جو بيحد خيال رکون.



شاهه صاحب جي ڪلام جي تبديل ٿي ويل لفظن جي ڄاڻ تہ اڳ سڀ ڪنهن ڏني ٿي ۽ هر هڪ اديب ۽ محقق جي هي راءِ پئي رهي آهي تہ "حضرت شاهه لطيف جو ڪلام ڏکيو ۽ سمجهہ ۾ نہ ايندڙ آهي". مگر ڪو بہ اها جسارت نہ ٿي ڪري سگهيو تہ شاهه صاحب جي ڪلام تي مڪمل تحقيق ڪري.

منهنجي محترم استاد، شاهه صاحب جي ڪلام تي تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ "اڳ تحقيق جي نالي تي شاهه صاحب جو جيڪو ڪلام شايع ڪيو پئي ويو سا صرف نام نهاد تحقيق هئي. اهو هن ڪري ٿا چئون تہ ڪلام ۾ ساڳيا ڏکيا لفظ ۽ سمجهہ کان بالاتر معنيٰ وارا متن پئي شايع ٿيا آهن".

حضرت شاهه لطيف جي ڪلام کي سمجهڻ ۽ سوچڻ لاءِ سنڌي لغت تي عبور هئڻ گهرجي. شاهه صاحب جي رسالي کي پڙهڻ ۽ پرجهڻ لاءِ سنڌ جي تواريخ ۽ جاگرافي جي چڱي طرح ڄاڻ هجي. شاهه صاحب جي ڪلام کي پرکڻ ۽ پروڙڻ لاءِ مومن جو من، فيلسوف جو فن، عاشق جي دل ۽ صوفي جي منزل کپي.

اسان جي استدعا تي اسان جي اداري کي منهنجي محترم استاد پروفيسر غلام رسول اڪرم صاحب "**شاهه لطيف جا بيت تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو**" جي عنوان وارو ڪتاب اشاعت لاءِ عنايت فرمايو آهي، اسان هن شاهڪار جي اشاعت کي قدرت طرفان انعام سمجهون ٿا.

**ناشر**

**پروفيسر اصغر مجاهد مهر**
**چئرمين**
**تنظيم فڪر و نظر سنڌ**
**سنڌ اسلامڪ سينٽر مناره روڊ سکر**

# مصنّف جو تعارف

**ولادت:** پروفيسر غلام رسول اڪرم سومرو پهرين فيبروري 1939ع تي ڳوٺ جهنگان بوزدار ۾ پيدا ٿيو. سائين جي والد جو نالو جمال الدين ۽ "اڪرم" سندس تخلص آهي. خاندان سان 1952ع ۾ ميرپور ماٿيلي شهر ۾ لڏي آيو.

**تعليم:** پرائمري تعليم پنجن درجن تائين مسلم پرائمري اسڪول ڳوٺ جهنگان بوزدار ۾ پنهنجي ٻي ناني ميانجي الهداد جي فرزند ميانجي عبدالحبيب جي مڪتب ۾ ورتي. اڪرم صاحب پنهنجي پائرن ۽ مامي مولوي محمّد عالم "اختر" جي زيرِ نگراني انگريزي تعليم لاءِ گورنمنٽ هاءِ اسڪول ميرپورماٿيلي ۾ داخل ٿيو.

تعليم پرائڻ دوران سنڌي فائنل سن 1957ع ۾ اردو فائنل 1958ع ۽ 1960/61ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. شاعري جا سبق استاد الاهي بخش "شير"، پنهنجي مامي مولوي محمّد عالم "اختر" ۽ مولانا عبدالرحمان "ضيائي" کان ورتائين.

سن 1969/70ع ۾ ايس وي (سنڌي ورنيڪيولر ) جو امتحان ۽ 1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ايم اي (سنڌي) پاس ڪيائين. اڪرم صاحب ايم فل 1994ع ۾ ڪئي ۽ پي ايچ ڊي لاءِ "قاضي قاضن سوانح ۽ شاعري" تي تحقيقي مقالو لکيو. ٻه سيمينار ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جي نگراني ۾ مڪمل ڪيا. ميمڻ صاحب جي وفات بعد ڊاڪٽر تنوير عباسي جي رهبري ۾ ٽي سيمينار پورا



ٿيا. ٿيسز جون ٽي ڪاپيون ڊاڪٽر تنوير عباسي صاحب کي ڏنائين، ڊاڪٽر صاحب هڪ ڪاپي ڊاڪٽر ادل سومري جي حوالي ڪري پاڻ اسلام آباد هليو ويو ۽ چند ڏينهن بعد اُتي ئي فوت ٿي ويو. تنهن ڪري ڊگري ملي نه سگهي.

**خاندان:** اڪرم صاحب جو سمورو خاندان تعليم ڪاتي سان وابسطه رهيو آهي. سندس نانو حاجي خاوند بخش، مسلم اسڪول پيربخش خان گبول ۾ هيڊ معلم ٿي گذريو. جيڪو فارسي، عربي ۽ اسلامي علوم جو ڄاڻو ۽ قديم دور ۾ رائج "سنڌيون" پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ عبُور رکندو هيو.

اڪرم صاحب جي والده ماجده قرآن پاڪ پڙهائڻ ۽ ديني تعليم ڏيڻ ۾ معروف هئي. هي پارسا عورت نورنامو شاهه جو رسالو (ڪاتب حاجي محمد سمون)، تنبيهه الجاهلين، تنبيهه الغافلين، شاهه ڪريم جو قديم رسالو بيان العارفين (جيڪي قديم سنڌي صورتخطي ۾ لکيل هئا) هاٿوڪي سنڌي اُچارن سان پڙهندي هئي.

اڪرم صاحب جا ٽي ئي وڏا پائر، پنهنجي دور جا وڏي نالي وارا پرائمري استاد هئا. اڪرم صاحب قديم سنڌيون پنهنجي والده ۽ پنهنجي مامي ماستر محمّد بخش سومري کان پڙهڻ سکيون. سندس مامون، سعديءِ سنڌ مولوي بهاءُالدين بهائي واري ڳوٺ جي ملا مڪتب ۾ سن 1944ع کان نائب ماستر رهيو. اڪرم صاحب جو ٻيو مامو مولوي محمود سومرو پنهنجي دور جي چوٽي جي عالمن ۾ شمار ٿيندو آهي. منهنجي اهڙي تعارف لکڻ جو اهو مقصد آهي ته اڪرم صاحب جي خاندان جو سنڌي، عربي، فارسي ۽ قديم سنڌي

صورتخطي ۽ جديد رسم الخط سان واسطو رهندو آيو آهي. جنهن جو گهرو اثر اڪرم صاحب جي زندگي تي ڇانيل رهيو آهي.

**تعليمي خدمات:** اڪرم صاحب 23 سيپٽمبر سن 1961ع ۾ مڊل اسڪول ڏيتا پيا ۾ اردو ٽيچر مقرر ٿيو. 26 جون 1962ع ۾ ساڳئي اسڪول ۾ انگريزي استاد مقرر ٿيو. سن 1972ع ۾ سنڌ جي ناميارى تعليمي ماهر جناب محمّد ابراهيم جويي صاحب، گورنمنٽ هاءِ اسڪول جروار جي هيڊ ماستر مسٽر محمّد سعدل جي سفارش تي اڪرم صاحب کي **"بهترين استاد"** جو اعزازي سرٽيفڪيٽ عطا ڪيو.

1973ع ۾ پريميئر ڪاليج ڪراچي ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. مارچ 1975ع کان 1980ع تائين سنڌ جي تاريخي شهر ٺٽي ۾ ليڪچرر رهڻ بعد اسلاميہ ڪاليج سکر ۾ هڪ سال رهي پوءِ ڊگري ڪاليج گهوٽڪي ۾ ٽرانسفر ٿي آيو.

استاد اڪرم صاحب پهريون پروفيسر آهي جيڪو پنهنجي سنڌي سبجيڪٽ کان علاوه پنهنجي ڪاليج جي شاگردن جي تعليمي ڀلائي ۽ بهبودي لاءِ سليس اردو، پاڪستان اسٽڊيز (سماجي اڀياس)، اسلامي تعليم ۽ مسلم هسٽري پڻ پڙهائيندو هيو. سن 1995ع کان ٽي سال گورنمنٽ گرلز ڪاليج ڏهرڪي ۾ انچارج پرنسيپل تي رهيو ۽ پهرين فيبروري 1999ع ۾ اسسٽنٽ پروفيسر جي حيثيت ۾ رٽائرڊ ٿيو.

**ادبي خدمات:** اڪرم صاحب شعرو شاعري سن 1957ع کان شاگردي واري دور ۾ ئي شروع ڪئي. "ڳوٺ سُڌار" تنظيم جي طرفان



گهوٽڪي ۾ طرحي مشاعرو منعقد ٿيو تہ اڪرم صاحب پنهنجي استاد الاهي بخش "شير" سان گڏجي گورنمنٽ هاءِ اسڪول ميرپور ماٿيلي طرفان مشاعري ۾ شرڪت ڪئي. طرح مصرع هئي **"هر تي هلي ٿو ساري دنيا جو ڪارخانو"**. اڪرم صاحب جيڪو پنهنجي شعر جو پهريون بند پڙهيو سو هي هو:

**چاهين ٿو تون اگر زر، هر ڪي هلاءِ هر هر،**
**آباد ڪر ڪلر ٻر، ڀيلا، زمين، ٻنجر،**
**مٽيءَ مان تنهنجو ٿي هر، پيدا ڪري ٿو گوهر،**
**بس ملڪ جو آ پر ور، هاري جو هريگانو**
**هر تي هلي ٿو ساري دنيا جو ڪارخانو.**

1. اڪرم صاحب 1990ع کان تنقيدي ۽ تحقيقي مضمون اخبارن ۾ موڪلڻ شروع ڪيا. سنڌ جي اهڙيءَ ڪا بہ اخبار نہ آهي جنهن ۾ سندس مضمون شايع نہ ٿيا هجن.
2. چچنامي تي وڏي تحقيق ڪري ثابت ڪيائين تہ فتح السنڌ المعروف چچنامہ عربي ٻولي ۾ سن 93 هہ کان 132هہ جي دوران امام ابراهيم ۽ ان جي ساٿي عربي شاعري ۾ مختصر پر جامع احوال لکيو.
3. راجا ڏاهر پنهنجي ڀيڻ سان شادي نہ ڪئي هئي.
4. عربن سنڌ تي عورتن جي يرغمال ٿيڻ سبب حملو نہ ڪيو هو. مگر حضرت عمر فاروق جي دور کان وٺي عربن ۽ سنڌين جي لڙائين جو سلسلو شروع ٿيو. جڏهن چچ ايران جي بادشاهہ جي

مدد لاءِ سنڌ منجهان ويڙهاڪ فوج موڪلي هئي.

5. اڪرم صاحب ”سومرن“ تي 32 سال تحقيق ڪئي آهي جنهن ۾ ثابت ڪيائين تہ سومرا خالص سنڌي آهن عرب نسل منجهان نہ آهن.

6. چنيسر علاءُالدين خلجي ڏانهن دودي جي خلاف مدد گهرڻ لاءِ نـہ ويو هيو. علاءُالدين، سلطان دودي سومري جي مرڪزي حڪومت کان بغاوت ڪرڻ جي ڪري سنڌ تي وڏي فوج موڪلي هئي.

7. سنڌ جي آخري سلطان همير سومري کي قتل نہ ڪيو ويو هيو. فيروز شاهہ تغلق جي طرفان ملتان ۾ مقرر ڪيل گورنر عين الملڪ ماهرو هن کي صادق آباد جي ويجهو پتڻ منارا واري جاگير ڏني هئي.

8. عمر ڪوٽ ۾ دودي سومري جي ٻي پٽ حڪومت قائم ڪئي. تنهنڪري سما سخت پريشان ٿيا. سومرن جي گلا ڪرڻ لاءِ پٿن، پانن، چارٽن ۽ منگتن کي مقرر ڪيائون.

9. سمي سلطان، ملتان جي گورنر کي سومرن جي مدد کان روڪڻ لاءِ اُچ جي بزرگ کي وچ ۾ آڻي حڪومت تي قابض ٿي ويو.

10. اڪرم صاحب شاهہ جو وڏو پارکو آهي. ”گنج“ ۽ ڇاپي رسالن ۾ آيل بيتن جي تصحيح ڪري، پڙهڻيون درست ڪيون اٿس.

11. جديد ۽ قديم سنڌيُن ۽ لغت تي وڏو عبور رکي ٿو.

12. سندس تحقيق جو انداز بہ نرالو آهي. اڪيون ٻوٽي صرف پنا



ڪارا ڪرڻ وارن محققن منجهان نہ آهي. سندس تحقيق اهڙي اٽل آهي جو ان کي ڪو رد ڪري نہ سگهيو آهي.

13. قاضي قاضن جو اصل نالو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڦيرائي قاضي قادن لکڻ لڳو تہ اڪرم صاحب تحقيق ڪري ثابت ڪيو تہ قاضي قاضن تي نالو سندس وڏي ڏاڏي جو رکيل آهي. مير معصوم بکري لکيو آهي ”قاضي قاضن بن ابو سعيد بن زين الدين بن قاضن. هن جو شجرو ٻن پشتن کان پوءِ سندس تڙ ڏاڏي قاضن سان ملي ٿو“.

14. اڪرم صاحب جيڪي تحقيقي ۽ تنقيدي مضامين لکيا سي اڪثر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي شايع ٿيل تحقيقي ڪتابن تي لکيا. سنڌ جون سڀ اخبارون انهي حقيقت جون گواهہ آهن تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هڪ تنقيدي ۽ تحقيقي مضمون جو جواب نہ پاڻ ڏيئي سگهيو ۽ نہ سندس ڪنهن حمايتي کي جواب لکڻ جي جرئت ٿي.

15. پروفيسر شيخ محمّد فاضل ”گرامر آپريشن“ جي عنوان سان اڪرم صاحب جي خلاف مضمون لکيو. اڪرم صاحب ان جو کيس دندان شڪن جواب ڏيندي لکيو تہ ”گرامر آپريشن“ جي عنوان سان تنقيدي مضمون لکڻ واري صاحب کي پنهنجو نالو بہ گرامر مطابق لکڻ نہ ٿو اچي هن صاحب نالو ”محمد فاضل“ لکيو آهي کيس اسم مبارڪ ”محمد“ جي ٻي ”م“ تي شد ڏيئي ”محمّد فاضل“ لکڻ گهرجي. اڪرم صاحب وڌيڪ لکيو تہ فاضل صاحب کي لفظ ”نہ ٿو“ بہ لکڻ نہ ٿو اچي. هي صاحب لفظ

ڪي "نئو" جي صورتخطيءَ ۾ لکندو آهي. مري ماءُ مخالفن جي جو وري اڪرم صاحب جي خلاف مضمون لکن.

## اڪرم صاحب جون تصنيفات:

1. اڪرم صاحب جي ڪتابن ۾ **"عشقِ حُسين"** (منظوم) سندس وڏي تصنيف آهي. هن تصنيف جي ڪري پروفيسر نور محمّد سيال، فقير غلام قادر "مضطر" ڪورائي، سيّد پناهہ علي شاهہ (اڳوڻو ڊائريڪٽر ۽ سيڪريٽري تعليم)، پير الاهي بخش (اڳوڻو وڏو وزير ۽ تعليمي وزير)، پير شاهنواز (پير مظهرالحق جو والد مرحوم)، اي ڪي بروهي اُن وقت جو مايہءِ ناز وڪيل (اڳوڻو مرڪزي وزيرِ قانون)، مرحوم الهہ داد خان سومرو (اڳوڻو ڊپٽي ڊائريڪٽر تعليم) مٿس ڏاڍا مهربان رهيا.
2. ڪتاب **"اندر جو آواز"** سندس ٻي بهترين تصنيف آهي، هن تصنيف جي ڪري اڪرم صاحب تي جناب محمّد ابراهيم جويو صاحب (اڳوڻو انسپيڪٽر آف اسڪولز خيرپور ڊويزن)، جناب اڪرم انصاري (اڳوڻو ڊائريڪٽر ڪاليجز) مٿس شفيق ۽ مهربان رهيا. اهو ڪتاب جناب پير الاهي بخش مرحوم ڪي ايترو وڻيو جو پاڻ ڪتاب لاءِ مُهاڳ لکڻ فرماياءون.
3. حضرت احمد سائين جي سوانح ۽ شاعري.
4. سومرن جو اصل نَسل.
5. قاضي قاضن جي سوانح ۽ شاعري.



6. پيرانِ لوءِ صاحبان جي تاريخ.
7. هاءِ اسڪول ۽ ڪاليجز جي شاگردن لاءِ مددي ڪتاب، جهڙوڪ موتين مالها (مضمونن جو مجموعو)، پيپري (سنڌي نصاب لازمي لاءِ)، سماجي اڀياس (پاڪستان اسٽڊيز) ۽ اسلامي تعليم لکيا آهن.

## اڪرم صاحب جي قديم سنڌي صورت خطيءَ جي مهارت :

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سنڌ جو لاثاني شاعر ۽ عظيم فلسفي آهي. سندس شاعري اسان لاءِ قرآن پاڪ بعد مشعلِ راهہ آهي. اسان حضرت ڀٽائي گهوٽ جي شاعري کي سنڌين لاءِ نعمتِ خداوندي سمجهون ٿا.

سن 1267هہ (1883ع) کان وٺي شاهہ صاحب جي شاعري ڇپجڻ شروع ٿي ۽ اڄ تائين شاهہ صاحب جو ڪلام ڪٿي نہ ڪٿي ڇپيو ڇپجي. پر اهو ڇپجڻ وارو عمل صرف اُتارو رهيو آهي. مرتب ۽ محقق حضرات شاهہ صاحب جو ڪلام هڪ رسالي کان ٻي رسالي ۾ منتقل ڪندا رهيا آهن. اهو عمل ڏيڍ صدي کان جاري آهي، جنهن تہ شاهہ صاحب جو ڪلام قديم سنڌي اڌ اکري ۾ لکيل هيو تنهنڪري مرتب ۽ محقق حضرات کان شاهہ صاحب جو ڪلام سڌاري لکڻ بجاءِ بگڙي ويو. صرف سڌارڻ جي ٺلهي دعويٰ ئي ڪندا رهيا آهن.

سن 1900ع ۾ ديوان تارا چند شوقيرام "شاهہ جو رسالو" قديم سنڌي رسم الخط مان موجوده سنڌي ۾ آندو. ان بعد 1913ع ۾ شمس

العلماءَ مرزا قليچ بيگ "شاھ جو رسالو" شايع ڪرايو. سن 1923ع، 1924ع ۽ 1931ع ۾ ڊاڪٽر گُربخشاڻي ٽي جلد شايع ڪرايا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ 2009ع ۾ "شاھ جو رسالو" سنڌ ثقافت کاتي طرفان شايع ڪرايو. انھن سڀني صاحبن شاھ صاحب جي بيتن جي قديم پڙھڻين، ٻولي، لفظن جي بنيادن، رسالي مان ڌاريو ڪلام ڪيڻ، نوان ۽ گھٽي ڪان گھڻا بيت رسالي ۾ داخل ڪري، بيتن جو تعداد وڌائڻ ۽ صرف ھڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻ تي تمام تر توجہ ڏنو. پر بيتن جي صحت، تصديق، تصحيح ۽ معنيٰ توڙي مفھوم تي صرف معمولي توجہ ڏنو. جنھن ڪري بيتن جي پڙھڻين ۾، اھڙا تہ اڻ وڻندڙ الفاظ اچي ويا جو بيتن کي سمجھڻ ۽ صحيح معنيٰ ڪرڻ ۾ مونجھارا پيدا ٿي پيا آھن. ھر مرتب ۽ ھر شاھ جي شارح بيتن ۾ بگڙيل لفظن کي نہ سمجھڻ جي ڪري پنھنجون پنھنجون من مانيون معنائون، ۽ پنھنجي طرفان لفظ لکيا. اھڙي طرح جئن پوءِ تئن ڪلام ۾ بگاڙ وڌندو رھيو. جنھن سببان نوجوان طبقو باوجود، شاھ صاحب سان عقيدت ۽ انجي بيتن سان محبت رکڻ جي، بيتن جي لفظن ۽ لفظن معني، ماترائن جي موزونيت کي سمجھڻ کان قاصر رھجي ويو آھي. تنھنڪري شاھ صاحب جي ڪلام کي ڏکيو سمجھڻ لڳو آھي. اڪرم صاحب سنڌ ڌرتي جو پھريون نقاد آھي، جيڪو چاھي ٿو تہ شاھ صاحب جي ڪلام کي بگاڙ کان بچائجي.

سندس تحقيق آھي تہ "شاھ صاحب جو ڪلام پڙھن پائن، چارڻن، منگتن، گائڪن، سگھڙن، عام پينو فقيرن ھڪ طرف بگاڙيو تہ ٻي طرف ڪاتبن کان ڪلام لکڻ وقت غلطيون ٿيون. ٽين طرف مرتب حضرات پنھنجي پنھنجي سوچ مطابق ڪلام کي ترتيب ڏيندي



ڏيندي بگاڙي ڇڏيو. چوٿين طرف ڪن صاحبن تہ شاھ صاحب جي اصل استعمال ڪيل لفظن کي ڪيڏي پنھنجي قابليت جو غلط مظاھرو ڪيو ان ڪري شاھ صاحب جي بيتن ۾ ڌاريا لفظ اچي داخل ٿيا. جنھنڪري شاھ صاحب جو ڪلام پڙھڻ ۾ ڏکيو ۽ سمجھہ کان بالاتر ٿي پيو آھي."

اھو سھرو صرف ۽ صرف منھنجي استاد اڪرم صاحب جي سر تي ئي سونھين ٿو جنھن ڪمال جرئت ۽ حوصلہ مندي جو ثبوت ڏنو آھي. پنھنجي دور جي نامور محققن ڊاڪٽر ھوتچند مولچند گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانھون خان شيخ ۽ ٻين سالن واري تحقيق جي دعويٰ ڪندڙ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تي تنقيدي ڪتاب لکي، شاھ صاحب جي تبديل ٿي ويل بيتن کي سنواريو آھي. پوري ڏيڍ صدي تائين ڪنھن بہ ماءَ جي لعل اھڙو تحقيقي ۽ تنقيدي ڪارنامو نہ ڪيو جھڙو اڪرم صاحب ڪري ڏيکاريو آھي. ان لاءِ صدتحسين ۽ آفرين جي لائق آھي.

ھڪ ملاقات دوران اڪرم صاحب کي چيم تہ اوھان کي گھٽ ۾ گھٽ چئن پنجن مددگارن جي مدد درڪار آھي، ھڪدم چيائون تہ "اوھان دوستن جي ڪتابن ڏيڻ جي مدد گھرجي باقي الله پاڪ جي ذاتِ مقدس جي ڪرم نوازي ئي ڪافي آھي". ھڪ مڪمل اداري جو ڪم پاڻ اڪيلي سر پورو ڪرڻ، واقعي مٿن الله پاڪ جي ئي ڪرم نوازي چئبي.

اسان سنڌي ماڻھو شاھ صاحب سان عقيدت ۽ محبت ھجڻ سبب بيت بنا سمجھڻ جي قبول ڪندا آيا آھيون. پر ھاڻ اڪرم صاحب

جي هن قلمي پورهئي سببان بيتن جون پڙهڻيون درست ٿيون آهن. بيتن جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهڻ ۾ گهڻي آساني ٿي پيئي آهي. الله تعاليٰ اڪرم صاحب کي تحقيق، تنقيد ۽ تصحيح ڪرڻ جو ڏانءُ ۽ ڏات ڏني آهي. هن تحقيقي ۽ تنقيدي ڪتاب جو مقدمو بہ تنقيدي ئي لکيو اٿن. هاڻ پڪ ٿي ويئي آهي تہ شاھ صاحب جي ڪلام کي اڳ معياري متن جي نالي ۾ رڳو بگاڙيو ۽ پڙهڻين جو اُتارو ڪيو ٿي ويو ۽ نہ ئي تحقيق ۽ تصحيح ڪئي وئي.

خدا ڪري اڪرم صاحب کان شاھ صاحب وارو باقي رهيل تحقيقي ڪم بہ پورو ٿي سگهي.

خادم العلم

**ڪريم بخش چنا**

**عيد گاھ، ميرپور ماٿيلو**

شاھ لطيف جا بيت، تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو مصنف: پروفيسر غلام رسول اڪرم سومرو

# مقدّمو

## 1. تحقيق ۽ تنقيد جي مختصر تواريخ

حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي ڪلام ڪي سهيڙيندڙ ۽ سوڌيندڙ صاحبان تي شروع ڪان ئي تنقيد جا تير وسندا رهيا آهن. اهو هن ڪري تہ حضرت ڀٽ ڌڻيءَ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رهندڙ سيني سنڌين جو قومي شاعر آهي.

قارئين ڪرام! جيڪو بہ حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي خيال سان ڪيڙانڊ ڪندو يا ان جي استعمال ڪيل لفظن سان هٿ چراند ڪندو تہ اسان سڀ اُن اديب ۽ عالم جي اهڙي اڻ ٻاوڻي عمل ڪي زبان سان ٽوڪيندا ۽ قلم سان روڪيندا رهنداسين.

**شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ:**

**الف.** تنقيد ۽ تحقيق جي شروعات واري نيڪ روايت اسان جي هر دل عزيز اديب ۽ شاعر شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ڪئي.

14 ڊسمبر سن 1900ع ۾ ديوان تارا چند شوقيرام ايجوڪيشنل ٽرانسليٽر سنڌ، جائلس صاحب جي حڪم سان ڀٽ شاھ واري قلمي نسخي تان (اتاريل اڌ اکري) قديم سنڌي صورتخطي واري نقل ڪاپي تان جديد سنڌي صورتخطي ۾ آندو تہ ان جي اشاعت بعد سنڌ جي



مسلمان توڙي هندو عالمن، اديبن ۽ ودوانن مٿس اعتراض واريا جن ۾ پيش پيش شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ هيو. هن صاحب پنهنجي پاران ترتيب ڏنل "شاھ جو رسالو" جي "منڍ" واري عنوان ۾ لکيو آهي:

"سرڪار ڀٽ شاھ جي رسالي تان نئون ڇاپو سن 1900ع ۾ تعليم ڪاتي لاءِ ڇاپايو. هن ڇاپي ۾ صورتخطي هاڻوڪي آهي گهڻو ڪري صحيح بہ آهي. منجهس تڏهن بہ گهڻيون **چوڪون** آهن". (ص 04)

**ب.** شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ديوان تاراچند جِي ٻي غلطي ڏانهن ڌيان ڇڪرائيندي لکيو آهي:

"جڏهن ڪنهن شاعر جو ڪلام پڙهو ڪجي تڏهن ضروري آهي تہ هن جو سڄوئي ڪلام ڏجي ۽ **صحيح** ڏجي" (ص 04).

مٿين جملي منجهان هي ثابت ٿئي ٿو تہ ديوان تارا چند حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جو ڪلام مرزا صاحب جي خيال موجب صحيح نہ مگر غلط لکيو هيو. تنهنڪري شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ:

"ڪن دوستن جي صلاح سان مون پوئين ڇاپي سرڪاري ڪي قائم رکي بمبئي واري رسالي جون پڙهڻيون ڏنيون آهن. بيتن جون ڪي فالتو مصرعون آهن يا انهن جا پاڳا انهن ڪان سواءِ آهن. ڪي بيت ٻنهي رسالن ۾ اڳي پوءِ آهن انهن جو ڪو ويچار نہ ڪيو ويو آهي" (ص 04)

**ت.** ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي ڪيل محنت تي شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ هي راءِ لکي آهي تہ:

”ٽرمپ واري رسالي جون پڙهڻيون ڇڏي ڏنيون ويون آهن. جو اهي اڪثر **غلط** معلوم ٿيون آهن.“(شاھ جو رسالو عنوان منڍ ص 4-1 سن 1994)

### پيرومل مهر چند آڏواڻي:

پيرومل مهر چند آڏواڻي جو سنڌيءَ ادب ۽ تواريخ ۾ وڏو نالو آهي. هن صاحب بہ ديوان تارا چند ۽ ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ واري رسالن تي هي تنقيد ڪئي آهي:

”سن 1900ع ۾ تعليم کاتي پاران رسالو ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. اهو رسالو مرحوم مرزا قليچ بيگ ٽرمپ صاحب واري رسالي ۽ بمبئي ڇاپي واري رسالي ۽ ڪن ٻين دستخط نسخن سان ڀيٽيو. عجب اِهو اچي ٿو جو ڪو بہ نسخو منڍ کان وٺي پڇاڙي تائين هڪ ٻئي سان مِلي نہ ٿو اچي. هڪڙن نسخن ۾ هڪڙا بيت تہ ٻين نسخن ۾ وچان ئي ٻيا بيت. ٽرمپ صاحب واري رسالي ۾ بہ سٺون تہ بمبئي ڇاپي ۾ ٽي بلڪ ڪٿي چار“ (ماهوار سنڌو جون 1938ع)

### مرحوم محمّد عثمان ڏيپلائي:

مرحوم محمّد عثمان ڏيپلائي سنڌي ٻولي، سنڌي ادب ۽ تواريخ ۾ مهارت رکندڙ هيو. حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام جو بہ پارکو سڏيو ٿو وڃي. هن صاحب جو ”شاھ جو رسالو“ بہ ترتيب ڏنل آهي. هن شمس العلماءَ عمر بن محمّد دائود پوٽي مرحوم تي جيڪا تنقيد لکي سا ملاحظہ فرمايو:

”محمّد عثمان ڏيپلائي هن بيت تي وڏيڪ ڪاوڙيو هو.



**عاشق ڇئو مران کي، مرڪي ڇئو معشوق،**
**خالق ڇئو مر خام تون، مرڪي ڇئو مخلوق،**
**سلج سو سلوڪ جو ناقصئان نگيو.**

هن بيت جي تشريح ڪندي شمس العلماءَ دائود پوٽي لکيو هو تہ:

”اهو بيت پاڻ سڳورن (صلي الله عليہ وسلم) جن جي شان ۾ چيل آهي. انهي ڳالھ تان ڏيپلائي صاحب لکيو هو تہ بد بخت آهي اهو ملڪ جنهن جي عالمن جا سچ ائين جاڳندي وڦلندا هجن.“ (ڊاڪٽر فهميده حسين، اديون آئون اجاڻ ص 35 سال 2012 سنڌ ثقافت کاتو)

### ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي:

ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي نالي وارو تعليم دان ٿي گذريو آهي. علامہ عمر بن محمّد دائود پوٽي جو استاد هيو. هن صاحب بمبئي ڇاپي رسالي واري ڪاتب تي تنقيدي راءِ لکي آهي تہ:

**الف.** ”بمبئي ڇاپي جهڙو ردي نسخو ڪڏهن بہ هٿ نہ ايندو سنڌ ۾ جيڪو ڪن ڪچري جهڙو ڪلام شاھ صاحب جي نالي ۾ ڳايو ويندو هو يا جيڪي بيت ۽ وايون، مسخرا مجلسن ۾ مُجرو ڪندي چوندا هئا سي سڀ سواءِ ڪنهن تميز جي منجهس وڌا ويا آهن“. (مقدمو ص 71 سال 1996)

**ب.** ”سرڪاري ڇاپي (ديوان تاراچند واري) توڙي مرحوم مرزا قليچ بيگ واري رسالي متعلق بہ گربخشاڻي ڪا سٺي راءِ قائم نہ ڪئي“ (ٻانهون خان شيخ جلد 1 ص 13)

## شمس العلماءَ عمر بن محمّد دائود پوٽو:

شمس العلماءَ عمر بن محمّد دائود پوٽو وڏو نالي وارو تعليمي ماهر انگريزي، عربي ۽ فارسي علوم جو علامہ سنڌ صوبي جو پهريون ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن هيو. هن صاحب غلام محمّد شهواڻي جي ترتيب ڏنل رسالي بابت راءِ لکي آهي تہ: "شهواڻي صاحب جو رسالو صوري ۽ معنوي لحاظ کان **بلڪل معيوب ۽ نا درست** آهي." (ماهوار نئي زندگي 1953ع)

## ٻانهون خان شيخ:

ٻانهون خان شيخ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي پارڪن منجهان سڌجي ٿو هن صاحب ڊاڪٽر گربخشاڻي، غلام محمّد شاهواڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي ترتيب ڏنل "شاهہ جو رسالو" تي مختصر مگر جامع تنقيد لکي آهي:

**الف.** "غلام محمّد شاهواڻي شرح لکڻ کان پاسو ڪري صرف لفظي معنيٰ هر هڪ صفحي جي تري ۾ ڏني آهي. پر اجا ڪيترا لفظ معنيٰ ڪرڻ کان رهائي ڇڏيا اٿس ۽ پڻ گهڻن لفظن جي معنيٰ صحيح نہ لکي اٿس. (ص 15 جلد1)

**ب.** ڪلياڻ آڏواڻي جي ترتيب ڏنل رسالي بابت ٻانهي خان شيخ جي راءِ:

"سن 1958ع ۾ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي "شاهہ جو رسالو" ڇاپايو. جنهن جو سمورو مواد، متن ۽ ان جي تَري ۾ ڏنل معنيٰ ٿوري واڌي گهاٽي کان سواءِ مسٽر شهواڻي واري رسالي جي عين بين نقل آهي."



**ت.** ٻانهي خان شيخ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، غلام محمّد شهواڻي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي ڪيل تحقيق تي تنقيد ڪندي لکيو آهي:

"سنهڻي جي بيت **"ليا ڏنم لار سانپاران ساهڙ جا"** ۾ لفظ "ليا" جي معنيٰ آهي. چوپائي حلال مال جا ڪير پياڪ ننڍا ڦر. پر گربخشاڻي، شهواڻي، مولانا قاسمي ۽ آڏواڻي صاحب لئي جا وڻ، ليار جا وڻ لکي آهي."

**ث.** سُر ديسي جي بيت:

**مون پانيو مون وٽ، همشيہ هوندا پرين،**
**ويڙهو ڏيئي ويڪرو پهري ويا پٽ.**

لفظ "ويڙهو" جي معنيٰ گهر آهي. ويڪرو جي معنيٰ آهي خلاصو يا نويڪلو. اصطلاحي معنيٰ آهي "سڄو گهر خالي ڪري". مگر گربخشاڻي، شهواڻي، آڏواڻي لکيو آهي "وڏو چڪر ڏيئي". (ٻانهو **خان شيخ** ص 17)

ٻانهي خان شيخ (ص16 کان ص19) تائين متي ڄاڻايل صاحبن جي لفظن جون غلط معنائون سمجهي پنهنجي طرفان پڻ معنائون لکيون آهن. هن صاحب انهن جا گهٽ ۾ گهٽ 18 مثال ڏنا آهن.

## عثمان علي انصاري:

عثمان علي انصاري، شمس العلماءَ عمر بن محمّد دائود پوٽي کان پوءِ سنڌ صوبي جو ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن (DPI) مقرر ٿيو. وڏن تعليمي ماهرن ۾ سندس شمار ٿئي ٿو. انصاري صاحب قديم

توڙي جديد دور جي انهن سيني ڪاتبن، مرتبن ۽ محققن تي تنقيد ڪندي لکيو آهي:

**الف.** "ڪن ڪن جاين تي وري اهڙا ڪلور ڪيا ويا آهن جو موءلف صاحبن جي ذهنيت تي افسوس ٿو ٿئي. جن کي ڪو ڀٽائي جو بيت پڙهڻ ۾ نہ آيو تن ان بيت کي ڇڏي ساڳي زمين تي ڇپيل ڪنهن ٻي سگهڙ جو بيت ڪٽي ان مان سگهڙ جي نالي واري سٽ ڪيرائي باقي بيت شاهہ جي رسالي جي سونهن سمجهي داخل ڪيو ويو آهي". (ص 40)

**ب.** "سموري ڪلام ۾ بلند اخلاقي ۽ غربت جا ئي نقش و نگار ملندا ليڪن سندس ڪلام ۾ موءلفن جو ناحق هن حق پرست جي ڪلام سان ڪيو آهي. سو فقط هي آهي تہ سندس ڪلام سهيڙيندڙن نہ عبداللطيف جي لطافت سان ڀريل تصوير کي اڳيان رکيو ۽ نہ سندس سونهن ڀرين سورمين جي اخلاق جي بلندي کي."

**ت.** "بعضي بعضي فقط هڪ لفظ غلط لکجي وڃڻ جي ڪري نہ فقط ڪنهن بي داغ تصوير کي داغدار ڪيو ويو آهي پر شاعر جي اعلىٰ تخليق کي بہ ٻرو ٻڏو ويو آهي." (ص 44)

**ث.** "اسان جي موجوده ڇپيل نسخن جي تاليف وقت جيڪڏهن اِهي اصول اڳيان رکي سيّد جي ڪلام کي سموهيو وڃي ها تہ شايد گهڻيون افسوسناڪ **غلطيون** درست ٿي وڃن ها." (ص 45)

**ج.** "ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ موءلف ڪو ڀٽائي جي شاعرانہ عظمت جا قائل نہ هئا. مگر هنن کي **پوري سمجهہ ڪان ڪم وٺڻ جي**



**فرست ڪا نہ هئي**. (عثمان علي انصاري شاهہ جو رسالو ايڊيشن 2، ص 47، سال 2013 سنڌ ثقافت کاتو)

قارئين ڪرام! مٿي لکيل تنقيد جن صاحبان لکي آهي. تن جو مقصد صرف هي هيو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ذات والا صفات تي ڪنهن جي بہ بي جاءِ ۽ غلط آڱر نہ کڄي ۽ سندس ڪلام جي **هڪ نقطي، زبر، زير، پيش، هڪ اکر ۽ هڪ لفظ** ۾ بہ ڪنهن ليڪ ڪان هيرا ڦيري نہ ٿئي ۽ سندس استعمال ڪيل لفظن جون معنائون غلط نہ لکيون وڃن. اسان جي تنقيد ۽ تحقيق جو مقصد بہ اهو ئي آهي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام ۾ جيڪي تبديليون آنديون ويون آهن يا محققن ۽ موءلفن بيتن جي الفاظ ۾ تضاد پيدا ڪيو آهي تنهن تنازعي کي ختم ڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ جي فرمايل اصل لفظن کي بيتن ۾ ٻيهر شامل ڪجي.

## 2. قديم سنڌي صورتخطيءَ جو پسِ منظر

### قديم سنڌي صورتخطيءَ (اڌ اکري سنڌي) جا دور:

**الف. قديم سنڌي صورت خطيءَ جو پهريون دور:** سن 93 هجري بطابق 621ع ۾ محمّد بن قاسم جي هڪ سپاهي هٿان راجا ڏاهر، رمضان شريف جي 10 تاريخ تي قتل ٿي ويو تہ ديبل بندر کان وٺي ملتان تائين سن 96 هجري اندر عربن قبضو ڪري ورتو. سنڌ جي رهاڪن منجهان شودر، ڪتري، وئش طبقن جا ماڻهو ۽ ٻڌ ڌرم جا پوءِ لڳ ۽ ڪوقضاني برهمڻ آهستہ آهستہ اسلامي دائري ۾ داخل ٿيڻ لڳا. اُهي ماڻهو خالص سنڌي ٻولي ڄاڻندا هئا. تنهنڪري مسلمان ٿيل ماڻهن کي عربي ٻولي سمجهہ ۾ نہ ايندي هئي.

ڪجهہ عرصي گذرڻ بعد سنڌ منجهان ڪجهہ مسلمان اهڙا بہ پيدا ٿيا جيڪي ان دور جا جيّد عالم سڏجڻ لڳا. انهن عالمن مسلمان ٿي ويل سنڌي ماڻهن لاءِ عربي اکرن تي مشتمل هڪ الفابيٽ تيار ڪئي، جنهن کي ٻيا دوست قديم سنڌي صورت خطيءَ تا ڪوٺين. مگر آئون ان الفابيٽ کي **"اڌ اکري سنڌي الفابيٽ"** ڪوٺيندو آهيان. ڇا ڪاڻ تہ انهي الفابيٽ ۾ نج سنڌي اکر جهڙوڪ: **"ٻ، ڀ، ٿ، ٽ، ٺ، ڄ، ڃ، جهہ، ڇ، ڌ، ڏ، ڊ، ڍ، ڙ ڦ، ق، ڳ، گهہ، ڱ ۽ ڻ"** شامل نہ ڪيا ويا. اها سنڌي صورتخطيءَ لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ ڏاڍي ڏکي هئي. تنهن هوندي بہ عالمن سنڌي طالبن ۽ طالبات کي ديني تعليم لکي، پڙهي، ٻُڌائي ۽ سمجهائي ٿَي.

**ب. قديم سنڌي صورتخطيءَ جو ٻيون دور:** قديم سنڌي صورتخطيءَ جو ٻيون دور 926 هجري بطابق 1552ع کانپوءِ شروع



ٿيو جڏهن سنڌ تي ارغونن جي حڪومت قائم ٿي تہ سنڌ جي عالمن ديني تعليم عربي ۽ فارسي ٻنهي ٻولين ۾ پڙهائڻ شروع ڪئي انهن عالمن ٻي سنڌي الفابيٽ تيار ڪئي تہ پهرين الفابيٽ جو طريقو ڪجهہ قدر بدلجي ويو. جنهن ۾ **"ڪ، گ، پ، ڏ، ڇ"** اکر بہ لکڻ شروع ڪيا ويا. مگر اکر "ڏ" کي "ٿ" وارا نقطا ٿي ڏنائون.

**ٿ. قديم سنڌي صورت خطي جو ٽيون دور:** مغلن جي دور ۾ اردو ٻولي وجود ۾ آئي. اُڙد لشڪر کي چئبو آهي تنهنڪري مغلن جي لشڪر جي ٻولي کي "اُڙدو/اردو" ڪوٺڻ لڳا. سنڌي عالمن اردو ۽ فارسي ٻولين جا اکر نج سنڌي اکرن جي متبادل ڏنا، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

| نج سنڌي اکر | اردو ۽ فارسي اکر |
|---|---|
| ٻ | ب |
| ڀ | بھ |
| ٿ | تھ |
| ٽ | ٹ |
| ٺ | ٹھ |
| ڄ، ڃ، ڱ | ج |
| ڇ | چھ |
| ڌ | دھ |
| ڏ، ڊ | ڈ |
| ڍ | ڈھ |
| ڙ | ڑ |

| | |
|---|---|
| ڻ | ن |
| ق | ڦ |
| ڳ | گ |

قارئين ڪرام! عربي، فارسي ۽ اردو جي اکرن سان ٺهيل الفابيٽ جي رائج ٿيڻ کان پوءِ نج سنڌي الفاظ بگڙڻ شروع ٿيا ته سنڌي ٻولي لکت ۾ اڌ اکري ۽ ڳالهائڻ ۾ اڪثر ٻاتي ٻولي ٿي ويئي.

اڪثر ماڻهو لفظ ”نينهن“ کي ”نيهه“، ”ڏينهن“ کي ”ڏيهه“، **”سڱ“** کي **”سڪ ۽ سگ“** ۽ **”اڄ“** کي **”اج“** پڙهڻ لڳا. جنهن جو نتيجو هي نڪتو ته اسان جي سنڌي اصل سنڌي ٻولي ئي نه رهي ٻولي کي وڏو نقصان پهچڻ شروع ٿيو.

**ٺ قديم سنڌي صورتخطين جا مخلتف قسم:**

سنڌ ۾ جيترا وڏا عالم پيدا ٿيا اوتريون ئي ”سنڌيون“ وجود ۾ آيون ۽ اهي سنڌيون انهن بزرگن جي نالن سان سڏجڻ ۾ آيون. ڪاتبن جڏهن ڪا به ڪتابت شروع ڪئي ته سيني ”سنڌين“ منجهان اکر ڪتب ٿي آندا. تنهنڪري سنڌي ٻولي جون پڙهڻيون به مختلف ٿي ويون ڪو اصول قائم نه رهيو.

(1). **سيّد عبدالعظيم:** سيّد عبدالعظيم گنج جي ڪاتب، حضرت پٽ ڌڻيءَ جو ڪلام ابوالحسن واري سنڌي ۾ لکيو. ”ٿ“ اکر ”ٽ ۽ ٺ“ جي برابر، ”نج، ڄ“ کي ”ج ۽ ڄ“ جي عيوض، ”ڏ“ اکر جي برابر ”ڊ ۽ ڍ“ اکر، ڪٿي ”ڊ“ برابر ”ڊ“ جي، اکر ”ر“ کي ”ڙ“ جي عيوض، اکر ”ف“ کي ”ڦ“ جي برابر، ”ک“ اکر کي ”ک، گ، ڳ، گهه ۽ ڪ“ جي برابر، ”ن ۽ ر“ اکرن کي ”ڙ ۽ ڻ“ جي عيوض، ”ج“ اکر کي ”جهه“ جي



برابر، ”چ“ اکر کي ”ش“ جي برابر به لکيائين. ڪٿي ڪٿي ”ک“ اکر جي مٿان شد ( ّ ) جي نشاني ڏيئي اکر ”گ“ جي برابر لکيائين. ڪي لفظ پاڻ ۾ گڏي لکيائين جئن ”جت نياٺي رت“ (جت نه پائي رت) ص 149. اهڙي طرح ڪيئي ٻيا اکر به پنهنجي مرضي سان بدلائي لکيائين.

(2). **حاجي محمّد سمون:** حاجي محمّد سمي صاحب ”ک“ اکر ”گ“ جي برابر، ”ک“ اکر کي ”گهه“ ۽، ”ک“ اکر کي ”ڱ“ جي عيوض به لکيو. ”ر“ اکر جي مٿان ”ٿ“ اکر وانگر ٻه نقطا ڏيئي اکر ”ڙ“ ٺاهيائين. هن صاحب به گهڻا ئي لفظ گڏي لکيا جئن ”مرسنڌ“ (پاسي نه رک، الڳ نه رک) کي ”مسنڌ“ لکيائين. ”سري جا“ (شراب جا) کي ”سريجا“ جي صورت ۾ لکيائين. هن صاحب ”ن“ غنو سيد عبدالعظيم وانگر مخفي رکيو. جئن لفظ ”مينهن“ کي ”ميهه“ ۽ ”نينهن“ کي ”نيهه“ لکيائين.

(3). سيّد عبدالعظيم فقير ۽ حاجي محمّد سمي ”تنوين“ کان گهڻو ڪم ورتو. تنوين ڇئبو آهي ٻِن زيرن، ٻِن زبرن ۽ ٻِن پيشن کي.

(4). **ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ:** ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ به سنڌ جي عالمن وانگر پنهنجي طرفان هڪ الفابيٽ ٺاهي جيڪا سيني الفابيٽس کان ڏکي ۾ ڏکي سمجهي وڃي ٿي.

## 3. ڪاتبن کان ڪتابت دوران ٿي ويل غلطيون

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي علم جي مقابلي ۾ راوي فقراءُ ۽ ڪاتب حضرات گهٽ علمي سگهه رکندڙ هئا. تنهنڪري راوي حضرات، حضرت پٽ ڌڻيءَ جن جي الفاظ جا اُچار نه سمجهي سگهيا ۽ ٻئي طرف ڪاتب راوين جي روايت کي اکيون ٻوٽي لکندا رهيا. نتيجو هي نڪتو ته ڪجهه راوين جي ڏسيل لفظن کي ڪاتب نه سمجهي سگهيا ۽ ڪجهه لفظ پاڻ به ڪتابت ڪرڻ دوران غلط لکي ويا.

**مثال 1:** **"تون سمون آئون گندري، مون ۾ عيبن ويهه"**
(گنج شريف اصل ص 827)

لفظ "ويهه" واري غلطي ڪاتب حاجي محمّد سمي کان به ٿي صفحي 471 تي بيت لکيل آهي.

حقيقت هن طرح آهي ته حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ "وي" فرمايو مگر راوين لفظ "ويهه" لکرايو ته ڪاتب بغير سوچ جي لکي ڇڏيو. اهڙي طرح حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بهترين بيت هڪ لفظ جي غلط لکجي وڃڻ جي ڪري عوام تائين صحيح صورت ۾ پهچي نه سگهيو.

**مثال 2:** حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو:

**نه ڪي ڪتين نه ڪتائين، نه ڪين ڪوريين ڪاڻ،**
**جن جي "ربّي" ساڻ رهاڻ، تن کي اُڌو ناه اگهاڙ جو.**

حضرت پٽ ڌڻيءَ جا فقير لفظ "ربّي" پڪاريندا رهيا ڪاتب لفظ لکيو "ربيع". ائين معلوم ٿئي ٿو ته حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام جي



ڪاتب کي ربيع ۽ خريف جي فصلن جي ڪا ڄاڻ نه هئي. هن ائين سمجهيو ته ڪتڻ وارن جو واسطو ڪپهه سان آهي ۽ ڪپهه ربيع جي موسم ۾ پيدا ٿيندي آهي. تنهنڪري جن جي **ربيع** سان رهاڻ آهي تن کي اوگهاڙ جو الڪو ئي نه آهي. اهو بيت حاجي محمّد سمي جي ڪتابت ڪيل ۽ الهه داد جنجهي جي ترتيب ڏنل "شاهه جو رسالو" ۾ لکيل آهي. جنهن تي اسان هن ڪتاب ۾ ٽيڪا ٽپڻي ڪئي آهي.

**مثال 3:** **"پاڻ نه پسن پاڻ کي، ويچارا بيباڪ"**

اها مصرع سُر ماروئي ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي "ڪاتب" لکڻ فرمائي آهي. بلڪل غلط لکي اٿس. حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ **"بيباق"** "ق" قلم وارو فرمايو مگر ڪاتب سمجهي نه سگهيا. نتيجو هي نڪتو ته ڪاتب جي غلط لفظ لکڻ سان حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي صحت ۾ خرابي پيدا ٿي. ٻي طرف پڙهندڙن ائين محسوس ڪيو ته حضرت پٽ ڌڻيءَ کي بيتن ۾ الفاظ استعمال ڪرڻ ئي نه ايندا هئا. مُٺ منجهان خرار پرکبا آهن، اسان هت فقط ٽي مثال ڏنا آهن جن منجهان توهان اندازو لڳائي سگهو ٿا ته حضرت پٽ ڌڻيءَ جي هزارها فرمايل بيتن ۾ ڪيترين نه ڪاتبن کان غلطيون ٿيون هونديون!!

## 4. ڪنهن هندو ودوان "شاھ جو رسالو" جي ڪتابت نہ ڪئي.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي وفات 1165 هجري بطابق 1752ع کان وٺي سن 1900ع تائين ڪنهن بہ هندو ودوان (عالم) "شاھ جو رسالو" جي ڪتابت نہ ڪئي.
اسان وثوق سان اها راءِ هن ڪري ڏيون ٿا تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جا هن وقت تائين هڪ اندازي مطابق 60 کان بہ مٿي قلمي نسخا هٿ اچي چڪا آهن. جيڪڏهن ڪنهن هندو ودوان طرفان "شاھ جو رسالو" ڪتابت ڪيو ويو هجي ها تہ هيل تائين منظرِ عام تي اچي وڃي ها.
**قارئين ڪرام! جيڪڏهن ڪو هندو ودوان (عالم) حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام جي قديم صورتخطيءَ ۾ ڪتابت ڪري ها تہ ان جي ڪتابت ۾ اهڙي خوبي هجي ها جو پين سيني لکيل نسخن کان نهايت بهترين ثابت ٿئي ها. ڇاڪاڻ تہ ڪي هندو ودوان فارسي، اردو ۽ سنڌي ٻولي جا وڏا ماهر ٿي گذريا آهن. اهي جيڪڏهن عربي، فارسي ۽ اردو اکرن سان گڏ سنڌي اکرن جي ملاوٽ سان الفابيٽ ترتيب ڏين ها تہ اهو مونجهارو جيڪو قديم سنڌي رسم الخط ۾ سنڌي اکرن جي نہ هئڻ جي ڪري درپيش آيو آهي سو هرگز پيدا نہ ٿئي ها.**
حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيتن ۾ "غلط ۽ بي جوڙ" لفظ جيڪي آيا آهن سي قديم سنڌي رسم الخط جي ٽرانسليٽرز موءلف ۽ محقق حضرات جي ذريعي آيا آهن ڇاڪاڻ تہ قديم سنڌي صورتخطي ۾ سنڌي ٻولي جا نج اکر نہ آندا ويا هئا. اسان اهو خيال هن ڪري پيش ڪيو آهي تہ متان ڪٿي ڪنهن ودوان جي اهڙي ڪيل ڪوشش ڪنهن گمنام هنڌ هجي سا خوش قسمتيءَ سان هٿ اچي وڃي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام تي تحقيق ڪرڻ ۾ نهايت ئي آساني ٿيندي.



## 5. ملا مڪتبن ۽ مدرسن ۾ شاھ جي ڪلام پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جا طريقا

قاضي قاضن حضرت پٽ ڌڻيءَ کان 232 سال اڳ پيدا ٿيو. ان جو ڪلام، حضرت مخدوم نوح، شاھ ڪريم، شاھ لطف الله قادري ۽ ميين شاھ عنات رضوي جو ڪلام حضرت پٽ ڌڻيءَ جي پيدائش کان اڳ ۾ مدرسن اندر توڙي ٻاهر بزرگانِ دين عوام ۽ پنهنجن طالبن کي روحاني رمزن سمجهائڻ دوران ٻڌائيندا هئا. ان جو ثبوت اسان کي *"برھانپور کے سندھی اولیا"* ڪتاب ۾ مليو آهي. جنهن ۾ لکيل آهي تہ سنڌ جا بزرگ عالم ۽ استاد محفلن ۾ بزرگ شاعرن جو ڪلام پڙهندا هئا ۽ سٺي الحان ۽ مٺي آواز وارا ماڻهو خاص طور تي قاضي قاضن جو ڪلام ڳائيندا هئا.
حضرت پٽ ڌڻيءَ جي دور جا ۽ بعد وارا بزرگ سندس ڪلام کي مولودين کان ٻڌندا هئا ۽ پنهنجن طالبن کي روحاني رمزون سمجهائيندا هئا. اهڙا مثال حضرت پير محمّد راشد رحمت الله عليه ۽ حضرت حافظ محمّد صديق رحمت الله عليه جي ملفوظات ۾ شامل آهن.
انگريز سرڪار جي حڪم سان ملا مڪتبن ۾ سن 1883/84ع کان ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جو لکرايل "شاھ جو رسالو" منجهان ڪجھ ڪلام پڙهايو ويندو هو. اهو رسالو پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ ڏکيو محسوس ڪيو ويو. ملا مڪتبن جي ڪجھ ميانجي صاحبان حاجي محمّد سمي جو ڪتابت ڪيل "شاھ جو رسالو" جيڪو بمبئي منجهان 1267ھ بمطابق 1883ع کان وٺي شايع ٿيندو رهيو. اهو "شاھ جو رسالو" آساني سان پاڻ پڙهندا هئا طالبن ۽ طالبات کي

پڙهائيندا هئا.

پڙهائڻ وارن استادن جا ٻه قسم هئا هڪڙا استاد قديم رسم الخط واري اُچارن سان طالبن ۽ طالبات کي بيت ۽ وايون ٻڌائيندا ۽ پڙهائيندا هئا.

مثال 1: **”وڏي ٽي وايون ڪري، ڪُٽل ڪوڪاري“**

مثال 2: **”ونجن ڪجي وس، سيرن ڪارن سسئي“**

مثال 3: **”هوت هلندِن ڪٽيو انڪن چاري انڪّہ“**

مثال 4: **“لاهي لاڪاپا لنڪ، ٹُن سيرن ڏوه سچي“**

قارئين ڪرام! اسان مٿي چار مثال قديم صورت خطي (اڏ اڪري سنڌي صورتخطيءَ) ۾ لکيل ڏنا آهن. جئن لکيل آهن تئن ئي ان دور جا ڪجهہ استاد ۽ عالم پاڻ پڙهندا هئا ۽ طالبن ۽ طالبات کي پڙهي ٻڌائيندا هئا. سندن طالب ۽ شاگرد ٻہ ائين ئي اڏ اڪري سنڌي صورتخطيءَ ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو ڪلام پڙهندا هئا. تنهنڪري ٻڌندڙ ماڻهو ائين سمجهندا هئا تہ **حضرت پٽ ڌڻيءَ جي دور جي سنڌي ائين بگڙيل، اُچارڻ ۾ ڏکي ۽ معنيٰ سمجهڻ ۾ ٻہ مشڪل هئي. مگر ائين حقيقت نہ آهي، حقيقت هي آهي تہ جيڪي جدي پشتي عالم ۽ استاد هئا سي تسلسل سان حضرت پٽ ڌڻيءَ جو ڪلام اصل سنڌي ۾ (جيڪا حضرت پٽ ڌڻي جي دور ۾ هئي تنهن کي انهي ئي) لهجي ۾ پڙهندا پئي آيا.**

حضرت پٽ ڌڻيءَ جا بيت قلمي نسخن ۾ ائين ئي لکيل هوندا هئا جئن مٿي مثال ڏيئي چڪا آهيون. هاڻ انهي قديم صورتخطيءَ ۾ لکيل بيتن کي ٻيهر لکي بعد ۾ صحيح اچارن ۾ ساڳيا بيت رقم



ڪري اوهان کي ڏيکاريون ٿا اوهان ئي اندازو لڳايو تہ اڏ اڪري سنڌي پڙهڻ وارن ۽ صحيح سنڌي پڙهڻ وارن معلمن ۽ استادن جي لهجي ۾ ڪيترو فرق هيو؟

**مثال 1**: غلط لهجو: **”وڏي ٽي وايون ڪري، ڪُٽل ڪوڪاري“**
صحيح لهجو : **”وڏي ٽي وايون ڪري، ڪُٽل ڪوڪاري“**

**مثال 2**: غلط لهجو: **”ونجن ڪجي وس، سيرن ڪارن سسئي“**
صحيح لهجو: **”وڃڻ ڪجي وس، سيڻن ڪارڻ سسئي“**

**مثال 3**: غلط لهجو: **”هوت هلندِن ڪٽيو انڪن چاري انڪّہ“**
صحيح لهجو: **”هوت هلندين ڪٽيو انگهن چاڙهي انگ“**

**مثل 4**: غلط لهجو: **“لاهي لاڪاپا لنڪ، ٹُن سيرن ڏوه سچي“**
صحيح لهجو: **”لاهي لاڳاپا لنگهہ تون، سيڻن ڏونهن سچي“**

قارئين ڪرام! مٿين چند مثالن ڏيڻ منجهان اسان جي مراد هي آهي تہ قديم دور ۾ قديم سنڌي صورت خطيءَ کي پڙهڻ وارا صحيح طور تي پڙهندا ٻہ هئا. اهي اڏ اڪري سنڌي ۾ لکيل حضرت پٽ ڌڻي جو ڪلام ائين پڙهندا هئا جئن ديوان تارا چند سن 1900ع ۾ ”پٽ شاهہ“ واري قلمي نسخي کي ٽرانسليٽ ڪيو هيو ۽ جئن شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سن 1913ع ۾ ”شاهہ جو رسالو“ ترتيب ڏيئي شايع ڪرايو.

منهنجو نانون مرحوم ميانجي حاجي خاوند بخش سومرو ملا مڪتب پير بخش خان گبول جو هيڊ معلم هيو اهو پنهنجن شاگردن ۽ شاگرد ياڻين کي ”شاهہ جا بيت“ ائين ئي پڙهائيندو هيو جئن جديد

سنڌي صورتخطيءَ ۾ هاڻ پڙهايا ويندا آهن. قديم ڪتابن واري مذهبي تعليم بہ ائين ئي پڙهائيندو هيو جئن اڄ سنڌي پڙهائي ٿي وڃي. سن 1900ع کان پوءِ جڏهن ديوان تارا چند جو ترانسليٽ ڪيل "شاهہ جو رسالو" ملا مڪتبن ۽ اسڪولن ۾ پهتو تہ قديم سنڌي صورتخطيءَ ۾ لکيل رسالا ڪجهہ ميانجي صاحبن ۽ استادن پڙهڻ ۽ پرهائڻ ڇڏي ڏنا.

مطلب تہ "سنڌي ٻولي اڌ اکري، نہ سمجهہ ۾ ايندڙ پڙهڻ ۾ ڏکي هئي."

اهو تاثر بلڪل غلط آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي سنڌي اها ئي آهي جيڪا قاضي قاضن کان وٺي حضرت شاهہ عبداللطف ڀٽائي جي ڪلام ۾ اڄ لکيل آهي.



## 6. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي سنڌي ڊاڪٽر گُربخشاڻي جي نظر ۾

ڊاڪٽر گربخشاڻي، حضرت پٽ ڌڻيءَ جي سنڌي ٻولي بابت پنهنجي راءِ لکي آهي:

**الف:** "شاهہ جي سنڌي هاڻوڪي سنڌي کان البت ٻي ڊول جي آهي، اهو ئي سبب آهي جو ماڻهن کي شاهہ جي شعر پڙهڻ ۽ ان جي معنيٰ سمجهڻ ۾ قدري مشڪلات ٿئي ٿي."

ڊاڪٽر گُربخشاڻي شاهہ جي سنڌي ۽ هاڻوڪي سنڌي جا چند مثال ڏنا آهن:

| شاهہ جي سنڌي | هاڻوڪي سنڌي |
|---|---|
| نيهہ | نينهن |
| هيون | هنيون |
| ڪال | ڪالهہ |
| مل | مُلهہ |

(ص 62 مقدمو)

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر گربخشاڻي جيڪا سنڌي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي سمجهي آهي ۽ مثال ڏنا اٿس، **اها اڌ اکري سنڌي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي هرگز نہ هئي ۽ نہ آهي. اها اڌ اکري سنڌي قديم دور جي مسلمان سنڌي عالمن جي لکت ۾ تيار ڪيل هئي.** ان صورت خطيءَ ۾ خالص ۽ نج سنڌي اکر جهڙوڪ "**ٻ، ڀ، ٽ، ڄ، ڃ، گ، گهہ، ڱ، ڻ ۽ ڙ**" شامل نہ هئا. جنهنڪري مڪمل سنڌي لفظن کي اڌ اکري سنڌي صورتخطيءَ ۾ لکيو ويو. جن جا مثال ڊاڪٽر گُربخشاڻي مٿي لکيا آهن.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ٻولي کي "ٻي ڊول جي آهي" لکڻ کان اڳ ۾

جيڪڏهن ڊاڪٽر گُربخشاڻي صاحب قديم سنڌي رسم الخط تي غور ڪري ها تہ **حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ٻولي کي ڏکي ٻولي يا اڏ اکري ٻولي نہ ڇاڻائي ها.** اهو اسان هن ڪري ٿا لکون تہ شاهہ صاحب جي دور ۾ جيڪا قديم سنڌي صورتخطيءَ عالم لکندا هئا تنهن کي هاڻوڪي سنڌي ۾ ٽرانسليٽ ڪرڻ انهن ماڻهن لاءِ ڏاڍو ڏکيو عمل هُيو جيڪي قديم رسم الخط کي جديد رسم الخط ۾ آڻڻ جي مهارت نہ رکندا هئا ۽ نہ هاڻي بہ صلاحيت رکندا آهن. ان جو مثال هي آهي تہ هاڻوڪي سنڌي ٻولي ۾ ڪو نوجوان هندستان جي سنڌي نوجوان ڏانهن موبائيل فون ذريعي لکي موڪلي تہ:

"Adduyon Aaon Ajan, Moon Sang Sujany Na Kayo"

تہ هندستاني سنڌي نوجوان پڙهندو:

**"اڏيون آئون اجان، مون سنگ سُجاني نہ ڪيو"**

قارئين ڪرام! انهي نوجوان تي اهو اثر پوندو تہ 2014ع ۾ اها سنڌي سنڌ ۾ ڳالهائي ويندي آهي. جنهن کي عرفِ عام ۾ اڏ اکري، اٽپوري ۽ ٻاتي ٻولي چئبو آهي. انهيءَ ساڳي بيت جي مصرع آئون پنهنجي استاد پروفيسر ڪنهيالال تلريجا ڏانهن موبائيل فون ذريعي لکي موڪليان.

"Adduyon Aaon Ajan, Moon Sang Sujany Na Kayo"

تہ منهنجو استاد محترم مٿين مصرع پڙهندو:

**"اديون آئون اڄاڻ، مون سنگ سُجاڻي نہ ڪيو"**

منهنجو استاد محترم صحيح صورتخطيءَ ۾ مٿين لکيل مصرع پڙهندو، ڇا ڪاڻ تہ سائين کي ڄاڻ آهي تہ سنڌ ۾ سن 2014ع ۾ بہ اها سنڌي پڙهي، لکي ۽ ڳالهائي وڃي ٿي جيڪا صدين کان پيئي



لکجي، پڙهجي ۽ ڳالهائجي ٿي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب کي بہ اهو سوچڻ گهربو هو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي دور ۾ اها ئي سنڌي ڳالهائي ويندي هئي جيڪا سنڌي اڄ ڳالهائي ٿي وڃي. ان جو وڏي ۾ وڏو ثبوت هي آهي تہ ديوان تارا چند سن 1900ع ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام کي قديم اڏ اکري سنڌي صورتخطيءَ منجهان جديد سنڌي صورتخطيءَ ۾ ٽرانسليٽ ڪري هي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ سندس اباڻا اصل ۾ قديم سنڌي ڳالهائيندا هئا. جيڪڏهن ديوان تاراچند جا اباڻا جڳان جڳ درست سنڌي نہ ڳالهائيندا هجن ها تہ پوءِ ديوان تارا چند ڪئن هاڻوڪي سنڌي صورتخطيءَ ۾ شاهہ صاحب جو رسالو قديم سنڌي صورتخطيءَ تان بدلائي لکي ها؟ ديوان تارا چند قديم سنڌي صورتخطيءَ مان جديد صورتخطيءَ ۾ "شاهہ جو رسالو" ٽرانسليٽ ڪري ثابت ڪري ڏيکاريو تہ جيڪا سنڌي قديم دور ۾ ڳالهائي ويندي هئي اها ئي سنڌي ٻولي جديد دور ۾ ئي ڳالهائي ويندي آهي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي جي حضرت پٽ ڌڻي جي ٻولي بابت وڏي ۾ وڏي غلط سوچ هئي، جنهن جي بنياد تي ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام جا ٽي جلد شايع ڪرايا. تنهين جلدن کي اڏ اکري، اٽپوري ۽ ٻاتي ٻولي ۾ لکيائين تنهنڪري انهي صاحب جو ترتيت ڏنل "شاهہ جو رسالو" جديد سنڌي صورتخطيءَ پڙهڻ وارا چڱي طرح نہ اڳي پڙهي ٿي سگهيا ۽ نہ اڄ پڙهي ۽ سمجهي سگهن ٿا.

**ب.** ڊاڪٽر گربخشاڻي جي ٻي راءِ هي آهي تہ "عربن سنڌ تي پنهنجو زور ڄمايو تڏهن سنڌي زبان ۾ ڪيترا عربي لفظ ملت ٿي ويا. مگر انهن لفظ جي اُچارن ۽ معنائن ۾ ڪي قدر ڦيرو پڻ پئجي

ويو. مثال طور، "**حاذق**" بڻجي "**هاتڪ**" تي پيو." (ص 67 مقدمو)
قارئين ڪرام! اسانجي تحقيق موجب ڊاڪٽر گُربخشاڻي جي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ٻولي بابت ٻي راءِ بہ درست نہ آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ ڪي جتي لفظ "حاذق" استعمال ڪرڻو هيو اُتي لفظ "حاذق" ئي استعمال ڪيائين ۽ جتي لفظ "هاتڪ" استعمال ڪرڻو هوس اتي لفظ "هاتڪ" استعمال ڪيائين.

"ٻڌندي ٻوڙن ڪي ڪي، هاتڪ هٿ وجهن......"

اسان مٿين بيت ڪي دلائل ۽ اصل لفظن جي استعمال سان ڊاڪٽر گُربخشاڻي جي راءِ ڪي غلط ثابت ڪيو آهي هن ڪتاب اندر پڙهڻ فرمائيندا.



## 7. غلام محمّد شاهواڻي

غلام محمّد شاهواڻي جي ترتيب ڏنل "شاهہ جو رسالو" ڪي اسان مطالعي هيٺ آندو آهي. هن صاحب لکيو آهي:
"بنده ڊاڪٽر گربخشاڻي جون پڙهڻيون عمومن قائم رکي باقي حصي ڪي لاڙي تلفظ ۾ پيش ڪيو آهي."

قارئين ڪرام! غلام محمّد شاهواڻي صاحب جي لکت منجهان هي ثابت ٿيو آهي تہ ڊاڪٽر گربخشاڻي وارا لکيل ارڙهہ (18) سُر هو بهو لکيا اٿس ۽ باقي سُر جيڪي لکيائين سي پاڻهي خان شيخ جي تحقيق موجب اِهي آهن جيڪي ڪلياڻ آڏواڻي، غلام محمّد شاهواڻي جي رسالي تان اُتاريا.

غلام محمّد شاهواڻي جي رسالي تي اسان هن جلد ۾ معمولي تنقيد، تحقيق ۽ تصحيح وارو عمل ڪيو آهي انشاءَ الله ٻي جلد ۾ وڌيڪ تحقيقي ڪم ڪنداسين.

## 8. ڪلياڻ آڏواڻي

ڪلياڻ آڏواڻي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي جو پهريون مرتب آهي جنهن :

(1) شاهه صاحب جي ڪلام ۾ آيل لفظن جون معنائون حاشيي ۾ ڏيڻ کان پوءِ هر وائي ۽ هر بيت جي معنيٰ سامهون سولي سنڌي ۾ لکي آهي. انهيءَ ڪري هن صاحب جي رسالي جي اشاعت سنڌ اندر گهڻي ٿي آهي.

(2) اسان جي تحقيق مطابق بيتن جي معنيٰ ڪجهه قدر غلط لکي اٿس.

(3) ڪجهه قدر غلط الفاظ بيتن ۾ استعمال ڪيا اٿس. جنهن جي ڪري محقق حضرات جي نظر ۾ ڪلياڻ آڏواڻي جو وڏو ساراهه جوڳو ترجمي وارو عمل به معمولي لڳي ٿو.

(4) اسان جي تحقيق موجب ڪلياڻ آڏواڻي جو سمورو ڪم ڊاڪٽر گُربخشاڻي ۽ غلام محمّد شاهواڻي جي رسالن جو اُتارو آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته ڪلياڻ آڏواڻي صاحب پنهنجي طرفان ڪا به تحقيق نه ڪئي مگر ٻين جي ڪيل تحقيق جي پوئواري ڪئي آهي.

(5) ڪلياڻ آڏواڻي حضرت پٽ ڌڻيءَ جا اهم بيت "شاهه جو رسالو" ۾ شامل نه ڪيا آهن. اسان جن رسالن تي تحقيق ڪئي آهي تن رسالن منجهان ڪلياڻ آڏواڻي جو رسالو اهڙو "شاهه جو رسالو" آهي جنهن ۾ سيني رسالن کان گهٽ بيت لکيل آهن.



## 9. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي

مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي عربي ۽ فارسي علوم جو وڏو عالم هيو. سندس شاگردن جو تعداد تمام گهڻو آهي. ديني علوم جي مهارت رکڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيو. پاڻ ڪي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي ترتيب ڏيندڙ ۽ تحقيق ڪندڙ حضرات جي ٽولي ۾ شامل ڪرڻ لاءِ "شاهه جو رسالو" ترتيب ڏنائين.

اسان جي تحقيق مطابق هن برزگ وٽ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام جي تحقيق لاءِ ايترو وقت نه هيو تنهنڪري بهترين تحقيق نه ڪري سگهيو. اِهو ئي سبب آهي جو هن جو ترتيب ڏنل "شاهه جو رسالو" ۾ تقريبن اهي ئي غلطيون ورجايل آهن جيڪي ديوان تارا چند کان وٺي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ تائين مرتب ۽ محقق حضرات کان سرزد ٿيون آهن.

## 10. مرحوم عثمان علي انصاري

عثمان علي انصاري سنڌ جي وڏن تعليمي ماهرن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن صاحب کي حضرت ڀٽ ڌڻيءَ ۽ سندس ڪلام سان وڏي محبت ۽ عقيدت هئي. هن صاحب لکيو آهي:

”شاهه جو رسالو ترتيب ڏيڻ لاءِ (1) بلڙي وارو نسخو (2) ڀٽ وارو نسخو (اهي ٻيئي نسخا هن صاحب کي ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب ڏنا هئا). (3) بمبئي وارو ڇاپو (4) ٽرمپ وارو شاهه جو رسالو (5) مرزا قليچ (6) ديوان تارا چند (7) ڊاڪٽر گربخشاڻي (8) محمّد عثمان ڏيپلائي (9) غلام محمّد شاهواڻي وارو نسخو به زيرِ مطالع رهيا.“

وڌيڪ انصاري صاحب لکيو آهي ته:

”اول ته اُهي بيت ڏسڻ شروع ڪيم جن جي صحت تي مونکي حيدرآباد واري زماني ۾ شڪ پيدا ٿيا هئا.

**مثال طور: ”ڊول مر ڪٽي ٻانهڙي، پرين مر ڪٽي پاند“**

خيال ڪيم ته ڊول جي ٻانهن ۽ پرين جو پاند ڪنهن اهڙي تهڙي شاعر لاءِ ته ڪٽي به ڳالهيون به هجن پر ڀٽائي جهڙي حڪيم لاءِ اهي به ڳالهيون ڪين هونديون. تنهن کان سواءِ پوئين سٽ ۾ جو اشارو ”لوڪان لڪي“ وارو ڏنل آهي. پهرين سٽ سان نه ٿي جڙيو تنهن ڪري تفتيش شروع ڪيم. ڳوليندي ڳوليندي نئي واري نسخي ۾ ڏسان ته هئن لکيل آهي:

**”ڊول مر ڪٽي ٻانهڙي، پره مر ڪٽي پاند“**



**انهي هڪ لفظ جي ملڻ سان چڻ مونکي بي حساب دولت ملي ويئي،** ڇو ته ڀٽائي جي شاعرانه عظمت جو نقش جو منهنجي دل تي اڳئي ويٺل هو سو گهرو ٿي ويو.“ (ص 36)

حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي تعريف ۾ انصاري صاحب وڌيڪ لکيو آهي.

”منهنجو اندازو هي هو ته دنيا جي شاعرن ۾ ڀٽائي جي پيٽ ۾ ڪو به شاعر اچي نه ٿو سگهي. انهي ڪري دلي خواهش هئي ته خدا ڪري ته منهنجِي نگاهه کي لطيف جي شعر ۾ ڪو عيب نظر نه اچي.“ (ص 36)

قارئين ڪرام! مون کي مٿين لفظن پڙهڻ بعد پڪ ٿي ويئي ته مرحوم عثمان علي انصاري صاحب حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي بيتن ۾ داخل ٿي ويل ڌارين لفظن کي ڪڍي اصل حضرت ڀٽ ڌڻيءَ طرفان فرمايل لفظ آندا هوندا. (جئن پهريون شاندار مثال قائم ڪيائين). تنهنڪري هن صاحب جو ترتيب ڏنل ”شاهه جو رسالو“ پڙهڻ شروع ڪيم جئن جئن پڙهندو ٿي ويس تئن تئن ڏک وڌندو ٿي ويو. اهو هن ڪري ته حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي ڪلام ۾ جيڪي غلطيون لکت ۾ ديوان تارا چند شوقيرام، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ غلام محمّد شاهواڻي کان ٿي ويون هيون اهي ساڳيون ئي غلطيون انصاري صاحب دهرايون آهن. آڳرين تي ڳڻڻ جيترن بيتن جي تصحيح کان سواءِ باقي هوبهو ساڳيا بيت لکيا اٿس. سندس تحقيق ۽ تصحيح تي انشاءَالله ٻي جلد ۾ ٽيڪا ٽپڻي ڪئي ويندي.

## 11. ٻانھون خان شيخ

(1) ٻانھون خان شيخ، حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي جو پھريون مرتب آهي جنھن گھڻي ۾ گھڻن لفظن جي معنيٰ لکي آهي.

(2) هن انھن ماڳن بابت به جاڻ ڏني آهي جن ماڳن جا نالا حضرت پٽ ڌڻيءَ بيتن ۾ فرمايا آهن. انھن خوبين سان گڏ ٻانھي خان جي ڪيل ڪم ۾ ڪي اَوڻايون به نظر آيون آهن.

(3) هڪ اَوڻائي هي آهي ته هن صاحب حضرت پٽ ڌڻيءَ جي اڪثر بيتن جي قافين جو خيال نه رکيو آهي.

(4) ٻي اَوڻائي جيڪا نظر آئي آهي سا هي آهي ته هن صاحب پنھنجي طرفان ايتري تحقيق نه ڪئي جيتري تحقيق لاءِ لکيو ويو آهي.

(5) اڪثر اَوڻايون اهي ئي سندس ترتيب ڏنل رسالي ۾ شامل آهن جيڪي ديوان تارا چند کان وٺي هن وقت تائين دهرايون ويون آهن.

(6) ٻانھي خان شيخ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي بھترين تحقيق بابت جيڪا پيش گوئي ڪئي سا سندس سچي ثابت نه ٿي.



## 12. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام جو آخري محقق سڏجندڙ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سن 1966ع کان وٺي حضرت شاھه عبداللطيف ڀٽائي رح جي ڪلام کي سوڌيندو ۽ سنواريندو رهيو. نيٺ سن 2009ع ۾ سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي "شاھه جو رسالو" شايع ڪرايو.

هن رسالي جي تعارفي نوٽ ۾ لکيو ويو آهي ته:

"سنڌي ادب جي اها خوش قسمتي آهي جو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي صورت ۾ سنڌ کي اهڙو محقق مليو. جنھن سالن جا سال پيار جو پورهيو ڪري علمي ۽ اعليٰ تحقيق جو اهڙو شاهڪار سنڌ واسين کي پيش ڪيو.

تحقيق جو آغاز ويھين صدي جي شروع ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻي ڪيو ۽ مرحلن مان گذرڻ کان پوءِ ويھين صدي جي آخر ۾ ڊاڪٽر بلوچ جي هٿان ٻٽيھن سالن جي مسلسل محنت سان پايهءِ تڪميل تي پھتي."

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو صاحب وس جو مالڪ آهي. ڀل جان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي اڻپوري تحقيق کي غير معمولي علمي ڪارنامو قرار ڏئي. مگر اسان جي تحقيق جي ڪسوٽي تي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي اها تحقيق رولڊ گولڊ ثابت ٿي آهي. جنھن جي چمڪ ۽ دمڪ ته سون کان به سرس ۽ سوائي آهي مگر سون نه آهي.

1. ڊاڪٽر بلوچ جي ترتيب ڏنل رسالي کي حتمي تحقيقي عمل قرار ڏنو ويو آهي. مگر اسان جي تحقيق مطابق ڊاڪٽر بلوچ جو تحقيق ڪيل "شاهه جو رسالو" اڃان به وڌيڪ تحقيق طلب آهي. اهو هن ڪري ٿا چئون ته انهي رسالي ۾ اڃا به ڏاريا بيت سمايل آهن.
2. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ گهڻن ئي بيتن جا قافيا پنهنجي طرفان غلط لکيا آهن. اصل لفظن کي ڪيدي ثابت ڪيو اٿس ته حضرت پٽ ڌڻيءَ کي بيتن ۾ الفاظ استعمال ڪرڻ نه ايندا هئا.
3. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ گهڻن ئي لفظن جون معنائون غلط لکيون آهن. ان جو خاص سبب هي آهي ته ڊاڪٽر بلوچ هڪ ته پاڻ صحيح تحقيق نه ڪئي ۽ ٻيو وري ڊاڪٽر گربخشاڻي جي تقليد ڪيائين.
4. جيڪي بيت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ کي سمجهه ۾ نه آيا تن کي "شاهه جو رسالو" منجهان خارج ڪري ڇڏيائين. اسان انهن بيتن جي نشان دهي ڪئي آهي.
5. هڪ نهايت ئي اهم ترين بيت کي خارج ڪرڻ جي تصديق ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب هنن لفظن ۾ ڪئي آهي:

"ڊاڪٽر گربخشاڻي توڙي ڪانئس پوءِ شاهواڻي، آڏواڻي ۽ انصاري سُر يمن ڪلياڻ ۾ شاهه جي رسالي جو هيٺيون بيت شاهه جو ڪلام سمجهي آندو آهي:"

**عاشق عزازيل، پيا مڙيئي سڌڙيا،**

**منجهان سڪ سبيل، لعنتي لعل ٿيو.**



ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب وڌيڪ لکيو آهي ته:

"ڊاڪٽر بلوچ هن بيت کي شاهه جو ڪلام نه ٿو سمجهي تنهنڪري ان کي شاهه جي ڪلام ۾ داخل نه ڪيو اٿس. ان لاءِ ڄاڻايو اٿس ته اهو بيت اوائلي دور جي گهڻن رسالن ۾ ڪونهي. ٻي وضاحت ڪئي اٿس ته عزازيل دراصل تڪبّر ڪيو هيو ان ڪري پوءِ ملعون ٿي ويو."

قارئين ڪرام! مٿين حوالن منجهان هي ظاهر ٿئي ٿو ته سيني اوائلي رسالن ۾ اهو بيت "عاشق عزازيل" لکيل نه آهي.

جڏهن ته سيني اوائلي رسالن منجهان قديم ترين رسالو "بلڙيءَ" وارو آهي جيڪو حضرت پٽ ڌڻيءَ جي وفات کان 28 ورهيه پوءِ 1780ع ۾ لکيو ويو. پٽ شاهه وارو رسالو جنهن کي 1900ع ۾ ديوان تاراچند ٽرانسليٽ ڪيو. ٽيون گنج شريف، جيڪو 1207هه ۾ لکيو ويو. چوٿون رسالو ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جو 1267هه بمطابق (1883ع) ۾ ڇپيو. پنجون رسالو حاجي محمّد سمي جو لکيل آهي. انهن سيني ۾ "عاشق عزازيل" وارو بيت لکيل آهي. اسان ڊاڪٽر بلوچ جي راءِ کي دليلن ۽ حوالن سان غلط قرار ڏنو آهي ٻيو هي ثابت ڪيو آهي ته ابليس پاڻ کي **الله تبارڪ و تعاليٰ کان به اڪبر سمجهيو ۽ ربّ پاڪ کي چيائين "اغويتني" عزازيل جا متڪبرانه لفظ ثابت ڪرن ٿا ته ابليس پاڻ تي ازل کان ئي عاشق هيو تڏهن ته الله تبارڪ وتعاليٰ جو حڪم نه مڃيائين.**

قارئين ڪرام! جيڪڏهن قرآن شريف منجهان ابليس جو نالي سان گڏ سندس تذڪرو به ڪيو وڃي ته قرآن پاڪ، قرآن پاڪ ئي نه رهندو. ڇا ڪاڻ ته قرآن پاڪ ۾ آدم، بني آدم ۽ ابليس جو ئي ته

احوال آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن شاهه جي رسالي منجهان:

**عاشق عزازيل، پيا مڙيئي سڌڙيا،**

**منجهان سڪ سبيل، لعنتي لال ٿيو.**

ڪڏي چڌبو تہ شاهہ صاحب جي رسالي جي اهميت ئي ختم ٿي ويندي. اسان مختصر مگر جامع ڊاڪٽر بلوچ جي ترتيب ڏنل "شاهہ جو رسالو" تي جيڪا تحقيق ڪئي آهي تنهن جو ڪجهہ حصو هن ڪتاب ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

# تنقيد ۽ تحقيق جا مقاصد

1) حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيتن تي تنقيد ۽ تحقيق ڪرڻ جو پهريون مقصد هي آهي تہ بيتن ۾ ڪاتبن (سيدالعظيم فقير، حاجي محمّد سمي).
2) ٽرانسليٽرز (ديوان تاراچند شوقيرام ۽ ممتاز مرزا).
3) مرتب حضرات (شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ قاضي، ارنيسٽ ٽرمپ)
4) ۽ محقق حضرات (ڊاڪٽر گربخشاڻي، غلام محمّد شاھواڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، عثمان علي انصاري، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڀانهو خان شيخ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ) صاحبان کان صوري (لفظن جي صورتخطيءَ) جون غلطيون ٿيون. جنهنڪري لفظن ۾ وڏيون تبديليون اچي ويون. اصل لفظن جي جاءِ تي ٻين ڌارين لفظن کي جاءِ ڏني ويئي.
5) **معنوي غلطيون**: مٿي ڄاڻايل محقق ۽ مرتب حضرات کان جيڪي لفظ "شاھہ جو رسالو" ۾ نوان آندا ويا يا جيڪي شاھہ صاحب جا لفظ استعمال ٿيل هئا تن کي سمجهي نہ سگهيا جنهن ڪري انهن لفظن جون غلط معنائون لکيائون. اسان محقق حضرات جي لفظن وارين تبديلين تي بہ تحقيق ڪئي آهي ۽ سندن لکيل غلط معنائن جي پڻ اصلاح ڪئي آهي.
6) اسان جي تحقيق ۽ تنقيد جو ٽيون اهم ترين مقصد هي آهي تہ ڪاتبن، مرتبن ۽ محققن، بيتن جي صورتخطيءَ ۾ وڏو اختلاف رکيو آهي.



مثال:

**الف.** هڪ بيت ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب لفظ "سرڪ" لکيو تہ ڏهن صاحبن لفظ "سَڙَڪ" لکيو.

**ب.** هڪ بيت ۾ هڪ صاحب لفظ "وٽين" لکيو تہ ٻي صاحب لفظ "ويٽي" لکيو.

**ت.** هڪ صاحب هڪ لفظ "مِري" تہ ٻي صاحب لفظ "مڙي" لکيو ٽين صاحب "مڙئي" لکيو تہ چوٿين صاحب لفظ "مڙيئي" لکيو.

**ث.** هڪ صاحب بيت ۾ الفاظ لکيا "چڱو ڪم" ٻي صاحب لکيو "وڏو ڪم".

قارئين ڪرام! اسان صرف چار مثال توهان جي آڏو عرض رکيا آهن انهن چئن ۾ ڏسو تہ ڪيڏو نہ لفظن جو اختلاف ۽ تضاد آهي اهڙي حالت ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام پڙهڻ وارا ڪهڙي محقق ۽ مرتب تي اعتبار ڪرن؟

يقين سان چئون ٿا تہ جن صاحبن حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام جي ڪتابت ڪئي، جن صاحبن حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام کي ترتيب ڏيئي "شاھہ جو رسالو" شايع ڪرايو ۽ جن صاحبن تحقيق دوران شاھہ صاحب جي بيتن جا لفظ بگاڙيا ۽ لفظن جون غلط معنائون لکيون تن بيتن جو تعداد سون ۾ آهي. اسان انهن سَوَن بگڙيل بيتن منجهان هڪ سو نَوَن (109) بيتن تي تحقيقي، تنقيدي ۽ تصحيحي عمل ڪري پهريون جلد شايع ڪرائي اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪريون ٿا.

اوهان پڙهندڙ خواتين ۽ حضرات منجهان ڪجھ اهو خيال ڪندا تہ غلام رسول اڪرم چوٿي جي تعليمي ماهرن تي تنقيد ڪري سندن

ڳئي ڪمائي تي پاڻي ڦيري ڇڏيو آهي. آئون اوهان کي هي گذارش ڪريان ٿو ته :

هن ڪتاب جي مقدمي ۾ تنقيد ۽ تحقيق جي مختصر مگر جامع تواريخ لکي ثابت ڪيو اٿم ته مون کان گهڻو اڳ ۾ مٿي ذڪر ڪيل بزرگن هڪ ٻئي جي ڪيل تحقيق تي تنقيد ڪري اسان کي پاڻ تنقيد ۽ تحقيق ڪرڻ جي سکيا ڏني آهي ته پوءِ ڇو نه انهن بزرگن جي نقشِ قدم تي اسان عمل ڪريون؟!

جن صاحبن تي تنقيد لکي اٿم سي واقعي علم جا شمس، علم جا ڊاڪٽر، عالم ۽ اديب ته هئا مگر اهي صاحب جيڪڏهن حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي ڪلام تي صحيح طور تحقيق ڪرن ها ته اسان کي انهن تي تنقيد ڪرڻ جي ضرورت ئي محسوس نه ٿئي ها.

حقيقت هي آهي ته اِهي تمام وڏا ماڻهو هئا. انهن وٽ ايترو وقت نه هيو ٻيو ته حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جو ڪلام قديم رسم الخط ۾ لکيل آهي. قديم رسم الخط کي اهو ئي چڱي طرح پڙهي سگهي ٿو جنهن کي نه صرف قديم رسم الخط تي مهارت حاصل هجي مگر ساڳي وقت ۾ ان کي حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جو اڪثر ڪلام ذهن ۾ سمايل به هجي.

انهن صاحبن جي مقابلي ۾ راقم الحروف (غلام رسول اڪرم سومرو) پنهنجي زندگي جون پنجيتاليهه بهارون حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي ڪلام تي تحقيق ڪندي گذاريون آهن ۽ اِهو نيڪ عمل رات ڏينهن الحمدلله جاري آهي.

مونکي پنهنجي مقصد جي ڪاميابي حاصل ڪرڻ ۾ جن صاحبن مدد فرمائي تن ۾ سرفهرست محترم جناب علي ڏنو ڳاهوڻي صاحب، پروفيسر محمّد پنهل ڏهر صاحب، پروفيسر فدا حسين منگي صاحب،



پيارو شاگرد ڪريم بخش چنا، پيارو دوست ڊاڪٽر عابد حسين جلباڻي صاحب، هنن صاحبن مونکي اڻ لڀ، ڪمياب ۽ ناياب ڪتاب مهيا ڪري ڏيڻ جي وقت بوقت مهرباني پئي فرمائي.

شاگرد رشيد سيّد مريد ڪاظم شاهه "ڪاظم"، رياض حسين "رياض" ميراڻي، محترم الله ڏوائي "همدم" جون دعائون شاملِ حال رهيون.

عزيزم محمّد علي مهر صاحب جي ڪمپيوٽر واري مهارت جي ڪري ڪتاب جي ڪمپوزنگ وارو ڏکيو عمل الحمدلله آسان ٿي پيو. منهنجن پٽن، پاٽن، ڌيئن ۽ پوٽن جي هر طرح جي خدمت ۽ بهترين رويّن منهنجن جذبن کي هميشه جوان رکيو.

**"ڪوسو لڳي نه واءُ سيڻ کي خدا ڪري"**

**سومرو غلام رسول "اڪرم"**

# سُر ڪَلياڻ

*******

**نـڪـا ابـتـدا عـبـدَ جـي، نـڪـا انـتـھـا،**
**جَـنِ سُـجـاتـو سُـپـريـن، سـي وَجَـڻ ڪـي ويـا.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ سال 1995 سرآسا ص 731)

**نـڪَـا اِبـتـدَا عَـبـدَ جِـي، نَـڪـا اِنـتِـھَـا،**
**سي وجڻ ڪي ويا، جن نَہ سُجاتو سُپِرِين ڪي.**
(ڊاڪٽرارنيسٽ ٽرمپ شاھ جو رسالو سال 2008 سرآسا ص 712)

**نـڪـا اِبـتَـدا عَـبـدَ جـي، نـڪـا انـتـھـا،**
**جـن سُـجـاتـو سُـپـريـن، سـي وجـڻ ڪـي ويـا.**
(ديوان تاراچند شاھ جو رسالو 1900 سرآسا ص 551)

**نَـڪـا اِبـتَـدا عَـبَـد جِـي، نَـڪـا انـتِـھـا،**
**جَـنِ سُـجـاتـو سُـپِـريـن، سـي وَجَـڻَ ڪـي وِئـا.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009 سرڪلياڻ 55.23)

**نَـڪَـا اِبـتِـدا عَـبـدَ جِـي، نَـڪـا اِنـتَـھَـا،**
**جَـنِ سُـجَـاتـو سُـپِـرِيـن، سـي وَجَـڻَ ڪـي وِئـا.**
(ڀانھون خان شيخ شاھ جو رسالو سرآسا ص 339)

**نَـڪـا اِبـتـدا عَـبَـد جـي، نَـڪـا اِنـتـھـا،**
**جَـنِ سُـجـاتـو سُـپـريـن، سـي وَجَـڻ ڪـي وِيـا.**
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرآسا ص 110 سال 1993)



**نَـڪـا اِبـتَـدا عَـبـدَ جِـي، نَـڪـا اِنـتِـھـا،**
**سي وَجَـڻَ ڪي وِئا، جَنِ نَہ سُجاتو سُپرين ڪي.**
(غلام محمّد شاھواڻي شاھ جو رسالو سال 2013 سرآسا ص 336)

**نـڪـا اِبـتَـدا عـبـد جـي، نـڪـا انـتَـھـا،**
**سـي وجـڻ ڪـي ويـا، جـن سـجـاتـو سـپـريـن.**
(شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرآسا ص 758 بااختيار ادارو سال 1994)

**نـڪـا اِبـتَـدا عَـبـدَ جـي، نَـڪـا اِنـتَـھـا،**
**جـن سُـجـاتـو سُـپـريـن، سـي وجـڻ ڪـي ويـا.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي سُرآسا ص 606 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**نوٽ:** ڊاڪٽر گربخشاڻي سُر **”آسا“** شايع نہ ڪرايو. ڪلياڻ آڏواڻي اھو بيت نہ لکيو.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (عبد جي نڪا انتھا)، (جن سجاتو جن نہ سجاتو)، (سي وجڻ ڪي ويا)

**الف: عبد جي نڪا انتھا:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ معنيٰ لکي آھي. ”عبد وقت جي قيد کان بالاتر آھي“ (ص 55 بيت نمبر 23)
قارئين ڪرام! ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **”عبد“** کي وقت جي قيد کان بالاتر لکي، ھڪ نئون خيال پيش ڪيو آھي. اھو خيال دين اسلام جي نظريي ۽ سماج ۾ آدمين جي مرڻ واري تجربي جي خلاف آھي. قرآن پاڪ ۾ ڄاڻايل آھي تہ ھر آدمي لاءِ دنيا ۾ زنده رھڻ ۽ مرڻ جو وقت مقرر ٿيل آھي. ان کان ھڪ ساعت بہ ھيٺ مٿي نہ ٿي ٿي سگھي.

ساڳئي وقت سماج ۾ آدم زاد جي جيئڻ ۽ مرڻ جا روزانو مثال ملن ٿا ته پوءِ عبد وقت جي قيد کان ڪيئن بالاتر آهي؟ آدمي ته جمڻ ۽ مرڻ واري مقرر وقت جي قيد ۾ مقيّد آهي. ڊاڪٽر علامه اقبال ڪھڙو نه سهڻو بند فرمايو آهي:

*تیرے آزاد بندوں کی نہ یہ دنیا نہ وہ دنیا*
*یہاں مرنے کی پابندی وہاں جینے کی پابندی*

(علامہ اقبال)

اسان جي تحقيق مطابق، حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي ته **"عَبد"** جي ابتدا نه آهي، ابتدا فقط الله پاڪ جي ئي آهي ۽ اهو ئي ابتدا کان ئي آهي ۽ آخر به اهو ئي رهندو. الله پاڪ جي پيٽ ۾ بندي جي نه ابتدا آهي ۽ نه انتها آهي.

ٻانهي خان شيخ انهيءَ بيت جي معنيٰ لکي آهي. "جيئن ته انسان ۾ خدا پنهنجو روح وڌو ان ڪري هو (انسان) لافاني آهي". (ص 339.5/16)

قارئين ڪرام! ٻانهي خان شيخ **"عَبد"** کي الله ٻڌائي لافاني حيثيت بخشي ڇڏي، هي نرو ڪفر آهي. الله خالق آهي **"عَبد"** (بندو) مخلوق آهي. الله پاڪ لافاني ۽ بندو فاني آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي نظريي جي بلڪل برخلاف ٻانهي خان شيخ بيت جي معنيٰ لکي آهي.

**ب. <u>جن سجاتو جن نه سجاتو:</u>** ممتاز مرزا (سيّد عبدالعظيم) ديوان تارا چند شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ٻانهي خان شيخ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامه آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي:



"جن سجاتو سپرين سي وڃڻ ڪي ويا"

اسان جي تحقيق مطابق اها مصرع درست نه لکي اٿن. تنهنڪري اسان وري به حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالن جو دامن نه ڇڏيو مختلف رسالن جو مطالعو ڪندي ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ ۽ غلام محمّد شاهواڻي جي رسالن ۾ اسان کي هي بيت مليو آهي.

نڪا ابتدا عبد جي نه ڪا انتها،
سي وڃڻ ڪي ويا، **"جن نه سجاتو سپرين"**

(ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ شاهه جو رسالو 2008 سر آسا ص 712.8)
(غلام محمد شاهواڻي شاهه جو رسالو سر آسا ص 336 روشني سال 2013)

هن بيت پڙهڻ کانپوءِ اسان کي پتو پيو ته مٿي ڄاڻايل محقق ۽ مرتب حضرات جي لکيل بيت ۽ ٽرمپ صاحب ۽ غلام محمد شاهواڻي طرفان لکيل بيت ۾ زمين آسمان جو فرق آهي، ٻيئي بيت هڪ ٻئي جي ابتڙ لکيل آهن. ته پوءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت کي پڙهڻ وارا ڪنهن کي درست سمجهن؟ ان مونجهاري کي حل ڪرڻ لاءِ ته تحقيق ڪئي وئي آهي.

"جن سجاتو سپرين سي وڃڻ ڪي ويا"

جي معنيٰ هي ٿئي ٿي ته "جن الله پاڪ کي سڃاتو سي وڃڻ ڪي ويا". جن صاحبن مٿين مصرع لکي آهي تن صاحبن بيت کي نه سمجهيو آهي. نه سمجهڻ جي ڪري لفظ **"جن"** ۽ **"سجاتو"** جي وچ ۾ **"نـــ"** اکر نه لکڻ جي غلطي ڪئي اٿن.

**ت. <u>سي وڃڻ ڪي ويا</u>:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت کي اسان هرگز نه

سمجهي سگهون ها. جيڪڏهن اسان کي ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ ۽ غلام محمّد شاهواڻي جو لکيل بيت "شاهه جو رسالو" ۾ نه ملي ها.

حقيقت هي آهي ته **"عَبد"** يعني بندي جو فرض آهي ته هو خالقِ اڪبر کي سڃاڻي، الله پاڪ کي سڃاڻڻ ئي ته آدمي جو اصل فرض آهي. جيڪو بندهءِ خدا، خدا کي نه ٿو سڃاڻي سو ڀٽڪيل ۽ گمراه آهي، انهيءَ کي ئي چئبو آهي **"وڃڻ کي ويو"** ۽ جيڪو **"وڃڻ کي ويو"** سو دنيا منجهان ته ويو، مگر ربّ پاڪ جي آئنده ملندڙ نعمتن کان به ويو چئبو.

انبياءِ ڪرام، اولياءِ ڪرام، صديقين، صالحين ۽ شُهداءَ جن ربّ پاڪ کي سڃاتو تن لاءِ هر گز نه ٿو چئي سگهجي ته **"وڃڻ کي ويا"**. وڃڻ کي اهي ويا چئبا جن ربّ پاڪ کي نه سڃاتو.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جو اصل فرمايل بيت جيڪو ڊاڪٽر ٽرمپ ۽ غلام محمّد شاهواڻي واري "شاهه جو رسالو" ۾ لکيل آهي سو ئي اسان جي تحقيق مطابق درست آهي:

**"نَڪا اِبتَدا عَبدَ" جي، نَڪا اِنتَهاء،**
**سي وَڃڻ کي وَيا، جَنِ نَه "سُڃاتو سُپَرين"**

**معنيٰ:** عبد جي نه ابتدا آهي نه انتها آهي جن الله پاڪ کي نه سڃاتو سي وڃڻ کي ويا يعني هن فاني جهان منجهان ته فنا ٿي ويا مگر اڳين جهان ۾ به الله پاڪ آڏو سرخرو نه رهندا. ڇا ڪاڻ ته هنن الله پاڪ کي نه سڃاتو.

*****



**پِريان سَندي پار جي، مِڙيئي مِٺائي،**
**ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيٽُ ڪري.**

(ديوان تارا چند شوقيرام شاهه جو رسالو سرڪلياڻ ص 13)

**پِريان سَندي پارَ جِي، مِڙئِي مِٺائِي،**
**ڪانِه ڪَڙائِي، چکين جي چيت ڪري.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرڪلياڻ ص 89.11)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (مري، مڙئي، مڙيئي، مڙي)

**الف.** مري، مڙئي، مڙيئي، مڙي: ڊاڪٽر گربخشاڻي جي خيال ۾ ڳڙ به مٺائي ته مرچ به مٺائي ۽ ٿوهه به مٺائي، تڏهن ته لکيائين :

"پريان سندي پار جي، مڙئي مٺائي"

سندس اها سوچ درست نه آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت ايتري سطحي ۽ هلڪي سوچ وارو نه آهي. هن بيت ۾ اعليٰ سوچ وارو لفظ سمايل آهي. دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته ديوان تارا چند شوقيرام، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي حضرت پٽ ڌڻيءَ طرفان بيت ۾ آندل لفظ کي سمجهي نه سگهيا ته ڪلياڻ آڏواڻي متان اها ڳجهارت ڀڳي هجي.

پريان سنڌي پار جي **"مڙيئي"** مٺائي
ڪانهي ڪڙائي چکين جي چيت ڪري

(ڪلياڻ آڏواڻي، شاهه جو رسالو سرڪلياڻ ص 12)

قارئين ڪرام! هن صاحب به پوتو نه پاريو ڳجهارت اتي جو اتي بيٺل

آهي. ٻڌون پيا تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ وٽ سگهڙن جو سٿ ۽ شاعرن جو سدائين وڏو ڪٺ هوندو هو.

مانَ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ مٿين ڳجهارت سَر ڪئي هجي. انهيءَ ارادي سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو آخري شاهڪار، شاهہ جو رسالو (شاهہ جي سوانح ۽ فڪر سميت پنجاهہ قلمي ۽ جملي ڇاپي رسالن سان ڀيٽيل متن ۽ معنيٰ وارو زيرن زبرن سان سجو صحيح رسالو) مطالعي هيٺ آندوسين، مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جي مٿي ذڪر ڪيل رسالي ۾ بيت نظر نہ آيو. يقينن ڊاڪٽر بلوچ جئن.

عاشق عزازيل، پيا مڙيئي سڏڙيا،
منجهان سڪ سبيل، لعنتي لال ٿيو.

۽

سارنگ کي سارين، ماڻهو مرگهہ مينهيون،
آڙيون ابر آسري، تاڙا تنوارين،
سپون جي سمونڊ جون، سي نئين سج نهارين،
پلر پيارين تہ، سنگهارن سک ٿئي.

حضرت پٽ ڌڻي جي رسالي منجهان خارج ڪري ڇڏيا آهن تيئن:

پريان سندي پار جي **"مِري"** مٿائي
ڪانهي ڪڙائي، چڪين جي چيٽ ڪري.

بہ خارج ڪري ڇڏيو اٿس.

ٻانهي خان شيخ صاحب پنهنجي ترتيب ڏنل رسالي ۾ لکيو آهي.



پريان سندي پار جي، **"مڙيئي"** مٿائي
ڪانهي ڪڙائي، چڪين جي چيٽ ڪري

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سر ڪلياڻ ص 23.11)

ٻانهي خان جي لکيل لفظ **"مڙيئي"** پڙهڻ کان پوءِ يقين ٿيو تہ ٻانهون خان شيخ بہ انهن منجهان آهي.
ممتاز مرزا طرفان، جديد صورت خطيءَ ۾ آندل گنج شريف جو مطالعو شروع ڪيم، ان ۾ هي بيت لکيل پڙهيم.

پريان سندي پار جي **"مڙي"** مٿائي
ڪانهي ڪڙائي چڪين جي چيٽ ڪري

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 187.11)

هن صاحب لفظ **"مڙي"** لکيو آهي، آئون انهن صاحبن جي لکت کي ڇڏي اصل گنج شريف ڏانهن رجوع ٿيس، جيڪو ابوالحسن واري قديم سنڌي صورت خطيءَ ۾ فقير عبدالعظيم سيّد حضرت پٽ ڌڻيءَ جي وفات کان 42 سال پوءِ سن 1207 هہ ۾ لکيو. ان گنج ۾ اهو بيت اصلي صورت ۾ لکيل آهي.

پِريان سِندي پارِ جي **"مِري"** مٿائي
ڪانهي ڳرائي چَڪ جي چيٽ ڪري

(سيد عبدالعظيم گنج اصل سُر ڪلياڻ ص 187/88)

هن بيت جي جديد صورت خطي هي ٿئي ٿي.

پريان سندي پار جي، **"مِري"** مٿائي
ڪانهي ڪڙائي، چڪين جي چيٽ ڪري

قارئين ڪرام! مٿين محقق ۽ ليکڪ صاحبن اصل لفظ ”مري“ يعني مرچ واري آندل حضرت پٽ ڌڻيءَ جي اعليٰ ترين تشبھ واري بهترين لفظ کي سمجهي نہ سگهيا. تنهنڪري ڏکي تي لفظ لکندا رهيا.

علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي بہ:

”پريان سندي پار، جي مڙيئي مٺائي“

واري مصرع پنهنجي پنهنجي ترتيب ڏنل رسالي ۾ لکي آهي. سندن اهو لفظ نا موزون لکيل آهي. اسان جي تحقيق مطابق بيت جي هي آخري شڪل بيهي ٿي.

پِريان سَندي پَارَ جِي، ”مِري“ مِٺائِي،
ڪانهي ڪَڙائِي، چَکِين جي چيتُ ڪَري.

**معنيٰ:** پرين جي پار جي مرچ (توڙي جو ڪوڙي آهي پر ان) کي چيت ڪري پرين جي پار جي سمجهي چکندين تہ تو کي مرچ بہ مٺائي جئن لڳندي.

❊❊❊❊❊



سُوري سڌَ ڪري، اُپي عاشقن کي،
اٿيئي سَڌ سڪڻ جي، تہ ڪَوم پيرپري،
سسي ڏار ڏري، پڇج پوءِ پريتڻو.

(ديوان تارا چند شوقيرام شاھہ جو رسالو سرڪلياڻ ص 6 سال 1900)

اُپِي عاشِقن کي، سُوري سَڌ ڪَري،
اَٿيئي سَڌ سُرڪَ جي، تہ ڪَئَمَ پيرُپَري،
سِسِي ڏار، ڏَري، پُڇِجُ پوءِ پريتڻو.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھہ جو رسالو سرڪلياڻ ص 60.03)

سُوري سڌ ڪَري، اُپي عاشقَن کِي،
اٿيِئي سَڌ سِڪڻ ۾، تہ ڪَہُمَ پيرُپَري،
سِسِي ڏَار ڏَري، پُڇِج پوءِ پِريَتڻوُن.

(ٻانهون خان شيخ شاھہ جو رسالو جلد پھريون سرڪلياڻ ص 10.04)

سوري سڌ ڪري، اُپي عاشقن کي،
اَٿيئي سَڌ سِڪڻِ جي، تہ ڪَہم پيرپري،
سِسِي ڏار ڏَري، پڇِج، پوءِ پريتڻو.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 196)

سُوري سڌ ڪري، اُپي عاشقن کي،
جي اٿيئي سڌ سڪڻ جي، تہ ڪوم پيرپري،
سسي ڏار ڏري، پڇج پوءِ پريتڻو.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھہ جو رسالو سرڪلياڻ ص 8 با اختيار ادارو سال 1994)

**سوري سڏ ڪري، اُيي عاشقن ڪي،**
**اٽيئي سڏ سڪڻ جي، تہ ڪہ م پيرپري،**
**سسي ڏار ڏري، پڇج پوءِ پريتٽو.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرڪلياڻ ص32 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**سُوري سڏُ ڪري، اُيي عاشقن ڪي،**
**جي اٽيئِي سَڏَ سِڪڻَ ۾، تہ ڪَوءُ مَ پيرَپري،**
**سِسِي ڏار ڏري، پڇج پوءِ پِريتٽون.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 7)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سڏ سڪڻ جي، سڏ سُرڪ جي)، (ڏار ڏري، ڏار ڏري)

**الف. سڏ سڪڻ جي، سڏ سُرڪ جي:** ٻي مصرع جي پهرين اڌ ۾، لفظ "**سُرڪ**" صرف ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي. ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا لفظ "**سِڪڻ**" لکيو آهي. انهن ٻنهي لفظن "**سُرڪ ۽ سِڪڻ**" ۾ وڏو فرق آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**سُرڪ**" لفظ جي معنيٰ لکي آهي، "**تِڪ يا ڏُڪ**".
ٻانهي خان شيخ لفظ "**سِڪڻ**" جي معنيٰ لکي آهي، "محبت پيار" (ص 10).
قارئين ڪرام! حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي هن بيت ۾ لفظ "**چُڪي، ڏُڪ يا سُرڪي**" جي معنيٰ واري لفظن جي ضرورت ئي نہ آهي ۽ نہ لفظ "**سِڪڻ**" جي جاءِ آهي. اسانجي تحقيق موجب عاشق ڪي تہ سوري



جي سِرڪ جي سڪ آهي. سوري عاشقن کي سِرڪ جي مزي چکڻ لاءِ سڏي ٿي. هن لفظ جو واسطو سُوري جي رَسيءَ سان آهي.
ذرا بيت جي لفظن تي غور فرمايو تہ لفظ "**سِرڪ**" اوهان کي سمجهہ ۾ اچي ويندو. بيت ملاحظہ فرمايو:

اُيي عاشقن ڪي، سوري سڏ ڪري،
اٽيئي سڏ "**سِرڪ**" جي، تہ ڪہَ ۾ پير پري

**يعنيٰ**: سوري عاشق کي پاڻ ڏانهن اچڻ لاءِ پڪاري ٿي تہ اي عاشق جيڪڏهن سوري جي سِرڪڻ جي سڏ اٽيئي تہ پوءِ پير پري نہ ڪر.
هن بيت ۾ سڪڻ جي سُرڪ پڙهڻ، ڏُڪ پڙهڻ واري معنيٰ تہ نڪري ئي نہ ٿي. هن بيت ۾ "**سِڪڻ**" لفظ جو "**سُوري**" سان ڪو واسطو ئي نہ آهي.
سُوري جو ڪم سزا ڏيڻ آهي، محبّت ۽ پيار ڪرڻ نہ آهي. ۽ نہ وري سُوري سڪ جا ڏُک پرائيندي آهي. سُوري منجهان عاشق کي ڪجهہ سَرندو يا ملندو تہ اهو سوري جي سِرڪڻ منجهان ان کي مزو ملندو.
سوري جي سِرڪ يا ڇڪ ئي عاشق کي معشوق سان ملائڻ جو ذريعو بڻبي آهي سوري تہ عاشقن جو سينگار آهي تڏهن تہ حضرت ڀٽ ڌڻيءَ فرمايو:

سُوري تي سينگار، اصل عاشقن جو،
لڏئا ڪين لطيف چئي، نيزي ٿيا نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن سين.

(ڊاڪٽر بلوچ شاهہ جو رسالو 2009 سرڪلياڻ صہ 60.04)

ب. **ڏار ڏري، ڏار ڏري:** سيني صاحبن الفاظ "ڏار ڏري" لکيا آھن مگر شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي لکيل بيت ۾ الفاظ "ڏار ڏري" لکيا ويا آھن. اسان اھا غلطي پريس وارن جي سمجھون ٿا.

چند چاڻ بعد بيت جي ھي صورت بيھي ٿي.

اُپِـي عَـاشِـقَـن ڪـي، سُـوري سَـڌَ ڪَـري،
اَٿيِئي سَڌ "سِرڪ" جي، تہ "ڪَھُ" ۾ پيرپَري،
سِـسِـي "ڏار ڏري"، پُـڇِـج پُـوءِ پِـريـتَـڻـو.

*****



سرڍونديان ڏڙنہ لھان، ڏڙڍونديان سِرناھِہ،
ھـٿ ڪـرايـون آگـريـون، ويا وڍجي ڪـانـہ،
وحـدت جـي وِھـانءُ، جـي وِئـاسـي وَڍيـا.
(ديوان تارا چند شاھہ جو رسالو سرڪلياڻ ص 3 سال 1900ع)

سِرُڍُونڍِيا ڏڙنہ لھان، ڏڙڍونڍيان سِرُناھِہ،
ھَـٿَ ڪَـرايُـون، آگـريون، ويا وڍجي ڪـانـہِ،
وحـدت جـي وِھـانءِ، جـي وِئـاسـي وَڍيـا.
(ڪلياڻ آڏواڻي شاھہ جو رسالو سرڪلياڻ ص 04)

ڏَڙُڍُونڍِيانُ سِرُنہ لھان، سِرُڍُونڍِيان ڏَڙُناھِہ،
ھَـٿَ ڪَـرَايُـون آگُـرِيُـون، وِئا ڪَـپِـجِـي ڪَـانـھَـن،
وَحـدَتَ جـي وِھَـانءِ، جـي وِئـاسـي وَڍِيـا.
(ڀانھون خان شيخ شاھہ جو رسالو سرڪلياڻ ص 6.13)

سِرُڍُونڍيان ڏَڙُنہ لَھان، ڏَڙُڍُونڍيان سِرُناھِہ،
ھَـٿَ ڪَـرايُـون، آگِـريون، وِيا ڪَـپِـجـي ڪـانـھِہ،
وَحـدَتَ جـي وھـانَـہ، جـي ويـاسـي وڍِئـا.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھہ جو رسالو 2009ع سرڪلياڻ ص 48.13)

ڏَڙَڍونڍِيان سِرُنہ لھان، سِرُڍونڍيان ڏڙُناھہ،
ھـٿ ڪَـرايـون آگـريـون، ويا ڪـپـجـي ڪـاھ،
وحـدت جـي وھـانءِ، جـي ويـاسـي وڍيـا.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت ۾ ص 192/193)

**سِرِڏونديان ڏڙنہ لهان، ڏڙڏونديان سِرناهِ،**
**هٿ ڪرايون، آگريون، ويون ڪپجي ڪانھ،**
**وحدت ڄِـي وهانءِ، جي وياسي وڍيا.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرڪلياڻ ص 30/1 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**سِرڏونديان ڏڙُنہ لهان، ڏڙڏونديان سِرناه،**
**هٿ ڪرايون، آگريون، ويا ڪپجي ڪانھ،**
**وحدت جي وهانءِ، جي وياسي وڍيا.**

(شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرڪلياڻ ص 04 بااختيار ادارو سال 1994)

**سُرِڏونديان ڏِڙُنہ لَهان، ڏَڙُڏونديان سِرُناه،**
**هَٿَ ڪَرايون، آگريون، ويا ڪپجي ڪانھ،**
**وَحدتَ جي وهانءِ، جي وياسي وڍيا.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر ڪلياڻ ص 03 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**نوٽ:** هن بيت ۾ قافيا غلط لکيا ويا آهن. قافيا تحقيق طلب آهن.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ناه)، (ڪانھ، ڪاھ، ڪانهن)، (وهانءِ، وهانه)

**الف. ناه:** سيني محقق ۽ مرتب حضرات هن بيت جي پهرين مصرع جو قافيو **"ناه"** لکيو آهي. گنج ۾ بہ **"ناه"** لکيل آهي، مگر قديم سنڌي صورت خطي جي اصول مطابق **"ناه"** ۾ **"ن"** ڳجهو سمايل آهي. جڏهن قديم صورت خطي جو لفظ **"ناه"** جديد صورت خطي ۾ لکبو تہ **"نانھ"** لکبو.

بيت ۾ **"ناه"** قافيو تڏهن قبول ڪجي ها، جڏهن ٻيو قافيو **"آه ۽ ساه"**



هجي ها. مگر هن بيت جو ٻيو قافيو آهي **"ڪانھ"** تنهنڪري پهريون قافيو **"نانھ"** ٿيندو. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جو اهو قافيو مٿي ڄاڻايل سيني صاحبن غلط لکيو آهي.

**ب. ڪانھ، ڪاھ، ڪانهن:** لفظ **"ڪانھ"** ٻين محقق ۽ مرتب حضرات لکيو آهي. ممتاز مرزا لفظ "ڪاھ" بر وزن **"باھ ۽ ساھ"** لکيو آهي. درست نہ لکيو اٿس. ٻانهي خان شيخ لفظ **"ڪانهن"** بر وزن **"ٻانهن"** لکيو آهي مناسب نہ لکيو اٿس. جن صاحبن **"ڪانھ"** بروزن **"نانھ"** لکيو تن درست لکيو آهي.

**ت. وهانءِ، وهانہ:** ابوالحسن جي سنڌي صورتخطيءَ واري اصول مطابق لفظ **"وهانءِ"** جو "ء" الف حمزو **"ھ"** ۾ تبديل ٿيندو تہ اهو لفظ **"وهانه"** ٿيندو.

تحقيق ۽ تصحيح بعد بيت جي صورت هي ٻيهي ٿي.

**سِرڏُونڊِيان ڏڙُنہ لهان، ڏَڙُڏُونڊِيان سِرُ "نانھِ"**
**هَٿَ ڪرايون آگريون، ويا ڪپجي "ڪانھِ"**
**وحدت جي "وهانہِ"، جي وياسي وڍيا**

*****

صورت سوج مَ تنهنجي، تُن پيُ پُڇين جو،
سُخن آهي سو، مه مقابل نہ تئي.
(فقير سيد عبدالعظيم گنج سُرآسا ص 730 سال 1995)

صُورتَ سوجھہ مَ تِنهنجي، تون پُڻ پُڇين جو،
سُخن آهي سو، جو منهن مقابِل نہ تئي.
(حاجي محمّد سمون سرآسا جلد اٺون ص 403 سال 1998)

صورت سوجھہ مَ تنهنجي، تون پييُ پُڇين جو،
سُخن آهي سو، جو منهن مقابل نہ تئي،
(ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ سرآسا ص 714 سال 2008)

صورت سوجھہ مَ تنهنجي، تون پيءُ پڇين جو،
سُخن آهي سو، جو منهن مقابل نہ تئي،
(ديوان تاراچند شوقيرام سرآسا جلد ٽيون ص 552)

صورتِ سوجھہ مَ تَنهنجي، تون پيُ پُڇين جو،
سُخن آهي سو، جو مُنهن مُقابل نہ تئي.
(شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرآسا ص 760)

صورتَ سوجھہ مَ تنهنجي، چاٽي پُجهِين جو،
اِيءُ سُخُنُ آهي سو، جو مُنهہ مُقابِل نہ تِيي.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر ڪلياڻ صہ 49.24)

صُورَتَ سوجِھہ مَ تِنهنِجي، تُون پِيءُ پُڇين جو،
سُخن آهي سو، مُنهَن مُقابِل نَہ تِيي،
(ٻانهون خان شيخ سرآسا جلد ٽيون ص 315.12)



صُورَتَ سوجِھہ مَ تَنهن جي، تُون پيُ پڇين جو،
سُخنَ آهي سو، جو مُنهن مُقابَلَ نہ تِئي.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُرآسا ص 112 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

صُورت سوجِھہ مَ تَنهنجي، تون پيءُ پُڇين جو،
سخن آهي سو، جو مُنهن مُقابِل نہ تئي.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرآسا ص 607)

صُورَتَ سوجِھہ مَ تَهِن جي، پِيّ پُڇين ٿو جو،
سُخُنُ آهي سو، جو مُهَن مُقابِل نَہ تِئي.
(عثمان علي انصاري شاھ جو رسالو سرآسا ص 528)

**نوٽ:** ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي هي بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (تون پيءُ پُڇين جو تون پيُ پُڇين جو تون پڻ پڇين جو تون پييُ پُڇين جو پِيّ پُڇين ٿو جو چاٽي ٻجهين جو)، (سُخن)

**الف.** __تون پيءُ پُڇين جو تون پيُ پُڇين جو تون پڻ پڇين جو تون پييُ پُڇين جو پِيّ پُڇين ٿو جو چاٽي ٻجهين جو:__ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**چاٽي ٻجهين جو**" لکيو آهي. اها اڌ مصرع ڪنهن فقير جي چيل لکي اٿس اهو هن ڪري چئون ٿا تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو اهو خيال نہ آهي، حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمائي ٿو تہ انهي محب جي صورت بابت نہ سوجھ جنهن بابت تون پڇين ٿو.
حاجي محمّد سمي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي لفظ "**پڻ**" لکيو آهي. لفظ "**پڻ**"

جو واسطو بہ هن بيت ۾ هن ڪري نہ آهي جو لفظ "پُڇڻ" ثابت ڪري ٿو تہ پڇڻ واري اڳ ۾ ڪنهن ڳالھ بابت پڇيو آهي ۽ ان بعد ٻيو سوال پڇي ٿو.

اسانجي تحقيق موجب پهرين مصرع جو اصل لفظ "ٻيو" آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي مذڪوره بالا بيت ۾ ذڪر الله پاڪ جي ان صفت جو آهي جيڪا **لا تدرڪه الابصار** واري آهي. يعنيٰ عبد جي اکين ڪي اهو درڪ اها طاقت نہ آهي جو الله پاڪ کي ڏسي سگهن تنهنڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ ان محبوب جي صورت سوجهڻ جي ممانعت فرمائي ٿو جيڪو:

"نڪي، اوڏو اک کي، نہ ڪي نظرون ڏور"

(مخدوم محمّد زمان لنواري شريف)

سُڄاڻي نہ صُورت ري صورت هڏ م سوجھ

ٿي ٻاراٽي ٻوجھ، وڃائي وجود کي

(غلام محمّد شاھواڻي سُر آسا ص 337 روشني سال 2013)

**ب. سخن:** ٻانهي خان شيخ "**سخن آهي سو**" جي معنيٰ لکي آهي. "ڳالھ، گفتگو قول ۾ منهن مقابل، محبوب جي صورت ۾ سوجهڻ جو مسئلو علمي دليل سان نہ آهي." (ص 315.33)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**اي سخن**" جي معنيٰ لکي آهي، "ذات حق جي هستي ۽ وجود، بابت هي بحث، منهن مقابل نہ ٿئي ۽ دليلن ذريعي ٿي نہ ٿو سگهي."

اسان جي تحقيق مطابق ڪاتبن کان، "**سجن**" بجاءِ لفظ "**سُخن**" لکجي ويو. محقق حضرات ان نقطي ۾ اڙجي ويا. تحقيق نہ ڪيائون.



ہم دعا لکھتے رہے، اور وہ دغا پڑھتے رہے

ایک ہی نقطے نے بس، محرم سے مجرم کردیا

حضرت پٽ ڌڻي...

"صورت سوجھہ مَ تنهنجي، تون ٻيو پڇين جو"

فرمائڻ ڪانپوءِ لاڳيتو ٻيو بيت فرمايو.

"سُڄاڻي نہ صورت ري، صورت هڏ مَ سوجھہ"

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو ص 316)

يعنيٰ صورت ڪان سواءِ سجن سڃاڻي نہ سگهبو هن سجن جي صورت هرگز نہ سوجھ، هي اهڙو سجن آهي جيڪو منهن مقابل ٿي نہ ٿو سگهي. صورت ڪانسواءِ جو سڃاڻپ ٿي نہ. تہ پوءِ ان جي **"صورت ٿي نہ سوجهہ"** اهو حضرت پٽ ڌڻيءَ جو فرمان آهي تہ پوءِ جيڪو سوجهجي نہ سگهجي اهو ڪير ٿي سگهي ٿو؟ اهو فقط **الله** ئي آهي جيڪو سوجهجي نہ سگهجي. جڏهن اهو **الله** آهي تہ پوءِ **"سخن"** لفظ جي جاءِ تي لفظ تہ **"سجن"** ئي مناسب ٿيندو ۽ نہ **"سخن"**.

انهي تحقيق بعد حضرت پٽ ڌڻيءَ جو زيرِ بحث آيل بيت هن صورت ۾ لکڻ گهرجي.

**صُورت سوجھہ مَ تَنهِن جي، "تون ٻيو پُڇين جو"،**

**هي "سَجَنَ" آهي سُو، جو مُنهن مُقابل نہ ٿئي.**

*****

**صفت سڱ احد سين، احد صفت ڙي ناھ،**
**اونھين آھ، ٻَئِي ٻِيا ئي ٿيا.**

**(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ سر آسا ص 738)**

**صِفتَ سَنگُ اَحَدَ سين، اَحَدُ صِفَتَ ري ناھِ،**
**اُواُن ھي ئون آھ، پَرِٻِيءَ ٻِيَائي ٿِيا.**
**(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009 سر ڪلياڻ ص 49.22)**

**صفَتَ سَنگُ اَحَدَ سين، اَحَدُ صِفَتَ رءَ ناھِ،**
**اُنہ ۽ آھ، ٻَئِي ٻِئَائِي ٿِئا.**

**(ٻانھون خان شيخ سُر آسا ص 341)**

**صفت سنگّ احد سين، احد صفت ري ناھ،**
**آنھن ۽ اُن آنھن، ٻئي ٻيائي ٿيا.**

**(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سر آسا صہ 787/24 با اختيار ادارو 1994ع)**

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سڱ، سنگ)، (اونھين آھ، او اُن ھي آئون آھ، انہ ۽ اُن آنہ، اونہ آھہ، آنھن ۽ اُن آنھن)

**الف. سڱ، سنگ:** ھي بيت توحيد سان وابستہ آھي. ممتاز مرزا

**"صفت سڱ احد سين احد صفت ري ناھہ"**

لکيو آھي، توحيد ۽ شرڪ جي اھم اسلامي اصول جي ڄاڻ کان غير واقف تہ نہ ھيو، مگر **"سڱ"** لکڻ جي غلطي ڪيائين.
جڏھن تہ حاجي محمّد سمي اڄ کان ھڪ سئو پنجيتاليھہ سال اڳ اھو لفظ **"سنگ"** لکيو ھيو. ان بعد ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانھي



خان شيخ بہ لفظ **"سنگ"** بلڪل درست لکيو آھي.
احد، الله تبارڪ و تعاليٰ جي يڪتائي ۽ وحدانيت واري صفت آھي ۽ اھا صفت الله پاڪ جي اسم مبارڪ سان **"سنگ"** يعني گڏ آھي، اھا صفت احد سان سڱيڙي نہ آھي، الله پاڪ مٿي مائٽي ۽ سڱ سياڪي کان پاڻ تہ پاڪ آھي مگر سندس صفاتي اسم **"احد"** بہ صفت جي **"سڱ"** کان پاڪ آھي. تنھنڪري لفظ **"سنگ"** بيت ۾ مناسب ٿئي ٿو.

**ب. <u>اونھين آھ، اُواُن ھي آئون آھ، انہ ۽ اُن آنہ، اُونہ آھہ، آنھن ۽ اُن آنھن</u>:** ٻانھي خان شيخ **"اُونھہ ۽ آھہ"** جي معنيٰ لکي آھي. انڪار جي ورندي يا جواب (لا الہ)، ۽ اقرار جي ورندي (الا الله). ٻانھون خان تہ لفظ ئي نہ سمجھي سگھيو.
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ الفاظ لکيا آھن، **"او اونھي ئون آھہ"** نھايت ئي مناسب الفاظ لکيا اٿس جن جي معنيٰ آھي، **"او"** يعني "اھا" صفت، **انھي ئون آھہ** يعني انھيءَ کان آھي، انھي وٽان آھي.
مطلب تہ صفت احد سان گڏ آھي ۽ اھا صفت انھيءَ احد کان سواءِ نہ آھي.
گنج ۾ لکيل ٻي مصرع ثابت ڪري ٿي تہ حضرت جن جي بيت جي ٻي مصرع ڪي ڪاتب ٺيڪ ناھي لکيو مگر ممتاز مرزا اھڙي طرح نہ لکي سگھيو جيئن گنج جي ڪاتب سيد عبدالعظيم فقير مصرع لکي. اسان ھن بيت جي آخري مصرع ھو بہ ھو لکون ٿا.

**"اُواُنہءُ آھ، ٻئي ٻئائي ٿئا"**

مٿين لکيل مصرع جديد صورت خطي ۾ :

"اُو اُنـهيءَ ئون آهہ، ٻَئي ٻِئائي ٿِئا"

ٻي مصرع جي آخري اڌ جو پهريون لفظ ڊاڪٽر بلوچ "ٻيءَ" لکيو آهي، اهو لفظ "ٻيءَ" نہ آهي بلڪ "ٻَئي" آهي جنهن کي "ٻيئي" بہ چئبو، پڙهبو ۽ لکبو آهي. ٻانهي خان درست لکيو "ٻئي ٻئائي ٿيا".

اسان تحقيق بعد بيت کي هي صورت ڏني آهي.

صفت "سنگ" احد سين، احد صفت ريءَ ناهہ
"اُو انـهيءَ ئـون آهـ"، پـر ٻَـئي ٻـئـائـي ٿـيا

**معنيٰ:** الله پاڪ جو صفاتي نالو احد آهي ان احد سان صفت گڏ آهي، احد صفت ڌاران نہ آهي. "او" يعني صفت ۽ "انهيءَ ئون" انهيءَ کان ئي آهي يعني صفت احد کان آهي جيڪڏهن احد نہ آهي تہ صفت بہ نہ آهي. جيڪڏهن صفت نہ آهي تہ احد کان بيخبري آهي. پر ٻيئي يعني احد ۽ صفت ٻئا يعني الڳ الڳ ٿيا جُدا جُدا ٿيا هڪ نہ ٿيا، ٻنهي جي اِڪائي نہ آهي ٻئائي آهي.

*****

# سُر يَمن ڪَلياڻ

❋❋❋❋❋❋❋❋❋❋

عاشقَ چئو مَ ان ڪي، مَ ڪين چَئو معشوقُ،
خالُق چئو مَ خام تون، مَ ڪين چئو مخلوقُ،
سَلِج تنهن سُلوڪ، جو نَاقصيان نِگيو.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ سرڪلياڻ ص 194 سال 1995)

عاشق چَو مَ اُنڪي، مڪي چَو معشوق،
خالق چَو مَ خام تون، مَڪي چَو مخلوق،
سلج تنهن سلوڪ، جو ناقصائي نگيو.

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سرڪلياڻ ص 03 سال 1900)

عاشق چوءِ مَ اُن ڪي، مڪي چو معشوق،
خالق چَو مَ خام تون، مَڪي چَو مخلوق،
سلج تنهن سلوڪ، جو ناقصائي نگيو.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرڪلياڻ ص 04)

عاشقُ چوءُ مَ اُن ڪي، مَ ڪين چوءُ معشوقُ،
خالقُ چوءُ مَ خام تون، نڪين چوءُ مخلوقُ،
سَلِج تهين سلوڪ، جو ناقصئا نگئو.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرڪلياڻ ص 84)

عاشق چَوءُ مَ اُنَ ڪي، مَ ڪي چَوءُ معشوق،
خالق چَوءُ مَ خامَ تون، مَ ڪي چَوءُ مخلوق،
سَلِج تنهن سُلوڪ، جو ناقِصئا نِگيو.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سرڪلياڻ ص 04)



عاشِق چَءُ مَ اُنَ ڪي، مَ ڪين چَءُ مَعشُوقُ،
خالق چَءُ مَ خام تون، مَ ڪين چَءُ مخلوقُ،
سَلِج تَنهن سُلُوڪُ، جو ناقِصيَان نِگِئو.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو سرڪلياڻ ص 48 سال 2009)

عاشِقُ چَوءُ مَ اُن ڪي مَ ڪي چوءُ مَعشُوقُ،
خَالَقُ چوءُ مَ خَامَ تُون، مَ ڪي چوءُ مخلوقُ،
سَلِج تِنهِن سُلوڪُ، جو نَاقِصَا نِگِئو.

(ٻانهون خان شيخ، شاھ جو رسالو سرڪلياڻ ص 08 سال 2000)

عاشق چَو مَ اُن ڪي، مَڪي چَو معشوق،
خالق چَو مَ خام تون، مَڪي چوءِ مخلوق،
سَلِج تنهن سلوڪ، جو ناقصائي نگيو.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، شاھ جو رسالو سُرڪلياڻ ص 30 مهراڻ اڪيڊمي، سال 2009)

عاشِقَ چوءِ مَ اُنَ ڪي، مَ ڪي چوءِ معشوقُ،
خالِقُ چوءِ مَ خام تون، مَ ڪي چوءِ مخلوقُ،
سِلج تِنهن سُلُوڪُ، جو ناقِصِيائِي نِگيو.

(علامہ آءِ آءِ قاضي، شاھ جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 58 سال 1993)

عَاشِقَ چَوءُ مَ اُنَ ڪي، مَ ڪي چوءُ معشوق،
خَالِقُ چُوءُ مَ خَامَ تُون، مَ ڪي چَوءُ مَخلوقُ،
سَمجِهج سو سُلوڪُ، جو ناقِصائِي نِنگئو.

(ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ شاھ جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 04 سال 2008)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (چئو چوءُ، چوءِ)، (مَ ڪين، مَ ڪي، مڪي، نڪين)، (خام تون)، (سلج، سمجهج).

**الف. چئو، چوءُ، چوءِ:** فقط ممتاز مرزا لفظ **"چئو"** لکيو آهي. اهو لفظ غلط لکيو اٿس. ڇا ڪاڻ تہ **"چئو"** گهڻن کي مخاطب ٿي چئبو آهي ۽ نہ واحد کي. اصل گنج شريف ۾ **"چوءُ"** لکيل آهي. اهو بلڪل درست لکيل آهي. ڇا ڪاڻ تہ اهو واحد سان مخاطب ٿيل لفظ آهي. جن صاحبن (چوءُ، چوءِ، چہءُ) لکيو آهي تن درست لکيو آهي. انهي تحقيق مطابق پهرين مصرع هن طرح بيهي ٿي.

عاشق چہءُ مَ اُن کي، **"مَ ڪي"** چہءُ معشوق،

**ب. مَ ڪين، مَ ڪي، مڪي، نڪين:** **"مَ ڪين، نڪين ۽ مَ ڪي"** ٽيئي لفظ بيت ۾ لکڻ مناسب لڳن ٿا مگر لفظ **"مڪي"** هن ڪري لکڻ مناسب نہ آهي جو عام ماڻهو جو تاثر يا خيال مڪي شريف ڏانهن هليو ويندو. اهو لفظ **"مَ ڪي، مَ ڪين"** لکڻ گهرجي. وڌيڪ اهميت لفظ **"مَ ڪين"** کي ڏيون ٿا ڇا ڪاڻ تہ اهو قديم سنڌي ٻوليءَ ۾ استعمال زياده ٿيندو رهيو آهي.

**ت. خام تون:** ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانهي خان شيخ، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي بيت جي لفظ **"تون"** کان پوءِ ڪاما (،) ڏئي **"خام"** لفظ کي آدمي ڏانهن منسوب ڪيو آهي.

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، جي لکيل معنيٰ سان حضرت پٺ ڌڻيءَ **دهريو** ثابت ٿئي ٿو. انهن صاحبن حضرت پٺ ڌڻي جي بيت کي سمجهڻ جي ڪوشش ئي نہ ڪئي. هنن صاحبن جي ڪيل معنيٰ مطابق مصرع هن طرح بيهي ٿي.



**"خالق چہءُ مَ خام تون، مڪين چَہءُ مخلوق"**

**معنيٰ:** اي الڙ، اي ڪچا، اي اڻ ازمودگار الله پاڪ کي خالق نہ چہءُ.

اسان تحقيق ڪري مٿين غلط مصرع درست ڪري هن طرح بيهاري آهي.

**"خالق چہءُ مَ خام، تون، مڪين چَہءُ مخلوق"**

اسان لفظ **"خام"** کان پوءِ ڪاما (،) جي نشاني ڏني آهي، هن مصرع جي معنيٰ ٿئي ٿي تہ "تون خالق کي خام نہ چہءُ يعني الله پاڪ کي خام خالق نہ ڪوٺ مگر مڪمل خالق چہءُ" ۽ ان کي مخلوق بہ نہ چَہءُ.

**ث. سلج، سمجهج:** سيني صاحبن بيت جي ٽين مصرع جو پهريون لفظ **"سلج"** لکيو آهي. اسان پوري بيت تي تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ لفظ **"سلج"** بيت ۾ بلڪل نامناسب لکيو ويو آهي. سلج بجاءِ ڪو ٻيو لفظ هوندو.

انهي خيال کي ذهن ۾ رکي اسان حضرت پٺ ڌڻيءَ جي رسالن جو وري مطالعو جاري رکيو تہ اسان کي ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي رسالي جي صفحي نمبر 4 تي هي بيت نظر آيو.

عَاشِقَ چَوءُ مَ ان کـي مَ ڪـي چوءُ مـعـشـوق
خَـالـق چوءُ مَ خـام تـون مَ ڪـي چوءُ مـخـلـوق
سَـمجهـج سـو سـلـوڪ، جـو نـاقـصـائـي نـنگُـئـو

(ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ شاھ جو رسالو سر يمن ڪلياڻ ص 04 سال 2008)

**معنيٰ:** حضرت پٺ ڌڻيءَ اسان منجهان هر هڪ کي صحيح مسلڪ سمجهڻ لاءِ فرمايو آهي تہ تون الله پاڪ کي عاشق نہ ڪوٺ. ان کي

ڪنهن جو معشوق بہ نہ ڪوٺ. تون الله پاڪ کي خام خالق بہ نہ چهُ ۽ ان کي مخلوق بہ نہ چهُ. تون اهڙي مسلڪ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر جيڪو مٿين بيان ڪيل نقائص کان پاڪ ۽ صاف هجي.

اسانجي اهڙي تحقيق بعد بيت جي صورت هي بيهي ٿي.

عاشق "چهُ" مَ ان کي، مَ ڪين چهُ معشوق،
خالق چهُ "مَ خام"، تون، مَ ڪين چهُ مخلوق،
"سمجهج" سو سلوڪ، جو "ناقصان ئي" نگئو.

*****



حبيب تون طبيبَ، تون درد جي دوا،
جانِبَ منهنجي جيءَ ۾، آزار جا انواع،
صاحب ڏي شفا، ميان مريضن کي.

(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 17 بااختيار ادارو سال 1994)

حبيب تون طبيبَ، تون درد جي دوا،
جانِبَ منهنجي جيءَ ۾، آزرَ جا انواعَ،
صاحب ڏيين شفا، ميان مريضن کي.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ سريمن ڪلياڻ ص 223 سال 1995)

تُون حبيبُ تون طبيبُ، تون دردَ جي دوا،
جانِبَ مُهنجي جِيَ ۾، آزرَ جا انوا،
صاحبَ ڏي شفا، ميان مريضنِ کي.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 91.01)

حَبيبُ تُون طبِيبُ، تُون دَردَ جي دَوا،
جاَنبَ مُنهنجي جيءَ ۾، آزارَ جا انوا،
صاحِبَ ڏي شِفا، مِيان مَرِيضَن کي.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سريمن ڪلياڻ ص 63.01)

تون حبيب تون طبيب، تون درد جي دَوا،
جانِبَ منهنجي جيءَ ۾، آزرَ جا اَنوا،
صاحبَ ڏي شِفا، ميان مريضنِ کي.

(ڪلياڻ آڏواڻي سريمن ڪلياڻ ص 15.01)

**حَبِيبُ تُون طَبِيبُ، تُون دَردَ جِي دَوا،**
**جَانِبَ مُنهِنجي جِيءَ ۾، آزَرَ جَا اَنواعَ،**
**صَاحِبَ ڏِيين شَفَا، مِيَان مَرِيضَنِ کي.**

(ڀانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 27)

**تون حبيب تون طبيب، تون درد جي دوا،**
**جانب منهنجي جيءَ ۾، آزار جا انواع،**
**صاحب ڏي شفا، ميان مريضن کي.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سريمن ڪليانڻ ص 19 با اختيار ادارو سال 1994)

**تون حبيب تون طبيب، تون درد جي دوا،**
**جانب منهنجي جيءُ ۾، آزار جا انواع،**
**صاحب ڏي شفا، ميان مريضن کي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 42 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تُن حبيب تُن طبيب، تُن درد جي دَوَاءِ،**
**جانِبَ مُه جِي جيءَ ۾، آزَارَ جا اَنوَاعَ،**
**صَاحِبَ ڏي شِفَاءَ، مِيَان مَرِيضَنِ کي.**

(حاجي محمّد سمون شاهه جو رسالو سرجمن ڪلياڻ ص 12، آءِ آءَ قاضي چيئر سال 1995)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (دوا, دواءَ)، (آزر, آزار)، (انوا, انواع)، (شفا, شفاءَ)

**الف. دوا, دواءَ :** اصل لفظ "**دواءَ**" آهي جنهن جو سنڌي ۾ جمع آهي "**دوائون**" پر لفظ کي بگاڙي "**دوا**" لکيو ويو. ۽ اهو لفظ سڀني مرتب ۽ محقق حضرات لکيو آهي ڪين نه لکڻ گهربو هيو. اهو اعتراض اسان



هن ڪري ڪريون ٿا ته بيت جا جيڪي قافيا آهن تن ۾ هڪ قافيو "**انواع**" آهي. جيڪڏهن اسان انواع جي هم آواز ۽ هم وزن لفظ "**دواءَ**" نه لکنداسين ته حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جو غلط قافيو ٿي ويندو. حضرت جن جي بيتن جا قافيا ته اسان جي رهبري ڪندا رهيا آهن. جئن لفظ انواع اسانجي هن بيت جي قافين بابت رهبري ڪري ٿو.

**ب. آزر, آزار:** ٻي مصرع جو پنجون لفظ ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، علامه آءِ آءِ قاضي ۽ حاجي محمّد سمي لفظ "**آزار**" لکيو آهي. نهايت ئي درست لکيو اٿن.
گنج شريف جي اصل نسخي جي ص 224 تي "**آزر**" لکيل آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ڀانهي شيخ به لفظ "**آزر**" لکيو آهي. اهو لفظ نهايت ئي غلط لکيو اٿن. ڇا ڪاڻ ته "**آزر**" حضرت ابراهيم عليه السلام جي والد ماجد جو اسمِ گرامي آهي، انهي لفظ جو مذڪوره بالا بيت سان ڪو به واسطو نه آهي. اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**آزار**" درست آهي.

**ت. انوا, انواع:** ديوان تاراچند شوقيرام، ڀانهي خان شيخ، علامه آءِ آءِ قاضي، حاجي محمّد سمي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لفظ "**انواع**" لکيو آهي. "**انواع**" لفظ "**نوع**" جو جمع آهي "**نوع**" جي معنيٰ آهي نمونو. ان جي جمع جي معنيٰ ٿيندي گهڻا، گهڻي نموني جا، قِسمين قِسمين.
ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، غلام محمّد شاهواڻي، ڪلياڻ آڏواڻي لفظ "**انوا**" لکيو آهي. نهايت ئي غلط ۽ بي جوڙ لفظ

لکيو اٿن. انهي لفظ "**انوا**" جي ڪا بہ معنيٰ نہ ٿي نڪري ۽ ساڳئي وقت ۾ قافين (قوافي) سان بہ هم آواز ۽ هم وزن نہ آهي. هنن صاحبن ڪي بہ لفظ "**انواع**" لکڻ گهربو هيو.

**ث. شفا، شفاءَ** : سيني محققن ۽ مرتب حضرات مذڪوره بالا بيت جي ٽين مصرع ۾ ٽيون نمبر لفظ "**شفا**" لکيو آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ پهريون قافيو "**دواءَ**" ۽ ٻيون "**انواع**" آهي، تنهنڪري ٽيون قافيو "**شفاءَ**" هئڻ گهرجي. گنج کان پوءِ ٻيو نمبر قديم ترين "شاھ جو رسالو" آهي "بمبئي ڇاپي جو عڪس" هي رسالو پهريون ڀيرو سن 1268 ھ مطابق 1883ع ۾ شايع ٿيو هيو. اهو رسالو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، آءِ آءِ قاضي چيئر طرفان سن 1995ع ۾ شايع ڪرايو ان رسالي ۾ هي بيت لکيل آهي. اسان تحقيق دوران حاصل ڪيو آهي.

**تون حبيب تون طبيب، تون درد جي "دواءَ"،**
**جانب منهنجي جيءَ ۾، آزار جا "انواع"،**
**صاحب ڏي "شفاءَ"، ميان مريضن کي.**

*****



**ايڪ پيالو ٻہ ڄڻا، عشق نہ ڪري اڌ،**
**ايَ تان شاعر سَڌ، ڪَيئَي جا قوالسين.**

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سرجمن ص 29)

**ايڪُ پِيالو ٻہ ڄَڻا، عِشق نہ ڪَري اڌَ،**
**اِءَ تان سائِل سَڌ، ڪَئِي جا قوالَ سِين.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009 سريمن ڪلياڻ ص 74)

**ايڪُ پيالو ٻہ ڄِڻان، عشقُ نہ ڪري اَڌَ،**
**اِي تان ساعِرَسَڌ، ڪِيِيءَ جا قَوالَ سين.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 98.03)

**ايڪ پيالو ٻہ ڄِڻا، عشق نہ ڪري اَڌَ،**
**ايَ تان ساعِرسَڌ، ڪِيَئِي جا قَوالَ سين.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 25.3)

**هِڪَ پِيِالو ٻہَ ڄَڻَا، عِشُقُ نَہ ڪَري اَڌَ،**
**اِي تَانَ شَاعِرسَڌ، ڪِيَئِي جَا قَوَالَ سين.**

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سرجمن ص 56.01)

**ايڪ پيالو ٻہ ڄڻا، عشق نہ ڪري اڌ،**
**اي تان شاعرسڌ، ڪيئي جا قوالسين.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرجمن ص 35)

**هِڪ پيالو ٻہ ڄَڻا، عشقَ نہ ڪري اَڌَ،**
**اَيءَ تان شاعرسَڌ، ڪيئي جا قوال سين.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 212)

**ايڪُ پيالو ٻہ ڇِٽا، عشق نہ ڪَري اَڏَ،**
**اِيءَ جا ساعِرسَڏَ، ڪِيئي جا قَوالَ سين.**

(علام آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 34)

**ايڪ پيالو ٻہ ڇِٽا، عشق نہ ڪري اڏ،**
**اي تان شاعرسڏ، ڪيءِ جا قوال سين.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو ص 54)

**اِيڪَ پيالو ٻَہ ڇِٽا، عِشق نَہ ڪري اڏ،**
**اِيءَ تان سائرسَڏَ، ڪِيءِ جا قوال سين.**

(الهداد جنجهي شاھ جو گنج ص 47 سال 2008)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ايڪ، هڪ)، (سائل، سائر، ساعر، شاعر)، (قوال)

**الف. ايڪ، هڪ:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي گنج شريف ۾ لفظ هڪ لکيل آهي، ۽ باقي ٻين صاحبن لفظ "**ايڪ**" لکيو آهي. اسان لفظ "**هڪ**" کي وڌيڪ ترجيح ڏيون ٿا ڇا ڪاڻ تہ لفظ "**هڪ**" خالص سنڌي لفظ آهي جيڪو پاڻ حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي بيت ۾ فرمايو آهي.

**ب. سائل، سائر، ساعر، شاعر:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي لکيو آهي:

**"اي جا ساعر سڏ ڪيئي جا قوال سين"**

ممتاز مرزا، ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ۽ مولانا



غلام مصطفيٰ قاسمي لکيو آهي.

**"اي تان شاعر سڏ ڪيئي جا قوال سين"**

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**سائل**" ٻين سڀني ليکڪن کان مختلف برابر ۽ بهترين لکيو اٿس.
قارئين ڪرام! الهداد جنجهي اهو لفظ "**سائر**" لکيو آهي اصل ۾ اهو لفظ "**سائل**" آهي. ڇاڪاڻ تہ ابوالحسن جي سنڌي ۾ "**ل**" ۽ "**ر**" هڪ ٻئي ۾ تبديل ٿيندا آهن.
**مثال طور:** ٻار ٻال. ٻار لفظ جي "**ر**" کي "**ل**" ۾ بدلائي "**ٻال**" لفظ لکيو ويندو آهي. اهڙي طرح محقق حضرات کي لفظ "**سائر**" لکڻ بجاءِ لفظ "**سائل**" لکڻ گهربو هيو.

**ب: قوال:** "شاھ جو رسالو" ۽ گنج جي ڪاتبن توڙي محقق ۽ مرتب حضرات لفظ "**قوال**" لکيو آهي. هنن صاحبن جي اها لکت ثابت ڪري ٿي تہ لفظ "**قوال**" لکڻ تي سڀيئي ليکڪ متفق آهن ۽ هن غلط فهمي ۾ آهن تہ شراب جو پيالو "**ڪلال**" نہ مگر "**قوال**" ڏيندا هئا.
هن بيت ۾ "**پيالي**"، "**عشق**"، "پيالي جي چاهيندڙ" ۽ "پيالي جي پيش ڪندڙ" (ساقي) جو تذڪرو آهي تہ پوءِ پيالي جي پياڪ کي پيالي پيش ڪندڙ ڪلال اڳيان "**سائل**" ٿيڻ گهرجي ۽ نہ سائر، ساعر يا شاعر جي اڳيان سائل ٿيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ پيالو هڪ آهي ۽ پياڪ ٻہ آهن تنهن ڪري سائل جي صورت ۾ پياڪ، پياريندڙ ڪلال کي الڳ پيالي لاءِ سوال يا عرض ڪري ٿو.
پياريندڙ کي فارسي زبان ۾ "**ساقي**" چئبو آهي. سنڌيءَ ۾ شراب ٺاهيندڙ توڙي شراب ڏيندڙ يا شراب پيارينـدڙ کي "**ڪلال**" چئبو آهي. پيالي جو پياڪ، ڪلال کي سوال ڪندو ۽ نہ قوال کي.

منهنجي ان راءِ کي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي تصديق جي ضرورت آهي، حضرت پٽ ڌڻيءَ شراب ڇڪائيندڙ ۽ شراب ڏيندڙ کي **”ڪلال“** چيو آهي ۽ نہ **”قوال“**.

**مثال 1.**

سر ڏيئي سٽ جوڙ ڪنهن پر **”ڪلالن“** سين
ڪاتي ڪرت ڪپار ۾، خنجر آٽي ڪوڙ
(سريمن ڪلياڻ شاھ جو رسالو ڪلياڻ آڏواڻي ص 28)

**مثال2:**

**”ڪلالنئون“** ڪاءِ، مت نہ سڪين مون هنئان،
روئندي رات وهاءِ، ڇُڪائيندي بتيون.
(ڪلياڻ آڏواڻي ص 28/19 سريمن ڪلياڻ)

**مثال 3:**

قدر ڪيف **”ڪلال“** جو پياڪن پيو،
اچن دُرس دڪان تي، ڪنڌ قبول ڪيو.
(ڪلياڻ آڏواڻي سريمن ڪلياڻ ص 28/18)

حضرت پٽ ڌڻي جا اهي ٽي بيت ثابت ڪن ٿا تہ پياڪن جو واسطو **”ڪلال“** يا **”ڪلالن“** سان آهي ۽ نہ **”قوالن“** سان. ڪلال جا ئي پياڪ محتاج آهن، محتاج سوال حاجت روا کي ڪندو آهي پياڪ جو **”ڪلال“** حاجت روا آهي ۽ پياڪ سائل آهي.
اهڙي تحقيق ڪانپوءِ بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

**”هڪ“ پِيالو پہ ڇٽا، عشق نہ ڪري اڌ،**
**اِي تان ”سائل“ سڌ، ڪيئي جا ”ڪَلال“ سين.**

*****



**عاشقُ عزازِيل، پيا مڙيئي سَڌَڙيا،**
**منجهان سڪ سبيل، لعنتي ”لال“ ٿيو.**
(ممتاز مرز گنج جديد صورت خطي ۾ ص 205 سال 1995 ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (عاشق عزازيل)، (سڌڙيا)، (لال، لعل)

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام جي هر ڪاتب، مرتب ۽ محقق مٿيون بيت، گنج ۽ شاھ جو رسالو ۾ لکيو آهي. فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ئي اهو بيت پنهنجي آخري ترتيب ڏنل رسالي ۾ شامل نہ ڪيو آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي منجهان اهو بيت خارج ڪري، پوري رسالي جو جڻ تہ **”روح ڪڍي ڇڏيو“** آهي، قرآن پاڪ منجهان عزازيل جو تذڪرو ڪڍي ڇڏجي تہ قرآن پاڪ، قرآن پاڪ ئي نہ رهندو. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي منجهان زيرِ بحث آيل بيت ڪڍي ڇڏڻ، حضرت پٽ ڌڻيءَ ان جي رسالي، رسالي جي پڙهندڙن ۽ پوري سنڌي قوم سان زيادتي ڪرڻ جي برابر آهي. هي بيت هر دور ۾ بحث هيٺ رهيو آهي، خاص طور تي چئن ٽولن ان بحث ۾ ڀرپور حصو پئي ورتو آهي.
پهريون ٽولو ديني عالمن جو، ٻيون ٽولو صوفين جو، ٽيون ٽولو اديبن جو ۽ چوٿون ٽولو سگهڙن جو.
قديم دور جي ديني عالمن ۽ صوفين، حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهيءَ بيت کي رسالي جو روح تسليم ڪندي هن راءِ تي متفق فيصلو ڏنو تہ **”عزازيل** ازل کان مڪتبّر هيو حضرت آدم کي، الله تبارڪ و تعالىٰ جي حڪم بعد بہ سجدو نہ ڪري تڪبّر جو مرتڪب ٿيو. اڳ ۾ **”لعل“** هيو پوءِ لعنتي ٿي پيو“.

قارئين ڪرام! جيڪڏهن علماءِ ڪرام تحقيق ڪرن ها تہ **"لعل"** لفظ بجاءِ **"لال"** لفظ لکن ۽ چون ها. **"لال"** لفظ ڪي اهي صاحبان عزازيل جو لقب سمجهن ها. ڇا ڪاڻ تہ عزازيل باهہ منجهان اُٿندڙ شعلن جي پيدائش آهي تنهنڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ هن کي **"لال"** لقب سان ڪوٺي سيني مفسرن کان گوءِ کٽي ويو.

صوفين جي ٻي طبقي يعني انگريزن ۽ پاڪستاني دور جي صوفين هي فڪر پيش ڪيو آهي تہ **"عزازيل** الله پاڪ جو **عاشق** آهي ۽ هيو. جڏهن حضرت آدم کي سجدي ڪرڻ جو الله پاڪ طرفان حڪم ٿيس تہ غيرت سببان حضرت آدم کي سجدو نہ ڪيائين. هن فقط الله پاڪ آڏو ئي جهڪڻ قبول ڪيو هو. غير الله کي سجدو جائز نہ ٿي سمجهيائين".

ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي بہ اهو نظريو پيش ڪيو آهي تہ عزازيل الله تعاليٰ جو عاشق هيو.

قارئين ڪرام! اها راءِ اسان جي تحقيق مطابق سراسر غلط آهي. اهو هن ڪري تہ عزازيل جيڪڏهن الله تبارڪ و تعاليٰ جو عاشق هجي ها تہ الله پاڪ جو حڪم مڃي حضرت آدم کي هڪدم سجدو ڪري ها. پر هن سجدو نہ ڪري ثابت ڪيو تہ هي الله پاڪ جي عاشقن منجهان نہ آهي. مگر متڪبّرن منجهان آهي.

ٽيون ٽولو اديبن، عالمن، فاضلن، محقق حضرات ۽ سنڌي شاعرن جو آهي، هن طبقي ۾ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ قاضي، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سر فهرست آهن. انهن صاحبن شيطان کي متڪبّر تسليم ڪيو آهي.

چوٿون طبقو سنڌ جي سُگهڙن جو آهي، سگهڙ حضرت پٽ ڌڻيءَ کي



سگهڙ سمجهندا آهن. زيرِ بحث آيل بيت جون سگهڙن مختلف معنائون ڄاڻايون آهن. ڪنهن بہ هڪ معنيٰ تي متفق نہ ٿيا آهن ڇا ڪاڻ تہ هنن وٽ تحقيقي عمل نہ آهي.

حضرت پٽ ڌڻيءَ **"عاشق عزازيل ٻيا مڙئي سڏڙيا"** سان گڏ سموري رسالي ۾ عزازيل جي تڪبّر، هٺ، وڏائي، غرور ۽ مگرائپ بابت تمام گهڻا بيت فرمايا آهن. آدمين کي شيطان وانگر پاڻ پائڻ، هر گُڏي ڪم کان روڪڻ وارا بيت ائين حضرت پٽ ڌڻيءَ چيا آهن، جيئن تڪبّر ۽ غرور کان پري رهڻ جي ترغيب ڏيڻ واريون آيتون قرآن پاڪ ۾ فرمايل آهن.

تڏهن تہ حضرت عبدالرّحيم گرهوڙي فرمايو هيو:

> آهي عبداللطيف تي رضامندو رحمان
> جوڙي جنهن قرآن سنڌيءَ ۾ سنئون ڪيو.

**الف: <u>عاشق عزازيل</u>:** قارئين ڪرام! ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شاهہ سائين جي رسالي منجهان بيت خارج ڪرڻ کان اڳ ۾ هي سوچي ها تہ حضرت شاهہ عبداللطيف پٽائي:

**"عاشق عزازيل ٻيا مڙئي سڏڙيا"**

تہ فرمايو آهي، مگر عزازيل ڪنهن تي عاشق آهي؟ ۽ حضرت پٽ ڌڻي سڏڙيا ڪنهن جي لاءِ فرمايو؟ عزازيل عاشق خود پاڻ تي آهي يا ڪنهن ٻي تي؟ ان لاءِ قرآن پاڪ جي تعليمات طرف توجہ ڏئي ها تہ، هن صاحب کي معلوم ٿي وڃي ها تہ عزازيل خود پاڻ پنهنجي ذات تي عاشق هيو ۽ آهي. ان جو ثبوت هي آهي تہ :

الله پاڪ شيطان کي فرمايو:

”تو کي آدم کي سجدي ڪرڻ کان ڪنهن روڪيو؟ جواب ۾ چيائين:

”تو مون کي باهه منجهان پيدا ڪيو آهي ۽ هن آدم کي مٽيءَ منجهان تو پيدا ڪيو آهي، هن (آدم) **کان بهتر آهيان**“ (سوره البقر)

قارئين ڪرام! عزازيل کي باهه مان پيدا ٿيڻ تي ناز هيو ڇا ڪاڻ تہ باهه ۾ سيني شين کي ساڙي ختم ڪرڻ جي طاقت آهي. عزازيل سراپا باهه آهي تنهنڪري ئي عزازيل، الله تبارڪ و تعاليٰ جي عظيم ترين ذات والا صفات آڏو پاڻ کي افضل سمجهيو ۽ ايترو تہ اعليٰ ۽ ارفع پانيائين جو الله تبارڪ و تعاليٰ جي عظيم المرتبت هستي جي حڪم جي انحرافي ۽ حڪم عدولي ڪيائين. الله جي مخلوق منجهان پاڻ هئڻ واري حيثيت کي وساري، آداب ۽ احڪام جون حدون **مگر** ۽ **تڪبّر** سببان اورانگهي الله پاڪ جي قادر ۽ قهار هستي آڏو چيائين **”اغويتني“** تو مون کي گمراه ڪيو آهي.

الله پاڪ جي آڏو الله پاڪ تي ائين الزام هڻڻ ۽ الله پاڪ کان پاڻ کي مٿانهون ۽ اڪبر سمجهڻ، عزازيل جو پنهنجو پاڻ تي عاشق هئڻ جو چٽو ثبوت آهي. تڏهن تہ الله تعاليٰ فرمايو:

**”ابا واستڪبر و ڪان من الڪافرين“**

يعنيٰ عزازيل، الله پاڪ کان بہ پاڻ کي **اڪبر** پانئيو تنهنڪري الله پاڪ جي نہ مڃيندڙن منجهان ٿيو.

پاڻ کي خالقِ اڪبر کان اڪبر سمجهڻ ۽ مخلوق کان پاڻ کي افضل سمجهڻ کي تہ تڪبّر چئبو آهي ۽ تڪبّر ڪرڻ وارو پاڻ تي عاشق هوندو آهي.

قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هڪ بيت اڪثر رسالن ۾ نظر



نہ آيو آهي مگر گنج شريف ۾ لکيل آهي.

**مون، تون، آئون، اسين چارئي چٽان لاهہ**
**تہ تو اوڏيائي نہ اچي سندي ”مگر“ باهہ**

(ممتاز مرزا گنج شريف جديد صورت خطي ۾ ص 751)

هن بيت ۾ خاص لفظ **”مگر“** آهي. هن بيت ۾ مغروري، هٺ، وڏائي تڪبّر، پاڻ پانئڻ، بين سيني کان پاڻ کي مٿانهون سمجهڻ جو نتيجو **”مگر“**، تڪبّر ۽ مغروري جي باهہ ۾ سڙڻ آهي.

**”مگر“** واري باهہ ئي تہ عزازيل کي آدم تي فوقيت واري ڦوڪ ڏيئي الله پاڪ جي حڪم جي نا فرماني ڪرائي.

عزازيل الله پاڪ آڏو حُجت هلائي هئي، حُجت پاڻ کان مٿانهين حيثيت واري سان نہ هلائبي آهي. **”حُج“** اهو هلائيندو جيڪو پاڻ کي ان جهڙو پائيندو ۽ ان هستي جهڙو **تڏهن پائيندو جڏهن هو پنهنجو پاڻ سان پيار ڪندو هوندو**. فقط پاڻ کي ئي پسند ڪندو هوندو، تڏهن تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي کي نصيحت فرمائي:

مهند محتاجي ڪري، پني پير ڪٽيج،
ڪُٻيلياٽي ڪيچ ڏي، حُج مَ هلايج،
پاٽان ڏار پريتڙون، سسئي ساڻ ڪٽيج،
**”اوڏو عزازيل کي“**، ويجهي تان نہ وڃيج.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو ص 243)

يعنيٰ اي سسئي ٻيلياٽي ٿجانءِ ڪُ ٻيلياٽي نہ ٿجانءِ، ڪيچ وارن وٽ حُجت نہ هلائجانءِ، پاڻ کي پسند ڪرڻ کانسواءِ پنهل جي پريت کي ڪٽجانءِ.

عزازيل جي ويجهو نہ وڃجانءِ (عزازيل وانگر پاڻ کي پاڻ پسند نہ

ڪجانءِ). اهو هن ڪري جو عزازيل پنهنجو پاڻ تي عاشق هيو
جيڪڏهن الله پاڪ تي عاشق هجي ها تہ الله پاڪ جو حڪم مڃي،
آدم کي سجدو ڪري ها.

ب. **سڏڙيا**: عزازيل جي تڪبّر جي مقابلي ۾ ٻيا متڪبر جهڙوڪ،
فرعون، هامان، قارون، نمرود ۽ شداد جهڙا ڪيئي "**سڏڙيا**" ثابت ٿيا،
انهن اول تہ پنهنجي ڪبريائي جي دعوا ڪئي مگر مرڻ وقت عاجزي
۽ انڪساري جو اظهار ڪيائون. مگر عزازيل عاجزي ۽ انڪساري جو
ڪو بہ اظهار نہ ڪيو. انهي منجهان ثابت ٿئي ٿو تہ عزازيل پاڻ تي
پڪو عاشق هيو. باقي ٻيا متڪبر، ڪافر ۽ مشرڪ جن جو مٿي
ذڪر ڪيو ويو آهي سي پاڻ تي عاشق تہ هئا مگر فقط "**سڏڙيا**"
عاشق.

ت. **لعل، لال** : لفظ "**لعل**" جي معنيٰ آهي "**ڳاڙهو پٿر**" جيڪو هيرن
۽ جواهرن، موتين وانگر قيمتي ٿئي ٿو بيت سان انهي لفظ "**لعل**" جو
تعلق هي ڏيکاريو ويو آهي تہ عزازيل عشق جي ڪري "**لعل**" جهڙو
قيمتي هيو. اهو لفظ "**لعل**" انهن بيت ۾ لکيو آهي جن کي بيت
سمجهہ ۾ نہ آيو.
گنج جي ڪاتب سيد العظيم، ڊاڪٽر گُربخشاڻي ۽ ممتاز مرزا بيت
۾ لفظ "**لال**" لکيو آهي. "**لال**" لفظ حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمائي پنهنجي
علميت جو ڪمال ڏيکاريو آهي.
اسان سنڌ ۾ پناڻن کي "**لالا**" يا لالو چوندا آهيون. ڇا ڪاڻ اُهي
رنگت جي لحاظ سان "**لال**" (ڳاڙها) هوندا آهن. عزازيل بہ باهہ
منجهان اُٿندڙ ڳاڙهن شعلن جي پيدائش آهي. تنهنڪري حضرت
پٽ ڌڻيءِ عزازيل کي "**لال**" لقب سان ڪوٺيو آهي. ڊاڪٽر



گربخشاني ص 147 (سن 1996ع) واري رسالي ۾ "**لال**" يعنيٰ
"**عزازيل**" لکيو آهي. انهي منجهان ثابت ٿئي ٿو تہ "**لال**" عزازيل جو
لقب ڊاڪٽر گربخشاڻي بہ تسليم ڪيو. جيڪو حضرت پٽ ڌڻيءَ
پنهجي بيت ۾ فرمايو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي قرآن پاڪ جي علم
کان بي خبر هيو تنهنڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهي فلسفيانہ
انداز کي سمجهي نہ سگهيو جيڪڏهن سمجهي ها تہ عزازيل جي
"**لال**" هئڻ جي اسان وانگر تشريح ڪري ها. مگر "**لال**" لفظ جي لقب
جي ڇاڻ تائين محدود رهيو.
اسان تحقيق بعد بيت جي هي صورت تسليم ڪئي آهي جيڪا
حضرت پٽ ڌڻيءَ پاڻ فرمائي آهي.

**عاشق "عزازيل"، ٻيا مڙيئي "سڏڙيا"،**
**منجهان سڪ سبيل، لعنتي "لال" ٿيو.**

**معنيٰ**: عزازيل پاڻ تي عاشق هيو ۽ ٻيا متڪبّر پنهنجي تڪبّر تي
عاشق تہ هئا مگر عزازيل جهڙا متڪبّر نہ هئا. انهن صرف تڪبر جي
سڏ ۾ خواهش ٿي رکي، عزازيل جئين تہ باهہ جي **لال** شعلن منجهان
پيدا ٿيل آهي. هي پاڻ کي زياده پائيندو ۽ پسند ڪندو هيو هن کي
پنهنجي لاءِ سڪ ۽ محبت سبيل ۽ گهٽي هئي ۽ آهي اهو **لال** (باهہ
جي لال شعلن مان پيدا ٿيل) **عزازيل** لعنتي ٿيو.

*****

**او قابيل اڪين ۾، باري تو ڪي بان،**
**اُپو اڳرايون ڪريين، ماڳ هٽيو مستان،**
**جانب تون زيان، اڪين سين ايڏا ڪرين.**

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرجهن ص 40)

**او قابيل اَڪِن ۾، توڪي باڙِي بانَ،**
**اُپو اڳرايون ڪرين، ماڳ هَٽِئو مستانَ،**
**جانِبَ تون زيان، آڪِن سين ايڏا ڪرين.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 6، 5، 4، 104.3)

**عُقابِيل اَڪين ۾، باڙِي تو ڪِي بانَ،**
**اُپو اڳرايُون ڪَرِين، ماڳِ هَٽيو مَستانَ،**
**جانِبَ تُون زِيان، اڪِين سِين ايڏا ڪرِين.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سريمن ص 7، 6، 5، 69.68.4)

**او قَابِيلَ اڪِيُنِ ۾، بَاڙِي تو ڪي بَانَ،**
**اُپِو اَڳِرايُون ڪَرِيين، مَاڳِ هٽِئو مَسَتانَ،**
**جانِبَ تُون زِيَانَ اڪِينِ، سين ايڏا ڪريين.**

(پانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرجهن ص 6، 5، 4، 3، 85)

**او قابِيلَ اَڪين ۾، تو ڪي باري بان،**
**اُپو اَڳِرايُون ڪرين، ماڳ هٽيو مَستانَ**
**جانبَ تون زيانَ، اَڪين سين ايڏا ڪرين.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سريمن ص 35)



**اوقابيل اڪين ۾، باري تو ڪي بانَ،**
**اپو اڳرايُون ڪرين، ماڳ هٽيو مستانَ،**
**جانِب تون زيانَ، اڪين سان ايڏا ڪريين.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 4، 3، 2، 1، 209، 8، 20)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (اوقابيل، عقابيل)

**الف.** <u>**اوقابيل، عقابيل**</u>: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ ”**عُقابيل**“ لکيو آهي. باقي صاحبن ڪا بہ تحقيق نہ ڪئي جيڪڏهن تحقيق ڪرن ها تہ ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي رسالي ۾ هنن کي بہ لفظ ”**عقابيل**“ لکيل ملي وڃي ها، جئن ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ تحقيق ڪري هٿ ڪيو.

ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو آهي، ”**قابيل**“ حضرت آدم جي پُٽ جو نالو آهي جنهن پنهنجي ڀاءُ هابيل کي قتل ڪيو هو. هتي شاهہ، محبوب کي اوقابيل يعني قاتل سڏي ٿو جو قابيل وانگر پنهنجن کي ئي ماري ٿو (ص 200). ڊاڪٽر گربخشاڻي اها راءِ بلڪل غلط ڏني آهي ڇا ڪاڻ تہ حضرت پٽ ڌڻي جي بيت ۾ هابيل ۽ قابيل جو ڪو بہ ذڪر نہ آهي هن بيت ۾ ”**عُقابِيَلِ اِڪيُن**“ منجهان مراد آهي ”**عقاب جهڙين اکين**“ وارو محبوب.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب ”**عقابيل**“ لفظ جي تہ واه جو تحقيق ڪئي مگر معنيٰ ان نموني سان نہ لکي سگهيو جئن عُقابيل اکين جي معنيٰ هئڻ گهرجي.

هن صاحب لکيو آهي، عُقابيل يعني عقاب پکي جي کنڀن سان جڙيل تير (ص 68).

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي لفظن جي معنيٰ ٿئي ٿي. پکي جي کنڀن سان جڙيل تير محبوب هڻندو آهي.

جيڪڏهن ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جي اها معنيٰ آهي تہ پوءِ شاھ صاحب جو محبوب اکين جا تير نہ ٿو ماري مگر عقاب جي کنڀن منجهان ٺهيل تير هڻي ٿو. ڪيتري نہ ٻاراڻي سوچ آهي؟! اسان جي تحقيق موجب درست ٺيل مصرع هي آهي:

**”عُقابِيَل اکين ۾ تو کي باري بان“**

**معنيٰ:** اي محبوب تنهنجِين عقاب جهڙين اکين ۾ تو کي باري ٻاڻ يعنيٰ تير آهن، جن سان تون عاشقن جي دلين کي چٽين ٿو.

لفظ ”**عُقابِيَل**“ آئنده بيت ۾ لکڻ گهرجي خيال هي رکجي تہ ”ع“ اکر کي پيش، ”**ب**“ اکر کي زير ۽ ”**ي**“ اکر کي زَبر ڏجي يعني ”**عُقابِيَل**“ لکڻ گهرجي.

تحقيق بعد بيت جي صورت خطي هي بيهي ٿي.

**”عُقابِيَل“ اکين ۾، باري تو کي بان،**
**ايو اڳرايون ڪرين، ماڳ هٽيو مستان،**
**جانب تون زيان، اکين سين ايذا ڪرين!**

*****



**ظاهر ۾ زاني، فڪر ۾ فنا ٿيا،**
**تني کي تعليم جي، ڪُڙهہ اندر ڪاني،**
**حرف حقاني، دَورُ ڪيائون دل ۾.**

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سرجمن ڪلياڻ ص 35)

**ظَاهِرَ ۾ زَانِي، فِڪرَ ۾ فَنَا ٿِئا،**
**تَنِي کي تَعلِيمَ جِي، ڪُڙهہ اَندر ڪَانِيي،**
**حَرفُ حَقَانِي، دَورُ ڪِئَائُون دِلِ ۾.**

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو جلد پهريون سرجمن ڪلياڻ ص 68)

**ظاهِرَ ۾ ظاني، فِڪرَ مَنجِھ فَنا ٿِئا،**
**تَنِي کي تَعلِيم جِي، ڪُڙهہ اَندَر ڪانِي،**
**حَرَفُ حَقانِي، دَورُ ڪِئائُون دِلِ ۾.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009 سر ڪلياڻ ص 51.10)

**ظاهر ۾ زاني، فِڪَر منجھ فنا ٿيا،**
**تنِين کي تعليم جي، ڪُڙهِ اَندر ڪاني،**
**حرفُ حَقّاني، دَورُ ڪيائون دل ۾.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سريمن ڪلياڻ ص 31.13)

**ظاهر ۾ زاني، فڪُرَ ساڻ فنا ٿيا،**
**تنين کي تعليم جي، ڪڙهہ اندر ڪاني،**
**حرف حقاني، دورِ ڪيائون دِلِ ۾.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 203)

**ظاهِرَ ۾ زانِي، فِڪَرَ منجهه فنا ٿِئا،**
**تنين کي تعليم جي، ڪُڙهِ اندر ڪِاني،**
**حَرَفُ حَقانِي، دِورُ ڪِئائون دِل ۾.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سر يمن ڪلياڻ ص 16.101)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (زاني، ظاني)، (ساڻ، منجهه)

**الف. زاني، ظاني:** سيني ليکڪن لفظ ”**زاني**“ لکيو آهي گنج شريف ۾ بہ لفظ ”**زاني**“ لکيل آهي مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ ”**ظاني**“ لکيو آهي. معنيٰ: ظان ڪندڙ بدگماني ڪندڙ (ص 51.10).

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ٻين لفظن جي معنيٰ درست لکي آهي مگر لفظ ”**زاني**“ کي بدلائي ”**ظاني**“ لکڻ بلوچ صاحب جي زيادتي چئبي چاڪاڻ تہ ڪو جواز ئي پيش نہ ڪيو اٿس تہ هن ”**زاني**“ بجاءِ ”**ظاني**“ ڇو لکيو؟

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ موجب جڏهن حرف ”حقاني جو ورد ڪندڙ“ گمان ڪندڙ آهي، ظاني آهي، ظن ڪندڙ آهي تہ. اهڙي ورد ڪندڙ کي بد گمان چئبو! شاهه صاحب اهڙي بدگمان جي ڇو تعريف ڪندو؟ اسان کي تحقيق منجهان معلوم ٿيو آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي لفظ ”**ظاني**“ لکڻ واري سوچ بلڪل غلط آهي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو آهي، ”زاني“ يعنيٰ زنا ڪندڙ فاسق فاجر، ويچاري (ص 196).

مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي زاني جي معنيٰ ”**ڪثرت جا قائل**“ (ص 60) تي لکي آهي. اسان کي حيرت ۾ وڌو اٿس.

ڪلياڻ آڏواڻي معنيٰ لکي آهي، ظاهر ۾ بدڪار ٿا ڏسجن پر حقيقت ۾ روحاني خيال اندر محو آهن انهن کي اندر ۾ سچي گيان جو گز لڳل



آهي، هو دل ۾ ڏٺيءَ جي ئي سچي نالي جو دور پيا ڪن. (ص31).

ڪلياڻ آڏواڻي بيت جي معنيٰ سٺي لکي آهي.

ٻانهي شيخ معنيٰ لکي آهي، برا، بدڪار، فاسق، فاجر.

قارئين ڪرام! اسان جي تحقيق موجب حضرت پٽ ڌڻيءَ جو لفظ ”**زاني**“ درست آهي.

نيڪ مرد ڳالهه ڪندا آهن تہ ڪنهن ملڪ جي بادشاهه کي پنهنجي وزير ٻڌايو تہ هڪ فقير پنهنجي هن گادي واري شهر ۾ اچي تڪيو آهي. وڏا ميڙ مچايا اٿس، عورتن ۽ مردن جو رات ڏينهن وٽس هجوم رهي ٿو. بادشاهه اچي ڏٺو تہ فقير کي چيائين تہ ”هيترين حسين عورتن جي هجڻ منجهان آئون ڇا سمجهان؟“ فقير جواب ڏنو ”طالب المولیٰ مذڪرً“ (الله جا طلب گار سڀ مرد آهن) ايتري ۾ بادشاهه وزير کي چيو تہ پاڻي پيار، وزير پاڻي پياريس تہ فقير وزير کان پڇيو کهڙي مٽ منجهان پاڻي آندءِ؟ چيائين هُن مٽ منجهان فقير چيو تہ اهو نانگ جي زهر وارو پاڻي آهي نانگ انهي مٽ واري پاڻي ۾ ڪريو هيو فقيرن نانگ تہ ڪڍيو ۽ پاڻي کي هارڻ وارا ئي هئا تہ اوهان اچي ويو فقير وزير کي چيو تہ بادشاهه سلامت تہ رات مري ويندو.

بادشاهه پريشاني واري حالت ۾ هليو ويو. سڄي رات اکين تي ڪاٽيائين صبح جو فقير کي گهرائي ڪيس سخت سزا ڏيڻ جو حڪم ڏنائين، فقير سبب پڇيو تہ بادشاهه وراڻيو تہ تو گذريل رات ڪوڙ ڳالهايو. آءٌ موت جي فڪر ۾ جهرندو ۽ ڳرندو رهيس.

فقير وراڻيو تہ جن کي موت جو فڪر رات ڏينهن هجي سي ڪيئن زاني ٿيندا؟ بادشاهه جي ذهن ۽ دل منجهان فقير جي زاني هئڻ واري بدگماني ختم ٿي وئي.

قارئين ڪرام! اهڙن خدا جي خوف ۽ فڪر ۾ فنا ٿيڻ وارن فقيرن کان ڪيئن گناه ٿيندا؟ هو تہ ربّ پاڪ کي ريجهائڻ لاءِ راتين جون راتيون ۽ ڏينهن جا ڏينهن حقوق الله ۽ حقوق العباد جي ادائگي واري فقر ۾ فنا ٿيل هوندا آهن. اهڙن الله وارن لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ کهڙو نہ عمدو بيت فرمايو آهي.

**ظاهِرِ ۾ "زاني"، فِڪرِ مَنجهہ فَنا تيا،**
**تِنين کي تعليم جي، کُڙهہ اَندر ڪَاني،**
**حرف حقاني، دَورَ ڪَيائون دِل ۾.**

**معنيٰ:** حضرت پٽ ڌڻي، فرمائي ٿو تہ جيڪي بظاهر زاني ٿا نظر اچن سي فڪر ۾ فنا ٿيل آهن، انهن جي ڪڙهہ اندر ڪاني لڳل آهي ۽ حرف حقاني جو ورد بر زبان جاري اٿن، سندن طريقو اهڙو آهي جو هو ظاهر ۾ زاني نظر اچن ٿا مگر عملي طور تي ثابتين سان زاني نہ آهن.

*****

# سُر ڪَنڀات

*******

هنئڙي سڄڻ ساريا، ڪتي هوندَمِ هير،
اچي لالن نہ ڏئين، مَتي پلنگن پير،
تي ورونهَڻ وير، ڳجهہ ڳرهيان ڪنسين؟

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سرڪنڀات ص 58 سال 1900)

هِيَڙي سَڄَڻَ سارَئا، ڪِتي هُندمِ هيرَ
اَچِي لالَنَ نہ ڏيين، متي پَلنگَنَ پيرَ؟
تِي وِروَهَڻَ وير، ڳُجُهہ ڳُرهيان ڪنِ سين؟

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرڪنڀات صفہ 114.10)

هِنئڙِي سَڄَڻَ سارِيا، ڪِتي هُونِدَمِ هيرَ؟
اَچِي لاَلَن نہ ڏِئين، مَتي پَلَنگَن پيرَ
تي ورونهِڻ وير، ڳُجهہُ ڳَرهَيان ڪن سين؟

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سرڪنڀات 48.05)

هِنيڙِي سَڄَڻَ سارِئا، ڪِتي هُوندَم هيرَ
اَچِي لالَڻَ نہ ڏيين، مَتي پَلنگن پيرَ
تِي وِروهَڻَ ويرَ، ڳجهو ڳرِهيَان ڪَن سِين

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009 سرڪنڀات ص 256)

ڪتي هوندم هيرَ، هنئڙي سڄَڻ ساريا
اچي لالن نہ ڏيين، متي پلنگنَ پيرَ
تِي ورونهڻ وير، ڳجهہ ڳرهيان ڪَنِ سين

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 256)



ڪِتي هُوندَم هيرَ، هِينئَڙي سَڄَڻَ سارِئا
اَچِي لالَڻَ نہ ڏِيين، مَتي پَلنگنِ پيرَ
تِي وِرُونهَڻَ ويرَ، ڳُجُهہ ڳَرهَيَان ڪَنِ سين

(ٻانهون خان شيخ "شاھ جو رسالو" سرڪنڀات ص 125 سال 2000)

هنئڙي سڄڻ ساريا، ڪتي هوندم هير
اچي لالن نہ ڏئين، مَتي پلنگن پير
تي ورونهِڻ وير، ڳجهہ ڳرهيان ڪنسين؟

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرڪنڀات ص 74 با اختيار ادارو سال 1994)

هنئڙي سڄڻ ساريا، ڪتي هوندم هير
اچي لالن نہ ڏئين، مَتي پلنگن پير؟
تي وروهِڻ وير، ڳجهہ ڳرهيان ڪنسين؟

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرڪنڀات ص 85 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

هينئڙي سَڄَڻ سارِيا، ڪِتي هُوندَمِ هيرُ؟
اَچِي لالَن نہ ڏيين، مَتي پَلنگَنِ پِير؟
تِي وِرُوهَڻَ وِير، ڳجهہ ڳَرهِيان ڪنِ سين؟

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرڪنڀات ص 77 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (لالن، لالڻ)، (پلنگن، پلنگ، پلڳن)

**الف. <u>لالن، لالڻ</u>:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ديوان تاراچند شوقي رام، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ **"لالن"** لکيو آهي. اهو لفظ هنن صاحبن غلط لکيو آهي. ٻانهي خان شيخ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اهو لفظ **"لالڻ"** لکيو آهي. اسان جي تحقيق مطابق اهو لفظ **"لالڻ"** درست آهي ڇا

ڪاڻ تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي هڪڙي محبوب **"لالڻ"** کي مخاطب ٿيو آهي، گهڻن لالن (محبوبن) کي نہ. ان جو حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهي بيت جي ٻي مصرع ۾ لفظ **"ڏئين"** واحد محبوب سان مخاطب ٿيڻ جو پڪو ثبوت مليو آهي. تنهنڪري لفظ **"لالن"** بجاءِ لفظ **"لالڻ"** بيت جي پهرين مصرع ۾ مناسب لڳي ٿو.

ب. **<u>پلنگن، پلنگ، پلڪُن</u>**: عاشق جا دلي جذبا، امنگون، محبوب لاءِ اٿاه الفت جي اظهار وارا الفاظ اديب گهٽ مگر شاعر زياده سمجهندا آهن. شاعري ۾ لفظن ۽ خيالن جو جيڪو تصوّراتي ڪمال سمايل هوندو آهي، اُنهن کي اديب جي مقابلي ۾ شاعر ئي وڌيڪ چاڻي ۽ سمجهي سگهي ٿو.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي جا مرتب اڪثر شاعر نہ هئا مگر اديب هئا، سواءِ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي. شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ کي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام تي تحقيق ڪرڻ جو موقعو نہ مليو ٿو معلوم ٿئي. پر هن صاحب حضرت پٽ ڌڻيءَ جو سيني رسالن کان پهريائين اسان کي مڪمل رسالو ۽ رسالي جي لغت تيار ڪري ڏيڻ جو احسان ڪيو.

قارئين ڪرام! اديبن وٽ محبوب جي ويهڻ لاءِ پلنگ هوندا آهن مگر شاعر پنهنجي محبوب کي اکين ۾ جايون ڏيندا آهن ۽ محبوب جي راه ۾ پلنگ نہ مگر پنهنجون پلڪون وڇائيندا آهن. محبوب کي اکين ۾ وهارڻ جو ثبوت حضرت پٽ ڌڻيءَ پاڻ ئي فرمايو آهي.

اکين ۾ ٿي ويهہ، تہ آئون واري ڏکيان
تو کي ڏسي نہ ڏيهہ، آئون نہ پسان ڪي ٻيو

(علامہ آءِ آءِ قاضي "شاهہ جو رسالو" سر آسا ص 121)



ممتاز مرزا زيرِبحث آيل بيت بہ ائين ئي لکيو آهي جيئن مٿين صاحبن **"پلنگن تي پير"** لکيو آهي.

ممتاز مرزا جي لکت تي مون کي يقين نہ آيو هن ڪري جو سُر آسا ۾ سُر ڪنيات ۾ جيڪا اُڪير، اُڪندا ۽ محبوب جي ديدار جي طلب ۾ تڙپ واري ڪيفيت حضرت پٽ ڌڻيءَ بيان ڪئي آهي اهڙي الفت جو اظهار دنيا جو ڪو بہ وڏي ۾ وڏو شاعر نہ ڪري سگهيو آهي.

مون کي پوري پڪ هئي تہ، حضرت پٽ ڌڻيءَ زيرِ بحث آيل بيت ۾ لفظ **"پلنگن"** هر گز استعمال نہ ڪيو هوندو مگر لفظ **"پلڪُن"** استعمال ڪيو هوندو.

اهو خيال دل ۾ رکي اصل گنج جو مطالعو شروع ڪيم تہ گنج شريف جي (ص256) تي لکيل هي بيت نظر آيو جيڪو هو ٻَهُوا ابو الحسن واري سنڌي ۾ ئي هٿ لکان ٿو:

ڪِٿي هُندَم هيرَ، هِيَري سَجَن سارِئا،
اَچي **"لالن"** نَڌَي، مٿي **"پَلَڪَنِ"** پيرَ،
ٿِي وِروهَنَ وِير، کُج کَرَهِيَان ڪنس.

(فقير سيّد عبدالعظيم گنج ص256)

بيت جديد صورت خطيءَ ۾:

ڪٿي هوندم هير، هِنيَڙي سڄڻ ساريا،
اچي **"لالڻ"** نہ ڏيين، مٿي **"پَلڪُن"** پير،
ٿِي ورونهڻ وير، ڳجهہ ڳرهيان ڪن سين.

(اڪرم)

******

اونـداهــيءَ اڌ رات ۾، پــريــنءَ پسـايـو پـاڻ،
چـنـڊ ڪـتـيـن سـاڻ، پـيـهـي ويـو پـڙلاءُ ۾.

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو 2009ع سرڪنيات 52 سال 1900)

اُونـداهِــي اَڌ راتِ ۾، پِــريــنِ پَسـايــو پـاڻُ،
چَـنـڊ ڪَـتِـيـن سـاڻُ، پـيـهِـي وِيـو پَـڙِلاوَ ۾.

(ڊاڪٽرنبي بخش خان بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرڪنيات 82.22)

اُونـداهِــي اَڌَ راتِ ۾، پِــريَ پسَـايــو پـاڻُ
چـنـڊُ ڪَـتـيـنِ سـاڻُ، پـيـهِـي وِئـو پَـڙلاوَ ۾.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص 112.9)

اُونـدَاهِــيءَ اَڌَ رَات ۾، پـرِيـنءَ پَسـاَيـو پَـاڻ،
چَـنـڊُ ڪَـتِـيُـن سَـاڻُ، پـيـهِـي وِئـو پَـڙِلاءَ ۾.

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو ياڳو پهريون سرڪنيات ص 128.121)

اونـدَاهــي اڌ رات ۾، پــريــنءَ پسـايــو پـاڻُ،
چـنـڊ ڪَـتـيَـنِ سَـاڻُ، پـيـهِـي وِئـو پَـڙِلاوَ ۾.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 257)

اونـداهــي اڌ رات ۾، پــريــنءَ پسـايــو پـاڻُ،
چـنـڊ ڪـتـيـن سـاڻ، پـيـهــي ويـو پـڙلاءُ ۾.

( شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص 69 با اختيار ادارو سال 1994)

اونـداهــي اڌ رات ۾، پــريــنءَ پسـايــو پـاڻُ.
چـنـڊ ڪـتـيـن سـاڻُ، پـيـهــي ويـو پـڙلاءَ ۾.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص 81 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)



اُونـدِاهِــيءَ اَڌَ راتِ ۾، پِـرِيـنءَ پسَـايـو پـاڻُ،
چـنـڊ ڪـتـيـن سـاڻ، پـيـهـي وِيـو پَـڙِلاو ۾.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص 71 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993 )

## تحقيق ۽ تصحيح طلب لفظ: (پـــڙلاءُ)

**(الف). پـــڙلاءُ:** هن بيت جي ٻي مصرع ۾ لفظ ”پڙلاءُ“ سيني صاحبن جي بيت ۾ لکيل آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پڙلاوَ جي معنيٰ لکي آهي ”ڏکجي ويو (حسن جي زوردار تجلي ۾)“ ص 82.22 شاهہ جو رسالو 2009

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ”پڙلاءُ“ کي حسن جو جلوو سمجهيو آهي اها معنيٰ ڊاڪٽر بلوچ غلط لکي آهي. ڇا ڪاڻ تہ ”پڙلاوَ“ جي معنيٰ اڄ تائين ڪنهن بہ اديب ۽ عالم ”محبوب جي حسن جو جلوو“ نہ لکي آهي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي پڙلاءُ جي معنيٰ لکي آهي ”پڙاڏو پڙاءُ“.

”پيهي ويو پڙلاوَ“ ۾ جي معنيٰ لکي اٿس ”نابود ٿي ويو“. وڌيڪ لکيو اٿس تہ هي شاعراڻي عبارت آهي ڇاڪاڻ تہ ”پڙلاوَ“ در حقيقت ڪي ڪين آهي (ڊاڪٽر گربخشاڻي ص 213 شاهہ جو رسالو)

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر گربخشاڻي، حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي استعمال ڪيل نهايت ئي معنيٰ خيز لفظن کي ”شاعراڻي ڏند ڪٿائي عبارت“ قرار ڏنو آهي. هن صاحب بہ غلط راءِ ڏني آهي.

ٻانهي خان شيخ ”پڙلاءَ“ لفظ جي معنيٰ لکي آهي. پردي (اونده جي) ص 128.

حضرت ڀٽ ڌڻيءَ ”پڙلاءَ “کان علاوه لفظ ”پڙاڏو“ بہ ٻي بيت ۾

استعمال ڪيو آهي.

**پڙاڏو سو سڏ، ور وائي جو جي لهين**
**هئا اڳهين گڏ ٻڌڻ ۾ ٻه ٿيا.**

(ٻانهون خان شيخ شاه جو رسالو سر ڪلياڻ ص 09 سال 2000 ڪراچي يونيورسٽي)

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي پهرين بيت ۾ لفظ "**پڙلاءُ**" استعمال ٿيل آهي ۽ ٻي بيت ۾ لفظ "**پڙاڏو**" استعمال ٿيل آهي. ٻنهي بيتن ۾ ٻيئي لفظ اصل ۾ الڳ الڳ معنيٰ ۽ جدا جدا صورت خطي وارا استعمال ٿيل آهن. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي ۾ لکيل بيت خود پاڻ ئي اسان کي سمجهائي ٿو ته "پڙاڏو سو سڏ آهي جيڪو سڏ يا آواز اڳ ۾ نڪتو ۽ اهو آواز فضا منجهان گهمي ڦري واپس ٻڌجڻ ۾ آيو".

قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ٻولي جي سگهه جو ڪمال آهي. اسان جي تحقيق مطابق حضرت جن هڪ بيت ۾ "**پولار**" ۽ ٻي بيت ۾ "**پڙاڏو**" استعمال ڪيو. مگر محققن لفظ "**پولار**" کي "**پڙلاءُ**" لکي ڇڏيو. ٻنهي الڳ حيثيت وارن لفظن کي اسان جي اديبن هڪ ۽ ساڳي معنيٰ وارو لفظ سمجهڻ جي غلطي ڪئي آهي.

"**پڙاڏي**" جو واسطو سماعت سان آهي اهو ڪنن سان ٻڌبو آهي. ۽ "**پولار**" جي حد کي ڏسڻ جو واسطو بصارت سان آهي،

اسان ۽ اوهان آسمان ۾ جُهڙ جي اندران نڪتل روشني (ڪنوڻ) کي اڳ ۾ ڏسندا آهيون ۽ ان کي ڏسڻ کان ڪجهه وقت پوءِ ان جو آواز ٻڌندا آهيون. اهو ڏسڻ ۽ ٻڌڻ وارن حواسن جي سگهه جو فرق آهي. جتي اسان ڪڪر ڏسون ٿا اتي ڪنن جي رسائي کان اکين جي رسائي ۽ پهچ تيز آهي. تنهنڪري اڳ ۾ ڪنوڻ ڏسون ٿا ۽ پوءِ ان جو آواز ٻڌون ٿا.



ڪڪرن کان هيٺاهين سطح وارو سمورو خلا، جنهن تائين ڪنن جي ٻڌڻ واري سگهه عمل ڪري سگهي تنهن کي پڙاڏي جي حد چئبو ۽ پڙاڏي جي حد کان مٿين حصي کي "**پولار**" يا "**خلا**" چئبو آهي.

مطلب ته اسان پهرين سڏ ۽ بعد ۾ ٻي پيري سڏ جو آواز ٻڌندا آهيون. ان سڏ جي موٽ کي "**پڙاڏو**" يا "**گونج**" چوندا آهيون. ۽ جيڪا روشني آسمان ۾ ڏسندا آهيو ان روشني کان ٻه مٿانهين حصي کي "**پولار**" چئبو آهي ۽ نه **پڙلاءُ**. تنهن هوندي ٻه سيني محققن لکيو آهي:

**"چنڊ ڪتين ساڻ، پيهي ويو پڙلاءُ ۾"**

قارئين ڪرام! اوهان ذرا سوچو ته چنڊ پڙلاءُ ۾ ڪئن پيهندو ۽ لڪندو؟ پڙلاءُ ته گونجاري جي موٽ کي چئبو آهي ۽ گونجاري کي پڙاڏو ٻه چئبو آهي، ظاهر آهي ته چند ڪتين سان شاهه صاحب چواٽي پولار ۾ ويندو جيڪو پولار چنڊ، ستارن ۽ سيارن کان ٻه مٿانهون آهي.

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

**اُونداهِي اَڌ راتَ ۾، پِرينءَ پَسايُو پاڻَ،**
**چَنڊَ ڪتِيُن ساڻَ، پِيهِي وَيو "پولارَ" ۾.**

**معنيٰ:** حضرت پٽ ڌڻيءَ بيت ۾ پنهنجي محبوب جي حسن جي تعريف ڪندي فرمايو آهي ته "جڏهن اونداهي رات ۾، اڌرات جي وقت منهنجي پرين پاڻ جلوو پسايو تڏهن چنڊ ۽ ستارا سندس سونهن کان شرمسار ٿي "**پولار**" ۾ پيهي ويا".

******

**آءُ اُڪنديائي مران، پرين پلا پرڏُور،**
**ٻاپل ڏي نہ ٻُور، پنڌ نہ جوڳي پيَ ري.**
(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص57)

**آئون اُڪنديائي مَرانِ، پِرين پَلا پَرڏُور،**
**ٻاپَلَ ڏي نہ ٻُورُ، پَنڌ نہ جوڳي پِيَڙي.**
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص114.8)

**آءُ اُڪَنڍِيائِي مَران، پِرِين پَلا پرڏُور،**
**ٻاپَلُ ڏِئي نَہ ٻُورُ، پَنڌ نَہ جوڳي پِيَڙي.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009 سرڪنيات ص84.24)

**آئُون اُڪنديَائي نِمَران، پرين پَلا پَرڏُور،**
**ٻَاپَلُ ڏي نَہ ٻُور، پَنڌ نَہ جَوِڳي پِيَڙِي.**
(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص112)

**آئون اُڪنديائي مَران، پرين پلا پَرڏُور،**
**ٻاپل ڏي نہ ٻُور، پنڌن جوڳي پيڙي.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص244/08)

**آءُ اُڪنديائي مران، پرين پلا پرڏُور،**
**ٻاپُل ڏي نہ ٻُور، پنڌ نہ جوڳي پي ري.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص 73 بااختيار ادارو سال 1994)

**آءُ اُڪنديائي مران، پرين پلا پرڏُورُ،**
**ٻاپل ڏي نہ ٻور، پنڌ نہ جوڳي پِيَڙِي.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص84 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**آءُ اُڪَنديائِي مَران، پِرين پَلا پَرڏُور،**
**ٻاپَلُ ڏئي نہ ٻُور، پنڌ نَہ جوڳي پِيَڙي.**
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرڪنيات ص 77 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)



**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ**: (مران، نِمران)، (ٻور، پور)، (پنڌ نہ جوڳي، پنڌن جوڳي)، (پَيڙي، پَي ري)

**الف. <u>مران، نِمران</u>**: شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي بيت جي پهرين مصرع ۾ لکيو آهي **"مران"**، ٻانهي خان شيخ پهرين مصرع ۾ لفظ **"نِمران"** لکيو آهي. **"نِمران"** لفظ جي معنيٰ لکي اٿس، "ان لاءِ مران، ان لاءِ سڪان" ڏنگين ۾ لکيو اٿس. اُڪنديائي نِمران: انهن جي اُڪنڊ يعني سڪ يا پيار لاءِ مران. ممتاز مرزا **"مران"** لفظ جي لاءِ لکيو آهي تہ "اصل گنج ۾ **"نمران"** لکيل آهي" پر پاڻ **مران** لفظ لکيو اٿس، جيئن ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو. تيئن ممتاز مرزا انهن جي تقليد ڪئي. قارئين ڪرام! اسان جي تحقيق مطابق ممتاز مرزا کي **"نہ مران"** لفظ کي جديد صورت خطي ۾ **"نہ مِڙان"** يعني نہ مِلان لکڻ گهربو هيو.

**ب. <u>ٻور، پور</u>:** ڪاتبن، مرتبن ۽ محققن ڄاڻي واڻي لفظ **"ٻور"** لکيو آهي. اهو اصل ۾ لفظ **"پُور"** آهي. اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي بيت ۾ لفظ **"پور"** استعمال ڪيو آهي. جنهن جي معنيٰ "پوري رنگ وارو اُٺ". ياد رهي تہ محقق حضرات **"ٻور"** لفظ جي معنيٰ **"پور"** لکي آهي. جڏهن لفظ جي معنيٰ **"پور"** لکي اٿن تہ پوءِ بيت ۾ بہ **"پور"** لفظ لکن ها تہ پڙهڻ وارا مغالطي کان بچي پون ها. اهو ٿي نہ ٿو سگهي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ تجنيس حرفي خاطر لفظ کي بگاڙي ڇڏي اهو لفظن جو بگاڙ ڪاتبن، راوين، راڳين ۽ محقق حضرات طرفان ٿيل آهي.

**ت. پنڌ نہ جوڳي، پنڌن جوڳي:** ڊاڪٽر گربخشاڻي "پَنڌَ نہ جوڳِي" الفاظ جي معنيٰ لکي آهي "مون پٽ تي پيل مسڪينڙي ۾ پنڌ جي سمرتي ڪانهي"

اها معنيٰ هن صاحب انهيءَ ڪري لکي آهي جو بيت جي لفظن کي سمجهي نہ سگهيو. لفظن کي نہ سمجهڻ جي ڪري بيت جي لفظن جي معنيٰ غلط لکيائين.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ معنيٰ لکي آهي " پنڌ نہ جوڳي" معنيٰ "پنڌ ڪرڻ جهڙي نہ آهيان" (ص 114.8). ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ معنيٰ درست نہ لکي آهي. ڇا ڪاڻ تہ لفظ مناسب نہ لکيو اٿس. جيڪڏهن لفظ درست لکي ها تہ معنيٰ بہ درست لکي ها.

اسان جي تحقيق مطابق اهي لفظ آهن "پنڌن جوڳي" جنهن جي معنيٰ آهي "پنڌ ڪرڻ جي لائق، پنڌ ڪرڻ لاءِ مجبور".

**ث. پَيِڙي، پَي ري:** ديوان تارا چند ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لفظ "**پَي ري**" لکيو آهي. باقي صاحبن "**پيڙي**" لکيو آهي. اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**پَيَڙي**" درست آهي. "**پيڙي**" لفظ "**پيئي**" جو اسم تصغير استعمال ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي "**پيڙي**" لفظ جي معنيٰ لکي آهي "پٽ تي پيل" غلط معنيٰ لکي اٿس. اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ ڪمزو عورت لاءِ لفظ "**پيڙي**" استعمال ڪيو آهي.

تحقيق ۽ تصحيح بعد حضرت پٽ ڌڻي پلاري جي بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

**آئون اُڪنڊيائي نہ "مِڙان"، پرين پلا پرڏُور**
**پابل ڏِئي نہَ "پور"، "پنڌن جوڳي پَيڙي"**



**معنيٰ:** حضرت پٽ ڌڻيءَ سر ڪنيات ۾ محبوب سان ملڻ جي منتظر عورت جي ترجماني ڪندي فرمائي ٿو تہ آئون پنهنجي محبوب جي اڪنڊ ۾ سڪ کي سيني ۾ سمائي رکيو آهي. محبوب سان مڙي نہ ٿي سگهان، منهنجا پرين ڏاڍا پلا آهن مگر مون کان ڏور آهن، منهنجو بابل مون کي پورو اٺ سواري لاءِ نہ ٿو ڏئي. تنهنڪري پنڌن ڪرڻ جوڳي ٿي آهيان مونکي لازمي پنڌ ڪري محبوب تائين پهچڻو پيو آهي.

******

# سُر ساموندي

❋❋❋❋❋❋❋

جني ڪارڻ مون، تڙ پوچارا پُوچيا،
پُنيم اُميدون، سيئي سڄڻ آئيا.

(ديوان تاراچند شوقيرام شاهه جو رسالو سرساموندي ص 101 سال 1900)

جَنِي ڪارَڻِ مُون، تَڙَ پُونجارا پُڇِئا،
پُنِيَم اُميدُون، سيئِي سَڄَڻَ آئِيَا.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرساموندي ص 18۔111)

جَنين ڪارڻِ مون، تَڙَ پوچارا پُوڇِئا،
پُنِيم اُميدون، سيئِي سڄڻَ آئيا.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرساموندي ص 139)

جَنين ڪارڻِ مون، تَڙَ پوچارا پُوڇِيا،
پُنِيم اُميدون، سيئِي سڄڻَ آئيا.

(ممتاز مرزا "شاهه جو رسالو" سرساموندي ص 309)

جَنِي ڪَارڻِ مُون، تَڙَ پُوڄَارَا پُوڇِئا،
پُنيَمِ اُميدُون، سيئِي سَڄَڻَ آيا.

(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرساموندي ص 189)

جَنِي ڪَارَڻِ مُون، ٿي تَڙَ پُوڄَاراَ پُوڇِئا.
پُنِيَمِ اُميِدُون، سيئَي سَڄَڻَ آئَيَا.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرساموندي ص 129 بااختيار ادارو سال 1994)



جنين ڪارَڻِ مُون، ٿي تَڙَ پُوچارا پُوڇيا،
پُنِيَم اُميدون، سيئِي سَڄَڻَ آئيا،

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سُرساموندي ص 357 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (تَڙ)، (پونجارا، پوڄارا)، (پُڇيا، پُوڇيا)

**الف. <u>تَڙ</u>:** "شاهه جو رسالو" جي سيني مرتب ۽ محقق حضرات هن بيت ۾ **"تڙ"** لفظ استعمال ڪيو آهي، تڙ **"پتڻ"** کي چئبو آهي جتي ٻيڙيون، ٻيڙا ۽ هوڙا اچي لنگر انداز ٿين.

اسان جي تحقيق مطابق هن بيت ۾ الفاظ **"تَر پونجارا"** استعمال ٿيل هئا. مگر ڪاتبن ۽ محقق حضرات جي طرفان حضرت پٺ ڌڻيءَ جي بيت ۾ لفظ **"تڙ پونجارا ۽ تڙپوڄارا"** غلط لکيو ويو. حقيقت هن طرح آهي ته وڻجاري جي وني **"تر پونجارن ڪان"** پنهنجي وڻجاري لاءِ پڇي پيئي، انهن تر پونجارن کان پڇي پيئي:

**"جنين سپون سوجهيون پاتاران پيهي"**

يعنيٰ وڻجاري جي وني سمنڊ جي تري اندر وڃي سپون ميڙي ايندڙ پونجارن کان پڇي پيئي. هن ڪري پڇي پيئي ته تر پونجارا هڪڙا نه ته ٻيا سدائين تڙ تي حاضر رهندا آهن. تنهنڪري اسان جي تحقيق مطابق لفظ **"تڙ"** جي مقابلي ۾ **"تر"** لفظ زياده مناسب آهي.

**ب. <u>پونجارا، پوڄارا</u>:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"پونجارا"** استعمال ڪيو آهي.هن صاحب جي لکيل لفظ جي بيت ۾ ديوان تاراچند، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ٻانهي شيخ جي ترتيب ڏنل رسالن ۾

لفظ "**پوڄارا**" لکيل آهي. ممتاز مرزا بہ لفظ "**پوڄارا**" لکيو آهي. اصل گنج ۾ بہ لفظ "**پوڄارا**" لکيل آهي، مگر اسان جي تحقيق مطابق اصل لفظ "**پونجيارا**" آهي .

قارئين ڪرام! تر، پاتار يا سمنڊ کي سوجهڻ ۽ سمنڊ ۾ پيهي هيرا لعل ۽ موتي هٿ ڪرڻ وارا "**پونجيارا**" سڏبا آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**پونجارا**" لفظ جي معنيٰ "پونجي وارا، ملڪيت ۽ ناڻي وارا" لکي آهي يعني بندر جا سوداگر معنيٰ مناسب نہ لکي اٿس.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو اهو خيال ۽ اها راءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي خيال جي بلڪل خلاف آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ پونجيارا يا پونجارا سمنڊ ۾ موتي، لعل ۽ جواهر ڳوليندڙن کي ڪوٺيو آهي.

سي پونجيارا پُر ٿيا، سمنڊ سيوئو جن،
آندائون عميق مان، جوتي جواهرن،
لڌائون لطيف چئي، لعلون مان لهُرن،
ڪانهي قيمت تنِ، مُل مهانگو اُنَ جو.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر ساموندي ص 10_113)

هن بيت ۾ "**پونجيارا**" لفظ ثابت ڪري ٿو تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ واري لکيل معنيٰ پُونجي وارا سراسر غلط آهي.

**ت. <u>پُڇيا، پُوڄيا</u>**: جن صاحبن زيرِبحث بيت ۾ "**پوڄيا**" لفظ لکيو آهي تن مناسب نہ لکيو آهي مگر جن لفظ "**پُڇيا**" لکيو آهي تن درست لکيو آهي. اهو هن ڪري ٿا چئون تہ اسان کي تحقيق دوران هي معلوم ٿيو تہ وڻجارن جون وهون، پٽنيون ۽ ونيون تڙ پُوڄارا نہ



پوڄينديون هيون مگر تڙ پونجارن کان، وڻجارن بابت پڇا ڪنديون هيون. پوڄڻ واري راءِ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي بہ غلط آهي.

ٻانهي خان شيخ جي راءِ آهي تہ "تڙ تي ويهي پوڄا ڪندڙ درويش پوڄارا هئا" اِها راءِ ٻانهي خان جي بہ غلط آهي.

اسان جي تحقيق مطابق ٻنهي ڏرين بيت لکڻ ۾ هڪ هڪ غلطي ڪئي آهي اسان انهن صاحبن جي ڪيل غلطين کان حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت کي درست ڪري هي پڙهٽي قائم ڪئي آهي:

**جَنِين ڪَارڻ مُون، "تَرپُونجِيَارا پُڇِيا"**
**پُنيَمِ اُميِدُون، سيئي سَجَڻَ آئِيا.**

**معنيٰ**: جن وڻجارن بابت مون پاتار ۾ پيهي سپون سوجهيندڙ پونجيارن کان جيڪي سدائين پتڻ تي ۽ سمنڊ ۾ رهندا آهن تن کان معلومات ٿي حاصل ڪئي سي سڄڻ (وڻجارا) اچي پڌاريا آهن، منهنجي مَن جون مرادون پوريون ٿيون آهن.

*****

اوڙاھِ وئا نہ وَرئا، آءُ تھِہ مارِي ويڻَ،
ڪري سامونڊِي سيڻَ، جُسي جارُ پِرائيو.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سر سامونڊي ص 13۔135)

اونِھين وِئا نہ وَرِئا، آءُ تَنھِ مارِي ويڻَ،
ڪري سامُونڊي سيڻَ، جُسي جارُ پِرائِيو.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو سر سامونڊي 18۔158)

اُوڙاَھ وئَا نَہ ورِئا، آئُون تَنھن مَارِي ويڻَ،
ڪَري سَامُونڊِي سيِڻ، جُسي جَارُ پِرائِيو.
(ٻانھون خان شيخ شاھ جو رسالو سر سامونڊي 15۔184)

اُوھريا نہ وريا، آئُون تنھن ماري ويڻَ،
ڪري سامونڊي سيڻ، جُسي جارِ پرائيو.
(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطي ۾ 297)

اوڙاھ وِئا نہ وريا، آءُ تَنھِن ماري ويڻ،
ڪري سامونڊي سيڻ، جُسي جاڙ پرائيو.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر سامونڊي ص 120 با اختيار ادارو سال 1994)

اوڙاھِ وِيا نہ وَرِيا، آءٌ تَنھِن ماري ويڻَ،
ڪَري سامُونڊي سِيڻ، جُسي جارُ پِرائِيو.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر سامونڊي ص 319 سنڌي ادبي بورڊ 1993)



اوڙاھ وِئا نہ وريا، آءُ تَنھِن ماري ويڻ،
ڪري سامونڊي سيَڻ، جُسي جار پرائيو.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر سامونڊي ص 124 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (اوڙاھ، اونھي، اوھريا)، (جار، جاڙ)

**الف. اوڙاھ، اونھي، اوھريا:** **"اوھريا نہ وريا"** الفاظ **"اوڙاھ "**، ۽ **"اونھيءَ ويا نہ وريا"** کان بہ بھتر آھن. ڇا ڪاڻ تہ اسان جي تحقيق مطابق، ناکئا اُن حالت ۾ سمنڊ ۾ ٻيڙا نہ ھاڪاريندا آھن جڏھن سمنڊ جون لھرون يا ڇوليون تمام تيز لڳي، سمنڊ کي **"اوڙاھ"** يعني ٻوڙڻ واري حالت ۾ آڻينديون آھن. ناکئا/وڻجارا تڏھن اوھري ويندا آھن جڏھن سمنڊ ۾ ھلڪيون لھرون ھونديون آھي. تنھنڪري اوڙاھ لفظ ھن بيت ۾ نہ ٺو سونھين. مگر لفظ **"اوھريا"** مناسب آھي. **"اونھي ويا نہ وريا"** الفاظ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪنھن فقير جا چيل ھٿ ڪيا آھن. جيڪي ھن بيت ۾ نہ ٺا سونھن.

**ب. جار، جاڙ:** شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لفظ **"جاڙ"** لکيو آھي بلڪل درست لکيو اٿس. باقي ٻين سڀني صاحبن بيت جي ٻي مصرع ۾ لفظ **"جار"** لکيو آھي اھو لفظ مناسب نہ لکيو اٿن. **"جار لڳڻ"** جي معنيٰ آھي محبت پيدا ٿيڻ، عشق يا چاھت جو وڌڻ. انھيءَ معنيٰ وارو لفظ ھن بيت ۾ مناسب نہ ٿو لڳي. حضرت پٽ ڌڻيءَ طرفان لفظ **"جاڙ"** استعمال ٿيل آھي، جيڪو نھايت ئي مناسب آھي. اھو ھن ڪري تہ مرتب ۽ محقق حضرات لفظ **"جار"** تہ لکيو آھي مگر معنيٰ "جاڙ ظلم، زيادتي، رنج ۽ ساڙ لکي اٿن. مولانا قاسمي **"جار"**

لفظ جي معنيٰ "**جهيڳڙو ۽ جهوري**" لکي آهي اها معنيٰ غلط لکي اٿس. هن بيت ۾ "**جار**" لکڻ معيوب ۽ معنيٰ جي لحاظ کان به غلط آهي.

اصل گنج شريف ۾ لفظ "**جار**" هن ڪري لکيل آهي جو ابوالحسن واري سنڌي صورتخطيءَ ۾ اکر "**ر**" اکر "**ڙ**" ۾ تبديل ٿيندو آهي. تبديل ٿيڻ وارو اصول ممتاز مرزا طرفان گنج جديد صورتخطيءِ جي (ص 9) تي لکيل آهي. مگر اهو اصول ممتاز مرزا پاڻ به استعمال نه ڪيو آهي.

اِهو بيت گنج شريف اصل ۾ هن طرح لکيل آهي.

**"اُهرِيا وِئا نَوَرِئا"**، آءُ تَهِ ماري ويَن،
ڪري ساموندي سين، جُسي **"جار"** پرائيو.

(فقير عبدالعظيم گنج شريف اصلص 297)

جديد صورتخطيءَ ۾ اهو بيت هِن صورت ۾ بيهي ٿو.

**"اُهرِيا نہ وريا"**، آئون تنهن ماري ويڻ،
ڪري ساموندي سيڻ، جُسي **"جاڙ"** پرائيو.

"اڪرم"

"جامع سنڌي لغات جلد ٻيو" (ص 886 تي)، **جاڙڪرڻ** معنيٰ "ظلم ڪرڻ، جٺ ڪرڻ، تعدي ڪرڻ، جاڙون ڪرڻ، تڪليفون ڏيڻ" لکيل آهي.

ساموندي **"اُهريا نہ وريا"** وارا ويڻ وڻجاري پنهنجين سهيلين ۽ ڏارين عورتن کان هر هر ٻڏي ٻڏي ڏکائتي ٿئي ٿي ۽ پوءِ چوي ٿي تہ: "ٻيڙن جا سڙهہ سنوان ڪري سمنڊ ۾ وڻجارا اوهري ويا وري نہ وريا" جيڏين



جا، پاڙي وارين جا اهڙا اهڙا ويڻ مارين ٿا.

"ساموندي سيڻ ڪري، پنهنجي جسي سان جاڙ ڪيم، ظلم ڪيم" تحقيق ڪري ثابت ڪيوسين تہ لفظ "**جار**" نہ مگر لفظ "**جاڙ**" ئي بيت ۾ مناسب ٿيندو. تنهنڪري بيت هن صورت ۾ لکڻ گهرجي.

**"اُهِريا وِئا، نَہ وَريا"، آئُون تَنهن مارِي ويڻ،**
**ڪَري ساموندِي سيڻ، جُسي "جاڙَ" پِرائِيو.**

*****

**سُــتــا ســپ پَــئِــي، ســنــدي مُــعــلِـمَ آسِــري،**
**اَئِـيـن پُـڻ سُـمـهـو نـاڪـئـا، بَـنـدرَ نـاهِـ پَـئِـي،**
**جَنِ جي سيد لڄ ڪنَئِي، سي سپ لنگهيندا، لَڪِيُون.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرسريا ڳ ص 19ـ127)

**سُــتــا سَــپ پَــئِــي، سَــنــدِي مُــعَــلِـمَ آسِــري،**
**اَئِـيـن پُـڻُ سُـمـهـو نـاڪُـئـا، بَـنـدَر نـاهِـ پَـئِـي،**
**جَـن جِـي سـيـد لَـڄ ڪَـنـئِـي، سـي سُـتَـڙ سَـپـيـئِـي ٿِـئـا.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سر سامونڊي ص 29ـ102)

**سُــتــا سَــپ پَــئِــي، سَــنــدي مُــعــلــمَ آسِــرَي،**
**اَئِـيـن پـڻ سُـمَـهـو نَـاڪُـئَـا، بَـنَـدرِ نَـاهِـ پَـئِـي،**
**جَنِ جِي سَيدَ لَڄَ ڪَنئِي، سي سَپ لنگهِيندا لَڪِيُون.**

(ڀانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرسريا ڳ ص 5ـ170)

**سُــتــا ســپ پَــئــي، ســنــدي مُــعــلــم آسِــري**
**اَئــيــن پـڻ سُـمَـهـو نـاڪـئـا بـنـدر نـاهـ پَـئـي**
**جن جي سيد لڄ ڪنئي, سي سپ لنگهندا لڪيون**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 277ـ276)

**ســتــا ســپ پَــئــي، ســنــدي مــعــلــم آسِــري،**
**اَئــيــن پـڻ سـمـهـو نـاڪـئـا، بـنـدر نـاهـ پَـئـي،**
**جن جي سيد لڄ ڪنئي، سي سپ لنگهندا لڪِيون.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرسريا ڳ ص 99 با اختيار ادارو سال 1994)



**سُــتــا سَــپ پَــئــي، سَــنــدي مُــعَــلِـم آسِــري،**
**اَئــيــن پُـڻ سُـمـهـو نـاڪُـئـا، بَـنَـدرِ نـاهـ پَـئـي،**
**جَنِ جي سيد لڄ ڪنئي، سي سپ لنگهندا لڪيون.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرسريا ڳ ص 107 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**سَــنــدي مُــعــلَــمِ آسِــري، سُــتــا ســپ پَــئِــي،**
**اَئــيــن پُـڻ سُـمـهـو نـاڪُـئـا، بَـنـدَر نـاهِـ پَـئـي،**
**جَنِ جي لائِق لَڄَ رَکِي، سي سَپ لَنگهِيندا لَڪِيُون.**

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سُرسريا ڳ ص 303 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (لڄ ڪنئي، لڄ ڪئي، لڄ رکي)، (سپ لنگهندا لڪيون، سي سُتڙ سيئي ٿئا)

**الف. لڄ ڪنئي، لڄ ڪئي، لڄ رکي:** قارئين ڪرام! لڄ رکبي آهي، لڄ ڪبي آهي، لڄ ڪجبي آهي مگر لڄ ڪڻبي نہ آهي. ياد رهي تہ لڄادار لڄ رکندا آهن، لڄن جي لڄ بچائڻ لاءِ پاڻ سر گهوريندا آهن انهن جي پيٽ ۾ لُڇا، نالائق ۽ سماج دشمن لڄون ڪڻندا آهن. اسان جو حضرت پٽ ڌڻيءَ تہ لڄادار آهي. اهو پنهنجي بيت ۾ ڪئين فرمائيندو تہ:

جن جي **"سيد لڄ ڪنئي"**، سي سپ لگهندا لڪيون

گنج شريف ۾ **"لڄ ڪئي"** لکيل آهي. **"لڄ ڪرڻ"** جي معنيٰ آهي حيا ڪرڻ، عزت ڪرڻ، پردو رکڻ. مگر افسوس جو ممتاز مرزا بين مرتب حضرات جي پوئواري ڪندي **"لڄ ڪنئي"** الفاظ غلط لکيا آهن.

گنج شريف جو هو بهو بيت ملاحظہ فرمايو:

ستا سپ پَئي، سندي معلم آسِري،
اَءِ پڻ سمهو ناڪئا، بندر ناهہ يَئي،
جن جي سيد **"لڄ ڪئي"**، سي سپ لنگهندا **"لڪيُ"**.
(فقير عبدلعظيم ,گنج شريف اصل نندي سائيز ص 286)

جديد سنڌي صورت خطي ۾:

ستا سپ پَئي، سندي معلم آسِري،
آئين پڻ سمهو ناڪئا، بندر ناهہ يَئي،
جن جي سيد **"لڄ ڪئي"**، سي سپ لنگهندا **"لڪيون"**.
(جديد سنڌي صورت خطي ۾، اڪرم)

مٿين بيت ۾ لفظ **"ڪئي"** کي سيد عبدالعظيم **"کئي"** ڪري لکيو اهڙا ڪيئي لفظ **"ڪ"** سان شروع ٿيندڙ هن حضرت **"ک"** سان لکيا آهن. ڇا ڪاڻ تہ قديم صورت خطي جي اکر **"ک"** کي **"ڪ"** ۾ لکڻ وارو اصول رهيو آهي. گنج شريف ۾ ڪافي بيت لکيل آهن.

علامہ آءِ آءِ قاضي جي بيت ۾ **"لڄ رکي"** الفاظ لکيل آهن، باقي ٻين صاحبن لکيو آهي **"لڄ کنئي"**.

اسان جي تحقيق مطابق گنج شريف ۾ لکيل الفاظ **"لڄ ڪئي"** درست آهن.

**ب. سپ لنگهندا لڪيون، سي سُتڙ سيئي ٿيا:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت جي ٽين مصرع جو آخري فقرو لکيو آهي.



**"سي سُتڙ سيئي ٿيا"**

ٻين سيني مرتب ۽ محقق حضرات "شاھ جو رسالو" ۾ انهي بيت جي مصرع جو آخري فقرو لکيو آهي:

**"سي سپ لنگهندا لڪيون"**

اسان کي تحقيق ذريعي معلوم ٿيو آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو لکيل بيت، ڪنهن ٻي شاعر جو چيل آهي. اُهو هِن منجهان ثابت ٿئي ٿو تہ ٻہ مصرعون ساڳيون آهن ۽ ٽين مصرع ويڳي آهي جيڪا ثابت ڪري ٿي تہ ڪنهن ٻي شاعر زيرِ بحث آيل بيت جي ٻن مصرعن سان ٽين مصرع تضمين طور ڪم آندي آهي.

ٻانهي شيخ الفاظ **"لنگهندا لڪيون "** جي معنيٰ لکي آهي، "ٻن جبلن يا ٽڪرن جي وچان ويندڙ سوڙهو رستو".

قارئين ڪرام! ڀيڻ ڊاڪٽر فهميده حسين جو حوالو وقتائتو ۽ ڏاڍو لاياڻتو ملي ويو آهي. ڀيڻ لکيو آهي تہ:

سُر سريراڳ جي سِٽَ آهي:

**"جن جي سيد لڄ کنئي، سي سپ لنگهندا لڪيون"**

اڪثر عالمن، لڪ ۽ لڪيون جي معنيٰ، وڏا ننڍا جبل ڏيڻ کان سواءِ هي ٻي عام معنيٰ بہ ڏني آهي.

**"ٻن جبلن جي وچ وارو سوڙهو رستو يا لنگهہ"**
(اديون آءُ آجاڻ. ثقافت کاتو سال 2012ع ص 73_72)

قارئين ڪرام! "ٻن جبلن جي وچ وارو لنگهہ" تہ ٿي سگهي ٿو پر اُهو لنگهہ يا رستو زمين تي هلندڙ سوارين لاءِ ٿي سگهي ٿو. پاڻي اندر

نہ ٿو ٿي سگهي. ڇاڪاڻ تہ پاڻي جي سخت لهرن سببان سمنڊ ۾ ٻيڙو ٽڪرين سان متان وڃي ٽڪري ۽ ٽڪرڻ جي ڪري ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃي. هي حضرت پٽ ڌڻي جو بيت آهي، ڪجهہ مٿانهين سوچ سوچڻ گهرجي.

هي بيت سر سامونڊي جو آهي. هن بيت ۾ (1) ناڪئا (2) بندر (3) ٻيڙن ۽ ٻيڙين جو بيان آهي. ٻيڙا، سمنڊ ۾ بہ **"لڪن يا لُڪين"** جي وچان مانجهي ۽ ناڪئا نہ لنگهائيندا آهن، ڇاڪاڻ تہ زمين تي تہ گاڏيون لڪن، لڪين ۽ جبلن منجهان پار ڪري سگهجن ٿيون مگر سمنڊ ۾ تہ لهرُن ۽ ويرن جو زور ۽ دٻاءُ هوندو آهي. هوائن جي تيز لڳڻ سان سمنڊ جي نهايت زوردار ويرن سان لڳڻ ڪري، ٻيڙو ضابطي کان نڪري ڪنهن ٽڪر سان، ڪنهن ٽڪري يا ڪنهن لڪ سان لڳي پاش پاش ۽ پرزا پرزا ٿي سگهي ٿو تنهن ڪري ٻيڙن جو لڪين وچان لنگهڻ ناممڪن آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي تہ اعليٰ ترين سوچ آهي هُو هن بيت ۾ لفظ **"لڪيون"** استعمال ڪري ٿي نہ ٿو سگهي اهو منهنجو ايمان آهي.

اسان جي ذهن ۾ خيال آيو تہ جڏهن اهو لفظ **"لڪيون"** نہ ٿو ٿي سگهي تہ پوءِ پٽ ڌڻيءَ اِن بيت ۾ ڪهڙو لفظ فرمايو هوندو؟ جيڪو فقيرن نہ سمجهيو عام ڪاتب بہ غلطي سببان درست لفظ لکي نہ سگهيا ۽ محقق حضرات بہ منجهي پيا. مونکي ذهن ۾ خيال پيدا ٿيو تہ اُهو لفظ **"لنگهئون"** (لنگهہ + ئون) آهي. يعني لنگهہ منجهان، لنگهہ کان، لنگهہ وٽان.



انهيءَ تحقيق بعد حضرت جن جي بيت جي پڙهڻي هي قائم ڪئي سين.

**سُتا سڀ پَئي، سندي معلم آسري،**
**ائين پُڻ سُمهون ناڪئا، بندر ناهہِ پَئي،**
**جن جي لائق "لڄ ڪئي"، سي سڀ لنگهندا "لنگهئون".**

**معنيٰ:** معلم، يعنيٰ وڏي وانجهي جي آسري تي سڀ ناڪئا سُمهي پيا آهن. ڇا ڪاڻ تہ معلم فرمائي ٿو تہ اي مانجهيو اوهان بہ آرام ڪريو. بندر ڪي طوفان جو ڪو خطرو نہ آهي، جن جي لائق لڄ ڪئي، سي ٻيڙا ڪاهي سڀ لنگهہ وٽان لنگهي پار پڄندا.

*****

**جي تون وڻجارو ڪانڌ، تہ مون هڏ مَ لائون لڏيون،**
**پرڏيھ متي سانگ، اَنئي پھر جنھن جو.**
(تارا چند شوقيرام شاھ جو رسالو سرسامونڊي ص104)

**جي تون وڻجارو ڪانڌ، تہ مون هڏ مَ لائون لڏيون،**
**پرڏيھ متي سانگ، اَنئي پھر جنھن جو.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرسامونڊي ص133)

**جان وَڻجارو ڪانڌُ، تان مون هَڏِ لائون لَڏِيُون،**
**پَرَڏيھُ مَتي سانگُ، اَنئِي پَهَرَاُنِ جو.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سرسامونڊي ص27ـ108)

**جي تون وڻجارو ڪانڌ، تہ مون هڏ مَ لائون، لڏيون.**
**پرڏيھ متي سانگ، اَنئي پھر جنھن جو.**
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرسامونڊي ص15ـ142)

**جي تون وَڻجارو ڪانڌُ، تہ هَڏ مَ لائون لَڏيُون،**
**پَرَڏيھ متي سانگ، اَنئي پھر جنھن جو.**
(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سرسامونڊي ص11ـ87)

**جَان مَون وَڻجَارو ڪَانڌُ، تَانِ هَڏ مَ لائُون لَڏِيُون،**
**مَتي پَرڏيھَ سَانگُ، اَنَئِي پَهِرَاُنِ جو.**
(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سرسامونڊي 20ـ198)

**جان مون وڻجارو ڪانڌُ، تان هڏ مَ لائون لڏيون،**
**متي پرڏيھ سانگ، انئين پَھراُنَ جو.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص302)



**جي تُون وَڻجارو ڪانڌ، تہ هڏِ مَ لائون لڏيون،**
**پَرَڏيھ متي سانگُ، اَنئي پَهَرَ جِنھن ڪيو.**
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُرسامونڊي ص329 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (هڏ لائون لڏيون، هڏ مَ لائون لڏيون)،

**الف. هڏ لائون لڏيون، هڏ مَ لائون لڏيون:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پهرين مصرع هي لکي آهي:

”جان وڻجارو ڪانڌ، تان مون هڏلائون لڏيون“

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ترتيب ڏنل رسالي واري هن بيت جي مصرع پڙهي هي پائنيوسين، تہ ڊاڪٽر صاحب کان شايد نظر چُڪ ٿي آهي جو لفظ هڏ سان گڏ ”مَ“ اکر ڪانئس لکرائيندي رهجي ويو. وري خيال آيو تہ اِها پريس جي غلطي ٿي سگهي ٿي، ورنہ فقط **”هڏلائون لڏيون“** ڪيئن لکندو يا لکرائيندو؟

جڏهن سندس ترتيب ڏنل رسالي جي حاشي جو مطالعو ڪيم، تہ لکيل عبارت پڙهيم: **”مون هڏ لائون لڏيون“** = آءٌ جڙ ڪنوار ٿي ڪا نہ ٿيس (چوتہ ڪانڌ وڻجارو آهي سو سدائين ٻاهر هوندو آهي ۽ آءٌ هت اڪيلي هونديس).

قارئين ڪرام! اوهان ٿي غور فرمايو تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت جي پهرين مصرع ۾ **”هڏ“** لفظ سان گڏ ”مَ“ اکر نہ لکيو تہ پوءِ معنيٰ ۾ ”نہ“ لفظ ڇو استعمال ڪيائين؟ ”نہ“ لفظ جو مقصد آهي ”مَ“. معلوم ٿيو تہ بلوچ صاحب کي اکر ”مَ“ جي مصرع ۾ ضرورت محسوس ٿي مگر بيت ۾ لفظ ”م“ نہ لکيائين. وري ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ

آڏواڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا جي لکيل بيت واري معني لکي ڇڏيائين. جنهن منجهان صاف ثابت ڪيو ويو آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب تحقيق نہ ڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ڪي خوامخواھ تضاد جو شڪار بڻايو. حضرت سائين تہ معقول مصرع فرمائي.

"جان مون وٽجارو ڪانڌ، تان مون ھڏ مَ لائون لڏيون"

تحقيق ۽ تصحيح بعد حضرت جن جي بيت جي پڙهڻي هي بيهڻ گهرجي:

**جان مون وٽجارو ڪاند، تان مون "ھڏ مَ لائون لڏيون"**
**پرڏيھہ متي سانگ، آنئي پھر جنهن جو.**

**معنيٰ:** جڏهن منهنجو ڪانڌ وٽجارو آهي، تہ مون لائون لڏل بہ ڇاڻ تہ هڏهين ۽ هرگز لائون نہ لڏيون. ڇاڪاڻ تہ اُن جو پرڏيھہ جي متيين پاند تي سدائين سانگ ۽ سفر جاري آهي.

*****



**سامونڊيءَ ڪو سَنگُ، آهي گُوندر گاڏئُون،**
**انگن چاڙهي انگ، ويو وٽجارو اوهري.**
(ديوان تاراچند شوقيرام شاھ جو رسالو سر سامونڊي ص 94 سال 1900)

**سامونڊي ڪو سَنگُ، آهي گُوندر گاڏئُون،**
**انگن چاڙهي اَنگ، ويو وٽجارو اوهري.**
(شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر سامونڊي ص 120 سال 1995)

**سامونڊِيڪُو سَڱُ، آهي گُندَرَ گاڏُئُون،**
**اَنگُن چَاڙهي اَڱ، وئو وٽجارو اوهَرِي.**
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سر سامونڊي ص 18-135)

**سامُونڊيڪو سڱُ، آهي گُوندَرَ گاڏُئُون،**
**اَنگُهن چاڙهي اڱ، وئو وٽِجارو اوهَرِي.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر سامونڊي ص 7-107)

**سامونڊيءَ ڪو سنگ، آهي گُندَرَ گاڏَئُون،**
**اَنگهنِ چَاڙهي اَنگُ، وئو وَٽِجَارو اُوهَرِي.**
(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سر سامونڊي ص 18-15)

**سامُونڊِيَڪو سَنگ، آهي گُوندَرَ گاڏَئُون،**
**اَنگهن چَاڙهي اَنگُ، ويو وَٽجارو اوهَري.**
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر سامونڊي ص 320 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**سامونڊيءَ ڪو سَنگُ، آهي گُوندَرَ گاڏئون،**
**اَنگَن چاڙهي اَنگُ، ويو وَٽجارو اوهَري.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر سامونڊي ص 124 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ساموندبيڪو ساموندي ڪو)، (سڱ، سنگ)، (انگن، انگهن)، (انڱ، انگ)، (اوهري، نڪري)

**الف. ساموندبيڪو ساموندي ڪو:** "**ساموندبيڪو**" گڏيل لفظ ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي لکيو آهي. جنهن جي معنيٰ ٿئي ٿي. سمنڊ وارو، سمنڊ جو. مٿين گڏيل لفظ جي مقابلي ۾ لفظ "**ساموندي ڪو**" ٻہ جدا لفظ آهن (ساموندي ۽ ڪو) اهو لفظ ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ہانهي خان شيخ لکيا آهن. انهن لفظن جي معنيٰ ٿئي ٿي. "**ساموندي ۽ ڪو**" يعنيٰ ڪو ٻہ ساموندي، ڪو سمنڊ ۾ رهندڙ يعنيٰ اهو ساموندي جنهن سان وڻجاري جو واسطو نہ آهي. اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ لفظ "**ساموندي ڪو**" غلط استعمال ڪيو ويو آهي. هن بيت ۾ لفظ "**ساموندبيڪو**" يعنيٰ سمنڊ ۾ سفر ڪرڻ وارو، وڻجارو جنهن سان ناري وڻجاري جو رشتو آهي استعمال ڪيو ويو آهي. تنهنڪري بيت ۾ لفظ "**ساموندبيڪو**" لکڻ مناسب ٿيندو.

**ب. سڱ، سنگ:** حضرت پٽ ڌڻي جي بيت ۾ وڻجاري جي وني جو ذڪر آهي. ۽ نہ وڻجاري جي سنگتياڻي يا سريت جو تنهنڪري، هن بيت ۾ لفظ "**سڱ**" ئي استعمال ڪرڻ گهرجي. ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ مولانا قاسمي لفظ "**سنگ**" غلط لکيو آهي. ان جي تصديق حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهي بيت منجهان ثابت ٿئي ٿي تہ وڻجاري ناري پنهنجي پتي لاءِ چوي ٿي تہ مون ساموندي سان، ڪاري ڪيڙائو سان گوندر گاڏئون سنڱ ڪيو.



هن بيت ۾ ڪنهن بہ ٻي ناري جو ذڪر نہ آهي فقط وڻجاري جي وني جو ذڪر آهي. تنهنڪري لفظ "**سڱ**" بيت ۾ لکڻ مناسب ٿيندو.

**ت. انگن، انگهن:** انگ واحد لفظ آهي جنهن جو جمع آهي "**انگُن**". **انگُن** جي معنيٰ آهي. عضون، جسم جي حصن ۽ لفظ "**انگهن**" جي معني آهي "نوڪدار نيزا ۽ ڀالا وغيره".
اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ "**انگهن**" استعمال ڪيو هو ڇا ڪاڻ تہ "**انگهن چاڙهڻ**" جي اصطلاحي معنيٰ آهي "تڪليف ڏيڻ، سور ڏيڻ، عذاب ڏيڻ".
وڻجارو پنهنجي وني ڇڏي سانگ ۾ سفر تي هليو ويو. جاڻ تہ پنهنجي وني جي جسم جي، انگ نگ کي، جدائي واري انگهن تي چاڙهي ويو.

**ث. انڱ، انگ:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهي بيت ۾ پهرين قافيي وارو لفظ آهي "**سڱ**" تنهنڪري ٻي مصرع وارو قافيو "**انڱ**" هئڻ گهرجي اهو قافيو ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي.
جڏهن "**انگ**" يعنيٰ جسم جي عضون جو ٻيو لفظ "انڱ" بہ آهي تہ پوءِ قافيي جي مناسبت سان لفظ "**انڱ**" لکڻ گهرجي. اهڙي طرح لکڻ سان بيت جا ٻہ قافيا هڪ "سنڱ" ۽ ٻيو "**انڱ**" ٿيندا. جيڪي هر لحاظ کان مناسب آهن.

**ج. اوهري، نڪري:** "**اوهري**" لفظ خاص لفظ آهي جنهن جو واسطو سمنڊ جي، ناڪئن ۽ وڻجارن جي ٻيڙن ۾ چڙهي وڃڻ کي يا ٻيڙا هاڪاري هلڻ کي چئبو آهي. تنهنڪري لفظ "نڪري" بجاءِ "**اوهري**" لفظ لکڻ هن بيت ۾ مناسب ٿئي ٿو.

اهڙي طرح تنقيد ۽ تحقيق بعد هن نتيجي تي پهتا آهيون تہ اصل بيت جي صورت هي آهي.

**”سامُوندِيڪو سڱ“ ، آهي گُوندر گاڏئُون،**
**”اَنگهن“ چاڙهي ”اَنگ“ ، وِئو وَٽجارو ”اوهِري“ .**

*****

# سُر گهاتو

❋❋❋❋❋❋❋

ڪِلي جان ڪِينڪارِيان، تان ساٿي سنگ نہ ڪَنِ،
واريووَهِٿَ وجن، ڪن سياڳن سامُهان.
(ديوان تاراچند شاهہ جو رسالو سرگهاتو ص 544)

ڪِلي جان ڪِنڪاريان، تان ساٿِي سَڱَ نہ ڪَنِ،
وارِيووَهِٿَ وَجَنِ، ڪِنَ سَياڳِنِ سامُهان.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرگهاتو ص 586)

ڪِلي جان ڪِيڪارِيَان، تان ساٿِي سَڱ نہ ڪَنِ
وارئووَهِٿَ وَجن، ڪَن سَياڳِين سامُهَان.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرگهاتو ص 12ـ126)

ڪِلي جان ڪينڪاريان، تہ ساٿي سنگ نہ ڪَن
وارئووَهِٿَ وَجن، ڪَن سَياڳِن سامُهَان.
(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو جلد ٽيون سرگهاتو ص 10ـ367)

ڪِلي جان ڪينڪاريان، تان ساٿي سنگ نہ ڪنِ،
وارِيووهٿ وجنِ، ڪَنِ سَيَاڳن سامهان.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 629)

ڪِلي جان ڪينڪاريان، تہ ساٿي سنگ نہ ڪَن،
واريووهَٿ وجن، ڪن سياڳن سامُهان.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرگهاتو ص 751 بااختيار ادارو سال 1994)



ڪِلي جان ڪيڪاريان، تہ ساٿي سنگُ نہ ڪَن،
وارِيووَهِٿَ وجَن، ڪن سياڳن سامهان.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرگهاتو ص 597 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

ڪِلِي جان ڪِنڪارِيان، تان ساٿِي سنگ نَہ ڪَنِ،
وارِيووهٽ وجنِ، ڪِن سياڳِن سامهان.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُرگهاتو ص 670 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ساٿي، ساٿي) (سنگ، سگ، سنگ)، (سياڳن، سياڳين)

**الف. <u>ساٿي، ساٿي</u>** : "**ساٿي**" چئبو آهي مڇي وڪڻندڙ مهاڻن کي. اهو نهايت ئي موزون لفظ آهي مگر بيت ۾ لفظ "**ساٿي**" لکڻ نهايت ئي معيوب ۽ ناموزون آهي. فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**ساٿي**" لکيو آهي. جيڪو سر گهاتو واري مضمون سان ڪا بہ مناسبت نہ ٿو رکي. حالانڪ اهو بيت سر گهاتو جو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڇاڻايو آهي.
ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ٻانهي خان شيخ، ۽ ممتاز مرزا لفظ "**ساٿي**" لکيو آهي. نهايت ئي درست لکيو اٿن.

**ب. <u>سنگ، سنگ</u>**: "**سنگ**" لفظ ديوان تارا چند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٻانهي خان شيخ، علامہ آءِ آءَ قاضي ۽ ممتاز مرزا بہ لکيو آهي. اهو لفظ انهيءَ بيت ۾ نهايت ئي نامناسب لکيو ويو آهي. هن بيت ۾ لفظ "**سنگ**" جي نہ مگر لفظ "**سنگ**" جي جاءِ آهي.

ڇا ڪاڻ تہ ساٿياڻي، ٻاهريان آيل ساٿين يعنيٰ مڇي وڪڻڻ ۽ وٺڻ وارن کي پاڻ وٽ ويهارڻ ۽ سنگت ڪرڻ، مڇي جي ڏي وٺ ڪرڻ چاهي ٿي. مگر ساٿي هن سان سنگت ۽ ڪچهري نہ ٿا ڪن ۽ نہ ساڻس مڇي جي خريد و فروخت ڪن ٿا. ساٿياڻي شڪايت ڪندي چوي ٿي تہ ساٿين کي ڪلي ڪينڪاريان ٿي پر ساٿي سنگ نہ ٿا ڪن.
ڊاڪٽر گربخشاڻي بيت جي معنيٰ ۾ لکيو آهي تہ ”وهٽ وارا سهاڳڻن سان وهنوار پيا ڪن“ (ص 751).
ڊاڪٽر گربخشاڻي معنيٰ ۾ سهاڳڻين جو بيجاءِ ذڪر ڪيو آهي. هن ڪري چوان ٿو تہ بيت ۾ هي لفظ آهن:

**”واريو وهٽ وڃن، ڪن سياڳن سامهان“**

ڪنهن ٻي پاسي **”سياڳڻين“** يعنيٰ بخت وارين سان وهنوار لاءِ وڃن ٿا **”سهاڳڻن“** ڏانهن نہ وڃن ٿا.
ڊاڪٽر گربخشاڻي بيت ۾ لفظ **”سڱ“** غلط لکيو آهي مگر معنيٰ سڱ واري نہ لکي اٿس. هن لکيو آهي ”ساٿي اڳي اچي سلامي پريندا هئا هاڻ خوش خير عافيت بہ نہ ٿا ڪن. پنهنجا وهٽ واريو سهاڳڻين سان وهنوار پيا ڪن“. ڊاڪٽر گربخشاڻي کي اهو لفظ **”سڱ“** بجاءِ **”سنگ“** لکڻ گهرجي ها، مگر نہ لکيائين.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **”سڱ نہ ڪن“** جي معنيٰ لکي آهي ”مون کي سڱيڻو ڪين پانيائون“. علامہ آءِ آءِ قاضي بہ لفظ **”سڱ“** لکيو آهي.
ٻانهي شيخ **”سڱ نہ ڪن“** جي معنيٰ لکي آهي ”واسطو لاڳاپو دوستي“ جنهن تہ لفظ **”سڱ“** غلط لکيو اٿن تنهنڪري معنيٰ بہ غلط لکي اٿن. مطلب تہ مٿين صاحبن لفظ بہ غلط لکيو آهي معنيٰ بہ غلط لکي اٿن.



اصل گنج شريف ۾ اهو بيت هن صورت ۾ لکيل آهي.

ڪِلي جا ڪنڪاريان، تا ساٿي **”سنڪّ“** نَڪَن،
وارئو وهٽِ وڃن، ڪَنِ سياڪن سامُها.
(اصل گنج ص 629)

جديد صورت خطي ۾:

ڪِلي جان ڪينڪاريان، تان ساٿي **”سنگ“** نہ ڪَن،
وارئو وهٽِ وڃن، ڪَنِ سياڳن سامُهان.

جيڪڏهن گنج شريف ۾ ڪاتب جي غلطي سبب لفظ **”سڱ“** لکيل هجي ها تہ اسان ڪاتب جي غلطي سمجهون ها ۽ غلطي کي درست ڪريون ها.
گنج ۾ لکيل انهي بيت ۾ لفظ **”سنڪّ“** لکيل آهي. هن جي ”ڪ“ اکر مٿان شد جي نشاني ڏنل آهي. اهو لفظ ”سنگ“ آهي.
اسان جي تحقيق مطابق بيت جي آخري صورت هي بيهي ٿي.

**ڪِلي جان ڪِنڪَارِيان، تَان ساٿِي ”سَنگ“ نَہ ڪَنِ،**
**وارِيو وَهِٽَ وَڃَنِ، ڪَنِ ”سَياڳِن“ سامُهان.**

**معنيٰ:** ساٿياڻي مڇي جي اڏي تي ويٺي آهي هر ساٿي کي ڪلي ڪينڪار ڪري ٿي. پر اُهي ساٿي هن سان نہ تہ سنگت ڪن ٿا يعنيٰ نہ ويهي روح رهاڻ ڪن ٿا، ۽ نہ ساڻس وڻج واپار بابت ڪا ڳالهہ ڪن ٿا، هو پنهنجا وهٽ ٻين سياڳين طرف ڪاهي وڃن ٿا.

*****

# سُر ڪاهوڙي

❋❋❋❋❋❋❋

ويـون پَـبِ پـئـي، ڪـيـرون ڪـاهـوڙيَـن جـون،
آءُ تــن ڏوٿِـيَـنِ جـون، پُـڇـان ڪـيـرُ پَـهـي،
رُجُـن رات رهـي، ڏونـگـر جـنـهـيـن ڏوريـا.
(ديوان تارا چند شوقيرام شاهه جو رسالو جلد ٻيو سر ڪاهوڙي ص 412 سال 1900ع)

ويـيُـون پَـبِ پَـئِـي، ڪـيـرُون ڪـاهـوڙيـنِ جـيُـون،
آءُ تَـنِ ڏوٿِـيـئـڙِن ڪـي، پُـڇـان ڪـيَـرُ پَـهِـي،
رِجُــن رَاتِ رَهِــي، جَـنِــي ڏُونــگَــرَ ڏوريَــا.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سر ڪاهوڙي ص 131.14)

ويـئـون پَـبِ پَـئـي، ڪـيـروُن ڪـاهـوڙِيُـن جُـون،
آئــون تــن ڏوٿِـيُـن جـو. پُـڇـان پـيَـرُ پَـهـي،
رُجـنِ راتِ رَهــي، ڏونـگُـر جـنـيِـن ڏورِيـا.
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو جلد ٻيو سر ڪاهوڙي 370/03)

ويُـون پَـبِ پَـئِـي، ڪـيـروُن ڪَـاهـوڙِيَـن جُـون،
آئُـون تَـنِ ڏوٿِـيـڙَن جـو، پُـچَـان ڪـيَـرُ پَـهـي،
رُجــن رات رهــي، جــنــي ڏونــگــر ڏور يــا.
(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سر ڪاهوڙي ص 07.03)

ويَـون پَـبَ پَـئـي، ڪـيـرُون ڪـاهـوڙَيـن جـيـون،
آئـون تَـن ڏو ٿـيـئـڙن جـو، پـڇـان ڪـيـر پَـهِـي،
رُجــن راتِ رَهــي، جــنــيــن ڏونــگــر ڏوريــا.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 497)



ويـيـون پَـبِ پـئـي، ڪـيـرون ڪـاهـوڙِيـن جـون،
آءُ تــن ڏوٿــن جــون، پُـڇـان ڪـيـر پـهـي،
رُجُـن رات رهـي، جـنـهـيـن ڏونـگـر ڏوريـا.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سر ڪاهوڙي ص 555/3 با اختيار ادارو سال 1994)

ويـيـون پَـبَ پَـئـي، ڪـيـرون ڪـاهـوڙيـن جـون،
آئـون تـن ڏوٿِـيـن جـون، پُـڇـان ڪِـيـر پـهـي،
رُجُـن رات رهـي، جـنـهـيـن ڏونـگـر ڏوريـا.
(علامه آءِ آءَ قاضي شاهه جو رسالو سر ڪاهوڙي ص 210)

ويـيُـون پَـبِ پَـئـي، ڪِـيـرُون ڪـاهـوُڙيـن جُـون،
آءُ تــن ڏوٿِـيــن جــون، پُـڇـان ڪِـيـر پَـهـي،
رُجُـن راتِ رهـي، جـنـهـيـن ڏونـگـر ڏوريـا.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سر ڪاهوڙي ص 458 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (جو، ڪي، جون)، (ڪير، پير)

**الف. <u>جو، ڪي، جون</u>:** ديوان تارا چند، ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا، بيت جي ٻي مصرع جو چوٿون لفظ "**جو**" لکيو آهي "**ڪير**" موءنث لفظ آهي تنهن ڪري لفظ "**جو**" درست نه آهي. شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ علامه آءِ آءِ قاضي لفظ "**جون**" لکيو آهي. بيت ۾ هڪ ڪير بابت پُڇاڻو آهي تنهنڪري "جون" لفظ غلط آهي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**ڪي**" لکيو آهي.

"**آئون تن ڏوٿيڙن ڪي پڇان ڪير پهي**" ۾ لفظ "**ڪي**" ناموزون ۽ بيجاءِ لفظ آهي. اسان جي تحقيق موجب هن بيت ۾ لفظ "**جي**" درست بيهي

ٿو چاڪاڻ تہ قديم رسم الخط ۾ ”**ڪي**“ لفظ کي ”**ڪي ۽ جي**“ برابر لکبو هيو.

تحقيق بعد مصرع هن طرح بيهي ٿي.

”آئــون تــن ڏوٿيڙن ”جِـــي“، پــچان ڪـــير پــهي “

قارئين ڪرام! اسان ڄاڻي ٻُجهي مٿين مصرع ۾ لفظ ”**ڪير**“ بجاءِ لفظ ”**کير**“ لکيو آهي. هيٺ اسان ان جي تحقيق پيش ڪريون ٿا. ملاحظہ فرمايو.

**ب: <u>ڪير، پير</u>:** انهيءَ بيت جي ٻي مصرع ۾ ڇهون لفظ ”**ڪير**“ لکڻ وارن ۾ ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٻانهون خان شيخ، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ممتاز مرزا صاحبان آهن، انهن صاحبان اهو لفظ ”**ڪير**“ غلط لکيو آهي. اهو هن ڪري ٿا چئون تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ ”**ڪيرن**“ بابت بيان فرمايو آهي تہ ڪيرون ٻپ جبل پاسي لنگهي ويون آهن. تنهنڪري مٿين صاحبن جو لفظ ”**ڪير**“ نهايت ناموزون ثابت ٿئي ٿو.

ڪلياڻ آڏواڻي لفظ ”**پير**“ لکيو آهي، اهو لفظ بہ هن صاحب غلط لکيو آهي. اصل حقيقت هي آهي تہ ٻپ پاسي ڪاهوڙين جون ڪيرون ويل آهن هڪ ڪاهوڙي پوئتي رهجي ويو ان ٻپ پاسي ڪاهوڙين کي ڳوليندي ڪنهن کان سوال پڇيو تہ ڪاهوڙي ڪٿي آهن؟ حضرت پٽ ڌڻيءَ ان جي ترجماني ڪندي هي مصرع فرمائي:

آئــون تــن ڏوٿيڙن ”**جِـــي**“ پــچان ڪـــير پهي



گنج ۾ لفظ ”**ڪير**“ لکيل آهي تہ اها ڪاتب جي غلطي نہ آهي ڇاڪاڻ تہ قديم صورت خطي ۾ ”**ک**“ اکر ۽ ”**ڪ**“ اکر هڪ ٻئي ۾ تبديل ٿيندا هئا.

اسانجي تحقيق بعد بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

**وَيُـون ٻَـپَ پَـئِـي، ”کِـيرون“ ڪـاهـوڙِيَـنِ جُـون،**
**آئُـون تَـنِ ڏوٿِـيڙَنِ ”جِـي“، پُـڇان ”کِـير“ پَـهـي،**
**رُجَـنِ رَاتَ رَهِـي، ڏُونـگَـرَ جَـنِـيـن ڏورِيـا.**

**معنيٰ:** ڪاهوڙين جون کيرون ٻپ جبل طرف پيئي (پيهي) ويون. آئون تن ڏوٿيڙن ۽ ڪاهوڙين جي ”**کير**“ بابت ٻپ واري علائقي ۾ پيهي پيو پڇان جن رجن ۾ رات رهي ڏٿ لاءِ ڏونگر ڏوريا.

*****

**پيئي جن پَرَڪَ، گنجي ڏونگرگامَ جي،**
**واري سپ وَرَقَ، لوچي لاهوتي ٿيا.**
(ديوان تارا چند شوقيرام شاهه جو رسالو سرڪاهوڙي ص 416)

**گنجي ڏُونگَرَگامَ جِي، پيئِي جَن پَرَڪَ،**
**واري سي وَرَقَ، لوچي لاهُو تِي ٿِئا.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو سرڪاهوڙي ص 130.2)

**پيئي جن پَرَڪَ، گَنجي ڏُونگَرگامَ جي،**
**واري سَپُ وَرقَ، لوچي لاهُوتي ٿِيا،**
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرڪاهوڙي ص 373.02)

**پيئي جن پرڪ، گنجي ڏُونگَرَگامَ جي،**
**واري سڄي وَرَقَ، لوچِي لاهوتِي ٿِيا.**
(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سر ص 15.01)

**پيئي جَن پَرَڪَ، گنجي ڏونگرگامَ جي،**
**واري سي وَرَقَ، لوچِي لاهوتِي ٿِيا.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ڪاهوڙي ص 501)

**گنجي ڏونگرگام جي، پيئي جن پَرَڪَ،**
**وانچي سپ وَرَقَ، لُوچي لاَهُوتِي ٿئا.**
(حاجي محمد سمون، بمبئي ڇاپي جو عڪس ص 305)

**پيئي جڻ پَرَڪَ، گنجي ڏونگرگامَ جي،**
**واري سي وَرَقَ، لوچي لاهوتي ٿيا.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرڪاهوڙي ص 560 بااختيار ادارو سال 1994)



**پيئي جن پَرَڪَ، گنجي ڏونگرگامَ جي،**
**واري سپ وَرَقَ، لوچي لاهُوتي ٿيا.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرڪاهوڙي ص 462 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**پيئي جَن پَرَڪَ، گَنجي ڏَونگَرَگامَ جِي،**
**وانچي سَپ وَرَقَ، لوچِي لاهوتِي ٿِيا.**
(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سُرڪاهوڙي ص 216 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پرڪ)، (واري، وانچي)، (سي، سپ، سڄي)

**الف:** **<u>پرڪ</u>:** مٿين سڀني ليکڪن، بيت جي پهرين مصرع جو آخري لفظ "**پرڪ**" لکيو آهي. اسان کي تحقيق ڪندي معلوم ٿيو آهي ته انهن سڀني صاحبن لفظ "**پرڪ**" جي معنيٰ تي غور نه ڪيو ته اصل لفظ حضرت پٽ ڌڻيءَ ڪهڙو استعمال ڪيو؟ ان طرف به نه سوچيائون. لفظ "**پرڪ**" جي معنيٰ ٻانهي خان شيخ لکي آهي. ڄاڻ سڌ، پروڙ (ص 15.1)
قارئين ڪرام! **پرڪ ۽ پروڙ** تڏهن پوندي آهي، جڏهن ڪنهن شيءِ کي آزمائبو يا ڏسبو ۽ پرکبو آهي، هن بيت ۾ ڪاهوڙين جي آزمودي، ڏسڻ ۽ پرکڻ جي ڳالهه نه آهي، هن بيت ۾ ڪاهوڙين جي **اشتياق، شوق ۽ جذبي جي ڳالهه آهي** اسان جي تحقيق مطابق جئن هنن کي "**ڀُڙڪ**" پيئي ۽ جئن ئي ڪاهوڙين گنجي ڏونگر گام بابت واءُ سواءُ، ٻڌو تيئن ئي ورق واري يعني هر عمل، هر ڪم، هر مشغولي کي هڪدم ڇڏي وڃي لاهوتي ٿيا.
گنج شريف ۾ اهو لفظ قديم صورت خطي مطابق "**پرڪ**" لکيل آهي، "**ر**"، "**ڙ**" جي جاءِ تي "**ڪ**"، "**ڪ**" جي جاءِ تي ابو الحسن واري قديم

سنڌي رسم الخط مان جديد صورت خطي ۾ تبديل ٿيندو تہ ”پرڪ“ لفظ ”**پٽڪ**“ ٿي پوندو.

**ب: واري، وانچي:** ٻي مصرع جو پهريون لفظ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا لفظ ”**واري**“ لکيو آهي. مگر حاجي محمّد سمي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي لفظ ”**وانچي**“ لکيو آهي. اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ لفظ ”**واري**“ درست لکيل آهي ڇا ڪاڻ تہ ”**واري**“ لفظ جي معني آهي ”**ورائڻ يا بند ڪرڻ**“ ۽ وانچي جي معني آهي ”**واچڻ ۽ ڏسڻ، جاچڻ، پڙهڻ**“. جڏهن لاهوتين ڪي گنجي ٽڪر جي ”**پٽڪ**“ پيئي تيئن ئي هر ڪم بند ڪري يعني ”**واري**“ گنجي ٽڪر طرف تڪڙا روانا ٿيا.

**ت. سي، سپ، سڄي:** انهن ٽنهي لفظن منجهان بيت ۾ لفظ ”**سي**“ زياده مناسب آهي ڇا ڪاڻ تہ ”**سي**“ لفظ جو اشارو ڪاهوڙين ڏانهن آهي ٻيو تہ بيت جي پهرين مصرع ۾ لفظ ”**جن**“ لکيل آهي. ”**جن**“ يا ”**جي**“ لفظن پٺيان ”**سي**“ لفظ استعمال ٿيندو آهي. اسان جي تحقيق موجب الفاظ ”**سپ ۽ سڄي**“ مناسب نہ آهن. بيت ۾ ”**سي**“ لفظ سيني کان وڌيڪ مناسب آهي.

تحقيق بعد زيرِ بحث آيل بيت جي صورت هي بيهي ٿي.

**گَنجي ڏُونگَرگامَ جي، جَنيِن پَئي ”پَٽَڪَ“،**
**”واري سي“ وَرَقَ، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.**

*****

# سُر ڪاپائتي

*******

نڪي ڪت نَہ ڪَتَائي، نہ ڪِڍ ڪوريَ ڪَان،
جَنِ رَبيع س رِهَان، تَنِ اُڏوُ نَانهہ اڪَارَ جُو.
(حاجي محمّد سمون شاهہ جو رسالو سر ڪاپائتي ص 390 ستين ايڊيشن سال 1995ع)

نڪي ڪتين نہ ڪتائين، نہ ڪڍين ڪوري ڪاڻ،
جن ربيع سين رهاڻ، تن اُڏو ناهہ اُگهاڙ جو.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو 1994ع سر ڪاپائتي ص 727)

نہ ڪَتي ڪتائي، نَہ ڪَڍي ڪوريين ڪاڻَ،
رب سان جَن رِهاڻَ، تَن اُڏو ناهِہ اُگهاڙ جو.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر ڪاپائتي ص 138)

نَہ ڪتين نَہ ڪَتائين، نہ ڪَڍن ڪُوري ڪاڻَ،
جن رَبيع ساڻ رِهاڻ، تن اُڏو ناهہ اُگهاڙ جو.
(الله داد جنجهي، شاهہ جو رسالو 2008ع سر ڪاپائتي ص 419 ڪويتا پبليڪيشن)

**نوٽ.** سيد عبدالعظيم جي لکيل گنج، ديوان تارا چند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ٻانهي خان شيخ، غلام محمّد شاهواڻي ۽ عثمان علي انصاري جي ترتيب ڏنل "شاهہ جو رسالو" ۾ اهو بيت لکيل نہ آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (نڪي ڪتن نہ ڪتائين، نہ ڪتي ڪتائي، نہ ڪتين نہ ڪتائين)، (جن ربيع سين رهاڻ،



رب سان جن رهاڻ)

**الف. نڪي ڪتن نہ ڪتائين، نہ ڪتي ڪتائي، نہ ڪتين نہ ڪتائين:** حاجي محمّد سمي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ الله داد جنجهي بيت جي پهرين مصرع درست لکي آهي.

"نڪي ڪتين نہ ڪتائين، نہ ڪڍين ڪوري ڪاڻ"

مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت جي پهرين مصرع:

"نہ ڪتي نہ ڪتائي، نہ ڪڍي ڪوريين ڪاڻ"

غلط لکي آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي غلط مصرع لکڻ جي تصديق حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهي بيت جي آخري مصرع ڪري ٿي. شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، حاجي محمّد سمي ۽ الله داد جنجهي آخري مصرع لکي آهي.

"**جن**" ربيع سين رهاڻ، تن اُڏو ناهہ اگهاڙ جو
(حاجي محمّد سمو ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ مصرع لکي آهي:

رب سان "**جن**" رهاڻ، تن اُڏو ناهہ اگهاڙ جو

چئن ئي ادبي شخصيتن جن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بہ شامل آهي، ٻي مصرع ۾ لفظ "**جن**" لکيو آهي. اهو لفظ ثابت ڪري ٿو تہ ڊاڪٽر بلوچ جي لکيل مصرع :

"نہ ڪتي نہ ڪتائي، نہ ڪڍي ڪوريين ڪاڻ"

غلط لکيل آهي. اسان جي تحقيق هن منجهان سچي ثابت ٿئي ٿي تہ آخري مصرع ۾ "**جن**" لفظ هميشہ جمع سان استعمال ٿيندو آهي.

ڊاڪٽر بلوچ واحد ”**ڪاتاري**“ سان استعمال ڪري غلطي ڪئي آھي.

**ب. <u>جن ربيع سين رھاڻ، رب سان جن رھاڻ</u>:** حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ ”**ربّي**“ فرمايو مگر راوين ۽ راڳين, ڪان ٻڌي ڪاتبن لفظ ”**ربيع**“ ”شاھہ جو رسالو“ ۾ لکي ڇڏيو. ھنن صاحبن اھو نہ سوچيو تہ ”**ربيع**“ ۽ ”**ربّي**“ الفاظ ۾ ڪھڙو فرق آھي؟

قارئين ڪرام! ”**ربيع**“ ۽ ”**خريف**“ ٻہ موسمون ٿينديون آھن. انھن موسمن ۾ ٻہ فصل ٿيندا آھن جيڪڏھن ”ربيع“ واري فصل ۾ ڪپھہ جو فصل ٿيندو ھجي ھا تہ پوءِ ھنن صاحبن جو استعمال ڪيل لفظ ”**ربيع**“ مناسب ٿئي ھا. مگر ”**ربيع**“ جي فصل ۾ ڦُٽين جو فصل نہ ٿيندو آھي. اصل لفظ ”**ربّي**“ آھي ۽ نہ ”**ربّ يا ربيع**“.

حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ ”**ربّي**“ فرمايو جنھن جي معنيٰ آھي ”**منھنجو ربّ**“. مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ فقط لفظ ”**ربّ**“ لکيو جيڪو حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ مناسب نہ ٿو لڳي.

اسان جي تحقيق مطابق زيرِ بحث آيل بيت ھن صورت ۾ لکڻ گھرجي.

> **نَڪِي ڪَتِن نَہ ڪَتائَين، نَہ ڪَڍِن ڪوريءَ ڪاڻ،**
> **جن ”ربّي“ سين رھاڻ، تن اُڊو ناھہ اُگھاڙجو.**

**معنيٰ:** اھي جيڪي نہ ڪتن نہ ڪتائين ۽ نہ وري ڪوري جي ڪاڻ ڪڍن تن جي جيڪڏھن منھنجي ربّ سان رھاڻ آھي تہ پوءِ انھن کي اگھاڙجو ڪو بہ ڊپ ۽ ڊاءُ, اُلڪو يا اُڊو ھرگز نہ آھي.

*****

# سُر بلاول

******

جي تـون آسائُـو آئـيـو، تــہ ونـئـنءَ جـڪـري لائـي،
مـتـان وَڙُوجـائـيـيـن، ڪـنـهـن ٻـي دَرِ لِـيـلائـي،
سـمـي سـامـائـي، چـنـتـا لـٽـي چـارٽـيـن.
(ديوان تارا چند شوقيرام شاهہ جو رسالو 1900ع سر بلاول ص 503)

جي تُون آسائو آهـيـيـن، تــہ وانءُ جَـڪَـري لائـي،
مَـتَـان وَڙُوجَـائِـيـيـن، ڪِـنـهـن ٻـي درِ لِـيـلائـي،
سَـمـي سـامَـائـاي، چـنـدا لاٽـي چـارٽـيـن.
(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سر بلال ص 187.21)

جي تُـوهـن آسائُـو آئِـيـو، تــہ وَنءُ جَـڪَـري لائـي،
مَـتـان وَڙُوجـائِـيـيـن، ڪِـنـهـ ٻـي دَر واجِـهـائـي،
سَـمـي سَـامَـائـي، چـنـتـا لَـٽِـي چـارَٽـيـن.
(ڊاڪٽر نبي بخش شاهہ جو رسالو 2009 سر بلاول ص 140.03)

جي تـون آسائـو آهِـيـيـن، تــہ وانءُ جَـڪـري لائـي،
مـتـان وڙوجـائـيـيـن، ڪـنـهـن ٻـي درِ لِـيـلائـي،
سـمِـيـن سـمـائـي، چـنـدا لاٽـي چـارٽـيـن.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 766.22)

جِـيِ تُــن آسـائـو آئـيـو، تـواءُ جَـڪَـري لاَئـي،
مَـتَـان وَر ونـڄـائـي، ڪِـنـهـ ٻِـي درَ لِـيـلائِـي،
سَــمــي سَـامـائـي، چـنِـدَا لَـٽِـي چـارَن.
(حاجي محمّد سمون بمبئي ڇاپي جو عڪس 1995ع سر بلال ص 369)



جي تـوِن آسـائُـو آئـيـو، تــہ وانـئـن جـڪـري لائـي،
مـتـان وَڙُوجـائـيـيـن، ڪـنـهـن ٻـي در لـيـلائـي،
سـمـي سـامـائـي، چـنـتـا لـٽـي چـارٽـيـن.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سر بلاول ص 687 بااختيار ادارو سال 1994)

جي تـون آسـائُـو آئـيـو، نــہ ونـئـن جـڪـري لائـي،
مـتـان وَڙُوجـائـيـيـن، ڪـنـهـن ٻـي دَر لِـيـلائـي،
سـمـي سـامـائـي، چـنـتـا لـٽـي چَـارٽـيـن.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سر بلاول ص 552 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

جِـي تَـوِن آسـائـو آئِـيـو، تَــہ وَنءُ جَـڪـري لائـي،
مَـتـان وَڙُوجـائِـيـيـن، ڪـنـهـن ٻِـئِـي دَر لِـيـلائـي،
سَـمـي سـامـائـي، چـنـتـا لَـٽِـي چـارٽـيـن.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُر بلاول ص 251 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**نوٽ:** ڊاڪٽر گربخشاڻي اهو سُر نہ لکيو. ڪلياڻ آڏواڻي اهو بيت نہ لکيو.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (آسائو آهيين، آسائو آئيو). (ٻي درليلائي، ٻي درواجهائي). (چندا، چنتا، چندا لٽي، چنتا لٽي، چندا لاٽي)

**الف. <u>آسائو آهيين، آسائو آئيو</u>:** ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا پهرين مصرع ۾ الفاظ "**آسائو آهيين**" لکيا آهن.
ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ حاجي محمّد سمي پهرين مصرع ۾ الفاظ "**آسائو آئيو**" لکيا آهن. "**آئيو**" لفظ منجهان معلوم ٿئي ٿو تہ اڳ ۾ ويٺل چارٽن وٽ نئون چارڻ هلي آيو آهي.
لفظ "**آئيو**" جي پٺيان لفظ "**آهيين**" نہ لکيل آهي تنهنڪري مصرع جي معنيٰ اڻپوري آهي. مگر لفظ "**آهيين**" کي ڪنهن ٻئي مددي لفظ جي

ضرورت نہ آهي. تنهنڪري **"آسائو آهيين"** الفاظ زياده مناسب آهن.
اسان جي طرفان درست ثابت ڪيل مصرع هي آهي:

**"جي تون آسائو آهيين، تہ ونءُ جڪري لائي"**

ب. **<u>ڀي درليلائي، ڀي درواجهائي</u>**: مٿين سيني محققن ۾ مرتبن منجهان فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"واجهائي"** لکيو آهي.
قارئين ڪرام! داتا جي در تي **"ليلائبو"** آهي، مگر **ليئو نہ پائبو** آهي ۽ نہ واجهائبو آهي. اسان جي تحقيق مطابق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ٻين سيني محققن جي ٻيٽ ۾ لفظ **"واجهائي"** غلط لکيو آهي.

ت. **<u>چندا، چنتا</u>**: ٻانهي خان شيخ، ممتاز مرزا ۽ حاجي محمّد سمي ٽين مصرع جو ٽيون لفظ **"چندا"** لکيو آهي، ديوان تارا چند شوقيرام، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي جي تحقيق بعد ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بہ لفظ **"چنتا"** درست لکيو آهي.

ث. **<u>چندا لٿي، چنتا لٿي، چندا لاٿي</u>**: انهن ٽنهين زيرِ بحث فقرن منجهان **"چنتا لاٿي"** درست آهي جنهن جي معنيٰ آهي، سمي آسائتن جي آس پوري ڪري سندن چنتا لاٿي / پريشاني ختم ڪئي.

اسان تحقيق ڪرڻ بعد بيت جي صورت هي بيهاري آهي.

**جي تُون "آسائو آهِيين"، تَہ وَنءُ جَڪَري لائي،**
**مَتان وَڙِوجائِيين، ڀي در "لِيلائي"،**
**سَمي سَامَائِي، "چنتا لاَٿِي" چارٽيين.**

❊❊❊❊❊



**پَسنديئي پُرٽيا، جڪروئي جا جِڪَ،**
**تِئان ڏني مَڱٽي، طَهُورا جي تِڪَ،**
**سمي پَڳيَنِ سِڪَ، واصِل ٿيا وصال ۾.**
(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سُربلاول ص 505 سال 1900ع)

**پَسَندهِين پُرٽِئا، جَڪروءِ جاجِڪُ،**
**تِئان ڏِني مَڱٽي، طَهُورا جي تِڪَ،**
**سَمي پَڳيَسسِڪَ، واصِل ٿِئو وِصَال سِين.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سربلال ص 142.23)

**پَسَنديئي پُرِٽيا، جَڪَروئي جاجِڪَ،**
**تِئان ڏِني مَڱٽي، طَهوُراجي تِڪِ،**
**سَمي پڳين سڪ، واصل ٿِيا وِصالَ ۾.**
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سربلال ص 465.5)

**پَسنَدي پُرِٽيا، جَڪَرو جَاجِڪَ،**
**تِئَان ڏِنِي مَڱٽين، طَهُورا جي تِڪِ،**
**سَمي پَڳِيَنِ سِڪَ، وَصلُ ٿِيا وِصالَ سين.**
(ٻانهون خان شيخ شاه جو رسالو سربلال ص 177.13)

**پسنديہ پُرٽِيا، جَڪرو جَاجِڪ،**
**تِئان ڏني مَڱٽين، طَهُوراجِي تِڪ،**
**سَمين پڳينِ سِڪَ، وَصل ٿيا وصال سين.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 763)

**پَسَنده پُرٽيو، جَڪَروئِي جَا جِڪُ،**
**تِئَان ڏِني منڪنِ، طَهُورا مَان تِڪُ،**

**سمِ پکِيَنِ سِڪَ، وَاصِل ٿِئَا وِصالَمِ.**

(حاجي محمد سمون بمبئي ڇاپي جو عڪس آءِ آءِ قاضي چيئر، ثقافت کاتو بلاول ص 370.)

**پسنديئي پُرٿيا، جڪروئي جا جڪ،**
**تئان ڏني مگڻي، طهورا جي تڪ،**
**سمي پکين سِڪَ، واصِل ٿئا وِصال ۾.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سربلاول ص 689 بااختيار ادارو سال 1994)

**پسَندَيئي پُرٿيا، جڪروئي جا جڪ،**
**تئان ڏني مگڻي، طَهُورا جي تڪ،**
**سمي پکين سِڪ، واصل ٿئا وصال ۾.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سربلاول ص 553 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**پسَنَديئي پُرٿيا، جڪروئي جا جِڪ،**
**تئان ڏني مگڻي، طَهُورا جي تِڪَ،**
**سمي پکين سِڪَ، واصل ٿِيا وِصال سين.**

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سُربلاول ص 253 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پسندهين پر ٿيا، پسنديئي پر ٿيا، پسندي پر ٿيا، پسنديه پر ٿيا، پسنده پر ٿيو)، (جڪرو ۽ جاجڪ، جڪروئي جاجڪ، جڪرو جاجڪ)، (تئان ڏني مگڻي، تئان ڏني مگڻين، تئان ڏني مگڻي) (سمي پکس، سمي پکين)، (وصال سين، وصال ۾)

**الف. <u>پسندهين، پسنديئي، پسندي، پسنديه پر ٿيا، پسنده پر ٿيو:</u>**
"**پسندهين**" ۽ "**پسنديئي**" ساڳيا لفظ آهن. قديم سنڌي ۾ "هه" ۽ "ء" الف حمزي کي هڪ ٻئي سان تبديل ڪيو ويندو هو. جملي کي ذهن ۾ رکي ڪٿي "**هين ۽ هي**" ۽ ڪٿي "**ئي ۽ اين**" الفاظ لکبا هئا. ان جا مثال گنج شريف ۾ آهن.



"**پسنديهه**"، "**پسندهين، ۽ پسنديئي**" منجهان ڪو به لفظ بيت ۾ لکي سگهجي ٿو. جديد صورتخطي ۾ لفظ "**پسنديئي**" مناسب آهي.
"**پر ٿيا ۽ پُر ٿيو**"، هن بيت ۾ جاجڪ سخي جي در تي دان لاءِ ويٺا ٿا. اسان جي تحقيق موجب الفاظ "**پر ٿيا**" مناسب آهن اهو هن ڪري ته جاجڪ به خوشي ۾ ڏسندي ئي "**پُر ٿيا**" ۽ جڪرو به جاجڪن کي ڏسندي ئي خوشي ۾ "پر ٿي ويو". مطلب ته "**پُر ٿيا**" الفاظ مناسب ۽ موزون آهن. ڇا ڪاڻ ته اهي لفظ سمي ۽ جاجڪن ٻنهين ڌرين سان نسبت رکن ٿا.

**ب. <u>جڪرو ۽ جاجڪ، جڪروئي جاجڪ، جڪرو جاجڪ</u>:** هڪ فقرو آهي "**جڪرو**" ۽ "**جاجڪ**" ٻيو فقرو آهي "**جڪروئي جاجڪ**"، ٽيون فقرو آهي "**جڪرو جاجڪ**".
مٿي اسان ثابت ڪيو آهي ته "**جڪرو ۽ جاجڪ**" هڪ ٻئي کي "**پسنديئي**" پر ٿيا ته پوءِ جڪرو ۽ جاجڪ الفاظ بيت ۾ مناسب لڳن ٿا. تحقيق بعد مصرع هن طرح بيهي ٿي:

**"پسنديد ئي پُر ٿيا جڪرو ۽ جاجڪ"**

انهيءَ پهرين مصرع جي معنيٰ هي آهي ته:
جاجڪ، داتا در دان لاءِ آيا ته ايندي ئي سخي جڪري تي نظر پيئن ته خوشي ۾ پُر ٿي ويا ۽ جڪري جڏهن دان وٺندڙن کي ڏٺو ته خوشي ۾ پرجي ويو حقيقت هي آهي ته داتا يا سخي تڏهن خوش ٿيندو آهي جڏهن وٽس ڪو دان لاءِ در تي ايندو آهي.

**ت. <u>تئان ڏني مگڻي، تئان ڏني مگڻين، تئان ڏني مگڻي</u>:** "**تئان ڏني مگڻي**" لفظ "**ڏني**" پريس جي غلطي سمجهون ٿا علامه آءِ آءِ

قاضي اهڙي غلطي نہ ٿو ڪري سگهي. بيت ۾ جن صاحبن **"تئان ڏني مڱڻي"** لکيو آهي. تن جو لفظ **"مڱڻي"** اسان جي تحقيق مطابق غلط لکيل آهي. ڇاڪاڻ تہ مڱڻا بيت ۾ گهڻي انداز ۾ پڙهيا ويا آهن ۽ لفظ "مڱڻي" هڪ منگتي لاءِ استعمال ٿيندو آهي.
اسان جي تحقيق مطابق صحيح مصرع آهي:

تـئان ڏنـي **"مـڱڻين"** طـهورا جـي تِڪ

**معنيٰ:** گهڻن مڱڻن / منگتن جڪري جو وصال حاصل ڪيو يعني ملاقات ڪئي ۽ اُتي انهن پاڪ ۽ صحت بخش پاڻي پيتو.
جڪري مڱڻن کي وصال ڪرايو مڱڻا وصال سان واصل ٿيا. سمي سڪائتن مڱڻن جي سڪ لاٿي.

ٿ. **سمي پڳس، سمي پڳين:** سيني صاحبن **"سمي پڳين سڪ"** درست لکيو آهي. فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **"سمي پڳس سڪ"** غلط لکيو آهي. شاهه صاحب جي جڪري واري سخا کي هڪ مگتي تي محدود سمجهيو اٿس. حالانڪ جڪري جي سخاوت کي حضرت پٽ ڌڻيءَ لامحدود ڄاڻايو آهي.

ج. **وصال سين، وصال ۾:** اسان کي تحقيق دوران ٽي قديم صورت خطي وارا اهم رسالا مطالعي هيٺ رکڻا پيا. پهريون گنج شريف، ٻيو ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ وارو رسالو ۽ ٽيون بمبئي ڇاپي جو عڪس. گنج ۾ آخري مصرع لکيل آهي.

سمي پڳين سڪ، واصل ٿيا وصال **"سين"**

بمبئي ڇاپي واري رسالي ۾ مصرع لکيل آهي



سمي پڳين سڪ، واصل ٿئا وصال **"۾"**

ارنيسٽ ٽرمپ واري رسالي ۾ لکيل آهي.

سمي پڳين سڪ، واصل ٿئا وصال **"سين"** (ص651)

ٽنهي قديم نسخن منجهان گنج شريف قديم ترين نسخو آهي. هن نسخي ۾ لفظ **"سين"** لکيل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٻانهي خان شيخ ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي بہ **"وصال سين"** الفاظ لکيا آهن. مصرع جي معنيٰ ٿيندي "سمي جي وصال جو موقعو حاصل ٿين".
اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت هن صورت ۾ بيهي ٿو.

**"پسندَيئي پُرتِيا، جَڪرو ۽ جَاجڪ"**
**"تِئان ڏِني مَڱڻين"، طَهُورا جِي تِڪ**
**سَمي پَڳِيَن سِڪِ، واصِل ٿِيا وِصالَ "سين"**

**معنيٰ:** جاجڪ ۽ جڪرو هڪ ٻئي کي ڏسندي ئي خوشي ۾ پُر ٿي ويا، جڪري طرفان جاجڪن يعني مڱڻن کي شراب طهورا عطا ٿيو (يعنيٰ اهڙو جامِ وصال جنهن جاجڪن جي سفر جا ٿڪ لاهي ڇڏيا). جاجڪ جنهن چيز جا تمنّائي هيا، سمي سندن اها سڪ لاٿي ۽ اهڙي طرح جاجڪ سمي جي وصال ۾ واصل ٿيا. سمي سندن سموري سڪ پوري ڪئي.

*****

**جي اُڏ مِيو اڄ، تہ وَسندو سوَن ٻُٽي،**
**جالَ ڏَئيندو جُنگ، جَڄگ ڏِئيندو جڪرو.**

(ديوان تارا چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سربلاول ص 505 سال 1900)

**جي اُڏ مِئو اَڄُ، تہ وَسندو سونَ قُڙيين،**
**پانَ تَهِين ڏي پَڄُ، جالَ ڏَئيندُئي جَڪَرو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009 سربلاول ص 140.8)

**جي اُڏ ميو اَڄُ، تہ وَسندو سونَ سَنگُ،**
**جالَ ڏِئِيندو جُنگُ، جَ ڄگُ ڏَئِيندو جَڪِرو.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سربلال ص 465)

**جُہ اُڏ مِئو اَڄُ، تَہ وَسَندو سونَ قُڙِيين،**
**جَالَ ڏَئِيندو جَهنگ، جُنگ ڏِئيندو جَڪَرو.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سربلال ص 184)

**جُہ اُڏ مِيو اَڄ، تو سندو سون قُرين،**
**جال ڏَئِيندو جنگُ، جُنگ ڏَئِيندو جڪرو.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 768)

**جي اُڏ مَيو اڄ، تہ وُسندو سون ٻُٽي،**
**جال ڏئيندو جُنگ، جڄگ ڏئيندو جڪرو.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سربلاول ص 690 بااختيار ادارو سال 1994)

**جي اُڏَ مِيو اُڄُ، تہ وَسندو سونَ ٻَٽي،**
**جالَ ڏئيندو جُنگ، جُڄگُ ڏئيندو جڪرو.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سربلاول ص 553 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)



**جي اُڏ مِيو اُڄُ، تَہ وسائيندو سونَ پَٽِي،**
**جال ڏَئيندو جُڄگ، جودان وَسي جڪرو.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُربلاول ص 253 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سون قريين، سون سنگ، سون قڙين، سون قرين، سون ٻُٽي، سون ٻَٽي، سون پٽي)، (پان تنهين ڏي پڄ، جال ڏئيندو جڪرو، جال ڏئيندو جُنگ، جال ڏئيندو جهنگ)، (جال ڏئيندو جڪرو، جڄگ ڏئيندو جڪرو، جُنگ ڏئيندو جڪرو، جُڄگ ڏئيندو جڪرو، جودان وسي جڪرو)

**الف.** <u>**سون قريين، سون سنگ، سون قڙين، سون قرين، سون ٻُٽي، سون ٻَٽي، سون پٽي**</u>: ديوان تاراچند ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ "**سون ٻُٽي**" لکيو آهي. "**ٻ**" تي پيش ڏني اٿن. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ "**سون ٻَٽي**" لکيو آهي. "**ٻ**" تي زبر ڏني اٿس. علامہ آءِ آءِ قاضي لفظ "**سون پِٽي**" لکيو آهي. "**پ**" اکر کي زير ڏني اٿس. ڊاڪٽر بلوچ ۽ ٻانهي خان، لفظ "**سون قُڙيين**" لکيو آهي. ڪلياڻ آڏواڻي اهو لفظ "**سون سنگ**" لکيو آهي.

ممتاز مرزا اهو لفظ "**سون قُرين**" لکيو آهي.

سون قريون نہ وسنديون آهن ۽ نہ ڪي سون سنگ وسندا آهن. **سون ٻُٽي، سون ٻَٽي** انهن جو وسڻ بہ نا ممڪن آهي. اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**قُڙيون**" زياده مناسب آهي اهو هن ڪري تہ "**سون قُڙين جو وسڻ**" جي اصطلاحي معنيٰ آهي سونن سڪن جو گهور جي صورت ۾ منگتن مٿان وسڻ. اسان بيت جي پهرين مصرع جي تحقيق ڪري مصرع هن طرح لکي آهي.

**جـــي اُڏ مــئو اچ، تہ وسندو ســـون "ڦُـــڙيون"**

**ب. پان تنهين ڏي پچ، جال ڍئيندو جڪرو، جال ڍئيـنـدو جُـنگ، جال ڍئيندو جهنگ:** هي مصرع جي پهرين اڌ ڪي بہ اختلافي بڻايـو ويو آهي. ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانـا غـلام مصطفيٰ قاسمي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ممتاز مرزا بيت جي هي مصرع جو پهريون اڌ "

**جال ڍئيندو جُنگ"** لکيو آهي.

علامہ آءِ آءِ قاضي "**جال ڍئيندو جَڳ**" لکيو آهي. ۽ ٻانهي خان شيخ لکيو آهي"**جال ڍئيندو جهنگ**".

ڊاڪٽر بلوچ ٻين ليکڪن کان مناسب مصرع لکي آهـي مـلاحظـہ فرمايو:

**"پـَـان تـَنهِين ڏي پچ، جــال ڍئيندو جــڪرو"**

اسان جي تحقيق مطابق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي اها مٿين مصرع درست آهي ڇا ڪاڻ تہ هن بيت جو پهريون قافيو آهي "اچ".

**ت. جال ڍئيندو جڪرو، جڳ ڍئيندو جڪرو، جُنگ ڍئيندو جڪرو، جُڳ ڍئيندو جڪرو، جودان وسي جڪرو:** شمس العلماءَ مرزا قليـچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي "**جڳ ڍئيـنـدو جڪرو**" لکيو آهي. علامہ آءِ آءِ قاضي "**جودان وسي جڪرو**" لکيو آهي. ڊاڪٽر بلوچ "**جال ڍئيندو جڪرو**" لکيو آهي. ممتاز مـرزا ۽ ٻـانـهـي خان "**جنگ ڍئيندو جڪرو**" لکيو آهي.

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي هينئين مصرع فـقـط ڊاڪـٽـر نـبـي



بخش بلوچ جي درست بيهي ٿي. ڇا ڪاڻ تہ ٻين صاحبن جو هڪ تـہ بيت جي قافيي سان قافيو نہ ٿو ملي ۽ ٻيو تہ بيت جو مفهوم بہ درست نہ ٿو ڪري.

اسان تحقيق ڪري هن نتيجي تي پُهتا آهيون تـہ اصـل بـيـت جـي صورت جيڪا ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي آهي حضرت پٺ ڏٺيءَ جي بہ اها ئي فرمايل آهي:

**جي اُڏ مـيو اَچ، تَـوسَـندوسـون "ڦُڙيون"**
**"پـانَ تَـنهِين ڏي پِچَ، جـال ڍَئِيندو جَڪرو"**

*****

# سُر پرڀاتي

*******

تـون سَـپَـڙُ آءٌ سيـڪَـڙُو، تـون صـاحـبُ آءٌ سَـڳُ،
پُـڇـي تُـنـهـنـجـو پَـڳُ، ڪُـلـهـي پـاتُـمِ ڪِـيـنِـرو.

(ديوان تارا چند شوقيرام شاهه جو رسالو 1900ع سرپرڀاتي ص 540)

تـون سَـبِـڙُ آءٌ، سيـڪَـڙُو، تـون صـاحـب آءٌ سـڳ،
پُـڇِـي تُـنـهـنـجـو پَـڳُ، ڪُـلـهـي پـاتُـم ڪِـيـنَـرو.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرپرڀاتي ص 151.04)

تون سَپَڙُ آئون سيڪڙُو، تُون صاحَبُ آئون سَڳ،
پُـڇـي تُـنـهِـنـجـو پَـڳُ، ڪُـلـهـي پَـاتُـمِ ڪـيِـنَرو.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرپرڀاتي 444.17)

تُون سَبَڙَ آئون سيڪڙُو، تون صاحب آئون سَڳُ،
پَـڇِـي تُـنـهِـنـجـو پَـڳُ، ڪُـلِـهـي پَـاتـم ڪِـيـنِـرو.

(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرپرڀاتي ص 272.17)

تون سپڙ آئون سيڪڙَو، تون صاحب آئون سَڳُ،
پُـڇـي تـنـهـنـجـو پـڳ، ڪُـلـهـي پـاتُـم ڪـيـنـرو.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 519)

تـون سَـپَـڙَ آءُ سـيـڪُـڙَو، تـون صـاحـب آءُ سَـڳُ،
پـڇـي تـنـهـنـجـو پـڳُ، ڪـلـهـي پـاتـمِ ڪِـيـنـرو.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرپرڀاتي ص 744 بااختيار ادارو سال 1994)



تـون سَـپَـڙُ آءٌ سيـڪـڙو، تـون صـاحـب آءٌ سَـڳُ،
پُـڇـي تُـنـهـنـجـو پَـڳُ، ڪُـلـهـي پـاتُـم ڪِـيـنَـرو.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرپرڀاتي ص 591 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

تُون سَپَرَ آئُون سِيڪَڙو، تُون صاحب آئُون سَگَ،
پُـڇِـي تـنـهـنـجـو پَـڳَ، ڪُـلـهـي پـاتُـمِ ڪِـيـنـرو.

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سُرپرڀاتي ص 145 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سپڙ، سبڙ، سپر، سبڙ)، (سيڪڙو)، (سڳ، سگ)، (پڇي، پڇي)، (پڳ).

**الف. <u>سپڙ، سبڙ، سپر، سبڙ</u>:** ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ممتاز مرزا لفظ "سپڙ" لکيو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "سبڙ" لکيو آهي. علامه آءِ آءِ قاضي "سپر" لکيو آهي. فقط ٻانهي خان شيخ ئي لفظ "سبڙ" لکيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ "سپر" طاقت ور ۽ پيسي واري ڏُر کي به چئبو آهي. اهو لفظ "سپر" علامه آءِ آءِ قاضي لکيو آهي. اهو لفظ حضرت پٺ ڏٺيءَ جي بيت ۾ نه ٺهڪي سونهين ٿو ڇاڪاڻ ته حضرت پٺ ڏٺيءَ جو اشارو خاص سخي مرد ڏانهن آهي، ڪنهن سپري دولتمند ڏانهن نه آهي. لفظ "سپر" ته هر دولتمند جي صفت ٻڌائي ٿو ۽ نه ڪنهن مخصوص سخي جي.

جئين ته گنج شريف ۾ "سبر" لکيل آهي تنهنڪري ٻانهي خان انهي لفظ کي جديد صورت خطيءَ ۾ "سبڙ" نهايت ئي بهترين لکيو آهي ۽

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ انهي لفظ کي **"سبڙ"** لکيو. اگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ تحقيق ڪري ها تہ هي بہ ٻانهي خان شيخ وانگر لفظ **"سبڙ"** جديد صورت خطيءَ ۾ لکي ها.

قارئين ڪرام! **"سپ"** سنڌي زبان ۾ نانگ کي چئبو آهي، سَپَ جو اسم تصغير "سپڙو" آهي، اهو نالو **"سپڙ"** سموري سنڌ ۾ ڪٿي بہ ڪنهن پيءُ پنهنجي پُٽَ تي نہ رکيو آهي. ۽ نہ ڪنهن سخي مرد کي اهڙو اڻ ٺهڪندڙ لقب ڏئي سگهجي ٿو. البتہ اتر سنڌ جي مشهور تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ ڳوٺ سبڙ بوزدار آهي ان ڳوٺ ۾ **"سبڙ خان"** وڏو سخي ۽ ان داتا ٿي گذريو آهي. جنهن جي نالي تي ڳوٺ سبڙ بوزدار سڏجي ٿو. **"سبڙ"** لفظ جي معنيٰ بہ **"سخي"** آهي. اهڙو نالو يا لقب **"سبڙ"**، سمن جي ڪتنب ۾ هوندو، تنهنڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ **"سبڙ"** استعمال ڪيو گنج واري ڪاتب قديم سنڌي صورت خطي ۾ بہ لفظ **"سبر"** لکيو آهي.

اهو **"سبڙ"** لفظ تہ ممتاز مرزا کي بہ لکڻ گهربو هيو، ڇاڪاڻ تہ گنج شريف جي قديم صورت خطي کي جديد صورت خطي ۾ ممتاز مرزا لکيو آهي، مگر افسوس جو ممتاز مرزا، ترتيب ڏنل رسالن جي مرتب ۽ محقق حضرات جي پوءِ واري ڪري **"سپڙ"** لفظ لکيو جيڪو ڪيس نہ لکڻ گهربو هيو. گنج شريف ۾ زيرِ بحث آيل بيت هن صورت خطيءَ ۾ لکيل آهي:

تُن **"سبر"** آءُ سيڪرو، تُن صاحب آءٌ سگ،
پڇِي تنهنجو پکہ. ڪُلي پاتم ڪينرو.

(سيد عبدالعظيم فقير اصل گنج شريف ص 519)



جديد صورت خطيءَ ۾ هي مٿين مصرع هن طرح لکبي.

تون **"سبڙ"** آءُ **سِڪَڻُو** تون صاحب آئون **سگ**،

**ب. سيڪڙو:** قارئين ڪرام! گنج شريف واري بيت جو چوٿون نمبر لفظ **"سڪٽو"** تحقيق بعد لکيو اٿم. ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانهي خان شيخ توٽي ممتاز مرزا، انهن سڀني لفظ **"سيڪڙو"** لکيو آهي، **"سيڪڙو"** تہ اعداد شمار ۾ استعمال ٿيندو آهي. جئن 100٪ , 5٪ سيڪڙو چئبو آهي.

ٻانهي خان شيخ لفظ **"سيڪڙو"** جي معنيٰ لکي آهي "سوالي، گهرجائو، پينو فقير". (ص 272 جلد 3). معنيٰ بهترين لکي اٿس مگر لفظ غلط لکيو اٿس.

قارئين ڪرام! منگتي، پٽ، پان ۽ چارڻ جي طبع ۽ فطرت تي ذرا غور فرمايو تہ اوهان کي معلوم ٿيندو تہ انهيءَ طبقي جا ماڻهو **"سِڪٽا"** **ٿيندا** آهن ۽ هر چيز جي سِڪ ۽ بُک اٿن. ٻار هر هر شيءَ طلب ڪندو ۽ مڱندو آهي تہ اهڙي ٻار کي هر هر گهرڻ جي عادت جي ڪري **"سِڪٽو"** چئبو آهي.

اسان جي تحقيق مطابق فقير، منگتو پينو اهي سڀئي طبعن **"سِڪٽا"** ٿيندا آهن تنهنڪري حضرت پٽ لفظ **"سڪٽو"** بجاءِ لفظ **"سيڪڙو"** ڪيئن استعمال ڪندو؟ لفظ جي معنيٰ ٻڌائي ٿي تہ اهو لفظ **"سِڪٽو"** آهي.

ت. **سڳ، سگ:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانهي خان شيخ توڙي ممتاز مرزا پهرين مصرع جو آخري لفظ ”**سڳ**“ لکيو آهي. ”**سڳ**“ جي معنيٰ آهي ”اصل شيءِ“. ”**سڳ**“ منجهان لفظ ”**ساڳي**“ ٺهيو جنهن جو ضد ”**ويڳي**“ آهي.

”**سڳ**“ لفظ، ”**سگ**“ جو مترادف بہ نہ آهي تنهنڪري ”**سڳ**“ لفظ بجاءِ بيت ۾ لفظ”**سگ**“ لکبو جنهن جي معنيٰ آهي ”**ڪتو**“، صاحب يعني مالڪ جو ”**سگ**“، مالڪ جي در جو ڪُتو. فقط علامہ آءِ آءَ قاضي لفظ ”**سگ**“ درست لکيو آهي.

ث. **پڇي، پڃي:** هن بيت ۾ اصل لفظ ”**پڇي**“ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ”پڇا، جاچ، معلومات“. ”**پڃي**“ لفظ جي معنيٰ آهي ”پهچي، رسي“.

”**پڇي پهچڻ**“ جو اشارو بيت ۾ ڏنل آهي. تنهنڪري لفظ ”**پڇي**“ بيت ۾ مناسب لڳي ٿو.

ج. **پڳ:** قافيي جي لحاظ سان هن بيت ۾ اصل لفظ ”**پگ**“ آهي لفظ ”**پگ ۽ پڳ**“ ٻيئي قديم سنڌي الفاظ آهن، جن جي معنيٰ آهي ”**پير**“ ليڪن سيني ليڪن لفظ ”**پڳ**“ لکيو آهي، جيڪو قافيي جي لحاظ کان غلط آهي.

قارئين ڪرام! اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٺ ڏٺيءَ بيت جي پهرين قافيي ۾ لفظ”**سگ**“ استعمال ڪيو آهي ۽ ٻئي قافيي ۾ ”**پگ**“ استعمال ڪيو آهي. جن صاحبن لفظ ”**پڳ**“ لکيو تن غلط لکيو آهي.



ڇا ڪاڻ تہ بيت جي قافين مطابق لفظ ”**پڳ**“ مناسب نہ ٿو لڳي.

اسان جي تحقيق بعد حضرت پٺ ڏٺيءَ جي بيت جي پڙهڻي هي بيهي ٿي.

**تُون ”سَبَڙُ“، آئُون ”سِڪَٽُو“، تُون صاحِب آئُون ”سَگَ“**
**پُڇِي تُنهِنجو ”پَگَ“، ڪُلهي پاتُمِ ڪِينَرو.**

**معنيٰ:** تون سخي آهين ۽ آئون پينو سڪٽو ۽ مڱٽو آهيان، تون مالڪ آهين، آئون تہ تنهنجي در جو ڪُتو آهيان تو مالڪ جا پير پڇي پڇي، تنهنجي سخاوت جا نشان ڏسندو ڏسندو ڪُلهي ۾ ڪينرو پائي اچي تو داتا جي در تي رسيو آهيان.

*****

جَن سَگُوئِي ناهہ ڪو، چارَڻَ سي چَئِجَنِ،
رُونجهي راهَہ پُڇن، مَٿي ڪُلَهن ڪِينرا.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرپرياتي ص 150.8)

جنِين سُڪُ ناهِہ ڪو، چارَڻَ سي چَئِجَن،
رُجَنَ راه پُڇَنِ، مَٿي ڪُلهن ڪِينَراَ.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرپرياتي ص 441.4)

جَن سُڪوئِي نَاهہ ڪو، چَارَڻَ سي چَئِجَنِ،
رُونجَهي راه پُڇَنِ، مَٿي ڪُلَهَنِ ڪِينِرا.

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرپرياتي 282.44)

جَن سُڪَ نَانهڪو، چَارَنَ سي چَئِجَنِ،
رِنجُنِ رَاهَ پُڇَنِ، مَٿي ڪُلَنِ ڪِينَراَ.

(حاجي محمد سمون بمبئي ڇاپي جو عڪس ص 293.01)

جَن سُڪوئِي ناهہ، ڪو چارَڻَ سي چئجَنِ،
رونَجهي راه پُڇَنِ، مٿي ڪُلهن ڪِينرو.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 523.03)

جني سُڪ ناهہ ڪو، چارڻ سي چئجن
رُجن راه پُڇن، مٿي ڪُلهن ڪِينرا.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرپرياتي ص 739 بااختيار ادارو سال 1994)

جَنهين سُڪ ناهہ، ڪو چارَڻَ سي چَئِجَنِ،
رُجنَ راه پُڇَنِ، مَٿي ڪُلَهنِ ڪِينَرَا.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُرپرياتي ص 140 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**نوٽ:** ديوان تارا چند شوقيرام، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ مولانا غلام



مصطفيٰ قاسمي اهو بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سگُوئي ناهہ، سڪناهہ، سڪوئي ناهہ)، (رونجهي، رجن)

**الف. سگُوئي ناهہ، سڪ ناهہ، سڪوئي ناهہ:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**سگُوئي**" لکيو آهي ۽ معنيٰ لکي آهي. "**سگ سياڪو**" (ص 150.8)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي بيت جي شڪل ئي بدلائي ڇڏي آهي، بيت پڙهڻ وارا چوندا تہ حضرت ڀٽ ڌڻيءَ چارڻن کي مٿي ۾ مائٽي ڪان بي نياز ڪوٺيو آهي جڏهن تہ چارڻن جا مٽ مائٽ آهن. ۽ سندن سگ سياڪا بہ آهن.

حضرت ڀٽ ڌڻيءَ تي حرف نہ اچي ان لاءِ اسان لفظ "**سگُوئي**" جي ساڳي معنيٰ وارن لفظن کي حضرت جن جي رسالي ۾ ڳوليو آهي ۽ اهو بہ ڊاڪٽر بلوچ جي ترتيب ڏنل رسالي ۾ ص 150 تي نائين (9) نمبر بيت ۾ لکيل آهي:

لَنگِهي ٿِي لَڄ مَري، جئن تون ڏَڏَ ٿِئو،
صَبح "**سِياڪو**"، صحي مِڙندو مگڻا.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**لنگهي**" جي معنيٰ لکي آهي "لنگهي جي زال، لنگهي جي ماءُ، لڄ مري شرمسار ٿئي" ۽ لفظ "**سياڪو**" جي معنيٰ لکي اٿس "سڀ سِياءُ، سڀ لنگها ڀائر، لنگهن جو سڄو راڄ".

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي لکيل لفظي معنيٰ ثابت ڪري ٿي تہ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ زيرِ بحث آيل بيت جي پهرين

مصرع جو ٻيو لفظ "**سگهو**" غلط لکيو آهي. اسانجي تحقيق موجب اهو لفظ "**سُکو**" ڪيس لکڻ گهربو هيو. جنهن جي معنيٰ آهي "**سُک وارو**".

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، حاجي محمّد سمي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي "**سُک ناهي**" لکيو آهي. ٻانهي شيخ ۽ ممتاز مرزا لفظ "**سُکو ئي**" استعمال ڪيو آهي لفظ "**سُکو ئي**" نهايت ئي سنو لڳي ٿو.

تنقيدي جائزي ۽ تحقيق بعد پهرين مصرع ٿئي ٿي.

جن "**سکوئي**" ناهه ڪو، چارڻ سي چئجن

ب. **<u>رونجهي، رجن</u>:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ٻي مصرع جو پهريون لفظ "**رونجهي**" لکيو آهي. گنج شريف ۾ بہ لفظ "**رونجهي**" لکيل آهي. مگر شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڪلياڻ آڏواڻي صاحب ۽ حاجي محمّد سمي لفظ "**رُجن**" استعمال ڪيو آهي. اسان "**سُر پرِ ڀاتي**" جو جائزو وٺي اهو معلوم ڪرڻ چاهيوسين تہ چارڻن جو منهن "**رُونجهي سخي مرد**" ڏانهن آهي يا "**رجن**" ڏانهن چارڻن جو رُخ آهي؟ حاجي محمّد سمي جي ڪتابت ڪيل رسالي جو مطالعو ڪيوسين تہ حاجي محمّد سمي واري رسالي جي ص 391 تي هي بيت لکيل مليو.

**مثال: 1**

جاجڪ چاڙن جا، سا پر آئون نہ سکيو،
پاٽ نہ نِيَنِم پاڻ سين، سگها جي سياءُ،
جي رونجهائي راءُ، تہ پڻ تاري تنهنجي.

(حاجي محمّد سمون شاهه جو رسالو بمبئي ڇاپي جو عڪس ص 395)



**مثال: 2**

پيو ليٽين لُٽ، سڄيون راتيون سُمهين،
اُٿي آڏي نہ ڪرئين، سپڙ ساڻ سهٽ،
رونجهي رات اُپٽيا، پيتنئون پاٽٽ،
ميڙي تئان مٽ، چونڊي پريا چارڻين،

(ڪلياڻ آڏواڻ شاهه جو رسالو سر پرڀاتي ص 443.12)

مٿيان ٻيئي بيت "**رُج نہ**" مگر "**رونجهي**" ڏانهن چارڻن جي پنڌ پوڻ جا ثبوت ڏين ٿا.

انهي سموري تحقيقي عمل جو نتيجو هي نڪتو تہ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ حاجي محمّد سمي طرفان لکيل بيت جو هڪ هڪ لفظ غلط ثابت ٿيو ۽ اهو بہ اهم ترين لفظ. باقي ممتاز مرزا جو گنج شريف وارو جديد صورت خطي ۾ لکيل بيت بلڪل درست لکيل نڪتو ۽ ٻانهي خان بہ تحقيق ڪري زيرِ بحث آيل بيت پنهنجي ترتيب ڏنل رسالي ۾ برابر لکيو آهي.

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي اصل صورت هي بيهي ٿي:

**جن "سکو ئي" ناهہ ڪو، چارڻ سي چئجن،**
**"رونجهي" راهہ پڇن، مٿي ڪُلهن ڪينرا.**

*****

# سُر ڪارايل

*******

ڪُوڙَنِ ڪانيَرنِ، سُرَهو سَرُ وڃائِيو،
آڏيءَ راتِ اُتِي ڪَري، ددا دانھُون ڪَن،
سَندِي ذاتِ هَنجَهن، مُنھ ڪوڙِيو موتِي چُٽِي.

(ڊاڪٽرنبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع وارو ص 18-154 سر ڪاريل)

سَرُ وڃايو سُرَهو، ڪُوڙَنِ ڪَانِيَرَن،
آڏِيءَ راتِ اُتي ڪَرِي، دَدَا دانَھُون ڪَنِ،
سُندِي ذاتِ هَنجَنِ، مُنھُن ڪوڙِي موتِي چُٽي.

(ٻانھون شيخ شاھ جو رسالو سر ڪارايل ص 04-552)

سُر وڃايو سَرَ، ڪُوڙَن ڪانِيرن،
آڏي رات اُتي ڪري، دَدَا دانھون ڪَن،
سندي ذات هنجن، مُنھن ڪوڙي موتي چُٽي.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر ڪارايل ص 914 سال 1994)

**نوٽ:** ديوان تارا چند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي اهو بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب لفظ:** (ڪُوڙَن)، (سرهو سُر)

**الف. ڪُوڙَن:** شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي ترتيب ڏنل "شاھ جو رسالو" ۾ پهرين مصرع جو پهريون لفظ "**ڪُوڙَن**" لکيل آهي.



شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ صاحب لغات لطيفي ۾ لفظ "**ڪُوڙَن**" جي معنيٰ نہ لکي آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ انهيءَ بيت ۾ لکيل لفظ "**ڪُوڙَن**" جي معنيٰ نہ لکي آهي.

ٻانهي خان شيخ لفظ "**ڪُوڙَن**" جي معنيٰ لکي آهي، "ڪوڙن، مٺن، نامر نهاد ۽ دغاباز"

قارئين ڪرام! الله لڳ اوهان ئي ڪٿي فيصلو ڪريو تہ ڪانيرا ڪئن ۽ ڪڏهن ڪُوڙا ۽ دغاباز ٿيا؟ انهن مرتب ۽ محقق صاحبن ڪي **حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيتن ۾ استعمال ڪيل لفظ سمجھ ۾ نہ آيا تہ اُهو ڏوھ ڏنائون حضرت پٽ ڌڻيءَ تي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ ڪُوڙا ڪانيرا الفاظ فرمايا آهن. اها حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ادبي گلا ۽ علمي ڪمزوري ڄاڻائي ويئي آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ دنيا جو واحد شاعر آهي جنهن هڪ لفظ جي بہ غلطي نہ ڪئي آهي. جيڪا بيتن ۾ خامي نظر اچي ٿي، سا ڪاتبن، شارحن، محققن ۽ مرتبن هٿان ٿيل آهي. اهو حضرت پٽ ڌڻيءَ تي الله پاڪ جو ڪرم آهي ورنہ انسان ڪان تہ غلطيون ٿينديون آهن.**

اوهان هن وقت تائين جيڪي بيت پڙهيا آهن، تن ۾ ڪاتبن، مرتب ۽ محقق حضرات طرفان ڪيل غلطيون پڙهيون آهن ۽ اسان اُنهن صاحبن جون غلطيون درست ڪيون آهن ۽ نہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جون ڪيل غلطيون.

هن بيت ۾ بہ اسان جي تحقيق موجب مٿين سڀني صاحبن ڪان جيڪا غلطي سَر ضد ٿي آهي. اُها غلطي هي آهي تہ هنن صاحبن

حضرت پٽ ڌڻيءَ طرفان بيت ۾ استعمال ٿيل لفظ "**ڪُوَڙن**" کي "**ڪُوڙن**" لکيو آهي. "**ڪُوَڙن**" جي معنيٰ آهي "خراب وڙ وارا، ڪني لڇڻ وارا ۽ گندي عادت وارا"

ڪانيرا يعني پاڻيءَ جا ڪانوَ ڪُوَڙا آهن. هنن جو چڱو وڙ چڱو عمل ۽ چڱي چال نہ آهي. سُنو سَر ۽ سنو جَر هنن وِٿين سان ۽ ننڍين مڇين، ڏيڏرن ۽ جيتن سان وڙهندي ماريندي لڙيو ۽ خراب ڪري ڇڏيو آهي ۽ هنجن جي ذات پلي، تہ عمل ۽ وڙ بہ پلا. آرام سان پاڻيءَ ۾ مُنهہ ڪوڙي موتي چڻندا آهن.

**ب: <u>سرهو سُر</u>**: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان شيخ جي بيت ۾ لفظ "**سرهو**" لکيل آهي ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي بيت ۾ لفظ "**سُر**" لکيل آهي. ٻانئجي ٿو تہ اها غلطي مرزا صاحب جي نہ آهي مگر پريس وارن جي غلطي ٿي سگهي ٿي جو "**سُرهو**" لکڻ بجاءِ صرف "**سُر**" لکيو ويو آهي.

تحقيق بعد حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي صورت هي بيهي ٿي :

**"ڪُوَڙن" ڪانيرن، "سُرَهو" سَرُ وڃائيو،**
**آڏي رات اُتي ڪري، ددا دانهون ڪن،**
**سندي ذات هنجن، مُنهہ ڪوڙي موتي چُڻي.**

*****



**وِئا مورَ مرَي، هَنجهُہ نہ رَهيو هِيڪَڙو،**
**وطَنُ ٿِيو وَري، ڪُوڙن ڪانيرَنِ جو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009 وارو سرڪاري ايل ص 20ـ157)

**وِيا مورَ مَري، هَنجَ نہ رَهيو هِڪِڙو،**
**وَطَنَ ٿِيو وَري، ڪُوڙن ڪانِيرَنَ جو.**

(ڪلياڻ آڏاڻي سرڪاري ايل ص 12ـ436)

**وِئا مورَ مَري، هَنجُ نَہ رَهِيو هِڪِڙو،**
**وَطَنُ ٿِيو وَرِي، ڪُوڙَنِ ڪَانيرَنِ جو.**

(ٻانهون شيخ جلد ٽيون شاهہ جو رسالو سرڪاري ايل ص 08ـ553)

**وِئا مُورَ مَرِي، هَنجُ نَرهئو هيڪَڙُو،**
**وَطن ٿيو وري، ڪُوڙَن ڪانيرَنَ جو.**

(بمبئي ڇاپي جو عڪس ڪاتب حاجي محمّد سمون ڇاپو ستون 1995ع ص 482)

**ويا مور مري، هنج نہ رهيو هڪڙو،**
**وَطَنُ ٿِئو وَرِي، ڪوڙَنِ ڪانِيَرنجو.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرڪاري ايل ص 915/11 سال 1900)

**وِيا مورَ مَري، هَنجهہَ نَہ رَهيو هيڪڙو،**
**وَطن ٿِيو وَري، ڪُوڙَنِ ڪانئيرَنِ جو.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرڪاري ايل ص 697 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ**: (ويا مور مري)، (ڪُوڙن)، (ڪانئيرن، ڪانيرن)

**الف. <u>ويا مور مري</u>**: مٿي لکيل بيت منجهان معلوم ٿئي ٿو تہ، سمورا

مور مري ويا ۽ هڙئي هنج بہ ختم ٿي ويا. اڳ ڪانيرن جو وطن هيو مورن ۽ هنجهن زور ورتو تہ ڪانيرن جو زور ٽٽو. جڏهن مور ۽ هنجهہ مري ويا تہ ڪانيرا ٻيهر وطن ۾ اچي وارد ٿيا.

ائين تہ هرگز ٿيو ئي نہ آهي، مور تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي دور ۾ بہ هئا ۽ اڄ بہ آهن. اڄ مورن جو هئڻ هي ثابت ڪري ٿو تہ مور اڳ بہ هئا مري ختم ٿي نہ ويا هئا. بيماري سبب اڪثر مور مري سگهن ٿا مگر سندن بڻ ۽ بنياد اڄ تائين ختم نہ ٿيو آهي. سُر **"ڪارايل"** ۾ مورن جي موجودگي جو ذڪر حضرت پٽ ڌڻيءَ پاڻ فرمايو آهي.

**مثال 1:** وِهہُ هَٿين وِهہُ پيرين، وِهہ پُڇ ٿَنِي واتِ،
ڳا ڳا ڪارِي ذاتِ، **"مورنِ"** مَٿي چَڙِي.

**مثال 2:** **"موران"** موٿَڻ ميهڻون، نوڙي نانگ نَہ ڳن،
ڳارايَـل ڳـارن ڪـي، ٻـارا ڪِئو ڳِهَن،
وٿِيين وِهہ پِيِنِ سِڪ سُـر ڪِـيـن نَہ لَـهي.

مٿين بيتن ۾ حضرت پٽ ڌڻي **"مورن"** جي زندهہ هنجڻ جو ثبوت ڏنو آهي، جنهن منجهان ثابت ڪيو اٿس تہ مور بہ آهن ۽ هنجهہ بہ آهن.
هي بيت ڪنهن سگهڙ جو گهڙيل ٿهيل آهي.
حضرت پٽ ڌڻي اهڙي ڪُوڙي ڳالهہ ڪِئن ڪندو؟ حضرت سائين اِيئن فرمائي ها، تہ ڇو فرمائي ها؟ ڪهڙي ضرورت هين ڪوڙ ٺاهڻ ۽ ڪوڙ ڳالهڻ جي ؟
جيڪڏهن ڪو چوي، تہ حضرت پٽ ڌڻي نيڪن ۽ بزرگن لاءِ فرمايو آهي تہ چوڻ واري جي اها راءِ بہ غلط آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي دور ۾ مورن جهڙا دل لُڀائيندڙ الله لوڪ هئا. حضرت پٽ ڌڻيءَ کان پوءِ بہ



مورن جهڙا من موهيندڙ ماڻهو پئي پيدا ٿيا ۽ قيامت تائين پيا پيدا ٿيندا.
اهو بيت قديم ترين ڪتاب گنج ۾ بہ نہ لکيل آهي. مرتب حضرات اهو نہ سوچيو تہ اهو بيت حضرت جن سان ڇو منسوب ڪجي؟ مور ۽ هنجهہ مري نہ ويا آهن جيئرا آهن مرن بہ پيا ۽ وڌن بہ پيا.

"ويا مور مري، هنج نہ رهيو هيڪڙو "

هي بيت حضرت پٽ ڌڻي جي ذات والاصفات سان منسوب ڪري سندس سچي شاعر هئڻ جي ساک کي ۽ پٽائي گهوٽ جي عقل مندي جي گراف کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

**ب. <u>ڪُوڙن</u>** : انهيءَ زيرِ بحث آيل بيت جي ٻي مصرع ۾ لفظ "ڪُوڙن" لکيل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ ڪُوڙا تہ بيت ۾ لکيو مگر معنيٰ نہ لکيائين. ڇا ڪاڻ تہ ڪوڙا لفظ اهڙو لفظ آهي جيڪو عام فهم آهي.
ٻانهي شيخ لفظ ڪوڙا جي معنيٰ لکي آهي:

**"ڪوٽن، مَٽن، نام نهادن، دعابازن"** (ص 8_553)

ڪان + نيرا يعني ڪانيرا، پاڻي جا ڪانوَ. ڪڏهن ڪان دغاباز ٿيا؟ قارئين ڪرام! ڪانيرا ڪُوڙا هرگز نہ آهن، مگر اُهي مورن ۽ هنجهن جي پيٽ ۾ ڪُوَڙا يعنيٰ، گندي وڙ وارا، ڪِن ڪچرو کائيندڙ پکي آهن.
ڪيڏو نہ پکين تي دغابازيءَ جو الزام مڙهيو ويو آهي! اسان جي تحقيق مطابق هي بيت حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هرگز ڇيل نہ آهي.

**ت. <u>ڪانئيرن، ڪانيرن</u>:** سيني مرتب ۽ محقق صاحبن مٿين لکيل بيت ۾ لفظ "**ڪانيرا**" لکيو آهي، مگر علامہ آءِ آءِ قاضي لفظ "**ڪانئيرا**" لکيو آهي.
حقيقت ۾ اهو لفظ **ڪان + نيرا** آهي جنهن جي معنيٰ آهي پاڻي جا ڪانءُ نير پاڻي کي چئبو آهي. تنهنڪري پاڻي ۾ رهندڙ ڪانءَ جهڙي شڪل وارن پکين کي **ڪانيرا** چئبو آهي ۽ نہ "**ڪانئيرا**" چئبو آهي. "**ڪانئيرا**" لفظ غلط العام آهي حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جو اهو لفظ نہ آهي.

اسان پنهنجي طرفان حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي رسالي کي ترتيب ڏيئي "نئون شاھ جو رسالو" ۾ اهو بيت داخل نہ ڪندا سين ڇا ڪاڻ تہ اهو بيت حضرت ڌڻيءَ جو چيل ثابت نہ ٿيو آهي.

✻✻✻✻✻



**ويٺو چئن ۾ماسِئين، حَيَرتَ پَوءُ مَ هَڏِ،**
**لاتِيُون جي لِباس جون، سي ڇَپائي ڇَڏِ،**
**آءُ اسين ڪَن جي، پاسي تن مَ اَڏِ،**
**تَنُ طالِبَن گَڏِ، تہ ويجهو ٿِئين ۾صال کي.**

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو 1900ع سرڪار ايل ص 648)

**ويٺو جِئن ۾ماسِيين، حَيَرتَ پَئُہ مَ هَڏ،**
**لاتيُون جي لِبَاس جِيُون، سي ڇُپائي ڇَڏ،**
**آءُ اسِين ڪَن جي، پاسي تَن ۾ اڏ،**
**تَنُ طالِبَنِ گڏِ، تہ ويجهو ٿِئين ۾صَالَ کي.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سرڪار ايل ص 13-156)

**ويٺو جِيئن ۾مَاسِيين، حَيرت پُوءُ مَ هَڏِ،**
**لاتِيُون جي لِباسَ جُون، سي ڇُپائي ڇڏ،**
**آئون اَسين ڪَن جي، پَاسي تَن مَ اَڏِ،**
**تَنُ طالِبَنِ گڏِ، تَہ ويجهو ٿِيين ۾صَال کي.**

(ڀانهون شيخ شاھ جو رسالو سرڪار ايل ص 23-557)

**ويٺو جيئن وماسِيين، حيرت پَوء مَ هَڏِ،**
**لاتيون جي لباس جيون، سي ڇَپَائي ڇَڏِ،**
**آئون اَسين ڪَنِ جي، پَاسي تَنِ مَ اڏِ،**
**تَنُ طالبَنِ گڏِ، تہ ويجهو ٿِيين وصال کي.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ سرڪار ايل ص 832)

**ويٺو جِئن ۾ماسِئين، حَيرتَ پَوء مَ هَڏِ،**
**لاتيُون جي لِباسَ جُون، سي ڇُپائي ڇَڏ،**

**”آئـون اَسـيـن“ ڪَـنِ جـي، پـاسـي تَـنِ مَ اڏِ،**
**تَـنُ طـالـبـن گـڏ، تـہ ويـجـهـو ٿِـئـيـن وصـال ڪـي.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرڪار ايل ص 692 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**ويـنـو جِـئـن وِمـاسِـيـيـن، حَـيـرتَ پَـئُـہ مَ هَـڏَ،**
**لاتـيِـونِ جـي لَـبـاس جـون سـي چُـپـائـي چَـڏ،**
**آئـون اَسـيـن ڪَـنِ جـي پـاسـي تَـنِ مَ اڏِ،**
**تـن طـالـبـن گـڏ، تـہ ويـجـهـو ٿـئـيـن وصـال ڪـي.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرڪار ايل ص 910/8 سال 1994)

**ويـنـو جِـئـن ومـاسِـئـيـن، حَـيَـرتَ پَـوءِ مَ هَـڏِ،**
**لاتِـيُـون جـي لِـبـاس جـون، سـي چَـپـائـي چَـڏِ،**
**”آئـون اَسـيـن“ ڪَـنِ جـي، پـاسـي تَـنِ مَ اڏِ،**
**تـن طـالِـبَـنِ گـڏِ، تـہ ويـجـهـو ٿِـئـيـن وِصـال ڪـي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرڪار ايل ص 714 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (لاتيون جي **لباس** جون)، (تن مَ، تن ۾).

**الف لاتيون جي لباس جون:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **”لباس“** جي معنيٰ لکي آهي، ٻاهريون ڏيکاءُ (ص 156). ٻانهي خان شيخ ”لاتيون جي **لباس** جون“ جي معنيٰ لِکي آهي، ڳالهيون، ڏيک ويک ظاهر داري.

هي بيت سُر ڪارايل ۾ آهي هن ۾ نانگن، مورن، هنج پکين ۽ ڪانيرن جو ذڪر آهي. هن سُر ۾ **”لاتين“** جو لفظ آيل آهي. پکي تہ زبان سان لاتيون لنوندا آهن چاڪاڻ تہ **”لاتين“** جو واسطو **”لسان“** يعنيٰ زبان سان آهي. **”لاتين“** جو واسطو **”لباس“** سان نہ آهي. قدرتي



طور تي ٻولن يا لاتين جو تعلق لسان سان آهي ۽ نہ لباس سان آهي.
حضرت پٺ ڌڻيءَ بحث هيٺ آيل بيت جي ٽين مصرع ۾ فرمايو آهي:

”آئون اسين ڪَنِ جي، پاسي تَنِ مَ اڏ“

قارئين ڪرام! آئون ۽ اسين چوڻ ۽ ٻولڻ جو تعلق بہ لسان يعني زبان سان آهي ۽ نہ لباس يا پوشاڪ سان آهي.
اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ حضرت جن لفظ **”لسان“** هن بيت ۾ فرمايو آهي ۽ نہ **”لباس“**.
حضرت جن جو هي بيت تہ پڙهي ذرا غور فرمايو :

لـڪـيـن ڪـيـا **”لـسـان“** سـيـن، لاهـوتـيـن لـوڙا،
گـهـوڙا ڙي گـهـوڙا، آئـون نـہ جـيـئـنـدي اُنَ ري.

(ٻانهون شيخ شاهہ جو رسالو سر رام ڪلي ص 03_27)

حضرت پٺ ڌڻيءَ هن بيت ۾ بہ لفظ **”لسان“** فرمايو آهي چاڪاڻ تہ لسان يعني زبان ئي ڳالهائڻ ۽ اظهار ڪرڻ جو ذريعو آهي ۽ نہ لباس ڳالهائڻ جو ذريعو آهي. ڪاتبن کان ٿي ويل غلطيءَ کي درست ڪرڻ محقق حضرات جو فرض هيو.

**ب. تن مَ، تن ۾:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت جي ٽين مصرع لکي آهي :

**آءُ اسِـيـن ڳـن جـي، پـاسـي ”تَـن ۾“ اڏ**

هن مصرع جو مطلب هي ٿئي ٿو تہ جيڪي آءُ ۽ اسين ڪن ٿا يعنيٰ تڪبّر جو اظهار ڪن ٿا تن جي پاسي ”۾“ جاءِ (آکيرو) اڏ.

اھا معنيٰ ثابت ڪري ٿي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت کي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ نہ سمجهي سگهيو تنهنڪري باقي ليڪڪن جي مخالفت ڪندي مٿين مصرع لکيائين جڏهن تہ باقي صاحبن هي مصرع لکي آهي:

"آئون اَسين ڪَنِ جي، پاسي تَن مَ اَڏِ"

جيڪي ماٺھو فخريہ انداز ۾ (آئون ۽ اسين) چون تن جي پاسي ۾ نہ ويھہ (جاءِ نہ اڏ، اڪيرو نہ جوڙ).

حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت اسان جي تحقيقي عمل بعد ھِئَن مناسب لڳي ٿو:

**وينو جِيئَن وِماسِيين، حيرَتَ پَوءُ مَ هَڏِ**
**لاتِيُون جي "لِسانَ" جُون سي چُپائي چَڏِ**
**آئون، اَسين ڪَنِ جي پاسي "تَن مَ" اَڏِ**
**تَنُ طالِبَن گَڏِ، تَہ ويجھو ٿِئين وِصالَ کي**

**معنيٰ:** اي پڪيئڙا تون اجايو حيران ۽ پريشان ٿي ويو آهين حيرت ۾ پاڻ کي نہ وجھہ لسان (زبان) سان جيڪي لاتيون لنوين ٿو سي چپائي، لڪائي، بند ڪري ڇڏ.

جيڪي لسان (زبان) سان آئون ۽ اسين بولي پنهنجي وڏائي ۽ مگرائپ جو اجايو اظهار ڪرن ٿا تن جي پاسي ۾ پنهنجي جاءِ، پنهنجو آکيرو نہ اڏ. پنهنجو تن (الله جي) طلب ڳارن سان گڏ، تہ وصال کي ويجهو ٿئين.

*****

# سُر ڏهر

❁❁❁❁❁

ٿاٿُونڪِينِ پَلاڻَ، سَدا هٽِنِ ڪَرڪِرا،
لاڪي لِوڙائن جا، اهڙائي اُهڃاڻ،
ڏيئي تَنگَن تاڻَ، ڪُوڪ ڪاريندا ڪَڇڙي.

(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو سرڏهر ص522 سال1900)

ٿاٿوڪين پَلاڻُ، سَدا هَٽَنِ ڪَرڪَرا،
لاڪي لوڙائِن جا، اهڙائِي اهڃاڻ،
ڏيِئي تَنگِن تاڻَ، ڪُوڪَ ڪاريندا ڪَڇڙي.

(ڊاڪٽرنبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع وارو سرڏهر ص10_164)

ٿاٿُونڪِينِ پَلاڻَ، سَدا هَٽِنِ ڪَرڪِرا،
لاڪي لوڙائُن جا، اَهِڙائي اُهڃاڻَ،
ڏيئي تنگنَ تَاڻَ، ڪُوڪَ ڪارِيندا ڪَڃَڙي.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرڏهر ص19_458)

ٿاٿوڪين پَلاڻ، سَدا هَٽَن ڪَرڪَرا،
لاڪي لوڙائُن جَا، اِهُڙائِي اُهڃاڻَ،
ڏيئي تَنگِن تَاڻَ، ڪُوڪ ڪاريندا ڪَڇڙي.

(پانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرڏهر ص 21_263)

ٿاٿوڪِين پَلاڻ، سَدا هَٽَنِ ڪرڪرا،
لاڪي لوڙائَنِ جا، اِهَڙائي اهُڃاڻَ،
ڏيئي تنگِن تَاڻَ، ڪُوڪ ڪاريندا ڪَڇڙي.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورتخطي ۾ سرڏهر ص 641)



ٿاٿُوڪين پَلاڻَ، سَدا هٽن ڪَرڪِرا،
لاڪي لوڙَائن جا، اهڙائي اهڃاڻ،
ڏيئي تنگَڻ تاڻ، ڪُوڪ ڪاريندا ڪَڇڙي.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرڏهر ص35/715 سال1994)

ٿاٿوڪِين پَلاڻ، سَدا هَٽَنِ ڪَرڪَرا،
لاڪي لوڙائُنِ جا، اِهڙائي اَهُڃاڻَ،
ڏيئي تَنگَن تاڻَ، ڪُوڪَ ڪارِيندا ڪَڇڙي.

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سرڏهر ص664 سنڌي ادبي بورڊ سال1993)

ٿاٿُونِڪِين پَلاڻَ، سَدا هٽن ڪَرڪِرا،
لاڪي لوڙائن جا، اهڙائي اُهڃاڻَ،
ڏيئي تَنگَنِ تاڻ، ڪُوڪ ڪارِيندا ڪَڇڙي.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرڏهر ص3/572 مهراڻ اڪيڊمي سال2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ٿاٿونڪين، ٿاٿونڪين، ٿاٿوڪين، ٿاٿوڪين)، (ڪاريندو، ڪاريندا)

**الف. ٿاٿونڪين، ٿاٿونڪين، ٿاٿوڪين، ٿاٿوڪين:** اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي ته لفظ **"ٿاٿُ ڪرڻ"** (مضبوط ڪرڻ) اصل لفظ کي غلط صورت ۾ مرتب ۽ محقق حضرات لکيو آهي. اسان زيرِ بحث آيل بيت جي پهرين اکر ٿا / ٿا / ٿان / ٿون / کي لفظ " ٿاٿُ " سمجهون ٿا. اسان تحقيق ڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي پهرين مصرع هن طرح لکي آهي.

"ٿاٿُ ڪرين پلاڻ، سدا هٽن ڪرڪرا"

**ب. ڪاريندو ڪاريندا:** "**ڪاريندو**" لفظ صرف شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لکيو آهي ۽ لفظ "**ڪاريندا**" باقي صاحبان بيت ۾ استعمال ڪيو آهي. اسان جي تحقيق مطابق جڏهن ڪي حملہ آور ڪنهن ملڪ تي حملو ڪندا هئا تہ سموري حملي ۾ انهي حملہ آور جو نالو مشهور ٿيندو هيو. جيڪو سندن سربراه هوندو هو. باقي جيڪي ان سان حملي وقت شامل هوندا هئا تن جو ذڪر اڪثر نہ هوندو هيو. مثال طور: سلطان محمود جون سنڌ تہ ڪاهون، سلطان محمّد غوري جا سنڌ تي حملا .

هي بيت جنهن تي اسان بحث ڪري رهيا آهيون تنهن ۾ حضرت پٽ ڌڻي بين ڪجھ ماڻهن طرف بہ اشارو ڏنو آهي.

"ٽاٽُ ڪرين پلاڻ، سدا هڻن ڪر ڪرا"

پهرين مصرع ۾ اٺن جي پلاڻن ڪي نَڪي نُوڪي ٽاٽُ ڪري، گهوڙن ۽ اٺن جي گرد ۽ مٿي لاهڻ لاءِ ڪرڪرا هڻڻ وارن جو ذڪر آهي ۽ ان ذڪر سان گڏ لاکي جي لوڙائن طرف بہ اشارو آهي.
تحقيق بعد بيت جي اصل صورت هي بيهي ٿي.

**"ٽاٽُ ڪرين" پلاڻُ، سدا هَڻَنِ ڪَرڪَرا**
**لاکي لوڙائُن جا، اَهِڙائِي اُهجاڻُ**
**ڏيئي تَنگن تاڻُ، ڪوڪ "ڪاريندا" ڪَچڙِي**

*****



**ٻگهي اَڏِ مَ مَنَهِين، پَڪو اَڏِ مَ لانڍِ،**
**لَڏِئِو تن وِرانڍِ، جَنِ صبَاحَڻِي اَڏِيو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر ڏهر ص 10۔161)

**ڏِگهي اَڏ مَ مَنَهِين، پَڪو اَڏ مَ لانڍُ،**
**اَڏِئو جَنِ وِرانڍُ، تَنِ سَوارو لَڏئو.**

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سر ڏه 9۔245)

**ڏِگهي اڏِ مَ مَنَهِي، پڪو اَڏِ مَ لانڍُ،**
**اَڏي جَنِ وِرانڍ، تَنِ سوارو لڏيو.**

(ممتاز مرز گنج جديد صورتخطيءَ ۾ ص 649)

**ٻگهي اڏ مَ مَنهي، پڪو اَڏِ مَ لانڍِ،**
**اڏيو جن ورانڍ، تن صبوح سوارو لڏيو.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر ڏهر ص 24/719 سال 1994)

نوٽ: ديوان تارا چند شوقي رام، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي اهو بيت نہ لکيو آهي. اهو بيت گنج شريف ۾ بہ لکيل آهي. تنهنڪري اسان انهي بگڙيل بيت جي تصحيح لازمي سمجهون ٿا.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پڪو)، (لڏيو تن ورانڍ، اڏيو جن ورانڍ)

**الف. پڪو:** مٿين مڙني محقق ۽ مرتب حضرات بيت جي پهرين مصرع ۾ لفظ "**پڪو**" لکيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان شيخ جي لفظن جي معنيٰ ثابت ڪري ٿي تہ، حضرت پٽ ڌڻي ٻگهي

منهي اڏڻ، پکي ۽ لانڍ جوڙي رهڻ کان بہ روڪيو آهي. اسان جي تحقيق مطابق سندن اِها سوچ سراسر غلط آهي.
هنن صاحبن کي اهو لفظ "**پڪو**" لکڻ گهرجي ها ۽ نہ "**پڪو**".
چاڪاڻ حضرت پٽ ڌڻي پکي اڏڻ کان هرگز نہ روڪيو آهي. اسان جي تحقيق موجب حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي پهرين مصرع هن طرح آهي :

(ڊگهي اڏ مَ منهي، "**پڪو**" اڏ، مَ لانڍ)

هن مصرع جي معنيٰ ٿئي ٿي تہ ڊگهي منهي ۽ لانڍ نہ اڏ، مگر پکو اڏ، ڪکائين جهوپڙي ناهہ. حضرت پٽ ڌڻيءَ اهو هن ڪري فرمايو آهي تہ ڪچا گهر تہ پيغمبر پاڻ بہ اَڏيندا هئا.
نيڪ مرد ڳالهہ ڪندا آهن تہ چند ماڻهو حضرت لقمان حڪيم جي دور جا حضرت لقمان حڪيم جي جاءِ ڏسڻ لاءِ آيا. سو چيو هئائون تہ اعليٰ درجي جو حڪيم آهي وڏي شاندار جاءِ ۾ رهندو هوندو. جڏهن سندس جاءِ تي پهتا تہ عبرت ۾ پئجي ويا. انهن منجهان هڪ فرد **عبراني** زبان ۾ هڪ مصرع لکي ڇڏي. جڏهن حضرت لقمان حڪيم سير ۽ سفر ڪري پنهنجي گهر جي دروازي وٽ پُهتو تہ دروازي تي لکيل مصرع پڙهيائين ڪجهہ سوچي ان مصرع هينان عبراني زبان ۾ پنهنجي طرفان مصرع لکي ڇڏيائين.
شعر جو اُهو بند عبراني زبان منجهان عربي زبان ۾، ۽ عربي زبان منجهان فارسي زبان ۾ ترجمو ٿيو.
ملاقات لاءِ آيل ماڻهن جي لکيل مصرع هئي:

**خـــانہءِ لقمان ديدم چند مُشتِ ازخس است**



**معنيٰ**: حضرت لقمان حڪيم جو گهر ڏٺم، ڪکن ڪانن جي ڪجهہ منين جي هڪ مَنهَي ٺهيل آهي.

**حضرت لقمان حڪيم لکيو هيو:**

**ره روانِ ڪاروان را اين قدر سامان بس است**

**معنيٰ** : جنهن جو قافلو روان، جاري ۽ هلندڙ هجي ان جي لاءِ اِهو سامان ڪافي آهي.
يعنيٰ جيڪو راهہ مسافر آهي، اُهو وڏي لانڍ نہ ٺاهي، پڪو ورانڊو نہ جوڙي. مگر پکو اڏي ۽ ڪکن ڪانن جي جهوپڙي ٺاهي جيڪا ڪيس برسات، سردي ۽ گرمي ۾ ڪم اچي.
قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ جي مٿي لکيل مصرع منجهان ثابت ٿيو تہ، ڊگهي مَنهي ۽ پڪو لانڍ نہ اڏجي مگر نـنڍي ۽ ڪچي ڪکائين جهوپڙي ٺاهجي. دنيا ۾ آدمي جو دم گذر آهي، آدمي اُن جاءِ جي مقابلي ۾ فاني آهي، جيڪا هن مضبوط جوڙي يا جوڙائي آهي.

**بي بقا بندو آ اڪرم، اُن جو آهي هي مثال،**
**عمر گهٽ محلات ڪان، ٿي صاحبِ محلات جي.**

**ب. <u>لڏيو تن ورانڊ، اڏيو جن ورانڊ</u>:** "**اڏيو جن ورانڊ**" جي معنيٰ هنن صاحبن، شام جو وقت ڄاڻايو آهي. حالانڪ "**اڏيو جن ورانڊ**" جو مطلب آهي، جن ورانڊو اڏيو جن پڪي جاءِ اڳيان ڇتيل ڪليل بنا درين دروازن جي، ونگن سان پڪو ورانڊو ٺاهيو سي پڪي جاءِ جي فنا ٿيڻ کان اڳ پاڻ فنا ٿي ويا. هي لوڙِ لڏي ويا مگر اڏيل جاءِ سلامت رهي

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت جي ٻئي مصرع لکي آھي

**"لَڏِئُو" تـن وِرانـدِ، جَـنِ صـبَـاحَـٽِـي اَڏِيـو**

اسان جي تحقيق مطابق ڊاڪٽر نبي بلوچ ابتي مصرع لکي آھي ھن صاحب کي ھن طرح مصرع لکڻ گهربي هئي.

**"اَڏِئُو" جـن وِرانـدِ، تَـن صـبَـاحَـٽِـي لـڏِيـو**

اسان جي تحقيق بعد حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي اصل صورت هي بيهي ٿي:

**ڏِگـهـي اَڏَ مَ مَـنـهـي، "پَـکـو" اڏ، مَ لانـدِ**
**اڏيـو جـن ورانـدِ، تـن سـوارو لـڏيـو.**

حضرت پٽ ڌڻي فرمائي ٿو تہ ڏگهي منهي نہ اڏ (ڇاڪاڻ تہ ڏگهي منهي مضبوط ناھڻي پوندي آھي) ۽ لانڍ بہ نہ اڏ (اھو ھن ڪري تہ لانڍ بہ ڏاڍي مضبوط ناھڻي پوندي آھي). ورانڊو بہ نہ اڏ (ڇا ڪاڻ تہ ورانڊو بہ مضبوط ٺهندو آھي). صرف پکو اڏ (ڪکن ڪانن جي جهوپڙي اڏ) جن ڏگهيون منهيون لانڍ ۽ ورانڊا اڏيا سي جلدي لوڏ لڏي ويا.

*****



**جي پائئين وَسَ ڇَران، تہ سنَگهارَنِ سِين گهارِ،**
**جَـنِـي سَـنـدي وارِ، چورُ نـہ اَڇي ڪَـڏهِـيـن.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سرڏھر ص 167)

**جيَ پائئين وَسَ ڇَران، تَـ سنَگهَارَن سين گَهار،**
**جَـنِـي سَـنـدِيءَ واڙ، چـورُ نـہ اَڇي ڪَـڏهـيـن.**

(پانهون خان شيخ شاھ جو رسالو جلد ٽيون سرڏھر ص 17-256)

**جي پائئين وس ڇران، تہ سنگهارن سين گهار،**
**جـنـي سـنـدي واڙ، چـور نـہ اڇي ڪـڏهـيـن.**

(شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرڏھر ص 714/24 بااختيار ادارو سال 1994)

**جي پائئين وَسَ ڇران، تَـ سنَگهارَن سِين گهار،**
**جـنـيـن سـنـدي واڙ، چـورُ نـہ اڇي ڪَـڏهِـيـن.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرڏھر ص 662 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**نوٽ:** ديوان تاراچند، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي اھو بيت نہ لکيو آھي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (گهار، وار، واڙ)

**الف. گهار، وار، واڙ:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت جا ٻيئي قافيا **"گهار"** ۽ **"وار"** لکيا آھن. ھڪ قافيي **"گهار"** جي معنيٰ **گذار** لکي اٿس. ٻي قافيي **"وار"** جي معنيٰ **"واڙ"** لکي اٿس.
اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آھي تہ بيت جا ٻيئي قافيا ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ غلط لکيا آھن.

ٻانهي خان شيخ، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي بہ هڪ هڪ قافيو غلط لکيو آهي.

اوهان جي ذهن ۾ هي سوال اُڀري رهيو آهي تہ "اسان ڪئن تحقيق ڪري ۽ ڪهڙا طريقا اختيار ڪري ثابت ڪيو آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب ٻيئي قافيا غلط لکيا آهن ۽ باقي صاحبن هڪ هڪ قافيو درست لکيو آهي؟"

قارئين ڪرام! سڀ کان پهريائين ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي لکيل معنيٰ تي غور ڪيوسين. هن صاحب قافيو **"وار"** لکيو مگر قافيي واري لفظ جي معنيٰ **"واڙ"** لکي آهي. اهميت وارو لفظ **"واڙ"** شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ٻانهي خان شيخ جي لکيل بيت ۾ قافيي طور استعمال ٿيل نظر آيو تہ اسان کي مال جي **"واڙ"** وارو لفظ حضرت پٺ ڌڻيءَ طرفان بيت ۾ قافيي طور آندل سمجهہ ۾ آيو.

جڏهن لفظ **"واڙ"** قافيي طور اسان درست سمجهيو تہ پوءِ سوچيوسين تہ پهريون قافيو **"گهاڙ"** ٿيڻ گهرجي ۽ نہ **"گهار"**. ان خيال کان اسان حضرت پٺ ڌڻيءَ جي رسالي جو مطالعو شروع ڪيو تہ هن بيت تي نگاهہ پيئي.

جي پانئين **"وس چَران"**، تہ سنگهارن سين لَڌِ
جَني سندي سڌ، چور نہ ڇُهي وَڄَڙا.

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو جلد ٽيون سر ڌهر ص 15_256)

حضرت پٺ ڌڻيءَ جي مٿين بيت پڙهڻ بعد اسان جي ذهن ۾ **"وس چرائڻ جي گهاڙ"** وارو خيال ذهن ۾ آيو اهو هن ڪري تہ مالوند ماڻهو



پنهنجي پنهنجي مال جي چڱي چاري جي چاهہ ۾ چراگاهن جي ڳولا ڪندا آهن. اُن ڳولا کي **"گهاڙ ڪرڻ"**، **"گهاڙي اچڻ"** چئبو آهي. جيڪي مالوند گڏ رهندا آهن، مال بہ ساڳي واڙ ۾ واڙيندا يا ٻيهاريندا آهن تہ اُهي چراگاهن جي **"ڳولا يا گهاڙ"** لاءِ بہ گڏ ويندا آهن.

حضرت پٺ ڌڻيءَ اُن دور جي تاريخ جا ورق ورائي ٿو. جنهن دور ۾ هاڙُويا ڌاڙيل ڌنارن کان ڌڻ ڌاڙو هڻي ڪاهي هليا ويندا هئا، تنهن ڪري مالوند اڪثر گڏ رهندا هئا. گڏ مال چاريندا هئا ۽ گڏ مال واڙيندا هئا ۽ گڏ چرا گاهن جي گهاڙ ڪندا هئا. هڪ اڪيلي مالوند کي حضرت پٺ ڌڻيءَ صلاح ڏني آهي تہ وسڪاري واري چراگاهہ ۾ مال وجي چراءِ، مال چارڻ کان اڳ ۾ مالوندن سان گڏجي چراگاهہ **"گهاڙ"**. ٻي صلاح انهن سنگهارن سان گڏ گهارڻ جي بہ ڏنائين. جيڪي ايترا تہ برجُستا ۽ طاقتور هجن جو انهن جي مال ڏانهن چورن کي اک کڻي نهارڻ جي بہ جرئت نہ ٿئي. مال کي ڇهڻ يا هٿ لائڻ تہ پري رهيو.

اسانجي تحقيق بعد بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

**جي پانئين "وس چران"، تہ سنگهارن سين "گهاڙ"،**
**جني سندي واڙ، چور نہ اَچي ڪڏهين.**

*****

# سُر سسئي آبري

❊❊❊❊❊❊❊❊❊❊

وڏو طالع تو، جئن لڳيئن پير پنهونءَ جي،
سَسئي اِن سِتُون کي، رويو رويو رو،
ويني هِتَ مَ هو، هلين تہ هوت لهين.
(ديوان تارا چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سر آبري ص 202 سال 1900ع)

وڏو طالع تو، جِن لڳينءَ پير پُنهوءَ جي،
سَسئِي اِنَ سُتون کي، رويو رويو رو،
ويني هِت مَ هو، هَلين تہ هوتُ لَهِين.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو 3 سر سسئي آبري ص 07-297)

وَڏو طالِعُ تو، جِئن لڳِينءَ پيرَ پُنهونءَ جي،
سَسُئي اِنَ سُتُون کي، رويو رويو رو،
ويِنِي هِتِ مَ هو، هَلِين تہ هوتُ لَهِين.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر آبري ص 185)

وَڏو طالِعُ تو، جِيئن لَڳِينءَ پيرِ پُنهُونءَ جي،
سَسُئي اِن سُتُونَ کي، روَيو رويو رو،
وينِي هِتَ مَ هو، هَلين تَہ هوتُ لهَين.
(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو جلد ٻيو سر آبڙي ص 13-49)

وڏو طالع توءِ، جيئن لڳئينءَ پيرَ پنهونءَ جي،
سَسُئي اِن سُتون کي، رويو رويو رو،
ويني هِت مَ هو، هلين تہ هوت لهين.
(ممتاز مرزا گنج جديد سنڌي صورت خطي ۾ ص 02-06)



وڏو طالع تو، جئن لڳيئن پير پنهونءَ جي،
سسئي اِن سِتُون کي، رويو رويو رو،
ويني هِت مَ هُو، هلين تہ هوت لهين.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سر سسئي ابري ص 268/7 سال 1994)

وڏو طالع تو، جئن لِڳيئن پيرِ پنهونءَ جي،
سَسُئي اِن سِتُون کي، رويو رويو رو،
ويني هِت مَ هُو، هلين تہ هوت لهين.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سر سسئي ابري ص 240/5 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

وَڏو طالِعَ تو، جِئن لِڳِئين پِير پُنهُونءَ جي،
سَسُئي اِن سُتون کي، رويو رويو رو،
وِيِني هِتِ مَ هُو، هَلِين تہ هوت لَهِين.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سر سسئي ابري ص 377 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (تو توءِ). (ستون)

**الف. تو توءِ :** فقط ممتاز مرزا بيت ۾ پهريون قافيو **"توءِ"** استعمال ڪيو آهي. اهو هن ڪري تہ اهو قافيو گنج شريف ۾ بہ **"توء"** لکيو ويو آهي. باقي قافيا سيد عبدالعظيم **"روءِ هو"** لکيا آهن. سيّد عبدالعظيم کي **"روءِ ۽ هوءِ"** قافيا لکڻ گهربا هئا، مگر نہ لکيائين. اهو خيال وري ممتاز مرزا کي ڪرڻ گهربو هيو. اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي بيت جا قافيا **"توءِ، روءِ، ۽ هوءِ"** هئا. مگر ڪاتب نہ لکيا اهو هن ڪري ٿا چئون تہ ڪاتب ۽ ممتاز مرزا هڪ قافيو **"توءِ"** لکيو آهي جڏهن حضرت ڀٽ ڌڻيءَ هڪ قافيو **"توءِ"** فرمايو تہ پوءِ ڪئن نہ باقي قافيا **"روءِ ۽ هوءِ"** فرمايا هوندا؟

باقي ٻين صاحبن جن، بيت لکيا آهن تن سڀني حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي قافين جو خيال نہ رکيو. انهن صاحبن **”تو، رو، ۽ هو“** قافيا لکيا آهن. جيڪي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي شايانِ شان نہ آهن.

**ب. <u>ستون</u>:** شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ **”سُتون“** لفظ جي معنيٰ ٿنڀو، ٽيڪ، سنگت لکي آهي. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي بہ **”سُتون“** جي معنيٰ **”ٿنڀ“** لکي آهي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي **”سُتون“** جي معنيٰ لکي آهي **”ٿنڀو، آڌار، ٽيڪ“** (ص 458)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي، **”ستون، ٿنڀو، پَرجهلو“** (ص 185)

ٻانهي خان شيخ سُتون جي معنيٰ لکي آهي **”ٿنڀو“** (ص 13_49) جنهن منجهان مراد پنهونءَ ڪِڍي اٿن.

قارئين ڪرام! پنهون جڏهن سسئي جو **”سُتون“** آهي، **”ٿنبو“** آهي تہ پوءِ انهي سُتون تي تہ سسئي کي خوش ٿيڻ گهرجي مگر اهڙي خوشيءَ جو اظهار بيت ۾ نہ ڪيو ويو آهي ۽ نہ وري حضرت پٽ ڌڻيءَ ڪيس خوشي جي اظهار ڪرڻ لاءِ چيو آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ تہ سسئي کي بار بار روئڻ جي تلقين ڪئي آهي ۽ صلاح ڏني آهي تہ :

”سسئي ان سُتون کي، رويو رويو روءِ“

روئڻ تہ پڇتاءَ جي نشاني آهي. جڏهن پنهون سسئي جو آڌار ۽ سُتون آهي، تہ پوءِ ان پرجهلي ۽ ٽيڪ تي تہ سسئي کي فخر ڪرڻ گهرجي ۽ نہ ڪي روئڻ گهرجي. جڏهن اهو خيال ذهن ۾ آيو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ **”سُتون“** اصل ڪو ٻيو لفظ آهي تہ پوءَ ان لفظ جي تحقيق



لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيتن جو وري مطالعو ڪيوسين تہ اسان کي معلوم ٿيو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئسي کي صلاح ڏئي ٿو تہ هِت ڀنڀور ۾ نہ ويهہ. هلين، پنڌ ڪرين، پنهل کي ڳولين تہ پوءِ تو کي ڳولڻ سان هوت ملي ويندو. ساڳي وقت حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي کي ننڊ ڪرڻ تي ٻين بيتن ۾ پڻ ننديو آهي.

(1) **”ويهہ مَ مند ماتَ ڪري اُٿي وجهہ وڙول**
**سُتين تان سيد چئي هم غم اچن هول“** (ص 147 ڊاڪٽر بلوچ)

(2) **ويٺين وراڪوناهہ ڱو سُتين ڪونهي سگ**(ص 185 بلوچ)

(3) **ويٺي وَرَ نہ پُون سُتي ملن نہ سُپرين** (ص 09_185 بلوچ)

(4) **ليل نہ جاڳين لِڪ سين سُتينءَ سَپِ رات** (ص 2_222 بلوچ)

(5) **ليل نہ جاڳين لِڪ سين ستين رات سڄي** (ص 3_222 بلوچ)

مٿين بيتن منجهان ثابت ٿئي ٿو تہ حضرت پٽ ڌڻي سسئي کي ننڊ نہ ڪرڻ جون صلاحون ڏنيون. زيرِ بحث بيت ۾ بہ حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي کي چيو آهي تہ :

”سَسُئيِ اِنَ سُتوَن کي، رويو رويو روءِ“

قارئين ڪرام! اسان هن مصرع ۾ لفظ **”سُتوَن“** استعمال ڪيو آهي اوهان حيران هوندوء تہ **”اڪرم“** اهو لفظ ڪٿان آندو آهي؟

حقيقت هي آهي تہ جيئن لفظ **”ننڊ“** منجهان **”ننڊو، ننڊائپ ۽ ننڊپڻ“** الفاظ ٺهندا آهن. تيئن **”سُت“** لفظ منجهان لفظ **”سُتو، سُتين، سُمهيو، سُمهڻ، سُتپڻ، سُتوَڻ ۽ سُتپن“** لفظن جي لڙهي ٺهي ٿي اهڙي طرح لفظ **”سُت“** منجهان حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ **”سُتوَن“** ٺاهيو ۽

پنهنجي بيت ۾ استعمال ڪيو.
حضرت پٺ ڏٽيءَ انهيءَ بيت ۾ سسئي کي چيو ته تو کي ڳهر هئي. تو کي نياڳ جي ننڊ هئي. تون ستيءَ پيئي هيئن، تون سنجهي ئي ستين انهيءَ سُتوَن کي، سُتوَڻ کي، رويو رويو روءِ.
قارئين ڪرام! اسان جي تحقيق بعد حضرت پٺ ڏٽيءَ جي بيت جي هي صورت بيٺي آهي:

**وَڏو طالعَ توءِ، جِئَن لَڳِينءَ پيرپُنهونءَ جي،**
**سَسُئي اِنَ "سُتوَن" کي، رويو رويو روءِ،**
**ويٺي هِت مَ هوءِ، هَلين تَہ هوت لَهِين.**

<u>معنيٰ</u>: اي سسئي تون وڏي بختاور آهين جو تو پنهون سان پريت جو پيچ پاتو. جڏهن پنهون کي پنهنجا پائر ڪيچ مڪران کڻي ٿي ويا ته تون پنهون جي پيري پٺيان لڳي پئين. اها تنهنجي طالع ۽ بخت جي نشاني آهي. اي سسئي، تون پنهون جي قافلي پٺيان رواني دير سان ٿي آهين ڇا ڪاڻ ته تون "ستي" پيئي هئين تنهنجي سُتوَڻ ۽ سمهڻ جي ڪري تنهنجي پنهل جو قافلو توکان نڪري ويو. تنهنڪري انهي سمهڻ، سُتوَڻ واري غلطي تي جيترو روئين اوترو ٿورو آهي، تنهنڪري تون رويو پيئي روءِ. ويٺي هت م هوءِ هلين ته هوت لهين.

*****



**جي سِجهائي سِڪ، تہ پڻ سِڪي سسئي،**
**پيتاءِ پنهونءَ کي، هَڏِ نہ پڳيَس هِڪَ،**
**اِن تڙ منجهان تِڪَ، ڏني پاڻ اُج ٿئي.**

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سر سسئي آبري ص 182 سال 1900ع)

**جي سِجهائِي سِڪ، تہ پُن سِڪي سَسُئي،**
**پيتائين پنهوءَ سين، هَڏ نہ پَڳيس هڪ،**
**اِن تَڙَ منجهان تِڪَ، ڏِني پاڻ اُج ٿيي.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سر سسئي آبري ص 3-284)

**جي سِجهائِي سِڪَ، تَہ پُڻ سِڪي سَسُئِي،**
**پِيتائِين پُنهونءَ کي، هَڏ نہ پَڳِيَس هِڪ،**
**اِن تڙ منجهان تِڪ، ڏني پاڻ اُج تِئي.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر آبري ص 3-173)

**جي سِجهائي سِڪَ، تَہ پڻ سِڪي سَسُئي،**
**پيتائِين پُنهونءَ کي، هڏ نہ پَڳِيَسِ هِڪ،**
**اِن تڙ منجهان تِڪ، ڏني پاڻ اُج ٿئي.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو ص 127)

**جي سِجَهائِي سِڪَ، تَہ پُڻ سِڪي سِڪَ کي،**
**پِيتائِين پُنوهہَ کي، هَڏِ نَہ پَڳِيَسِ هِڪَ،**
**اِن تڙ منجهان تِڪ، ڏني پاڻَ اُج ٿئي.**

(ڀانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سر آبڙي ص 07)

**جي سجهائي سِڪ، تہ پڻ سِڪي سسئي،**
**پيتائين پنهونءَ ڪي، هڏِ نہ پڳيس هِڪ،**
**اِن تڙ منجهان تِڪ، ڏني پاڻ اُڃ ٿئي.**

(**شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ سرسسئي ابري ص** 241/3 **بااختيار ادارو سال** 1994)

**جي سِجهائي سِڪ، تہ پڻ سِڪي سسئَي،**
**پيتائين پنهونءَ ڪي، هَڏ نہ پَڳيس هِڪ،**
**اِن تڙ منجهان تِڪ، ڏِني پاڻ اُڃَ ٿئي.**

(**مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرسسئي ابري ص** 221/3 **مهراڻ اڪيڊمي سال** 2009)

**جي سِجهائي سِڪَ، تَہ پُڻ سِڪي سَسُئي،**
**پِيتائِين پنهونءَ سين، هَڏِ نہ پَڳيَسِ هِڪ،**
**اِن تڙ منجهان تِڪ، ڏِني پاڻ اُڃ ٿِئي.**

(**علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرسسئي ابري ص** 353 **سنڌي ادبي بورڊ سال** 1993)

**جي سِجهائي سِڳَّ، تہ پُڻ سِڪِي سَسُئي،**
**پيتائين پنوهَونءَ ڪي، هڏ نہ پَڳيس هڪ،**
**اِن تڙ منجهان تِڪ، ڏني پاڻ اُڃ ٿئي.**

(**ممتاز مرزا شاھ جو رسالو سرآبڙي ص** 15)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پيتائين پنوھ ڪي، پيتائين پنوھ سين)، (پڳيس)، (هڪ)

**الف. <u>پيتائين پنوھ ڪي، پيتائين پنهون سين</u>:** بين سيني ليڪن ۽ محققن ٻي مصرع جو پهريون اڌ **"پيتائين پنوھ ڪي"** لکيو آهي.



ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي **"پيتائين پنهون سين"** لکيو آهي. تحقيقي نقطءِ نگاھ سان جڏهن اسان ٻنهين مڪتبِ فڪر جي صاحبن جي لکيل مذڪوره بالا اڌ اڌ مصرع پڙهي تہ اسان کي ٻنهي فقرن جي معنيٰ ۾ وڏو تضاد معلوم ٿيو تنهنڪري اسان کي انهي فقري تي تحقيق ڪرڻي پيئي. اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ **"پيتائين پنهون ڪي"** فقرو درست فرمايو ويو آهي. هن اصطلاحي فقري جي معنيٰ ٿئي ٿي "سسئي پنهون جي صحبت، قربت ۽ محبت ۾ رهي پنهون جي پيار کي خوب حاصل ڪيو".

**ب. <u>پڳيس</u>:** شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لفظ جي معنيٰ نہ لکي آهي. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي **"هڏ نہ پڳيس هِڪ "** جي معنيٰ لکي آهي **"سڪ نہ پڳيس"**. اها معني غلط لکي اٿس. ڊاڪٽر گربخشاڻي معنيٰ لکي آهي "جيتوڻيڪ هُو هميشہ محبت جي دريا جي سير ۾ آهن تڏهن بہ هنن جي اڃ لهڻ جي نہ آهي". (ص 443)
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **"هڪ نہ پڳيس"** يعنيٰ نڙي آلي نہ ٿيس معنيٰ بہ لکي آهي وري هِڪ پَڄڻ يعنيٰ سڌ لهڻ، خواهش پُوري ٿيڻ بہ معنيٰ لکي آهي مگر انهيءَ معنيٰ تي متفق نہ ٿيو. بيت ۾ لفظ **"پَڳيس"** لکيائين اکر **"پ"** جي مٿان زبر ڏنائين. اهو لفظ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ نہ ٿو سونهين.
ڪلياڻ آڏواڻي هي معنيٰ لکي آهي، "جي سسئي سڪ ۾ سِجي ڪباب ٿي، تہ بہ هو جيڪر سِڪڻ کي نہ ڇڏي. هن پنهونءَ جي صحبت ۾ جو جام پيتو آهي جنهن ڪري هرگز پياس نہ ٿي ٻجهيس. انهيءَ چشمي منجهان جنهن ڳيت ڏني تنهن جي اندر ۾ پاڻ اڇيو. اُڃ اُسري". (شاھ جو رسالو ص 127 سر سسئي).

قارئين ڪرام! ڪلياڻ آڏواڻي جي ڏڪي تي لکيل معنيٰ به حضرت پٺ ڌڻيءَ جي سوچ تائين رسائي نه ڪري سگهي. مگر لفظ "**پَڳيس**" لکيو اٿس هن کي الفاظ "**نه پِڳيس هڪ**" يعني هِڪي / نڙي نه پِڳيس لکڻ گهربو هيو.

ٻانهي خان شيخ لفظ "**پَڳيس**" لکيو آهي جنهن جي ڏُکي تي معنيٰ لکي اٿس "**ختم ٿي يا ختم ٿيس**".

ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ مٿي ذڪر ڪيل صاحبان حضرت پٺ ڌڻيءَ جي استعمال ڪيل لفظ کي "سمجهي ئي نه سگهيا". اهو لفظ اسان جي تحقيق موجب اصل ۾ "**پِڳيس**" آهي. هن لفظ جي پهرين اکر "**پ**" جي هيٺيان زير ڏيڻ گهرجي. زير ڏيڻ بعد اهو لفظ ٿيندو "**پِڳيس**" جنهن جي معنيٰ آهي "**آلي ٿيس، سائي ٿيس.**"

اسان جي تحقيق بعد مصرع هن طرح بيهي ٿي:

پيتائين پنهونءَ کي هڏ نه "**پِڳيس هڪ**"

يعنيٰ پنهون سان بي انتها محبت، صحب ۽ قربت جون گهڙيون ئي گهڙيون گهاريائين مگر سندس سڪ ۽ محبت جي اساٺ اڃ (بي انتها اڃ) جي ڪري هن جي هِڪي به نه پِڳي يعنيٰ سسئي جي نڙي آلي به نه ٿي.

**ت. هِڪ:** حضرت پٺ ڌڻيءَ جي ڪلام جي سيني شارحن، محققن ۽ مرتب حضرات لفظ "**هِڪ**" جي معنيٰ لکي آهي. "**ٿوري، گهٽ، سڪ**". اسان جي تحقيق موجب اصل ۾ اهو لفظ آهي "**هِڪِ**" يعنيٰ "هڪي/نڙي / نڙ گهٽ".



تحقيق بعد حضرت پٺ ڌڻيءَ جو بيت هن صورت ۾ بيهي ٿو.

**جِئَن سِجهائي سِڪ، تِئَن پُڻ سِڪي سِسُئِي،**
**پِيتائِين پُنهونءَ کي، هَڏ نَه "پِڳيس هِڪِ"،**
**اِن تڙ منجهان تِڪ، ڏِني پاڻ اُڃ تِئي.**

**معنيٰ:** جئن جئن سَسُئي کي سڪ ساڙي سجي ٿي ڪيو تئن تئن سندس سيني ۾ پنهون جي عشق جي اَٿاهه آتش پڙڪا ڏيئي سندس سڪ ۽ سوز جي پياس کي تي وڌايو. پنهون جو پيار، محبت ۽ قُربت جئن جئن تي حاصل ٿيس تئن تئن سڪ جا سلا سندس سيني منجهه تي اپريا. پنهونءَ جي پرت کي بي پايان پيتائين پوءِ به سنديس هِڪي به آلي نه ٿي يعني هِڪ (نڙي) به نه پِڳيس (آلي ٿيس).

*****

جان ساماٽِيئن سَسُئي، تان ويُسَ وَرَنِ جو ڪَرِ،
لاهي لڄ لطيف چئي، ٿيَ بيگارياٽي بَرِ،
تہ ويندهين پوئي وَر، اڳيان هوت حضُور ۾.

(ديوان تاران چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 215 سال 1900)

جان ساماٽين سسئِي، تان ويُسَ وِڙَنِ جو ڪَرَ،
لاهي لَڄَ لطيفُ چيِ، ٿِيُ بيگارياٽي بَرِ،
تہ وِيندهِ پوئِي ور، اڳِئا هوتُ حضورَ ۾.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو ابيات متفرقہ سرا بري ص 305)

جَان سَامَاٽيئن سَسُئي، تان ويس وِڙَنِ جو ڪَرِ،
لاهي لَڄَ لَطيف چئي، ٿِيُ بيگارياٽي بر،
تہ ويندي پَوَئي وَرِ، اَڳيان هوتَ حُضوُرَ جي.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو متفرقہ بيت سرسسئي ابري ص 2۔151)

جَان سَامَاٽِينءَ سَسُئِي، تَہ ويُسَ وِڙَنِ جو ڪَرَ،
لائي لُنگُ لطيف چَئي، ٿِيءُ بيڪارِيَاٽِي بَرِ،
تہ ويندي پَوي وَرِ، اڳِيَان هوتُ حُضوُرَ ۾.

(ٻانهون شيخ شاهہ جو رسالو سراُبڙي ص 58)

جان ساماٽيئن سَسُئي، تہ ويس وِڙن جو ڪَر،
لائي لُنگ لطيفُ چئي، ٿي بيڪارياٽي بَر،
تہ ويندهِين پوي ور، اڳيان هوتُ حضور ۾.

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطي ۾ ص 01 جو ٻيو نمبر بيت سرود سسئي)

جان ساماٽيئن سَسُئي، تان ويُسَ وَرَنِ جو ڪَر،
لاهي لڄ لطيف چئي، ٿي بيگارياٽي بر،
تہ ويندهين پوئي ور، اڳيان هوت حضور جي.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سرسسئي ابري ص 286/4 بااختيار ادارو سال 1994)



جان ساماٽيئن سَسُئي، تان ويُس ورنِ جو ڪَر،
لاهي لڄ لطيف چَئي، ٿيءِ بيڪاريَاٽي بَر،
تہ ويندئين پوئي ور، اڳيان هوت حضور ۾.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 253/2 سال 2009)

جان ساماٽِيئن سَسُئي، تان وِيسَ وِڙَنِ جو ڪَرِ،
لاهي لَڄَ لَطِيفَ چَئي، ٿِيُ بيگارياٽِي بَرِ،
تہ وِيندي پوئِي وَرِ، اڳيان هوتُ حُضورَ ۾.

(علامہ آءِ آءِ قاضي سرسسئي ابري ص 363 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

جان ساماٽيئنءَ سَسُئي، تہ ويُس وِڙَن جو ڪَرِ،
لاهي لَڄَ لَطِيف چَئي، ٿِي بيڪارياٽي بَرَ،
تہ ويندهِين پونيِئن وَر، اڳيان هوت حُضورِ ۾.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو سُر معذور ص 200 سال 2009ع)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (وِڙن، وَرَن)، (لڄ، لنگ)، (بيگارياٽي، بيڪارياٽي)، (حضورم، حضور جي)

**الف. <u>وِڙن، وَرَن</u>:** ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ **"وَرَن"** لکيو آهي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ٻانهون خان شيخ ، ممتاز مرزا ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ انهن صاحبن پهرين مصرع جو لفظ **"وِڙن"** لکيو آهي. اسان پڙهندڙ منجهي پيا آهيون تہ لفظ **"وڙن"** پڙهون يا **"ورن"** پڙهون؟ تنهن ڪري تحقيق شروع ڪئي سين.
اسان جي تحقيق مطابق ٻنهي لفظن جي معنيٰ ۾ وڏو فرق آهي **"وڙن"** جي معنيٰ آهي **"خراب، بد"** ۽ **"ورن"** لفظ جي معنيٰ آهي **"مڙس"**

”ويس ورن جو ڪرڻ“ جي اصطلاحي معنيٰ آهي ”مردانو ويس ڪرڻ، مڙس ماڻهو ٿيڻ، مردانگي ۽ حوصلي سان رهڻ“.

قارئين ڪرام! اسان جي تحقيق موجب انهي بيت ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي کي صلاح ڏني ٿو تہ:

**”جان ساماڻينءَ سَسُئي، تان ويس وَرَنَ جو ڪَر“**

يعنيٰ اي سسئي تون ساماڻيل ۽ جوان ٿيل آهين تُنهنجي لاءِ ضروري آهي تہ تون بظاهر ورن، مردن ۽ مڙسن وارو لباس پاءِ عورتاڻو لباس لاهي ڇڏ. ڇاڪاڻ تہ تو کي پنهون جي ڳولا لاءِ اڪيلي سر نڪرڻو آهي. پاڻ ۾ مردن واريون صفتون پيدا ڪر.

ب. **لڄ، لُنگ**: ڊاڪٽر گربخشاڻي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڪلياڻ آڏواڻي،علامہ آءِ آءِ قاضي، ديوان تاراچند ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ٻي مصرع جو لفظ **”لڄ“** لکيو آهي.

ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا لفظ **”لُنگ“** لکيو آهي.

اسان جي تحقيق مطابق، جن صاحبن لفظ **”لڄ ۽ لُنگ“** لکيو آهي. تن اهو لفظ غلط لکيو آهي.

اصل بيت جيڪو حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو تنهن جي صورت ئي بدلائي ويئي آهي. ڪير چوندو تہ هي بيت حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي جو آهي. ڇا حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمائيندو تہ اي سسئي **حيا ۽ لڄ** کي لاهي ڦٽو ڪر؟

قارئين ڪرام! سنڌي زبان ۾ لينگ لاهڻ، لينگ لهڻ، لينگھہ لاهڻ، ليڙو لاهڻ، ليڙو لهڻ وارا الفاظ اصطلاح طور ڪم ايندا آهن.



**مثال طور**: هن مائي جو تہ ليڙو يا لينگ ئي لهي ويئي آهي يعني سخت پريشاني جي عالم ۾ آهي مٿي تي پوتي يا بوڇڻ جي ليڙ يا لينگ بہ نہ اٿس. لينگ لٿل اٿس.

اسانجي ان تحقيق جي ثبوت لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هي بيت ملاحظہ فرمايو :

ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو، مٿو اُگهاڙو،
پينر ڪُڇاڙو، منهنجو هن پنيور ۾.

(غلام محمّد شاهواڻي سر حسيني ص 226 روشني پبليڪشن 2013)

**معنيٰ**: حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي جي روپ ۾ فرمائي ٿو تہ جهنگن، جهرن، جبلن ۽ پهاڙن ۾ پنهون کي ڳوليندي منهنجو چولو ڪلهي کان ڦاٽي ويو. مٿي تي لينگ ۽ ليڙ بہ نہ رهي مٿو اگهاڙو اٿم پينر منهنجو هن پنيور ۾ ڇا آهي؟ ڪجھ بہ نہ آهي. اسان جي تحقيق مطابق لفظ **”لينگ يا لينگھ“** درست آهي. **”لُنگ“** غلط آهي.

ت. **بيگارياڻي، بيڪارياڻي**: **”بيگارياڻي“** چئبو آهي اُن عورت کي جيڪا فقط ماني ڳيپي لاءِ ڪنهن گهر ۾ بيگر وهي يعنيٰ محنت ۽ مزدوري ڪري.

**”بيڪارياڻي“** چئبو آهي، ان عورت کي جيڪا در در لولي ڳيپي لاءِ ليلائيندي ۽ بيک گهرندي وتي.

حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي کي در در تي بيڪارڻ وانگر ڀڄي پنهون جي ڳولا ڪرڻ جي صلاح ڏيڻ فرمائي آهي. ۽ نہ بيگارياڻي ٿيڻ جي .

ث. **حضور ۾، حضور جي**: حضرت پٽ ڌڻي جي بيت جي آخري مصرع ۾ ڊاڪٽر گُربخشاڻي، ٻانهي خان شيخ، ممتاز مرزا، مولانا

غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ الفاظ **”حضور ۾“** لکيا آهن. مگر ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ ڪلياڻ آڏواڻي **”اڳيان هوت حضور جي“** الفاظ درست لکيا آهن.

درست هن ڪري چئون ٿا تہ هوت حضور حضرت پٺ ڏٺيءَ پنهون جو پيءُ قرار ڏنو آهي ۽ پوءِ سسئي کي فرمايو اٿس تہ پنهون جي پيءُ هوت جي حضور ۾ توکي پنهنجو پنهون ملي ويندو.

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي هي پڙهڻي بيهي ٿي:

**جَان ساماڻِينءَ سَسُئِي، تَان وِيس ”وَرَن“ جو ڪَر،**
**لاهي ”لِينگهہ“ لَطِيف چَئِي، ٿِي ”بيڪِاريَاڻِي“ بَرِ،**
**تَہ ويندي پَوِيئِي وَر، اَڳِيان هوت ”حضور“ جي.**

مٿو اگهاڙو ڪري ”لينگ لاهي بر ۾ بيڪارڻ ٿي پنهون کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪر“ ڳوليندي ڳوليندي اڳيان هوت حضور يعنيَ پنهون جي پيءُ هوت بلوچ جي حضور ۾ حاضر ٿيندين تہ توکي اتي پنهنجو پنهون حاصل ٿيندو.

❋❋❋❋❋



**متان مُتي چڏيين، پريتڙون پاڻا،**
**ڄاپن جئن ڄاڻا، تون پڻ هوئج تن جئن.**

(ديوان تارا چند شوقيرام شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 190 سال 1900ع)

**مَتَان مُتي چَڏيين، پريَتَڙو پاڻان،**
**ڄَاپَنِ جِيئَن ڄَاڙاَ، تُون پَڻ هوئِج تَنِ جيئن.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سر آبري ص 27)

**متان مُتي چڏيين، پِريتَڙو پاڻا،**
**ڄاپَنِ جِنءَ ڄاڻا، تون پُڻِ هوئِج تَنِ جِن.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سر آبري ص 289)

**متان مُتي چڏيين، پِريتَڙون پاڻان،**
**ڄاپَنِ جيئن ڄانان، تون پڻ هوئج تن جي.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورتخطيءَ ۾ ص 25)

**متان مُتي چڏئين، پِريتڙو پاڻا،**
**ڄاپن جئن ڄاڻا، تون پڻ هوئج تن جئَن.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 254/17 با اختيار ادارو سال 1994)

**متان مُتي چڏِيين، پريتڙون پاڻا،**
**ڄاپَنِ جِئَن ڄاڻا، تون پُڻِ هوئج تَنِ جِئَن.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 229 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**متان مُتي چڏِيين، پِريتَڙُون پاڻان،**
**ڄاپن جِئن ڄاڻان، تُون پُڻ هوئِج تَن جئن.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 403 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**نوٽ**: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اهو بيت "شاه جو رسالو" منجهان خارج ڪري ڇڏيو.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ**: (پاٽان، پاٽا)، (جاڙا، ڄاٽا، ڄاٽان) ، (جئن، جي)

**الف. پاٽان، پاٽا**: اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام جي مرتب ۽ محقق حضرات ناموزون قافيا لکيا آهن. اسان پهرئين بيت جي ٻي مصرع جي قافيي تي پنهنجي ڪيل تحقيق اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪريون ٿا. ته جئن اوهان جي ذهن ۾ ٻي مصرع جو قافيو ويهي.

مُتان مُتِي ڇڏي، پريتن پانا،
ڄاپن جِيءَ جانا "**ٿُن پُن هوئج تنجي**".

گنج شريف ۾ لکيل هن بيت جي معنيٰ تڏهن سمجهه ۾ ايندي، جڏن اسين قديم سنڌي صورتخطي کي جديد صورت ۾ آڻيندا سين.
ممتاز مرزا، گنج شريف، جديد صورت خطي ۾ ص 8 ۽ 9 تي لکيو آهي:
"گنج جي ڪاتب جي الف ب غير متوازن آهي. موجوده سنڌي الف ب جي اکرن جي جيڪا صورت هن اختيار ڪئي اُن جو تفصيل هن ريت آهي."

"ر" برابر "ل ۽ ڙ" جي ۽ "ن" برابر "ڻ" جي.

قارئين ڪرام! قديم صورت خطي ۾ "**ن**" اکر اڪثر مخفي رکيو ويندو هو. جڏهن "**ڄِيَ**" لکبو هو. تڏهن ان کي "**جئن**" به پڙهبو هو. "**تِيَ**" لکبو



هيو ته ان کي "**تئن**" پڙهبو هيو ۽ پڙهبو آهي.
انهي اصول تحت اسان گنج شريف واري بيت کي جديد صورت خطي ۾ آندو آهي.

متان مُني ڇڏيين، پريتڙو پاڙا،
ڄاپن جئن جاڙا، تون پڻ هوئج تن جئن.

(گنج جديد صورتخطيءَ ۾ غلام رسول اڪرم ص 25)

سوچڻو هي آهي ته "جاڙا" به ڪڏهن ڪڏهن ماءُ جي پيٽان ڄاپندا آهن ۽ ڄاٽا به واقعي ذهن ۾ ڄاپنديون آهن پر ڄاٽان جاڙيون، ٻنيون ۽ جڙوان پاڻ ۾ ڳنڍيل نه ڄاپنديون آهن. انهن ۾ تسلسل ضرور هوندو آهي. انهيءَ منجهان ثابت ٿيو ته بيت ۾ لفظ "**ڄاپن جيئن جاڙا**" درست ٿيندو. هن ڪري درست ٿيندو ته جاڙا عمومن هڪ ٻئي ۾ ڳنڍيل ۽ چسپان ٿيل هوندا آهن.
اسان جي تحقيق موجب جڏهن جاڙا قافيو درست بيهي ٿو ته، پوءِ پهرين مصرع جو قافيو "**پاٽا**" نه مگر "**پاڙا**" ٿيڻ گهرجي.

قديم صورتخطيءَ ۽ جديد صورتخطيءَ جي اصول مطابق "**ڻ**"، "**ر**" ۾ ۽ "**ر**" تبدل ٿيندي آهي "**ڙ**" ۾، ته ان اصول مطابق بيت جي پهرين مصرع جو قافيو "پاٽا" بجاءِ "**پاڙا**" ٿيندو.

لفظ "**پاڙا**" جو اصل منڍ يا مصدر يا رُوٽ ورڊ لفظ "**پاڙ**" آهي. ان منجهان لفظن جون لڙهيون نهنديون آهن. پاڙ پاڙا، پاڙو پاڙڻ، پاڙيو وغيره. انهي لڙهي منجهان حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ "**پاڙا**" پنهنجي بيت جو پهريون قافيو فرمايو.

اسان جي تحقيق مطابق بيت هن صورت ۾ لکبو.

**مَتان مُٺي ڇڏيين، پريتڙو ”پاڙا“،**
**ڇاپن جئن ”جاڙا“، تون پڻ هوئج تن جئن.**

**معنيٰ:** حضرت پٽ ڌڻي سسئي کي نصيحت فرمائي ٿو تہ اي مُٺي متان پريتڙو ”پاڙڻ“ ڇڏي ڏئين. تون پريتڙو ايئن گڏ نڀائجانءِ جئن جاڙا ۽ جڙوان هڪٻئي سان ڳنڍيل هوندا آهن. منجهن ڪا وِٿي يا وڇوٽي نہ هوندي آهي.

*****



**وريتيون ورو، آءٌ نہ ورندي وَرَ ري،**
**جاڏي هِن جبل جو، تانگهيندِيس ترو،**
**جتن ساڻ ذرو، نينهُن نبيرڻ نہ ٿئي.**

(ديوان تارا چند شوقيرام شاهہ جو رسالو سر سسئي آبري 191 سال 1900)

**وَريتِيون وَرو، آئون نہ وَرندِي وَرَ ري،**
**جاڏي هِنَ جبل جو، تانگهِينديَس تَرو،**
**جَتَنِ ساڻُ ذرو، نيهہ نِبيَرڻُ نہ ٿيي.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سر سسئي آبري 7-290)

**وَريتيُون وَرو، آئون نہ وَرَندِي وَرَ ري،**
**جاڏي هِنَ جَبَلَ جو، تانگهينديَسِ ترو،**
**جَتَنِ ساڻُ ذَرو، نِينهُن نِبيرڻُ نہ ٿئي.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سر سسئي آبري 5-135)

**اِئِين وَريتيُون وَرو، آءٌ نہ ورندِي وَرَ ري،**
**جاڏي هِن جَبَلَ جو، تانگهِيندِيس تَرو،**
**جَتَن ساڻُ ذَرو، نِينهہ نِبيَرڻُ نہ ٿِئي.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سسئي ابري 06-179)

**آئِين وَريتِيُون وَرو، آئُون نَہ وَرَندي وَرَ ري،**
**جَاڏي هِنَ جَبَلَ جو، تَانگهِينديَس ترو،**
**جَتَن سَاڻ ذَرو، نِينهن نِبيَرڻُ نَہ ٿِئي.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو ص 30 سر آبڙي)

**اَئين ورَيتيون وَرو، آئون نہ ورندي وَرَ ري،**
**جاڏي هن جبلَ جو، تانگهينديس ترو،**
**جتن ساڻ ڏرو نِينهن نبيَرڻُ نہ ٿيي.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 37)

**وَريتِيُون وَرو، آئون نہ وَرَندي وَرَ رِي،**
**جاڏي هن جبل جو، تانگهِينديس تَرو،**
**جَتَنِ ساڻ ڏرو، نِينهن نِبيرڻ نہ ٿِيو.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھہ جو رسالو سرسسئي آبري ص 361 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**وريتيون ورو، آئون نہ ورندي وَرَ ري،**
**جاڏي هن جبل جو، تانگهينديس ترو،**
**جتن ساڻ ڏرو، نينهُن نبيرڻ نہ ٿئي.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سرسسئي آبري ص 256/7 با اختيار ادارو سال 1994)

**وريتيون ورو، آءٌ نہ ورندي وَرَ رِيءَ،**
**جَاڏي هن جبل جو، تانگهينديَس تَرو،**
**جَتَنِ ساڻُ ڏَرو، نينهُن نِبيرڻُ نہ ٿئي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھہ جو رسالو سرسسئي آبري ص 230/6 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب لفظ:** (تانگهينديس)

**الف. تانگهينديس** : ديوان تارا چند شوقيرام، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانهي شيخ خان، ممتاز مرزا، علامہ آءِ آءِ قاضي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ انهن سڀني صاحبن بيت جي ٻي مصرع ۾ لفظ "**تانگهينديس**" لکيو آهي. ايئن محسوس ڪرايو اٿن



تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ ڪي بيتن ۾ الفاظ استعمال ڪرڻ ئي نہ ايندا هئا. درحقيقت حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظن جي استعمال ڪرڻ جو وڏو ماهر هيو. اسان جي تحقيق موجب حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي جا ليکڪ هڪبئي جا مُقلّد ۽ پوءِ واري ڪندڙ ثابت ٿيا آهن. هاڻ ڏسون تہ هنن صاحبن "**تانگهينديس**" جي معنيٰ ڇا لکي آهي؟

ڊاڪٽر گربخشاڻي "**تانگهينديس**" لفظ جي معنيٰ نہ لکي آهي.

ڪلياڻ آڏواڻي معنيٰ لکي آهي. "اي سهاڳڻيون اوهان پٺ تي موٽو مان پنهنجي ور بنا پٺتي نہ ورنديس. هن اڙانگي جبل جو ترو **ڳولينديس**". (ص 135)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**تانگهينديس**" جي معنيٰ نہ لکي آهي.

ٻانهي خان شيخ "**تانگهينديس**" جي معنيٰ "**ڳولينديس**" لکي آهي (ص 30 جلد ٻيو)

هنن صاحبن منجهان معنيٰ صرف ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ٻانهي خان شيخ لکي آهي.

قارئين ڪرام! اوهان ذرا غور فرمايو تہ معنيٰ، لفظ "**تاڪينديس**" جي لکي اٿن ۽ بيت ۾ لفظ "**تانگهينديس**" لکيو اٿن. اسان جي تحقيق موجب اهو لفظ "**تاڪينديس**" ئي آهي، اهو هن ڪري ٿا چئون تہ هڪ لفظ آهي "**تانگهہ**" جنهن جي معنيٰ آهي "سڪ، اُڪير، ڇڪ ۽ ڪشش". انهي لفظ "**تانگهہ**" منجهان "**تانگهينديس**" لفظ ٺهيو آهي. ٻيو لفظ آهي "**تاڪ**" جنهن منجهان "تڪڻ، تاڪڻ، تڪينديس، تاڪينديس" الفاظ ٺهن ٿا.

لفظ "**تاڪينديس**" جي معنيٰ ٿئي ٿي ڳولينديس، ووڙينديس، تڪينديس، نظرون ڪٽي نهارينديس. لفظ "**تاڪينديس**" جو واسطو

تڪڙ، نهارڻ ۽ ڳولڻ سان آهي ۽ لفظ "**تانگهيندس**" جو واسطو سِڪ، پريت، محبت ۽ محبت جي ڇڪ ۽ ڪشش سان آهي.

سسئي، پنهون ۽ سندس قافلي کي تڪڙ ۽ ڳولڻ ۽ ورڻ لاءِ نڪتي هئي. تنهنڪري ساهيڙين کي چيائين تہ آءٌ جاڏي جبل يعني وڏي پهاڙجي تري تائين پنهون کي "**تاڪيندس**"، پنهون کي "**تڪيندس**"، پنهون کي "**ڳوليندس**" پنهل کي ووڙيندس مان ور ڪان سواءِ واپس نہ ورنديس.

اسان تحقيق ڪري هي ثابت ڪيو آهي تہ حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي زيرِ بحث آيل بيت ۾ لفظ "**تاڪيندس**" مناسب ۽ موزون آهي.

**اَئِين وَريتِيُون وَرو، آئون نہ وَرندِيَس ورَ رِي،**
**جاڏي هِنَ جبل جو، "تاڪِيِنديس" ترو،**
**جَتن ساڻَ ذرو، نِينهن نِبيرڻ نَہ تِئي.**

******



**پنهون تِيَس پاٽهين، ويو سَسئيءَ جو شَرَمُ،**
**هيڪليون هلن جي، پَڄي تن پَرَمُ،**
**جو وِندَرَ ۾ وَرَمُ، سو سَودو سَريُس هِتهين.**

(ديوان تارا چند شوقيرام شاهہ جو رسالو تي جلد گڏ سرسسئي آبري ص196 سال1900)

**پنهو تِيس پاٽَهين، وئو سَسئِي جو شَرَمُ،**
**هيڪِليُون هَلَنِ جي، پَڄي تن پَرَمُ،**
**جو وِندُرَ ۾ وَرَمُ، سو سودو سَرِئُسِ هِتهين.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو تي جلد گڏ سرسسئي آبري ص04-293)

**پُنهون تِيَس پاٽَهِين، ويو سَسُئي جو شَرَمُ،**
**هيڪليون هَلن جي، پڄي تن پرم،**
**جو وِندرُ ۾ وَرَمُ، سو سودو سَرِيُسِ هِتَهين.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سسئي آبري 3-138)

**پُنهون تِيَس پاٽِهين، وِئو سَسُئي جو شَرَمُ،**
**هيڪليون هَلن جي، پڄِي تن پَرَمُ،**
**جو وِندُرَ مَنجِهہ وَرَمُ، سو سودو سَرِئُسِ هِتَهِين.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرسسئي آبري ص3-181)

**پُنهُون تِيَس پَاٽَهين، وِئو سَسُئي جو شَرَمُ،**
**هيڪَليُون هَلَنِ جي، پَڄِي تَن پَرَمُ،**
**جو وِندُرَ مَنجِهہ وَرَمُ، سو سودو سَرِئُس هِتَهِين.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرسسئي آبري ص4-36)

پنهون ٿِيس پاٺهين، ويو سَسُئي جو شَرَمُ،
هيڪليون هلن جي، پڄي تن پرمَ،
جو ونڌرَ ۾ وَرَمُ، سو سودو سَرِيُس هِتهين.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرسئي آبري ص 234/4 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

پنهون ٿِيس پاٺهين، وِئو سَسُئي جو شرم،
هيڪليون هلن جي، پڄي تن پرم،
جو ونڌر ۾ ورم، سو سودو سَرِئُس هِتهين.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سرسسئي آبري ص 261/4 با اختيار ادارو سال 1994)

پُنهون ٿِيَسِ پاٺِهين، وِيو سَسُئِي جو شَرَمُ،
هِيڪَليُون هَلَن جي، پَڄِي تَنِ پَرَمُ،
جو وِنڌَرَ ۾ وَرَمُ، سَو سَودو سَرِيس هِتهين.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سرسئي آبري ص 404 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

پُنُونهُ ٿِيَسِ پانهِم، وِئُو سَسُئِي جو شَرَمُ،
هِيڪلي هَلَنجي، بَچِي تَنِ پَرَمُ،
جو وِنڌَرَ هُوسِ وَرَمُ، سَو سُودو سَرِئس هِتهه.

(حاجي محمّد سمون شاهه جو رسالو سر آبري جو ص 151 سال 1995)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پڄي تن پرم، بچي تن پرم)، (سودو)

**الف. پڄي تن پرم، بچي تن پرم:** سيني صاحبن "پڄي تن پرم" لکيو آهي. سواءِ حاجي محمّد سمي مرحوم جي. ڊاڪٽر گربخشاڻي معنيٰ ۾ لکيو آهي، **"پڄي تن حجاب"** تن جو حجاب هليو ويو. ڪلياڻ آڏواڻي **"پڄي تن پرم"** جي معنيٰ لکي آهي. "جي اڪيليون پرين لاءِ پنڌ ٿيون ڪن تن جو پردو هٽيو ويو" (ص 138).



ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي "پرم معنيٰ پردو، نيڪ نامي" (3_181)

ٻانهي خان شيخ معنيٰ لکي آهي، **"شرم معنيٰ ادب، ڦڪائي، لڄ حجاب جو پردو، پڄي معنيٰ ٽٽي، پرم معنيٰ عزت ۽ آبر"** (ص 4_36)

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو ته، حجاب هليو ويو يعني حيا هليو وي.

ڪلياڻ آڏواڻي لکيو ته جيڪي اڪيليون هلن تن جو پردو (حياءَ وارو) هٽايو ويو.

عورت جو انمول خزانو ته پردو آهي. اُهو فاش ٿئي، پردو ڦاٽي، عورت جي ملڪيت ته عصمت آهي، ان جو پرم ئي نه بچي ته عورت لاءِ ڇا بچيو؟ سوچيم ته، حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جو اهو بيت ائين نه ٿو ٿِي سگهي. ايئن هرگز لاڪيڻو لطيف نه ٿو فرمائي سگهي ته:

"هيڪليون هلن جي، پڄي تن پرم"

حضرت ڀٽ ڌڻيءَ ته سنڌياڻين جي پرم رهجي اچڻ لاءِ الله پاڪ جي بارگاهه ۾ التجائون ڪندو رهيو آهي. حضرت ڀٽ ڌڻيءَ ماروئي جي روپ ۾ سرتين ڪي دعا ڪرڻ لاءِ چئي ٿو ته:

سَنڪي سندي سومري، هڏ نه چاڙهيم ماهه،
سرتيون دعا ڪجاهه، ته "پرم" پاروڙي رهي.

(ٻانهون خان شيخ سر ماروئي ص 423)

حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جو ٻيو بيت ملاحظہ فرمايو:

"پرم" پاروڙي رهي، جنهن ۾ اُچي اُن
ته پڻ ويني وِنڌيان، توڙي پَوَنِس ٿُن

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سر ماروئي)

قارئين ڪرام! لفظ پرم رهجي اچڻ وارا به مثال هن ڪري لکيم ته جيئن اوهان کي نيڪ روشن ٿئي ته حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت هن طرح نه آهي. جيئن ليڪ صاحبان لکيو آهي.

قارئين ڪرام! عورت کي هر دور ۾ هر قدم تي حوص پرست پنهنجي حوص جو نشانو بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن. تڏهن ته حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو:

"هيڪلون هلن جي، سي تاڪن سندي ٿُوڻ"

**معنيٰ:** جيڪي عورتون اڪيليون هونديون آهن اهي عصمت دري جي ديوانن جي حوص جو ٿُوڻ ۽ شڪار ٿينديون آهن تنهن ڪري عورتون مسافري ۾ اڪيليون نه هجن. جي اڪيليون هجن ته الله پاڪ انهن جو پرم رکي ۽ اهڙين اڪيلين عورتن جو پرم نه پڇي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بزرگي ۽ ان جي ڪلام جي بختگي تي مونکي پورو يقين هيو تنهنڪري مون کي انهي بيت لاءِ بار بار حضرت پٽ ڌڻيءِ جي ڪلام جو مطالعو ڪرڻو پيو. آخر ڪار منهنجي الله پاڪ آس پوري ڪئي "شاهه جو رسالو" جي ڪاتب حاجي محمّد سمي ص 151 تي بيت لکيو آهي ان بيت جي مصرع:

"هيڪليون هلن جي، بچي تن پرم"

(6) ۾ ڪاتب لفظ "**بچي**" لکيو آهي لفظ "**بچي**" کي ڪاتب ڇهه نقطا ڏنا آهن هڪ نقطو "**ب**" اکر جو ٽي نقطا "**چ**" اکر جا ۽ ٻه نقطا "**ي**" اکر جا لکيل آهن. "**ب**" ۽ "**چ**" جا نقطا پاڻ ۾ مليا ته محقق حضرات اکر "**پ**" سمجهي بيت ۾ لفظ "**پڇي**" لکيو. اسان کي انهي ڪاتب حاجي محمّد سمي جي ڪتابت ڪيل رسالي ۾ لفظ "**پڇي ۽**



**پڇِي**" جو مطالعو ڪرڻو پيو جنهن ۾ اسان کي هر "**پڇي**" لفظ تي اٺ (8) نقطا ڏنل نظر آيا (صفحي 139 ۽ 226 تي) جو مطالعو ڪري سگهو ٿا.

**ب.** __سودو:__ جن محققن ۽ مرتبن جا اسان مٿي بيت لکيا آهن تن سڀني صاحبن لفظ "سودو" لکيو آهي اهو لفظ اسان جي تحقيق مطابق "سوڏو" آهي جنهن جي مراد آهي "پنهون".

اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي ته فقط حاجي محمّد سمي مرحوم حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت درست لکيو آهي. ملاحظ فرمايو.

**پنهون ٿيس پاڻ هِين، ويو سسئي جو شرم،**
**هيڪليون هلن جي، "بچِي تن پرم"،**
**جو وندر هوس ورم، سو سُوڏو سرئُس هِتهين.**

*****

جو تون ڏورئين ڏُورِ، سو سدَاءِ آهي ساڻُ تو،
لالَنَ لَيءِ لَطَيفُ چئي مُنجهي تي معذورِ،
منجهان پَهَ پَروَڙ، تو منجِهہ آهيسِ تَڪِيو.
(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرآبري ص 189)

جو تُون ڏوريين ڏُورِ، سو سَدا آهي ساڻُ تو،
لالَڻَ لَئي لطيفُ چَئي، مَنجهِين تِيءُ معذورِ،
منجهان پَهُ پَرُور، تو منجِهہ آهِس تڪِيو.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرآبري ص 11-178)

جو تون ڏوريين ڏُورِ، سو سَدا آهي ساڻُ تو،
لالَن لَءِ لطيفُ چي، مُنجهي تِيُ معذورِ،
منجهان پَنءِ پَروڙ، تو منجهہ آهِس تَڪِيو.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرآبري ص 08-288)

جو تون ڏورئين ڏُورَ، سو سدَا آهي ساڻُ تو،
لالَنَ لَءِ لَطَيفُ چئي، منجهي تي معذورِ،
منجهان پَنئَن پَروَڙ، تو منجِهہ آهسِ تَڪِيو.
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرآبري ص 5-133)

جو تون ڏوريين ڏورِ، سو سدا آهي ساڻُ تو،
لالن لئِيءِ لطيف چَئي، مُنجهي تي معذورِ،
منجهان پيئي پرورِ، تو منجهس آهس تڪيو.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 29)

جو تون ڏوريين ڏُورِ، سو سَدا آهي ساڻُ تو،
لالن لءِ لطيف چَئي، مُنجهين تي مَعذورِ،
مَنجهَان پَئَن پَروڙ، تو منَجهہ آهِس تَڪِيو.
(ٻانهون خان شيخ، شاهہ جو رسالو سرآبري ص 24 سال 2000ع)



جو تون ڏُوريين ڏورِ، سو سدائين آهي ساڻ تو،
لالن لَيءِ لَطيفُ چئي، مُنجهي تي معذورِ،
منجهان پَهُ پروڙ، تو منجهہ آهس تڪيو.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرآبري ص 252 با اختيار ادارو سال 1994)

جو تُون ڏوريين ڏُورِ، سو سَدا آهي ساڻُ تو،
لالَن لَئي لَطَيفُ چَئي، مُنجهي تيءَ مَعذَورِ،
منجهان پاڻَ پَروُڙ، تو مَنجِهہ آهِس تَڪِيو.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو 1993ع سرآبري ص 401)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (لالڻ، لالن)، (منجهين، منجهي)، (پهہ پروڙ پنءِ پروڙ، پنئن پروڙ، پيئي پروڙ پاڻ پروڙ)، (منجهہ آهس، منجهس آهس)، (پرور، پروڙ).

**الف. لالڻ يا لالن:** بيت جي پهرين مصرع ۾ لفظ **"سو"** لکيل آهي جيڪو واحد ۾ اڪيلي محبوب جي نشاندهي ڪري ٿو تنهن ڪري **"لالڻ"** لفظ لکڻ مناسب ٿيندو ۽ نہ **"لالن"**. چاڪاڻ تہ لالن جمع لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ آهي. فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"لالڻ"** لکيو آهي.

**ب. منجهين يا منجهي:** بيت جي پهرين مصرع ۾ لفظ آهي **"تون"** شاهہ صاحب سسئي سان مخاطب ٿي فرمايو آهي. تنهن ڪري لفظ **"مُنجهين"** استعمال ڪرڻ گهرجي. جن **"منجهي"** لفظ لکيو تن غلط لکيو آهي. لفظ **"منجهين"** ڊاڪٽر نبي بلوچ ۽ ٻانهي خان شيخ درست لکيو آهي.

**ت. پهہ پروڙ، پنءِ پروڙ، پنئن پروڙ، پيئي پروڙ پاڻ پروڙ:** اِهي ٻتا لفظ مٿين مختلف بيتن جي آخري مصرع ۾ لکيل آهن.

اسان جي تحقيق مطابق انهن سينن منجهان الفاظ "پاڻ پروڙ" مناسب لڳن ٿا اهي الفاظ "**پاڻ پروڙ**" علامه آءِ آءِ قاضي لکيا آهن. اهي مناسب هن ڪري لڳن ٿا ته حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي ته "تو ۾، تنهنجي اندر ۾، تنهنجي محبوب جو تڪيو (جاءِ) آهي. تنهنڪري تون پاڻ انهي کي پنهنجي اندر ۾ پروڙ". ٻيا لفظ جن صاحبن به لکيا آهن سي اسان جي تحقيق مطابق نا موزون آهن.

ٿ. <u>**منجهس آهس، منجهه آهس**</u>: هنن ٻنهي لفظن منجهان "**منجهه آهس**" الفاظ درست لڳن ٿا. ڇا ڪاڻ ته "**منجهس آهس**" ٻنهين لفظن ۾ "**س**" اکر لکيل آهي، جڏهن ته "**س**" صرف هڪ لفظ "**آهس**" ۾ لکڻ گهرجي، تنهنڪري هي الفاظ "**تو منجهه آهس**" بيت ۾ مناسب لڳن ٿا. غلط الفاظ "**منجهس آهس**" صرف ممتاز مرزا لکيا آهن.

ج. <u>**پرور يا پروڙ**</u>: جيئن ته پهريان به قافيا "**ڏور**" ۽ "**معذور**" آهن تنهن ڪري ٿيون قافيو "**پروڙ**" نه مگر "**پـَرُورَ**" ٿيندو. ممتاز مرزا ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**پرور**" قافيو لکيو آهي. جنهن جي معنيٰ ساڳي "**پروڙ**" آهي

اسان جي تحقيق بعد بيت جي اصل هي صورت بيهي ٿي.

**جو تون ڏوريين ڏُور، سو سدا آهي ساڻ تو**
**"لالڻ" لئي لطيف چئي "مُنجهين" ٿي معذور**
**"منجهان پاڻ پرور"، تو "منجهه آهس" تڪيو.**

*****



**سَڏائـتي سيـڪـا، بُک نـه بـاسـي ڪـا،**
**جيهئي تيهئي ذات جي، جنبش ڪانهي جا،**
**مونسين هلي سا، جا جِي مِـنو نـه ڪري.**

(ديوان تارا چند شوقي رام شاهه جو رسالو سرآبري ص 191 سال 1900)

**سَڏائِـتِي سَـيَـڪـا، بُـڪَ نـه بـاسـي ڪـا،**
**جيهِي تيهِي ذات جِي، جَنبَش ڪانِهه جا،**
**مون سين هَلي سا، جا جِيءُ مِنو نـه ڪري.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرآبري ص 02-290)

**سَڏائـتِي سَـيَ ڪـا، بُـڪَ نـه بـاسـي ڪـا،**
**جيهِيءَ تيهِي ذاتِ جي، جُنَبَش ڪانهي جا،**
**مُون سِين هَلي سا، جا جِيءُ مِنو نـه ڪَري.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرآبري ص 2-179)

**سَڏَائِـتِي سَـيَـڪَـا، بُـڪَ نَـه بَـاسـي ڪَـا،**
**جيهِي تيهِي ذَاتِ جِي، جُنبَشِ ڪَانِهي جَا،**
**مُون سين هَلي سَا، جَا جِيءُ مِنو نَـه ڪَري.**

(پانهون خان شيخ شاهه جو رسالو 2009ع سرآبري ص 2-28)

**سَڏائِـتي سَـيَـڪـا، بُـڪَ نـه بـاسـي ڪـا،**
**جيهي تيهيءَ ذاتِ جي، جُنبَشِ ڪانهي جا،**
**مون سي هلي سا، جا جِيءُ مِنو نـه ڪَري.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرآبري ص 2-135)

**سڏائـتي سيـڪـا، بُـڪ نـه بـاسـي ڪـا،**
**جيهي تيهي ذات جي، جُنبش ڪانهي جا،**
**مون سين هلي سا، جا جِيءُ مِنو نـه ڪري.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرآبري ص 255 با اختيار ادارو سال 1994)

**سڌائتي سيڪا، ٻُڪَ نہ باسي ڪا،**
**جِيهِي تِيهي ذات جي، جنبش ڪانهي جا،**
**مونسين هَلي سا، جا جيءُ مِنو نہ ڪري.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر آبري ص 230 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**سَڌائِتِي سَيڪا، ٻُڪَ نہ باسي ڪا،**
**جيهِيءَ تيهيءَ ذات جِي، جُنبَشِ ڪانهي جا،**
**مُون سين هَلي سا، جيءُ مِنو جا نَہ ڪَري.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سر آبري ص 359 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**سَڌائِتِي سَيَڪَا، ٻُڪَ نَہ بَاسي ڪَا،**
**جيهِي تيهِي ذَاتِ جِي، جُنبَشِ ڪُانِهي جَا،**
**مُون سين هَلي سَانءَ، جَا جِيءُ مِنو نَہ ڪَري.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 37 1995ع)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ٻُڪ)، (سا، سانءَ)

**الف. ٻُڪ:** سيني ليکڪن ۽ محقق حضرات بيت جي پهرين مصرع ۾ لفظ **"ٻُڪ"** نهايت ئي غلط لکيو آهي.

**ٻُڪ** لفظ جي معنيٰ ڊاڪٽر گربخشاڻي لکي آهي **"سو ڪهڙا ۽ فاقا ڪيڻ"** يعني عشق جي راھ ۾ تڪليفون برسر ڪرڻ جهڙي تهڙي جي جاءِ نہ آهي (ص 450 شاھ جو رسالو)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **"ٻُڪ"** لفظ جي **"ب"** کي زَبر ڏيئي **"ٻَڪ"** بہ لکيو. جنهن جي معنيٰ **"جانَ جي قرباني"** بہ لکي، مگر اُن معنيٰ سان اتفاق نہ ڪري پنهنجي طرفان لکيل درست معنيٰ کي پاڻ ئي رد ڪري بيت ۾ لفظ **"ٻُڪ"** لکيو. جنهن جي معنيٰ "ٽُوڻ جي تنگي ۽



فاقيو لکيو آهي".

ٻانهي خان شيخ بہ لفظ **"ٻُڪ"** جي معنيٰ ڪان باخبر ڪندي لکيو آهي تہ "ٻُڪ برابر فاقو تسيو پيٽ کي خالي رکڻ واري حالت (ص 28 شاھ جو رسالو جلد 2)

**ڪلياڻ آڏواڻي بيت جي مڪمل معنيٰ لکي آهي:**

"سڌائتي، تہ سپ ڪا آهي پر ٻُڪ ڪيڻ ڪا بہ نہ ٿي قبولي. جهڙي تهڙي طالب کي هن پنڌ ۾ هلڻ جي مجال نہ آهي. مون سان گڏ اها هلي جا پنهنجي جان پياري نہ سمجهي"(ص 135).

قارئين ڪرام! اسان جا محقق حضرات سطحي لفظ **"ٻُڪ"** ۽ **"فاقي"** کي اهميت ڏين ٿا. ٻُڪ تہ ٻار بہ سهي روزا رکندا آهن.

حضرت پٽ ڌڻي کي لفظن جي استعمال ڪرڻ جو مَلڪو حاصل هيو. ذرا غور تہ فرمايو:

**"ٻُڪ"** ۽ **"ٻَڪ"** بہ جُدا لفظ آهن. ٻُڪ ڪاٽبي آهي، ٻُڪ ڪيڍبي آهي، ٻُڪ سهبي ۽ ٻُڪ برداشت ڪبي آهي.

۽ **"ٻَڪ"** باسبي آهي. يعني ٻَلي چاڙهبي آهي. جان جي قرباني ڏبي آهي، ٻليدان ڏبو آهي. اسان جي تحقيق موجب حضرت پٽ ڌڻيءَ جي فرمايل مصرع ۾ الفاظ آهن:

**"سڌائتي سپ ڪا، ٻَڪ نہ باسي ڪا"**

جيڪڏهن حضرت پٽ ڌڻي لفظ **"ٻُڪ"** استعمال ڪري ها، تہ پوءِ **"ٻُڪ نہ باسي ڪا"** بجاءِ **"ٻُڪ نہ سهي، ٻُڪ نہ ڪيڍي ڪا"**، فرمائي ها. مگر حضرت پٽ ڌڻيءَ **"ٻَڪ نہ باسي ڪا"** فرمائي پنهنجي اٿاھ علم جي ڪمال جو مظاهرو ڪيو آهي.

**"ٻَڪ نہ باسي ڪا"** هن فقري کي سمجهڻ لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي

بيت جي هن ٽين مصرع تي غور فرمايو :

**”مــون سين هلي ســـا، جَا جِيءَ مِٺو نہ ڪري“**

قارئين ڪرام! جيءَ مٺو نہ ڪرڻ جي معنيٰ آهي، جيءَ جي پرواهہ نہ ڪرڻ، پل جان/ جيءَ قرباني ٿي وڃي، تہ بہ ڪا پريشاني نہ ٿئي. انهن مثالن ۾ دليلن سان اسان ثابت ڪيو آهي تہ **”بَڪ نہ باسي ڪا“** فقرو درست آهي. **”بَڪ“** ئي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ استعمال ڪرڻ گهرجي.

ب. **سا، سانءَ**: ٻين سڀني صاحبن الفاظ ”مون سين هلي **سا**“ لکيا آهن مگر ممتاز مرزا الفاظ ”مون سين هلي **سانءَ**“ استعمال ڪيا آهن. اصل گنج ۾ لفظ **”سان“** لکيل آهي اهو لفظ اسان جي تحقيق مطابق ڪاتب کان غلطي وچان لکجي ويو آهي. اصل اهو لفظ **”سا“** آهي. جنهن جي معنيٰ آهي **”اُها“**.

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

**سَڌائِتي سڀ ڪا، ”بَڪ“ نہ باسي ڪا،**
**جيهِي تيهِي ذات جي، جُنبش ڪانهي جا،**
**مون سين هلي سا، جا جِيءُ مِٺو نہ ڪري.**

معنيٰ: جا ڏونگر ڏوري، پرين تان جندڙو گهوري، سا مون سان هلي. مگر جا صرف سڪڻ جون سڏون ڪري ۽ ڏونگر نہ ڏوري پرينءَ تان جندڙو نہ گهوري سا سڪڻ جي سڏ جي تسبيح نہ سوري ۽ مون سان گڏ نہ هلي.

❋❋❋❋❋



**قَدُ ٻَڌِي تُون ڪيِن، پَهچُنديِنءَ پُنهونءَ سين،**
**جئَن سِينو ساهئين سَسُئي، ٽِئين تَهوارُون ٽِين،**
**مُـنـي ٽِي مِسڪِين، هِمّتَ هوتُ وڃائِيو.**
(ديوان تارا چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 204 سال 1900)

**قَدُ ٻَڌِي تون ڪِين، پُهچندِنءَ پنهوءَ سين،**
**جِن سِينو ساهِين سَسُئي، ٽِين تهوارُون ٽِين،**
**مُـنـي ٽي مِسڪين، هِمّتَ هوتُ وڃائيو.**
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرسسئي اَبري ص 01-298)

**قَد ٻَڌِي تُون ڪيِن، پَهچنديِنءَ پنهونءَ سين،**
**جئَن سِينو ساهئين سَسُئي، ٽِئين تَهوارُون ٽِين،**
**مُـنـي ٽِي مِسڪِين، هِمت هوت وڃائِيو.**
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 144)

**قد ٻڌِي تون ڪين، پهچندنءَ پنهونءَ سين،**
**جئَن سِينو ساهين سَسُئي، ٽين تهوارُون ٽِئين،**
**مُـنـي ٽي مِسڪين، همت هوت وڃائيو.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 271 با اختيار ادارو سال 1994)

**قد ٻڌِي تون ڪينَ، پهچندنءَ پنهونءَ سين،**
**جئَن سِينو ساهئين سَسُئي، ٽين تهوارُون ٽِين،**
**مُـنـي ٽي مِسڪين، همّت هوت وڃائيو.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرسسئي ابري ص 242 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**قَدُ ٻَڌِي تُون ڪِينَ، پَهُچَندِينءَ پُنُهُونءَ سين،**
**جِئَن سِينو ساهِين سَسُئي، ٽِين تَهوارُون ٽِينَ،**
**مُـنـي ٽيءُ مِسڪِين، حُجَتَ هوتُ وڃايو.**
(ٻانهي خان شيخ شاهہ جو رسالو 2000ع سر آبري ص 330)

**قَدُ ٻَڌِي تُون ڪِينَ، پَهُچَنڊِينءَ پُنهونءَ سين،**
**جِئَن سِينو ساهِيين سَسُئي، تِيين تَهوارُون تِين نَہ،**
**مُنِي تَيءُ مِسڪين، حُجَتَ هوتُ وِجائِيو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر آبري ص 186)

**قَد ٻَڌِي تُون ڪِينَ، پَهُچندئن پُنهُونءَ سِين،**
**جئَن سِينو ساهين سَسُئي، تئين تهوارُون تِيئن،**
**مُنِي تَي مِسڪين، هِمّت هوتُ وِجائِيو.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سر سسئي ابري ص 380 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ڪين)، (تهوارون)، (تين، تيئن، تين نہ)، (همّت، حجت)

**الف. ڪين:** شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ **"ڪين"** جي معنيٰ نہ لکي آهي. مگر ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي انهن ٻنهي صاحبن **"ڪين"** لفظ جي معنيٰ **"ڪيئن"** لکي آهي. اها معنيٰ غلط لکي اٿن. علامہ آءِ آءِ قاضي لفظ **"ڪين"** جي معنيٰ **"ڪجھ نہ"** لکي آهي هن صاحب لفظ **"ڪين"** جي معنيٰ اسان جي تحقيق مطابق درست لکي آهي. ٻانهي خان بہ **"اصل نہ ٻنهہ نہ"** معنيٰ لکي آهي. بهتر لکي اٿس. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي پهرين مصرع جو پهريون قافيو بہ **"ڪين"** آهي.

**ب. تهوارون:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، علامہ آءِ آءَ قاضي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ٻانهي خان شيخ لفظ



**"تهوارون"** جي معنيٰ **"ذرا پرزا"** لکي آهي.
هنن صاحبن اها معنيٰ غلط لکي آهي. اسان جي تحقيق مطابق هن لفظ جي معنيٰ آهي **"تنهن وار ئي، تنهن وقت ئي، تنهن گهڙي"**.

**ت. تِين، تيئن، تين نہ:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي لفظ **"تين"** جي معني **"تينءَ"** لکي آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"تين نہ"** لکيو آهي. هن صاحب تہ لفظ ئي غلط لکيو آهي. علامہ آءِ آءِ قاضي بيت ۾ لفظ **"تيئن"** غلط لکيو آهي. معنيٰ نہ لکي اٿس.
ٻانهي خان شيخ لفظ **"تين"** جي معنيٰ لکي آهي **"چو نہ، ضرور"** اها معنيٰ هن صاحب ٻنهہ غلط لکي آهي.
اسان جي تحقيق مطابق اصل لفظ **"تِينَ"** آهي جنهن جي معنيٰ آهي **"ٽي"** يعني هڪ، ٻہ، ٽي (ايڪ، دو تين) اهي لفظ نيلامي وقت يا ڪنهن ڪي چڙڏي ڏيڻ، ناتي توڙڻ وقت استعمال ٿيندا آهن.

**ث: همّت، حجت:** ڊاڪٽر گربخشاڻي **"همت"** جي معنيٰ **سرڪشي** لکي آهي، اها بہ معنيٰ غلط لکي اٿس. ڪلياڻ آڏواڻي **"همت"** جي معنيٰ لکي آهي **"خودي"** هن صاحب بہ اها معني غلط لکي آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"حجت"** استعمال ڪيو آهي. اهو لفظ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي مناسبت سان بهترين لکيو اٿس. ٻين سيني صاحبن لفظ **"همت"** غلط لکيو آهي.
قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ بيت ۾ جيڪي قافيا استعمال ڪيا تن منجهان، **پهريون قافيو:** ڪين يعنيٰ ڪجھ بہ نہ. **ٻيو قافيو:** تِين يعنيٰ ٽي (ايڪ، دو تين)، نيلامي وارو واڪ، دل تان لاهي ڇڏڻ وارو

اعلان. **ٽيون قافيو**: "**مسڪين**" يعنيٰ بي پهچ، غريب. اهي ٽيئي قافيا بيت ۾ استعمال ٿيل آهن. مٿين صاحبن ڪي اهي قافيا حضرت پٺ ڏٺيءَ جي بيت ۾ تڏهن سمجهه ۾ اچن ها جڏهن اهي صاحبان حضرت پٺ ڏٺيءَ جي بيت جي قافين "**قوافي**" تي تحقيق ڪرن ها. هنن صاحبن تحقيق نه ڪئي مگر هڪ ٻئي جي تقليد ڪندا رهيا.

اسان جي تحقيق ۽ تصحيح مطابق بيت جي صورت هي بيهي ٿي.

**قَد ٻَڏي تون "ڪِينَ"، پُهچنديئءَ پنهونءَ سين،**
**جِئن تون سينو ساهيين سَسُئي، تِئين "تَنهنوارُون تِينَ"،**
**مُنيءَ ٿِي مِسڪِينُ، "حُجت" هوت وڃائيو.**

**معنيٰ**: اي سسئي تون، قد ٻڏي يعني هَم سري ڪري پنهون جي حيثيت ڪي نه رسي سگهنديئءَ. هُو قد آور شخصيت آهي، تنهنجي مقابلي ۾ سندس گهڻو اوچو ۽ مٿانهون مقام آهي.
اي سسئي جئن تون ساڻس سينو ساهينديئءَ تئن، تنهن وار ئي، تنهن وقت ئي، تين واڪ ٿي ويندين. سندن دل تان لهي ۽ بي قدري ٿي ويندينءَ.
مُني نه سينو ساهِ، نه قد ٻڏ، مسڪين ٿي ۽ هوتن سان حُجت سان نه هل تنهنجي حجت ته هوت وڃائيو آهي.

*****



**اڪيون لَٿَ اوراٿيون، ڪَنهنپر ڪَڙيان پيرُ،**
**لَٿَ لاهيندو ڪير، مون جيهي معذورِ ڪان.**
(ديوان تارا چند شوقي رام شاهه جو رسالو سرسسئي ابري ص 214 سال 1900)

**اَڪيون لُٿَ اوراٿِيون، ڪِهه پَر ڪَڙيان پير،**
**لَٿَ لاهيندو ڪير؟ مون جيهِي مَعذورِ ڪي.**
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرسسئي ابري ص 8-304)

**اَڪِيُون لَٿَ اوٿارِيُون، ڪِنهِ پَرِ ڪَڙيان پيرُ،**
**لَٿَ لائِيندو ڪيرُ، مون جيهِيَ مَعذُورِ ڪي.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سر آبري ص 05(-192)

**اڪيون لَٿَ اوراٿيون، ڪَهِ پر ڪُڙيان پيرُ،**
**لَٿِ لائِيندو ڪيرُ، مون جيهِي معذورِ ڪي.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ ص 32)

**اڪيون لٿ اوراٿيون، ڪَنهِنپر ڪڙيان پيرُ،**
**لٿ لاهيندو ڪيرُ، مون جيهي معَذورِ ڪان.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرسسئي ابري ص 284 سال 1994)

**اڪيون لَٿَ اوراٿيون، ڪَنهنِ پر ڪڙيان پير،**
**لٿ لاهيندو ڪير؟ مون جيهيءَ معذور ڪان.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرسسئي ابري ص 251 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**اَڪيُون لَٿَ اوراٿِيُون، ڪَنهنِ پَر ڪَڙيان پيرُ،**
**لٿُ لاهيندو ڪيرُ، مُون جيهيءَ معَذورِ ڪان.**
(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سرسسئي ابري ص 393 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (اوراٽيون، اوتاريون)، (لٿ، لٺ)، (لائيندو، لاهيندو)، (معذور ڪي، معذور ڪان)

**الف. اوراٽيون، اوتاريون:** سواءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي متين سيني ليکڪن ۽ محققن بيت جي پهرين مصرع جو ٽيون لفظ "**اوراٽيون**" لکيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**اوتاريون**" لکيو آهي. **اوتار** لفظ جي معنيٰ آهي "خيال، سوچ، فڪر. اوتار چڙهڻ، فڪرات ۾ پوڻ، پريشاني جي حالت ۾ سوچڻ، پيار، محبّت جا ڏينهن ياد اچڻ، خوشين ۽ غمين جي خيالن جو يڪجاءِ ٿيڻ". ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو اهو لفظ "**اوتار**"حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ غلط لڳيل آهي. ٻيو لفظ "**اوراٽيون**" آهي هن جي معنيٰ ٿئي ٿي "اولاٽيل يا دز ۽ مٽي سان ڀريل ۽ لٽيل" جنهن مان اولاٽجڻ ۽ لٽجڻ لفظ بہ ٺهيا آهن. اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**اوراٽيون**" بيت ۾ استعمال ٿيڻ گهرجي.

**ب. لٿ، لٺ:** ٻي مصرع جو پهريون لفظ ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا قاسمي، ممتاز مرزا، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي "**لٿ**" مناسب لکيو آهي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**لٺ**" لکيو آهي. "**لٺ**" جي معني آهي "**سوٽي، ڏنڊي**" جڏهن معذور جي اکين ۾ "**لٺ**" سمايل آهي تہ پوءِ اها "**لٺ**" معذور جي لاءِ ڪهڙي ڪم جي؟ جڏهن تہ انڌي پير سڃاڻي نہ سگهندي تہ پوءَ پير ڪڙي ڪِئن سگهندي؟ اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو لکيل ٻيو لفظ "**لٺ**" بہ غلط آهي.

**ت. لائيندو، لاهيندو:** لفظ "**لاهيندو**" صرف ڊاڪٽر گربخشاڻي



بيت ۾ درست استعمال ڪيو آهي. "**لاهيندو**" جي معنيٰ آهي "هٽائيندو، پري ڪندو، ڏُور ڪندو" ۽ لفظ "**لائيندو**" جي معنيٰ آهي "لڳائيندو، چنبيڙيندو ۽ چسپان ڪندو".

**ث. معذور ڪي، معذور ڪان:** ممتاز مرزا ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي بيت جي آخري مصرع جو لفظ "**ڪي**" لکيو آهي. لفظ "**ڪي**" ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ۽ حاجي محمّد سمي بہ لکيو آهي.
شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءِ علامہ آءِ آءِ قاضي لفظ "**ڪان**" لکيو آهي.
لٿ اکين ۾ پيل آهي صرف اکين جي ٻاهران نہ آهي تنهن ڪري اسان جي طرفان تحقيق ڪيل لفظ "جي" مناسب آهي.
اسان جي تحقيق مطابق بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

### اَکِيُون لَٿ "اوراٽِيون" کَنهن پر کَڙيان پير؟
### "لٿ" "لاهيندو" ڪير، مون جيهِي "معذور جي"

**معنيٰ:** سسئي چوي ٿي تہ منهنجون اکيون اُڏامنڌڙ دز ۽ لٿ سان لٽجي ويون آهن تنهنڪري پنهون جو پير ڏسي نہ ٿي سگهان تہ پوءِ ڪهڙي طرح ان جا پير ڪڙيان؟ ۽ ڪئن پيرن جي نشان ڪي گول دائرو ڪيان.
منهنجي اکين جي لٿ ڪير لاهيندو؟ مان تہ معذور آهيان، مونکي ان جي مدد درڪار آهي. جيڪو اچي اکين جي لٿ ڪڍي.

*****

**وِيهـ مَ وِساري، پُڇا ڪر مَ پنڌ جي،**
**نِرمل نِهاري، هلندِنِ تان هٿِ ڪيو.**

(ديوان تارا چند شوقي رام شاهه جو رسالو سرآبري ص 208 سال 1900)

**وِيهُـ م وِسارِي، پُڇا ڪَرِ مَ پَنڌَ جي،**
**نِرمَلُ نِهاري، هَلَندِين تان نہ هَٽِ ڪِئو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرآبري ص 01-189)

**وِيـ هُ مَ وساري، پُڇا ڪرِ مَ پنڌَ جِي،**
**نِرمَل نهاري، هلندِنِ تان هٽِ ڪِئو.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرآبري ص 01-300)

**ويهُـ مَ وساري، پُڇا ڪَرِ مَ پَنڌَ جي،**
**نِرمَلُ نِهاري، هَلَندِنِ تان هَٽِ ڪيو.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرآبري ص 147)

**ويهُـ مَ وِسَاري، پُڇا ڪَر مَ پَنَڌَ جي،**
**نِرمَلُ نِهَاري، هَلَندِنِ تَان نَہ هَٽِ ڪِئو.**

(ٻانهون خان شيخ سرآبري (سسئي) ص 09-53)

**وِهُ مَ وِساري، پُڇا ڪر مَ پنڌ جي،**
**نِرمَلُ نِهاري، هلندين تان هَٽ ڪيو.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سرسسئي ابري ص 395 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**ويهـ مَ وساري، پڇا ڪر مَ پنڌ جي،**
**نرمل نِهاري، هلندِن تان هٽ ڪيو.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سرسسئي ابري ص 277 بااختيار ادارو سال 1994)



**ويهـ مَ وِساري، پڇا ڪر مَ پنڌ جي،**
**نِرمل نِهاري، هلندِن تان هٽ ڪيو.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرسسئي ابري ص 246 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**ويهُـ مَ وِساري، پڇان ڪَرِ مَ پنڌَ جِي،**
**نرمَلُ نهاري، هلندِنِ تان نہ هٽ ڪيو.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ سرسسئي ابري ص 140 پٽ شاهه ثقافتي مرڪز سال 1995)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (هلندين تان نہ هٽ ڪيو
هلندن تان هٽ ڪيو)

**الف. <u>هلندين تان نہ هٽ ڪيو هلندن تان هٽ ڪيو</u>:** اسان پڙهندڙ منجهي پياسين تہ ڪهڙي محقق تي ڀروسو ڪريون؟ ڪنهن جي لکيل بيت کي درست سمجهون؟ هڪ طرف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ٻانهون خان شيخ ۽ ممتاز مرزا تہ ٻئي طرف ديوان تاران چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي صاحبان آهن. تنهنڪري ئي تہ محترمہ ڊاڪٽر فهميده حسين اُنهيءَ ئي بيت ۽ ڪجهہ ٻين بيتن لاءِ هي لکيو آهي تہ:

”ڪيترا بيت آهن جن ۾ صنعت تضاد، خيال جي سطح تي هلي ويئي آهي جيڪا دراصل شاعراڻي صنايع ۽ بدايع ۾ ٻولي جي سطح تي رهندي آهي“، مثال طور:

ويهـ مَ وساري، پڇا ڪر مَ پنڌ جي
نرمل نهاري، هلندن تان نہ هٽ ڪيو

"شاگرد اسان ڪان ڪلاس روم ۾ پڇندا رهيا آهن جنهن جو جواب بہ عالمن ۽ دانشورن ڪان ڄاڻڻ چاهيان ٿي". (اديون آءَ اجاڻ ثقافت ڪاتو حڪومت سنڌ ص 15)

ڪلياڻ آڏواڻيءَ **هلندِن تان هٿ ڪيو** جي معنيٰ لکي آهي "هلندڙن پوتر نظر ڏاري محبوب هٿ ڪيو". (ص 01_147)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب ڪابہ معنيٰ نہ لکي آهي.

قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي جو مطالعو ڪريو، اوهان کي مسلسل جدوجهد ۽ عمل پيهم جي تاڪيد وارا انمول بيت ملندا.

**مثال:** ووءِ ووءِ ڪندي وت متان ووءِ وساريين
رَندن مٿان رت، هار تہ ملين هوت ڪي

اهڙا درجنن جي حساب سان بيت ملندا جن ۾ **"هوت"** کي ڳولڻ لاءِ جيڪي جاکوڙيندين جيڪي جاڏا جبل تاڪيندين اُهي ئي تہ پنهل کي نهاري ڳولي هٿ ڪنديون.

اسان تحقيق ذريعي هي ثابت ڪيو آهي تہ هي بيت صنعت، تضاد وارو نہ آهي مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڀانهي خان ۽ ممتاز مرزا انهي بيت کي متضاد ٻڌايو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ڀانهي خان شيخ کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي تہ هلنديون هوت کي هٿ ڪنديون آهن يا نہ هلڻ واريون هوت کي هٿ ڪنديون آهن؟ اها ڳالهہ عام ماڻهو بہ سمجهي سگهي ٿو تہ هوت کي هلنديون ئي هٿ ڪري سگهن ٿيون ۽ جيڪي هوت کي حاصل ڪرڻ لاءِ نہ هلنديون سي ڪئين هوت کي حاصل ڪنديون؟



اسان جي تحقيق مطابق بيت جي درست پڙهڻي هي آهي.

**ويهہ مَ وساري، پڇا ڪر مَ پنڌ جي**
**نرمل نهاري، "هلندِن تان هٿ ڪِئو"**

**معنيٰ:** حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمائي ٿو تہ اي سسئي پنهل کي وساري نہ ويهہ ۽ پنڌ جي پڇا بہ نہ ڪر تہ "ڪيترو پنڌ آهي". اي سسئي جيڪي محبوب جي ڳولا لاءِ هلنديون آهن سي ئي پنهنجي نرمل محبوب کي ڳولي هٿ ڪنديون آهن.

*****

# سُر معذوري

*******

**اديُون وَرُ اُڱـهـاڙَ وهـانءُ ڄِـنـهـن وِسـاريـو،**
**جيڏيون چڏي جاڙ سپ نَنگيون ٿي نڪِرو.**

(ديوان تاراچند شوقي رام شاهه جو رسالو سرمعذوري ص226 سال 1900)

**ادَيـون وَرُ اڱُـهـاڙ وهـانءُ ڄِـهـِ وسـارئـو،**
**جيڏيون چڏي جاڙَ سپ نَنگيون ٿي نِڪرو.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرمعذوري ص02ـ310)

**اَدِيُون وَرُ اُڱـهـاڙَ وهـانءَ ڄـنـهـن وِسـاريـو،**
**جيڏيون چڏي جاڙَ سَپَ نَنگيوُن ٿِي نڪرو.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرمعذوري ص01ـ156)

**اَديُون وَرُ اُڱـهـاڙَ وِهـانءُ ڄِـنـهـ وِسـارئـو،**
**جيڏيُون چَڏي جاڙَ سپِ نَنگِيُون ٿِي نِڪرو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرمعذوري ص22ـ197)

**اَديُون وَرُ اُڱـهـاڙَ وِهـانءُ ڄَـنِـهـن وِسَـارِئـو،**
**جَيڏِيُون چَڏي جاڙ سَپِ نَنگِيَون ٿِي نِڪِرو.**

(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرمعذوري ص2ـ74)

**اديُون ور اُڱـهـاڙ وِهـانءُ ڄـنـهـن وِسـاريـو،**
**جيڏيون چڏي جاڙ سپ ننگيون ٿي نِڪرو.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سرمعذوري ص2/301 بااختيار ادارو سال 1994)



**اديُون ورُ اُڱـهـاڙَ وِهـانءُ ڄـنـهـن وسـاريـو،**
**جيڏيون چڏي جاڙ سپ ننگيون ٿي نِڪرو.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرمعذوري ص2/265 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**اَدِيـون وَرُ اُڱـهـاڙَ وِهـانءُ ڄِـنـهـن وِسـارِيـو،**
**جِيڏيُون چَڏِي جاڙَ سَپ نَنگِيُون ٿِي نِڪرو.**

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سرمعذوري ص419 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ور اگهاڙ)، (جاڙ)

**الف. <u>ور اڱـهاڙ</u>:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **"ور اگهاڙ"** جي معنيٰ لکي آهي **"ٻل اگهاڙ"** (ص 197 حاشي).
ڊاڪٽر گربخشاڻي **"اگهاڙ"** لفظ جي معنيٰ نه لکي آهي.
ٻانهي خان **"اگهاڙ"** جي معنيٰ: **ننگائي، عرياني،** لباس نه هجڻ واري **حالت** (حاشي ص 74) لکي آهي.
ڪلياڻ آڏواڻي **"اگهاڙ"** لفظ جي معنيٰ نه لکي آهي.
علامه آءِ آءِ قاضي معنيٰ نه لکي آهي.
قارئين ڪرام! بزرگن ۽ شريف آدمين جي نگاهه ۾ سوچ ۾، **اگهاڙپ، عرياني ۽ ننگائپ** وڏو عيب آهي ليڪن ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي ڪان شيخ جي لکت موجب حضرت پٽ ڌڻيءَ جي سوچ ۾، **"اُگهاڙ"** ٻلي آهي.
اسان ڪي هي پڪ آهي ته حضرت پٽ ڌڻيءَ ڪڏهن به نه فرمائيندو ته **"اُگهاڙ"** ٻلي آهي.
اسان جي دل ۾ هي خيال پيدا ٿيو ته جڏهن حضرت پٽ ڌڻيءَ

**"اگھاڙپ"** جي تعريف نہ ڪندو تہ پوءِ اھو لفظ تبديل ٿيل تہ نہ آھي؟! **"اگھاڙ"** بجاءِ ڪو ٻيو لفظ تہ نہ آھي؟ اھڙن فڪرن ۽ خيالن کي ختم ڪرڻ ۽ دلي تسلي حاصل ڪرڻ لاءِ تحقيقي عمل کي جاري رکندي اسان کي وري بہ گنج شريف جو سھارو وٺڻو پيو. مطالعي دوران گنج شريف ۾ اھو بيت لکيل مليو.

اديون ور **"اُڪار"**، وِنهاءُ جَھہ وسارئو،
جيڏيٌ ڇڏي **"جار"**، سڀ "ننڪيٌ" ٿي نِڪرو.

( فقير عبدالعظيم اصل گنج ص 72)

جديد صورتخطيءَ ۾ ممتاز مرزا اھو بيت ھن طرح لکيو آھي:

اديون ور **"اُگھاڙ"**، وِنهاءُ جنھن وساريو،
جيڏيون ڇڏي **"جاڙ"**، سڀ **"ننگيون"** ٿي نڪرو.

(ممتاز مرزا ص 72 گنج)

ممتاز مرزا بہ لفظ "**اگھاڙ**" ۽ ان جو قافيو **جاڙ** ايئن لکيو آھي جيئن ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لکيو آھي. حالانڪہ ممتاز مرزا کي اھي قافيا گنج جي لکت مطابق **"اُڪار ۽ جار"** لکڻ گھربا ھئا.

اصل گنج ۾ الفاظ آھن **"اُڪار ۽ جار"** . اسان جو توجہ انھن بنھي لفظن ڇڪايو. تنھنڪري اسان تحقيق کي اڳتي وڌايو.

**"اُڪار"** لفظ "**سُڪار**" جو ضد آھي "اُڪار" جي معنيٰ آھي "**بک**" ۽ "**بدحالي**".



**ب. جار:** **"جار"** لفظ جي معنيٰ آھي **عشق، چاھہ، شوق، سڪ** (مرتب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سنڌي لغات جلد ٻيو ص 885).

**سنڌي لغات جي مٿين لفظن "اُڪار ۽ جار" کي ذھن ۾ رکي معنيٰ ڪريون ٿا تہ بيت جي ھي معنيٰ نڪري ٿي.**

اديون اُڪار ۽ مسڪيني سُٺي، جنھن وھاڻءَ يعني خوشيون ۽ من مستيون وسارائي ڇڏيون.

اي جيڏيون سرتيون، اوھان دنيا سان سڪ، محبت (دولت ۽ زماني جا عيش ۽ خوشيون) ترڪ ڪري، سڀ ھٿين خالي ٿي نڪرو. (ننگيون ٿي نڪرو) انھيءَ خيال جي تائيد ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو آھي تہ:

سڀ ننگيون ٿي نڪرو، پرھڻ ڇڏي پوءِ،
سا مھند مڙئان ھوءِ، گھي جا ڪينَ ڪٽي.

(ڪلياڻ آڏواڻي ص 3_156)

"اوھين سڀ ويس وڳا ڇڏي نڪرو جا پاڻ سان ڪين يعنيٰ ڪجھہ بہ نہ ٿي ڪٽي، سا سڀ کان اڳري (مرتبي ۾ وڏيڪ) آھي ۽ محبوب سان ٻين سيني کان اڳ ۾ ملندي".

انھي بيت جو حاصل مطلب ھي آھي تہ طمع، لالچ ۽ لوڀ وارا لٽا، ڪپڙا يعني مال اسباب ڦٽا ڪريو ۽ جو ڪجھہ ھِت اُٿو الله جي راھہ ۾ غريبن، مسڪينن، محتاجن، پريشان حال، ماڻھن کي ڏيئي ڇڏيو. پاڻ سان ڪجھہ بہ نہ کڻون بار ھلڪو ڪريو. جن کي دولت، مال اسباب پنيان ڇڏي وڃڻ وارو فقر ذھن تي ھوندو سي محبوب سان ٻين جي مقابلي ۾ جيڪڏھن ملنديون تہ جلد نہ ملي سگھنديون. چيا ڪاڻ تہ:

**هونديان هوت پري، اوڏو آهي اَڻ هوند کي،**
**ساجن تن سَري، ”لا“ سين لڏين جي.**

(ڪلياڻ آڏواڻي ص 157)

**يعنيٰ:** اڻ هوند ساں، پرين پنھنجو ڪندا آهن. دولتمندن ۾ هوند وارن کي الله پاڪ وسري ويندو آهي. اڻ هوندن کي هردم الله ياد رهندو آهي.

حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي جي زباني فرمائي ٿو تہ ڌن دولت جو **”جار“**، مال اسباب جي محبت، کي ترڪ ڪري هٿين خالي ٿيو. اوهان لاءِ هٿين خالي ٿيڻ بهتر آهي. چاڪاڻ تہ هوند جي ڪري ئي من مستيون ۽ خرمستيون من اندر پيدا ٿي پون ٿيون جنهن ڪري پرين پنھنجو نہ ٿا ڪن. سرتيون توهان کي سُهڻي صلاح ڏيان ٿي تہ سپ لالچ ۽ لوڀ جا پرهڻ، ويس وڳا ۽ لٽا لاهي نڪرو. اڪار، ڏڪار ۽ بک اوهان لاءِ بهتر آهي.

اهو هن ڪري تہ، اُڪار، جي ڪري ئي مون کان خوشيون ۽ شادمانا وسري ويا، تڏهن مون کي پرين پنھنجو ڪيو. اي جيڏيون، اي سنگتياڻيون ۽ سرتيون سپئي، جهان فاني جي مال اسباب، ڌن ۽ دولت جو جار ڇڏي سپ ننگيون ٿي نڪرو.

تحقيق بعد بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

**اديون ور ”اُڪار“، وهانهُ جنهن وساريو،**
**جيڏيون ڇڏي ”جار“، سپ ننگيون ٿي نِڪرو.**

*****



**سپ ننگيون ٿي نڪرو، لالچ ڇڏي لوڀَ،**
**سُپريان سين سوپَ، نِندون ڪندي نہ ٿئي.**

(ديوان تاراچند سوقي رام شاھ جو رسالو سرمعذوري ص 226)

**سپِ نَنگِيون ٿي نِڪرو، لالچ ڇڏي لوپ،**
**سپريان سين سوپ، نندون ڪندي نہ ٿئي.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرمعذوري ص 3-311)

**سَپ نَنگِيُون ٿي نڪرو، لاَلچ ڇڏي لوپَ،**
**سُپرِيان سِين سوپَ، نِندون ڪندي نہ ٿِئي.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو معذوري ص 02-156)

**سَپ ننگيون ٿِي نڪَرو، لالچ ڇڏي لوپَ،**
**سپريان سِين سوپ، نندون ڪندي نہ ٿِيئي.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ ص 73)

**سَپِ نَنِگيُون ٿِي نِڪرو، لالَچ چَڏي لوپَ،**
**سُپيرِيان سِين سوپَ، نِندُنِ ڪَندي نَہ ٿئي.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرمعذوري ص 419 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**سپ ننگيون ٿي نڪرو، لالچ ڇڏي لوپ،**
**سپريان سين سوپ، نندون ڪندي نہ ٿيي.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سرمعذوري ص 310 با اختيار ادارو سال 1994)

**سپ ننگيون ٿي نڪرو، لالچ ڇڏي لوپَ،**
**سپريان سين سوپ، نِندون ڪندي نہ ٿئَي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرمعذوري ص 265 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**سَپ نَنگِيُون تِي نِڪِرو، لاَلَچ ڇَڏِي لوپَ**
**سُپَيرِيان سين صوب، نندون ڪَندي نہ ٿئي**

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو معذوري 3-74)

**سپ ننڪي تي نِڪَرو، لاَلَچ ڇَڏِي لوپَ،**
**سُپريا نس صوب، نندو ڪَندي نَہ ٿِي.**

(بمبئي ڇاپي جو عڪس شاھ جو رسالو سر معذوري ص 172)

**نوٽ:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اهو بيت شاھ جي رسالي منجهان ڪڍي ڇڏيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ننگيون)، (سوپ، صوب)

**الف: ننگيون:** حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ **"ننگيون"** بيت ۾ ڪم آندو آهي، حضرت پٽ ڌڻيءَ جي پارکن، مرتب ۽ محقق حضرات **"ننگيون"** جي معنيٰ **"اگهاڙيون ۽ عريان"** لکيو آهي. سندن اهو خيال غلط آهي، اسان اُن جو ثبوت هي پيش ڪريو ٿا تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ انهي ئي ساڳي بيت جي پوئين حصي ۾ لالچ ۽ لوپ کي ڇڏي **"ننگيون تي نڪرو"** اصطلاح طور ڪم آندو آهي.
حضرت پٽ ڌڻيءَ انهيءَ مٿين بيت جي سمجهاڻ لاءِ هي بيت بہ فرمايو آهي:

سپ ننگيون تي نڪرو، پَرَهڻ ڇڏي پوءِ،

(ڊاڪٽر بلوچ سر معذور ص 197)

يعنيٰ پوئتي **"پرهڻ"** ڇڏي، سپ **ننگيون** تي نڪرو. **"پرهڻ"** جي



بظاهر معنيٰ **"پوشاڪون ۽ مال اسباب"** آهي.
مال اسباب ۽ دولت کي ترڪ ڪرڻ جو فائدو اسان کي پٽ ڌڻيءَ جي هيٺين مصرع وسيلي معلوم ٿيو:

"سامهند مِڙنئان هوءِ، ڪهي جا ڪين ڪٺي"

يعنيٰ جيڪا پرين ڏانهن گهي يعنيٰ هلي، پر ڪي نہ ڪجهہ بہ نہ، ڪا شي بہ نہ ڪٺي تہ اها سيني ڪان اڳ ۾ پرين وٽ پهچندي.

**ب. سوپ، صوب:** ديوان تارا چند شوقي رام، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڪلياڻ آڏواڻي، ممتاز مرزا ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي لفظ **"سوپ"** لکيو آهي.
ٻانهي خان شيخ جي ترتيب ڏنل رسالي ۾ لفظ **"صوب"** لکيل آهي، ٻانهي خان کان اڳ ۾ اهو لفظ "صوب" بمبئي ڇاپي جي عڪس ۾ لکيل آهي.
ٻانهي خان **"صوب"** جي معنيٰ لکي آهي: **رغبت، لاڙو، ميلان، محبت پيار.**
اسان جي تحقيق موجب لفظ **"صوب"** جي معنيٰ ٻانهي خان غلط لکي آهي. **"صحبت"** جي معنيٰ "ڪچهري، وصال ۽ ميلاپ**"** ٿئي ٿي.
اسان جي ۽ ٻانهي خان جي لکيل معنيٰ ۾ تمام وڏو فرق آهي. لفظ **"صوب"** حضرت پٽ ڌڻيءِ لفظ **"صحبت"** جو مخفف پنهنجي بيت ۾ استعمال ڪيو آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ "صُحب" بہ فرمائي سگهيو ٿي مگر "صوب" لفظ قافيي جي ڪري فرماميائون.
اسان جي تحقيق ۽ تصحيح بعد بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

**سڀ ”ننگيون“ تي نڪرو، لالچ ڇڏي لوڀ،**
**سُپرينءَ سين ”صوب“، ننڍون ڪندي نہ ٿئي.**

معنيٰ : سيئي پنھنجا لڳ لاڳاپا، مال ۽ اسباب ترڪ ڪري پوءِ تي ڇڏي پرينءَ جي طرف ھلو. جيڪا ھلندي ۽ ڪجھ بہ نہ کڻندي، سا سيني‌ءَ کان اڳ ۾ پنھنجي منزلِ مقصود تي ڪاميابي سان پھچي پنھنجي پرين سان صحبتي ٿيندي ۽ وصال ماڻيندي.

*****



**ڏُکي ڏَمَرُ ناھہ، بُڪي ڪِلَ نہَ اُجَھي،**
**اُگھاڙيءِ وھانءُ، وئو ويچاريءِ وِسَري.**

(ديوان تارا چند شوقي رام جو رسالو سال1900ع سرمعذوري ص226)

**ڏَکي ڏَمُرَ ناھِہ، بُڪي ڪِل نہَ اُجَھي،**
**اُگھاڙِي وِھانءُ، وِئو ويچارِي وِسِري.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھہ جو رسالو سرمعذوري 01ـ310)

**ڏَکِي ڏَمَرُ نَاھہ، بُڪِي ڪِلَ نَہ اُجَھي،**
**اُگَھَاڙي وِھَانُ، وِئو وِروھَڻَ وِسَرِي.**

(پانھون خان شاھہ جو رسالو سرمعذوري ص74)

**ڏکيءَ ڏمر ناھِہ، بُڪيءَ ڪِلَ نہَ اُجھي،**
**اُگھَاڙي ويھانءُ، ويوءِ ورونَھَڻ وِسِري.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطي ۾ ص72 جو آخري)

**ڏُکي ڏَمَرُ ناھِہ، بُڪيءِ ڪِلَ نہَ اُجھي،**
**اُگھاڙي وھانءَ، ويچاري وِسَري.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھہ جو رسالو سرمعذوري ص 301 بااختيار ادارو سال1994)

**ڏُکي ڏمر ناھِہ، بُڪي ڪِلَ نہَ اُجھي،**
**اُگھاڙي وھانءُ، ويو ويچاري وِسَري.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھہ جو رسالو سرمعذوري ص 265 مھراڻ اڪيڊمي سال2009)

**ڏُکي ڏَمَرُ ناھِہ، بُڪي ڪِلَ نہَ اُجَھي،**
**اُگھاڙي وِھانءُ، وِيو وِيچاريءِ وِسَري.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھہ جو رسالو سرمعذوري ص 413 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**نوٽ:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ڪلياڻ آڏواڻي هي بيت حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي منجهان خارج ڪري ڇڏيو.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ناهہ وهانءُ)، (اگهاڙي)، (ويچاري، ورونهڻ)

**الف. ناهہ وهانءُ:** سيني صاحبن حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي قافين جو خيال نہ رکيو آهي. پهريون قافيو "**ناهہ**" ۽ ٻيو قافيو "**وهانءُ**" لکيو اٿن. اهي قافيا نهايت ئي ناموزون آهن. ڇا ڪاڻ تہ پهرين قافيي جو آخري اکر "**هہ**" ڏنو اٿائون ۽ ٻي قافيي جو آخري اکر "**ءُ**" (الف پيش او) لکيو اٿن. ٻئي قافيا هم آواز نہ آهن. اها غلطي مرتب، محقق ۽ ڪاتب حضرات کان ٿي آهي.

- **ناهہ:** هن لفظ "**ناهہ**" ۾ ٽي اکر لکيل آهن مگر حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهي بيت جي قافيي جا چار اکر هئڻ گهرجن. ڇا ڪاڻ تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هر بيت ماترائن جي گهٽ ۽ واڌ وارين غلطين کان پاڪ آهي. اهو لفظ "**نانهہ**"، "ن+ا+ن+ه= "نانهہ" حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جو پهريون قافيو آهي.
- **وهانءُ:** قديم صورت خطي واري اصول مطابق جديد صورت خطي ۾ لفظ جڏهن "**وهانءُ**" جي "**ء**" حمزي کي "**هہ**" ۾ بدلائبو تہ اهو لفظ ٿيندو "**وهانهہ**". حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ ٻي قافيي طور لفظ "**وهانهہ**" ئي استعمال ٿئڻ گهرجي.

**ب: اگهاڙي:** بيت ۾ لکيل لفظ "**اگهاڙي**" شاهہ جو رسالو ترتيب ڏيندڙ اديبن لکيو آهي.اهو اصل لفظ "**اڪاري**" آهي جنهنجي معنيٰ آهي "**ڏڪار جي ماريل**".



قارئين ڪرام! ڏڪار جا ماريل خوشين کان وانجهيل ٿيندا آهن. بکئي کي، ڏڪار ماريل مسڪين کي، نہ تہ ڪل ايندي ۽ نہ ڏمر يا ڪاوڙ ايندي. ڇاڪاڻ تہ ڪاوڙ هستي ۽ مستي ۾ هوندي آهي. چوٽي آهي "**قهرِ درويش، برجانِ درويش**" يعني فقير جي ڪاوڙ پاڻ تي ٿيندي آهي، نہ ڪنهن ٻئي تي. ڏڪار ماريل کي بہ ڪنهن ٻي تي ڪاوڙ نہ ايندي آهي ڇا ڪاڻ سندس من مستيون ۽ خوشيون ختم ٿيل هونديون آهن.

اصل گنج شريف جو جيڪڏهن اهي صاحبان غور سان مطالعو ڪن ها، تہ لفظ "**اگهاڙ ۽ اگهاڙي**" ڪڏهن بہ نہ لکن ها.
اصل گنج شريف ۾ اها مصرع هن طرح لکيل آهي:

"اُڪاري وِهانه، وِئو وِروهڻ وسري"

(اصل گنج فقير عبدالعظيم ص 72)

مٿين مصرع جديد صورت خطي ۾:

"اُڪاري وِهانهہ، وِئو وِروهڻ وسري"

ياد رهي تہ قديم صورت خطي ۾ اکر "**ن**" مخفي بہ هوندو هو جيڪو مصرع ۾ لفظن جي مناسبت سان جديد صورت خطيءَ ۾ ڪڏهن استعمال ڪيو ويندو آهي ۽ ڪڏهن استعمال نہ ڪيو ويندو آهي. تنهنڪري اسان لفظ "**وهانهہ**" کي استعمال ڪرڻ وقت "**ن**" ڪم آندو آهي.

**ت: ويچاري، ورونهڻ:** "ويچاري" لفظ جي معنيٰ آهي جنهن جو ڪو بہ چاره ساز ۽ همدرد نہ هجي اهو لفظ ان عورت لاءِ استعمال ٿيندو.

جنهن جو ڪو بہ والي ۽ وارث نہ هجي. اهو لفظ هر ان عورت سان استعمال ٿي سگهي ٿو جيڪا پريشان حال هجي جنهن جو ڪو بہ پُرسانِ حال نہ هجي.

ٻيو لفظ آهي "**وروهڻ**" اهو خاص لفظ آهي جيڪو محبت جي متوالن لاءِ خاص طور تي استعمال ٿيندو آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي بيت ۾ لفظ "**وروهڻ**" استعمال ڪيو آهي. گنج شريف جي ص 72 تي اهو بيت لکيل آهي. "**وروهڻ**" لفظ ممتاز مرزا کان سواءِ ڪنهن بہ نہ لکيو آهي. ممتاز صاحب هن ڪري لکيو آهي تہ گنج شريف ۾ "**وروهن**" لفظ لکيل آهي.

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

**ڏکي ڏمر "نانهہ"، ٻُکي کِلَ نہ اُڇَهي،**
**"اُڪاري وِهانهہ"، وئو "وروهڻ" وسري.**

*****



**جُہ يارُ ڏناءُ يارَ جو، پُنئي پيرَ ڪَڙينِ،**
**ڦِريا نہ فَرمان کان، اُنهيءِ ۾ آهينِ،**
**ڏِسي نہ ڏاڙهين، شبانَ جي سگ کي.**

(ديوان تارا چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سرمعذوري ص 224 سال 1900)

**جُو يار ڏنائون يارَ جو، پُٺي پيرُ ڪِڙين،**
**ڦِرئا نہ فرمانَ کان، اُنهِ ۾ آهينِ،**
**ڏِسي نہ ڏاڙهينِ، شَبان جي سَڳَ کي.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرمعذوري ص 10-310)

**جُہ يَارُ ڏِنَائُون يَارِ جو، تَہ پُٺِي پيرُ ڪڙينِ،**
**ڦِرئا نَہ فَرَمَان کان، اُنِهِي ۾ آهِينِ،**
**ڏِسئون ڏاڙِهِين، شَبَانَ جَي سڳ کي.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرمعذوري ص 68)

**جُيار ڏناءَ يار جو، تہ پٺُي پير ڪزين،**
**ڦِرئا نَہ فَرمَانَڪا، اِنہ ۾ آهين،**
**ڏِسَي نَڏَارِينِ، شَبَانجي سَڪَ کي.**

(بمبئي ڇاپو شاهہ جو رسالو سرمعذوري ص 168)

**جُهہ يار ڏنائون يار جو، پُٺي پير ڪڙين،**
**ڦِريا نہ فَرمان کان، اُنهيءَ ۾ آهين،**
**ڏسيو نہ ڏهاڙين، شبانَ جي سڱ کي.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ سرمعذوري ص 55)

**جُـ يَارُ ڏِنَائُون يَارِ جو، تَـ پُٺي پيرڪِڙِينِ،**
**ڦرئا نـ فَرمَانَ کان، اُنِهي ۾ آهِين،**
**ڏِسِئو نـ ڏاڙِهين، شَبَان جي سَڳَ کي.**

(**شمس علماءَ مرزا قليچ بيگ سرمعذوري ص**298/10 **بااختيار ادارو سال**1994)

**جُـ يار ڏنـاءُ يار جو، پُٺِي پير ڪَڙِين،**
**ڦريا نـ فَرمان کان، اُنهي ۾ آهين،**
**ڏِسي نـ ڏاڙهِين، شبانَ جي سڳ کي.**

(**مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرمعذوري ص**263 **مهراڻ اڪيڊمي سال**2009)

**جُـ يار ڏناءُ يارَ جو، تـ پُٺي پيرَ ڪُڙين،**
**ڦِرِيا نَـ فرمانَ کان، اُنهِي ۾ آهِينِ،**
**ڏِسي نـ ڏاڙِهِين، شَبانَ جِي سَڳَ کي.**

(**علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرمعذوري ص**411 **سنڌي ادبي بورڊ سال**1993)

**نوٽ:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اهو بيت شاھ جو رسالو منجهان خارج ڪري ڇڏيو آهي. ڪلياڻ آڏواڻي بہ اهو بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پير ڪڙين)، (نـ ڏاڙهين، ڏهاڙين، نہ ڏارين)، (شبان)، (سڳ ۾، سڳ کي، سڱ کي، سگ کي)،

**الف.** **<u>پير ڪڙين</u>**: سيني صاحبن "**پير ڪڙين**" الفاظ لکيا آهن. ٻانهي شيخ "ڪڙين" لفظ جي معني لکي آهي. "رک والي يا نگهباني ڪن" (ص 68 جلد 2).



اسان جي تحقيق مطابق اهو لفظ اصل ۾ "**ڪرين**" آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "**ڪرن**" يا "**ڪن**". اسان بيت جي پهرين مصرع هن طرح درست ڪري لکي آهي.

جو يار ڏنائون يارَ جو، پُٺي پير "**ڪرين**"

هن مصرع ۾ حضرت پٽ ڌڻي سگبان جي ڪتن جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو تہ "جڏهن يار جو يار ڏنائون تڏهن ان کي ڏاڙهڻ ۽ پونڪڻ کان سواءِ ئي پٺ تي پير ڪري هليا ٿا وڃن".

**ب.** **<u>نہ ڏاڙهين، نہ ڏهاڙين، نہ ڏارين</u>**: بيت جي ٽين مصرع ۾ ٽيون نمبر لفظ سيني صاحبن "**ڏاڙهين**" لکيو آهي. مگر ممتاز مرزا اهو لفظ "**ڏهاڙين**" لکيو آهي، غلط لکيو اٿس. بمبئي ڇاپي جي عڪس ۾ "**نہ ڏارين**" لکيل آهي اهو قديم رسم الخط ۾ لکيل آهي جڏهن جديد رسم الخط ۾ لکبو تہ "**نہ ڏاڙهين**" لکبو.

**ت.** **<u>شبان</u>**: "**شبان**" لفظ مٿي ذڪر ڪيل سيني صاحبن پنهنجي پنهنجي بيت ۾ لکيو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي لفظ "**شبان**" جي معنيٰ نہ لکي آهي، ٻانهي شيخ لفظ "**شبان**" جي معنيٰ لکي آهي، **ڏنار، ڌراڙ** (ص 68) هن صاحب بہ معنيٰ غلط لکي آهي.
اسان جي تحقيق موجب هن بيت جي اڳيان پٺيان "**ڪتن ۽ ڪوتي**" يعني "**سگ ۽ سگبان**" جو تذڪرو آهي لفظ "**سگبان**" کي "**شبان**" لکيو ويو بي ٽُڪو ۽ اڻ پاوٽو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي.

**ث.** **<u>سڳ ۾، سڳ کي، سڱ کي، سگ کي</u>**: ڊاڪٽر گُربخشاڻي پوري بيت جي لفظن منجهان فقط هڪ لفظ "**سڳ**" جي معنيٰ سابہ

غلط لکي آهي، **"ساڳي ڪتنب جو مائٽ، دوست، عزيز"** (ص 772.)

ٻانهي شيخ بہ لفظ **"سڳ"** لکيو آهي مگر بمبئي ڇاپي جي عڪس ۾ **"سڪ"** لکيل آهي جيڪو جديد صورتخطيءَ ۾ **"سنگ"** لکبو جنهن جي معنيٰ **"گڏ ۽ ساڻ"** ٿئي ٿي. ممتاز مرزا تہ لفظ **"سڱ"** لکيو آهي. نهايت غلط لکيو اٿس.

اسان جي تحقيق مطابق الفاظ **"سنگ ڪي"** درست آهن. تصحيح ٿيل مصرع ملاحظہ فرمايو:

ڏسئو نہ ڏاڙهين، سگهان جي **"سنگ ڪي"**،

اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

**جُو يار ڏنائون يار جو تہ، پُنّي پير "ڪرين"**
**ڦِريا نہ فرمان ڪان، اُنهين ۾ آهين،**
**ڏسئو نہ "ڏاڙهين"، "سگهان" جي "سنگ ڪي"**.

**معنيٰ:** ڪُتن ۾ بہ ايترو حياءُ آهي تہ جيڪڏهن پنهنجي سگهان يعني ڪتن جي مالڪ جو يار، واقفڪار ۽ سنگتي ڏسن ٿا تہ ان جي پنيان نہ ٿا پون، مگر پنتي پير ڪرن ٿا. ان کي ڏسي هرگز نہ ٿا ڏاڙهين چاڪاڻ تہ اُهو سندن مالڪ يعني سگهان جي سنگت جو ساٿي آهي.

*****



**ڪتا ڪينئي ڪيچ جا، سندا جي پنهونءَ،**
**اگهين هُوند اَسُونهن، جي جانارن ياد پَئين.**

(ديوان تارا چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سرمعذوري ص 223 سال 1900)

**ڪُتا ڪِينئِي ڪيچ جا، سندا جي پنهوءَ،**
**اَگهين هُوند اَسُونهَہ، جي جانارِن ياد پَئين.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرمعذوري ص 02-309)

**ڪُتَا ڪينَئِي ڪيچَ جَا، سَنَدا جي پُنُهُونءِ،**
**اَگهين هُوندَ اَسُونهَن، جي جَانَارَنِ يَادِپئين.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرمعذوري ص 2-65)

**ڪُتا ڪِين ئِي ڪيچَ جا، سَندا جي پُنُونهَہ،**
**اگهِين هُوند اَسُونهَہ، جي جانارن يادُ پُئين.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع واروص 194 سرمعذوري)

**ڪتا ڪينئي ڪيچ جا، سندا جي پنهون،**
**اکيين هوند اسونهن، جي جانارن ياد پئين.**

(گنج ممتاز مرزا جديد صورتخطيءَ ۾ ص 54 سرود سسئي)

**ڪتا ڪينئي ڪيچ جا، سندا جي پنهونءَ،**
**اگهين هوند اَسُونهن، جي جانارن ياد پئين.**

(شمس العلما مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرمعذوري ص 296 بااختيار ادارو سال 1994)

**ڪتا ڪينئي ڪيچ جا، سندا جي پنهونءَ،**
**اگهين هوند اسونهَن، جي جانارن ياد پئَين.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرمعذوري ص 262 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**ڪُتا ڪِينَئي ڪيچَ جا، سَندا جِي پَنهونءَ،**
**اَگهين هُوند اَسوُنهن، جِي جانارن يادِ پَئِين.**

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سرمعذوري ص 409 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پنهونءَ، پنوهه)، (اڳهين، اگهين، اڪيين)، (اسونهن، اسونهه)

**الف. پنهونءَ، پنوهه:** گنج شريف ۾ لکيل هن بيت جا قافيا درست لکيا ويا، مگر ممتاز مرزا قافيا غلط لکيا. بيت ملاحظه فرمايو:

ڪتا ڪينئي ڪيچ جا سندا جي "**پُنوهه**"
اڪِ هوند اسونهه جي جانارن ياد پئي

(فقير عبدالعظيم گنج اصل ص 54)

هن بيت جي جديد صورت خطي هي آهي.

ڪُتا ڪِينَئي ڪيچ جا سنَدا جي "**پُنوهه**"
اگهِين هوند اَسونُهه جي جانارن ياد پَئِين

(اڪرم)

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بلڪل ساڳيو ئي گنج شريف وارو بيت پنهنجي ترتيب ڏنل 2009ع واري رسالي ۾ لکيو آهي. باقي مٿي جن صاحبن جا بيت اسان لکي آيا آهيون تن صاحبن پهريون قافيو "**پنهون**" لکيو آهي. هنن صاحبن حضرت پٽ ڌڻي جي انمول بيت جي قافين تي توجهه نه ڏنو.

**ب اگهين، اڳهين، اڪيين:** ڊاڪٽر گُربخشاڻي، ٻانهي خان شيخ،



علامه آءِ آءِ قاضي ۽ ديوان تارا چند لفظ "**اگهين**" تمام سٺو لفظ لکيو آهي.

ممتاز مرزا لفظ "**اڪيين**" لکيو آهي اهو لفظ ممتاز مرزا کي اصل ۾ "**اگهين**" لکڻ گهرجي ها ڇاڪاڻ ته قديم سنڌي صورت خطي جا لفظ "ڪ"، "گ ۽ گهه" ۾ ۽ "گ"، "ڪ ۽ گهه" ۾ جملي يا بيت جي مناسبت سان جديد صورت خطي ۾ بدلائبا آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**اڳهين**" لفظ لکيو آهي، جنهن جي معنيٰ لکي اٿس "**اڳي تون**" بلڪل غلط لفظ ۽ غلط معنيٰ لکي اٿس.

**ت. اسونهن، اسونهه:** سواءِ گنج شريف جي ڪاتب ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي، ٻين سڀني صاحبن جي لکيل بيت ۾ لفظ "**اسونهن**" لکيل آهي. اهو لفظ "**اسونهه**" لکڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته انهي بيت جي پهرين مصرع جو پهريون قافيو "**پنوهه**" آهي.

**ث. ڪينئي:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان لفظ "**ڪينئي**" جي معنيٰ ئي نه لکي آهي ته عام ماڻهو "**ڪينئي**" جي معنيٰ ڪائيندءِ، ڏاڙهيندءِ يا پٽيندءِ سمجهن ٿا. مگر عثمان علي انصاري "**ڪينئي**" جي معنيٰ "**خير ، سڪ**" لکي آهي. اسان جي تحقيق موجب "**ڪينئي**" جي معنيٰ آهي تو کي ڪينڪاريندا، پلي ڪار چوندا، آڌر ڀاءُ ڪندا.

تحقيق مطابق بيت جي اصل صورت هي ٻيهي ٿي.

**ڪتا ڪِينَ ئي ڪيچ جا، سندا جي "پُنوهه"**
**"اَگهين" هوند "اسونهه"، جي جانارن ياد پئين**

**معنيٰ:** ڪيچ جا ڪُتا، جيڪي پُنهونءَ ڄام جا پاليل آهن. انهن کي جيڪڏهن تون ياد پئين ته تون پنهون جي آهين. ته تنهنجي اڻ سونهپ ٻه انهن وٽ اڳهجي ويندي. پنهونءَ جا ڪتا نياز منديءَ جي اظهار طور تنهنجي اڳيان پچ لُٽڪائي تنهنجن چرنن کي چمي پيار سان پونڪي توکي ڪينڪار ڪندا ۽ پليڪار چوندا.

*****

# سُر ديسي

❃❃❃❃❃❃❃

جِئَن سيُ هَرَڻُ هُماءُ، سَرگَردان سنَسار ۾،
هُو پَڳُ نہ ڏَري پٽئين، هيَ ڏَڙَسِرڏَري نَہ ساهہ،
جيڪس تن وٽانءُ، سسئي سُوَر پِرائا.
(ديوان تارا چند شوقيرام شاهہ جو رسالو سر ديسي ص 263 سال 1900)

جِئَن سو هَرَڻَ هُماءُ، سَرگردان سَنسَارَ ۾،
پَڪَ نہ ڪوڙي پَٽيين، ڏَر سر ڏَري نہ ساهُہ،
جيڪُس تِنهِن مُلاءُ، سَسُئي سُوَر پِرائِيا.
(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر ديسي 01ـ214)

جنءَ سو هَرَڻُ هُماءُ، سَرگَردانَ سنسارَ ۾،
هِيُ پڳ نہ ڪوڙي پَٽيين، هُو ڏَڙَسِرڏَري نہ ساهُہ،
جيڪُس تنِ مُلاءُ، سسئِي سُور پِرائيا.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سر ديسي ص 01ـ333)

جئن سو هَرَڻُ هُماءُ، سَرگردانِ سَنسارَ ۾،
هِي پَڳُ نَہ ڪوڙي پَٽئين، هُو ڏرَ سِرِڏَري نہ ساهُہ،
جيڪَسِ تن مُلاءُ، سَسُئي سُور پِرائِيا.
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سر ديسي ص 01ـ178)

جِئَن سيُ هَرَڻُ هُماءُ، سَرگَردان سنسار ۾،
هُو پَڳُ نہ ڏَري پٽئين، هِيءَ ڏَڙَسِرڏَري نَہ ساهہ،
جيڪس تن مُلا، سسئي سُوَر پِرائيا.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ سرود سسئي ص 139 سال 1995)



جيئَن سي هَرَڻُ هُمَاءُ، سَرگَردَانِ سَنسَارَ ۾،
هُو پَڳُ نَہ ڏَري پَٽِيين، هيءُ ڏرِ سِرِڏَري نَہ سَاهَہ،
جيڪُسِ تَنِ مُلا، سَسُئِي سُورُ پِرايَو.
(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سر ديسي ص 1ـ180)

جيئن سو هَرَڻُ هُماءُ، سَرگردانِ سَنسار ۾،
هو پڳَ نہ ڏري پٽئين، هي ڏَڙسرڏري نَہ ساهہ،
جيڪس تن وٽانءَ، سسئي سُورَ پرائيا.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سر ديسي ص 347/1 بااختيار ادارو سال 1994)

جيئن سو هَرڻُ هماءُ سَرِگردان سَنسار ۾،
هوَ پڳُ نہ ڏَري پٽئيَن هيءِ ڏڙسِرِڏَري نہ ساهہ،
جيڪس تن وٽانءُ، سسئي سُور پِرائِيا.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سر ديسي ص 301 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

جئن سو هَرَڻُ هُماءُ، سَرگردان سَنسارَ ۾،
هيءَ پَڳُ نہ ڪوڙي پَٽيين، هُو ڏَڙَسِرِڏَري نَہ ساهہ،
جِيڪَس تَنِ مُلاءُ، سَسُئي سُوَر پِرائِبا.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سر ديسي ص 467 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

نوٽ: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هن بيت جي ٻي مصرع جا ٻہ لفظ ”هي ۽ هو“ نہ لکيا آهن، جن جو اشارو هرڻ ۽ هماءُ ڏانهن آهي. جنهن ڪري سندس لکيل ٻي مصرع ڪٽل آهي، بيت ۾ نہ ٺي سونهين. مصرع ملاحظہ فرمايو:

”پَڪَ نہ ڪوڙي پَٽيين، ڏَر سر ڏَري نہ ساهُہ“

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سو سي)، (پک، پڳ)، (ڏڙ ڏر)، (ساهہ)، (تنهن، تن)، (ملاءَ، ملا، وٿانءَ)

**الف. سو سي:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي، غلام محمّد شهواڻي (ص 186) ۽ الهداد جنجهي (ص 216) جي پهرين مصرع ۾ لفظ "سو" غلط لکيو آهي.

ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ لفظ "سي" درست لکيو آهي. ڇاڪاڻ تہ "سي" لفظ جو اشارو "هرڻ ۽ هماءُ" ٻن جانورن لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ استعمال ڪيو آهي.

**ب. پک، پڳ:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت جي ٻي مصرع جو پهريون لفظ "پک" غلط لکيو آهي. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي توڙي ٻانهي خان شيخ ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ممتاز مرزا "پڳ" يعني "پير" لفظ صحيح لکيوآهي. جئين تہ بيت جي پهرين مصرع ۾ پهريون "هرڻ" ۽ بعد ۾ "هماءُ" جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ٻي مصرع ۾ هرڻ جي "پڳ" يعنيٰ "پير" نہ ڪوڙڻ جي حقيقت حضرت پٽ ڌڻيءَ بيان فرمائي آهي. تنهنڪري لفظ "پڳ" درست آهي.

**ت. ڏڙ ڏر:** پٽين يا ميدانن تي هرڻ جي پڳ (پير) نہ ڪوڙڻ جو ذڪر ٿي چڪو ان بعد هماءُ لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي تہ :

"هو ڏر سر ڏري نہ ساهہ"

يعنيٰ هماءُ ڏرتي تي بہ سر نہ ٿو ڏري.

تحقيق منهجان اسان ثابت ڪيو آهي تہ جن صاحبن ٻي مصرع ۾



"ڏڙ" لفظ استعمال ڪيو آهي تن غلط لکيو آهي.

**ث. ساهہ:** مٿين مصرع ۾ سيني مرتب ۽ محقق حضرات لفظ **"ساهہ"** لکيو آهي اسان جي تحقيق موجب اهو لفظ **"ساعَ"** آهي. اسان اهو لفظ هن ڪري لکيو آهي تہ قافيي جي لحاظ سان ۽ معنيٰ مطابق لفظ **"ساهہ"** نہ مگر **"ساعَ"** مناسب ثابت ڪيو آهي.

**ج. ملاءَ، ملا، وٿانءَ:** زيرِ بحث آيل بيت ۾ ٽي قافيا آهن. پهريون **"هماءَ"** ٻيون قافيو آهي **"ساعَ"** ۽ ٽيون قافيو آهي **"ملاءَ"** مذڪوره بالا بيت ۾ ٻانهي شيخ ، ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ **"ملا"** ۽ **"وٿانءَ"** قافيا غلط لکيا آهن.

اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

**جئن "سي" هرڻ هماءَ، سرگردان سنسار ۾،**
**هُو "پڳ" نہ ڪوڙي پٽيين، هُو ڏَر سِرڏَري نہ "ساعَ"،**
**جيڪس تن مُلاءَ، سسئي سور پرائيا.**

**معنيٰ:** جئن هرڻ (جانور) ۽ هماءَ (پکي)، سنسار ۾ سرگردان ۽ حيران آهن ڪين ڪا سڪون جي ساعت ميسر نہ آهي. هرڻ جو پڳ (پير) ڌرتيءَ تي ڪجهہ گهڙيون ٿي نہ ٿو ٽڪي، تہ خوف ڪان وتي ٿو ڇلانگن تي ڇلانگون هڻندو.

ٻي طرف هماءَ جو بہ اهو حال آهي، ڌرتي تي سَر رکي سُکي ساعت بہ گذاري نہ ٿو سگهي. شايد سسئي بہ سرگردان هرڻ ۽ پريشان حال هماءَ پکيءَ ڪان سور پرائيا آهن.

*****

ڏونگر ڏکوين ڪي، ڳل نہ سُڪا ڳوڙها،
هوءِ جي پهڻ پَٻَ جا، يَڃي ٽيا پورا،
گُوندر جا گهوڙا، وڃن جانِ جدا ڪيو.
(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرڪو هياري ص 281 سال 1900)

ڏونگر ڏکوين ڪي، ڳَلَ سُڪا ڳوڙها،
هُو جي پهڻَ پَٻَ جا، يَڃي ٽئا پورا،
گُندَرَ جا گهوڙا، وڃنِ جانِ جُدا ڪِئو.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سُر ديسي ص 11۔344)

ڏُونگر ڏُکويَنکي، ڪل نَسُڪا ڪورا،
هُو ئِجي پَهن پپجا، يڃي ٽِئا پُورا،
ڪوندر جا ڪُورا، ونجن جَانِ جڏِي ڪئو.
(حاجي محمّد سمو شاهہ جو رسالو سرڪو هياري ص 226)

ڏونگر ڏکوينِ جي، ڳل نہ سُڪا ڳوڙها،
هو جي پَهَڻ پَٻَ جا، يَڃي ٽيا پورا،
گُوندر جا گهوڙا، وڃن جان جُدا ڪيو.
(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ ص 93)

ڏونگر ڏکويُن ڪي، ڳَل نہ سُڪا ڳوڙها،
هُو جي پَهَڻَ پَٻَ جَا، سي يڃي ٽِيا پورا،
گُونَدَر جا گهوڙا، وڃن جانَ جُدا ڪيو.
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرڪو هياري ص 189)



ڏُونگَر ڏُکويُن جي، ڳَل سُڪا ڳوڙهَا،
هُو جي پَهَڻَ پَٻَ جا، يَڃي ٽِئَا پورا،
گوندَرَ جا گهوڙَا، وَڃَنِ جَانِ جُدا ڪِئو.
(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرڪو هياري ص 236)

ڏُنگر ڏُڪُويُنجيءَ، ڪَلِ سُڪا ڪُوراَ،
هُوئجي پَهنَ پَٻَ جَا، يَڃي ٽئا پُورا،
ڪُندر جا ڪُورا، ونجن جَاَنِ جُدا ڪِئو.
(فقير عبد العظيم اصل گنج ص 93)

ڏونگَر ڏَکوين ڪي، ڳل سُڪا ڳوڙها،
هُوءَ جي پهڻ پَٻ جا، سي يڃي ٽِيا پورا،
گوندر جا گهوڙا، وڃن جان جُدا ڪيو.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سرڪو هياري ص 370 با اختيار ادارو سال 1994)

ڏونگر ڏُڪُويَنِ ڪي، ڳَلِ نہ سُڪا ڳوڙها،
هُو جي پهڻ پٻَ جا، يڃَي ٽِئا پورا،
گوندر جا گهوڙا، وڃن جان جُدا ڪيو.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرڪو هياري ص 319 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

ڏُونگَرَ ڏُکَويَنِ ڪي، ڳَل نہ سُڪا ڳوڙها،
هُو جي پَهَڻَ پَٻَ جا، يَڃِي ٽِيا پورا،
گُوندَرَ جا گهوڙا، وَڃَنِ جانِ جُدا ڪيو.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرڪو هياري ص 491 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**نوٽ:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اهو بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ڪي، جي)، (ڳل سُڪا ڳوڙها، ڳل

نہ سُڪا ٻوڙها)، (گندر جا گهوڙا، گوندر جا گورا، ڪندر جا ڪورا)

**الف: <u>ڪي، جي</u>:** ديوان تارا چند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، حاجي محمّد سمي، ڪلياڻ آڏواڻي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي پهرين مصرع ۾ لفظ **"ڪي"** لکيو آهي اهو لفظ اصل ۾ **"جي"** آهي. **"ڪي"** غلط لکيو اٿن. اسان تحقيق بعد مصرع جي تصحيح ڪئي آهي ملاحظہ فرمايو:

"ڏونگر ڏکوين **جي**، ٻُل نہ سُڪا ٻوڙها"

هن مصرع جي معنيٰ ٿئي ٿي "ڏکوين جي ٻُل تان ٻوڙها نہ سُڪا آهن" لفظ **"جي"** ٻوڙهن جي جاءِ وقوع جي نشاندهي ڪري ٿو تنهن ڪري مصرع ۾ لفظ **"جي"** مناسب آهي.

**ب. <u>ٻُل سُڪا ٻوڙها، ٻُل نہ سُڪا ٻوڙها</u>:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ممتاز مرزا، ٻانهي خان شيخ ۽ گنج جي ڪاتب فقير عبدالعظيم **"ٻُل سُڪا ٻوڙها"** لکيو آهي. اهو فقرو مناسب نہ لکيو اٿن.
بمبئي ڇاپي جي ڪاتب ۽ ڪلياڻ آڏواڻي، ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي **"ٻُل نہ سڪا گوڙها"** فقرو برابر لکيو آهي. اهو هن ڪري چئون ٿا تہ ڏکويل جي جياپي جو سهارو ان کان جدا ٿي ويو آهي. ان جي هجر ۽ فراق ۾ جدا ٿيڻ جوغم مهجور سان اڃان شاملِ حال آهي ۽ اڃان تہ سسئي جي روئڻ جي شروعات ٿي آهي.

**ت. <u>گندر جا گهوڙا، گوندر جا گورا، ڪندر جا ڪورا</u>:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ممتاز مرزا، ڪلياڻ آڏواڻي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ٻانهي خان شيخ



**"گوندر جا گهوڙا"** غلط لکيو آهي.
بمبئي ڇاپي ۽ گنج ۾ **"ڪورا "** لکيل آهي. جديد صورت خطي ۾ اهو لفظ **"گورا"** ٿيندو ۽ نہ **"گهوڙا"**.
مٿين محقق ۽ مرتب حضرات، جن "شاهہ جو رسالو" ترتيب ڏنو اسان کي انهن جي رسالن منجهان ثبوت مليا آهن، تہ پنهونءَ جا ڀائر ۽ سَسُئي جا ڏير گهوڙن تي چڙهي ڀنڀور نہ آيا هئا. مگر اٺن تي سوار ٿي ڀنڀور آيا هئا. ڪيچ مڪران ڏانهن واپس بہ اٺن تي ئي چڙهي روانا ٿي ويا هئا. ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، ممتاز مرزا توڙي ٻانهي شيخ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو رسالو ترتيب ڏنو آهي. خبر نہ آهي تہ ڪٿي هنن کي **گورن** بجاءِ **گهوڙا** لکيل نظر آيا؟ جو بيت جي آخري مصرع ۾ لکيائون:

گوندر جا گهوڙا، وڃن جان جُدا ڪيو؟

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ لفظ **"گورن"** بجاءِ **"گهوڙن"** استعمال ڪيو اٿن ڪيڏي نہ افسوس جي ڳالهہ آهي!
اسان جي تحقيق جي نتيجي ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو اصل بيت هن صورت ۾ بيهي ٿو.

**ڏونگر ڏکوين "جي، ٻُل نہ سُڪا ٻوڙها"،**
**هُو جي پهڻ پٻ جا، پڄي ٿيا پورا،**
**"گوندر جا گورا"، وڃن جان جُدا ڪيو.**

*****

**جَتَ هڏهين هُتِ، مون هِنيَڙي ۾ حَلُ ٿيا،**
**چَنگلَ جنهِين چَوڦَرا، راحت تنهين جي رُتِ،**
**گُنگن جِي گُفتِ، چيڙي وِڏيَس چپرين.**

(تاراچند شوقي رام شاھ جو رسالو سرديسي ص 248)

**جَت هَڏهِين هُتِ مون، هِتِ هِيَڙي ۾ حل ٿئا،**
**چَنگُل جنين چَوڦرا، راحت تن جي رُت،**
**گُنگَنِ جي گُپُتِ، چيڙي وِڏيَس چَپَرين.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرديسي ص 18_323)

**جَتَ هَڏهين هُتِ، مون هِت هِينئڙي حَلُ ٿِئا،**
**چَنگلَ جَنِي چَوڦرا، راحَتَ تَن جِي رُت،**
**گُنگن جي گُپَتِ، چيڙي وِڏِيَس چَپَرين.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سرديسي ص 16_208)

**جَتَ هَڏهين هُتِ، مُون هِتِ هِنئڙي حَلُ ٿِيا،**
**چَنگُلَ جَنِينِ چوڦَرا، راحَتَ تن جِي رُتِ،**
**گُنگَنِ جي گُپتِ، چيڙي وِڏِيَسِ چَپَرين.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سرديسي ص 9_169)

**جَتَ هَڏهِين هُتِ مُون، هينئَڙي ۾ حَلُ ٿِئَا،**
**چَنگلَ جَن جَا چَوڦَرا، رَاحَتَ اُنِ جِي رُتِ،**
**گُنگَنِ جي گُفَتِ، چيڙي وِڏِيَسِ چَپَرين.**

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سرديسي ص 5_166)

**جَتَ هڏهين هُت مون، هِتِ هِنيَڙي ۾ حَلُ ٿيا،**
**چَنگلَ جنهين چَوڦَرا، راحَت تَنهِين جي رُتِ،**
**گُنگن جيءَ گُفتِ، چيڙي وڏيَس چپرين.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرديسي ص 327/18 بااختيار ادارو سال 1994)



**جَتَ هڏهين هُتِ مُون، هِتِ هِنيَڙي ۾ حل ٿيا،**
**چنگل جنِهين چوڦرا، راحت تنهين جي رَتِ،**
**گُنگن جيءَ گُفتِ، چيڙي وڏيس چپرين.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرديسي ص 287 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**جَتَ هَڏِهين هُتِ مُونِ، هِتِ هِنئڙي ۾ حَلُ ٿيا،**
**چنگل جَنينِ چَوڦَرا، راحَتُ تَنِ جي رُتِ،**
**گُنگَنِ جِي گُپت، چيڙي وِڏيَسِ چَپَرِين.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرديسي ص 445 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

## تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ: (گُپت، گُفت)

**الف. گُپت، گُفت:** ڊاڪٽر گربخشاڻي **"گپت"** جي معنيٰ "چپ چاپ، ماٺ ڳجهہ ڳوهہ" ص 483 تي نهايت ئي درست لکي آهي. افسوس سان لکڻو ٿو پوي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **"گپت"** جي معنيٰ **"ڪُپت"** لکي آهي (ص 16_208)

قارئين ڪرام! جانور ويچارا سَسُئي ساڻ ڪهڙي **ڪپت** ڪري ويا؟ ڪڏهن جانورن بہ ڪُپت ڪئي آهي؟ سُپت ۽ ڪُپت وارو ڳُوَڙ ۽ سُوَڙ تہ آدمين جو آهي ۽ نہ جانورن جو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جانورن کي ڪُپتيو لکيو آهي عجب ٿو اچي ڪُپتيا تہ ڪيچ جا جت، هوت بلوچ ثابت ٿيا جيڪي سسئي کان پنهون کي چوري ڪڍي وڃڻ جي ڪري پنهنجي پت وڃائي ڪُپتيا ثابت ٿيا.

ديوان تارا چند پهريون اديب آهي جنهن قديم صورتخطي منجهان جديد صورت خطي ۾ "شاھ جو رسالو" لکيو. هن صاحب لفظ **"گفت"** نامناسب لکيو آهي.

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ ٻانهي خان شيخ ٻہ لفظ **"گفت"** لکيو آهي. ٻانهي خان شيخ جنهن جي معنيٰ لکي آهي "رڙيون ۽ گجڻ جو آواز" (ص 166) ٻانهي خان تہ لفظ بہ غلط لکيو آهي تہ معنيٰ بہ غلط لکي اٿس.

قارئين ڪرام! لفظ **"گفت"** هن ڪري قبول نہ ٿا ڪري سگهون جو لفظ **"گفت"** ڪنهن بہ جانور سان منسوب ڪرڻو ئي نہ آهي. اُٺَ تہ رڙندا آهن. گفتگو نہ ڪندا آهن. منهنجي انهيءَ راءِ جي تصديق حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هي بيت ڪري ٿو.

اڳي **"اُٺ رڙن"**، مون پيري ماٺ ٿي،
پلاٽيندي پاڻ ۾، **"ڪُچئو ڪين"** ڪنن،
ڪا جا مام مُنن، هِن پر هئي هن سين.

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سر ديسي 03_188)

وڏي ڳالهہ هي آهي تہ، حضرت پٽ ڌڻي جي زيرِ بحث آيل بيت ۾ لفظ **"گُنگن"** بہ لکيل آهي:

"گنگن جي گُپت، چيڙي وڏيس چپرين"

جڏهن لفظ **"گنگن"** حضرت پٽ ڌڻيءَ طرفان فرمايو ويو تہ پوءِ لفظ **"گفت"** لکڻ ئي بيڪار ۽ بي جاءِ آهي. ڇا گونگا بہ گفتگو ڪندا آهن؟ حقيقت هي آهي تہ گونگا ماڻهو بہ اُٺن وانگر رڙندا آهن گفگتو نہ ڪندا آهن. خبر نہ آهي تہ ڪهڙي سببان لفظ **"گفت"** استعمال ڪيائون؟

اهڙي تحقيق ۽ تجزيي بعد حضرت پٽ ڌڻيءَ جن جي بيت جي پڙهڻي هي بيهي ٿي:



**جت هڏهين هُت، مون هِت هنئڙي حل ٿيا،**
**چنگل جنين چو ڦرا، راحت تن جي رُت،**
**"گُنگن جي گُپت"، چيڙي وڏيس چپرين.**

**معنيٰ:** جَت هُت آهن هِت نہ آهن. مون کان بظاهر پري آهن، ليڪن منهنجي هنيين ۽ هِر ديي ۾ حل ٿيل آهن. اُنهن جا چوڦرا پير، انهن جي ٽور ۽ چال وڻندڙ ۽ مزيدار آهي. گنگن يعني اٺن جي خاموش رهڻ ۽ نہ رڙڻ جي ڪري پتوئي نہ پيو تہ جت ڪهڙي پار ويا؟ تنهن ڪري چپرن ۾، پهاڙن جي پٿريلين پٽين تي پيئي رُلان ۽ ڇُلان ٿي.

******

پُڻ ٿا پَلاٽين، اوٺي اڄ اُپَڪُڙا،
پَهَہ پارسيون پَاڻ ۾، ڏير ڏھاٽي ڏين،
ھوتُ پنھون ٿا نيِن، ٻاروچي ٻولي ڪيو.

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سرديسي ص 253 سال 1900)

پَڻ ٿَا پَلاٽين، اوٺي اَڄُ اُٻاڪَرا،
پَهَہ پاريسيُون پاڻ ۾، ڏيَر ڏھاٽي ڏِيِن،
ھوتُ پُنھونءَ ٿا نِيِن، ٻاروچي ٻولي ڪَريو.

(ڪلياڻي آڏواڻي شاھ جو رسالو سرديسي ص 5-172)

پُڻ ٿا پلاٽِين، اوٺي اَڄُ اُٻاڪرا،
پَهہ پاريسيون پاڻَ ۾، ڏيَر ڏِيھاٽي ڏين،
ھوتُ پنھوءَ ٿا نِين، ٻاروچي ٻولِي ڪِئَو.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرديسي ص 9-326)

پُڻُ ٿا پَلاٽِين، اوٺِي اڄ اُٻاڪرا،
پَهَہ پارسِيُون پاڻَ ۾، ڏيَر ڏيِھاٽِي ڏِيِن،
ھوت پنھون ٿا نِين، ٻاروچِي ٻولِي ڪِئو.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سرديسي ص 03-209)

پُڻِ ٿا پَلاٽِين، اوٺِي اَڄُ اُٻَڪَڙَا،
پَهہ پاريسيون پاڻ ۾، ڏيَر ڏِھَاڙِي ڏِين،
مُون ڪي ٿا مَارِين، سَڄَڻَ سَانبَاھِي ڪِئو.

(ٻانھون خان سيخ شاھ جو رسالو سرديسي ص 202)

پڻ ٿا پلاٽين، اوٺي اڄَ اُپَڪَڙا،
پھہ پارسيون پاڻ ۾، ڏير ڏيھاٽي ڏين،
مون ڪي ٿا مارِين، سڄڻ سانباھِي ڪِئو.

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ ص 120)



پُڻ ٿَا پَلاٽين، اوٺي اڄ اُپُڪڙا،
پھہ پارسيون پاڻ ۾، ڏير ڏھاٽي ڏينِ،
ھوت پنھون ٿا نين، ٻروچي ٻولي ڪيو.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرديسي ص 13/334 بااختيار ادارو سال 1994)

پُڻ ٿا پَلاٽين، اوٺي اڄ اُپڪڙا،
پَهَہ پارسيون پاڻ ۾، ڏير ڏھاٽي ڏين،
ھوتُ پنھون ٿا نين، ٻاروچي ٻولي ڪيو.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرديسي ص 292 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

پُڻِ ٿا پَلاٽِين، اوٺِي اَڄُ اُپڪڙا،
پَهَہ پارسِيون پاڻ ۾، ڏير ڏيھاٽِي ڏِيِن،
ھوتَ پُنھُونءَ ٿا نِيِن، ٻاروچِي ٻولِي ڪيو.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرديسي ص 452 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (اُٻاڪرا، اُٻڪڙا، اُپ ڪڙا)، (پاريسيون، پارسيون) (ڏيھاٽي، ڏھاٽي، ڏھاڙي)، (مون ڪي ٿا مرين، سڄڻ سانباھي ڪئو، ھوت پنھونءَ ٿانين، ٻاروچي ٻولي ڪيو)

**الف: <u>اُٻاڪرا، اُٻڪڙا، اُپ ڪڙا</u>:** ھن بيت ۾ اوترن ئي لفظن جي بدل سدل ٿي آھي جيترا مرتب، محقق ۽ ڪاتب حضرات آھن. تنھنڪري ڪنھن تي اعتبار ڪجي؟

لفظ "**اُٻاڪرا**" ۽ "**اُٻڪڙا**" نہ ڪنھن ڪتاب ۾ ۽ نہ ڪنھن بيت ۾ ھن ڪان اڳ نظر آيا آھن. چا ڪاڻ تہ اھي لفظ ئي نہ آھن ڪاتبن، محققن ۽ مرتب حضرات بغير تصديق ۽ تحقيق جي اھي لفظ لکي ڇڏيا. جن جي ڪا بہ معنيٰ نہ ٿي نڪري. انھن لفظن جي مقابلي ۾

لفظ **"اُيڪڙا"** **"اُپ + ڪڙا"** مرڪب لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "اُيا ٿي بيٺا، اُٿي ڪڙا ٿيا، تيار ٿي بيٺا." اسان جي تحقيق مطابق درست آهي.

ب. **پاريسيون، پارسيون**: ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ٻانهي خان شيخ لفظ **"پاريسيون"** لکيو آهي. اسان جي تحقيق موجب **"پاريسيون"** ڪو به لفظ نه آهي اڻ پڙهيا ۽ ڪورا ڇٽ استعمال ڪرن ته ٿي سگهي ٿو مگر حضرت پٽ ڌڻيءَ جو اهو شان نه آهي.

ت: **ڏيهاڻي، ڏهاڻي، ڏهاڙي**: لفظ **"ڏيهاڻي"** جي معنيٰ ٿئي ٿي "ڏيهه وارو، ديس وارو" ۽ لفظ **"ڏهاڻي"**، لفظ **"ڏهاڙي"** جي ٻي صورت آهي. لفظ **"ڏهاڙي"** ٻانهي خان شيخ لکيو آهي جديد صورت خطيءَ مطابق درست آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ اهو لفظ **"ڏينهاڻي"** يعني "ڏينهن جو" لکيو آهي. گنج شريف ۾ اصل صورت ۾ لکيل مصرع ملاحظه فرمايو:

"پهه پارسيون پان ۾، ڏير ڏينهاڻي ڏين"

(گنج شريف ص 120)

اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ لفظ **"ڏينهاڻي"** بهترين لکيل آهي.

ث. **مون ڪي ٿا مارين، سڄڻ سانباهي ڪئو هوت پنهونءَ ٿانين ٻاروچي ٻولي ڪيو**: بيت جي پهريون مصرع ۾ لفظ آهي. **"اُپ ڪڙا"** اهو لفظ قافلي جي تيار ٿي بيهڻ جي نشاندهي ڪري ٿو. تنهنڪري:

"مون ڪي ٿا مارين، سڄڻ سانباهي ڪئو"

درست مصرع آهي. انهي مصرع جي پيٺ ۾ :



"هوت پنهون ٿا نين، ٻاروچي ٻولي ڪري"

مناسب مصرع نه ٿي لڳي ڇا ڪاڻ ته ٻاروچي ٻولي ته پنهون جا پائر ۽ پنهون پاڻ روز ڳالهائيندا هئا. تنهنڪري هن مصرع ۾ "ٻاروچي ٻولي ڪرڻ" واري فقري جو ڪو جواز نه ٿو نظر اچي جڏهن ته اُٺ سفر لاءِ تيار ٿيا بيٺا هئا سسئي ڏٺا تنهنڪري چيائين:

"مون ڪي ٿا مارين، سڄڻ سانباهي ڪئو"

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب طرفان بيت ۾ لکيل مصرع ڪنهن فقير جي تضمين طور استعمال ٿيل آهي. جيڪا بيت ۾ مناسب نه ٿي لڳي.

اسان حضرت پٽ ڌڻي جي اصل بيت جي تحقيق ۽ تصحيح ڪرڻ بعد هي صورت مناسب سمجهون ٿا.

**پُڻ ٿا پلاڻين، اوٺي اڄ "اُيَڪڙا"**
**پهه "پارسيون" پاڻ ۾، ڏير "ڏينهاڻي" ڏين،**
**"مونکي ٿا مارين، سڄڻ سانباهي ڪِئو".**

*****

اَڱڻَ مٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏِنَيءِ ڏينَهن،
وَٽي سَڙڪ سَسُئي، ويهہ وِهاٽي سيئن،
چوٽي سين چانگن ڪي، جَڙ زنجيرن جيئن،
تہ هوت تُنهنجو هيئن، هُوند پنهونءَ نياءُ نہ پاٽسين.

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرديسي ص 245)

اڱڻَ مٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏنئي ڏينهن،
وَٽي سَڙڪَ سَسُئي، وِهہ وِهاٽي سيئن،
چوٽِي سين چانگن ڪي، جَڙ زنجَيرن جيئن،
تہ هوت تنهنجو هيئن، پنهون نيائون نہ پاڻ سين.

(ممتاز مراز گنج جديد صور تخطي ۾ سال 1995ع سرديسي ص 122)

اڱڻَ مَٿي اوپَرا، جَڏهِن ڏاگها ڏِنءِ ڏِينهَن،
وَٽي سَرَڪَ سَسُئي، ويهہ وِهاٽِيءَ سِينئن،
چوٽي سِين چانگن ڪي، جَڙجنجِيرن جِيئن،
تہ هوتُ تُنهنجو هِينئن، پُنهون نہ نِيائون پاڻ سِين.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرديسي ص 6-207)

اَڱَڻَ مٿي اوپرا، جَڏه ڏاگها ڏنءِ ڏِيهہ،
وٽِي سَڙَڪَ سَسُئي، ويهہ وِهاٽي سِي،
چوٽِي سين چانگَنِ ڪي، جڙ زنجيرَن جِي،
تہ هوت تنهنجو هِي، پنهون نِيائون نہ پاڻ سين.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرديسي ص 05-322)



اَڱَڻَ مَٿي اوِپرا، جڏهن ڏاگها ڏِنءِ ڏيِنهَن
وَٽي سَڙَڪَ سَسُئي، ويهُہ وِهاٽيءَ سيِئن
چوٽي سين چانگَنِ ڪي، جَڙِ زَنجيرُنِ جيئن،
تہ هوتُ تُنهنجو هِيئن، هوندِ پُنهون نيائُون نہ پاڻَ سين.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرديسي ص 03-168)

اَڱَڻَ مَٿي اوپِرا، جَڏِهين ڏاگها ڏِنَيءِ ڏينهَن،
وَٽي سَڙَڪَ سَسُئي، ويهُہ وِهَاٽِي سينءَ،
چوٽي سين چَانگن ڪي، جَڙِ زنجِيرَن جيئَن،
تَہ هوتُ تُنِهنجو هِيئَن، پُنُهون نِيَائَون نَہ پَاڻَ سين.

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرديسي ص 190)

اَڱَڻَ مٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏِنئيءِ ڏينهنَ،
وٽي سڙڪ سَسُئي، ويهہ وهاٽي سئَن،
چوٽي سين چانگن ڪي، جَڙِ زنجيرن جِيئن،
تہ هوتُ تُنهنجو هِيئن، هُوند پنهون نِيائون نہ پاٽسين.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرديسي ص 324 بااختيار ادارو سال 1994)

اڱَڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏِنيءَ ڏيِنهَن،
وَٽي سَڙَڪَ سَسُئَي، ويهہ ويهاٽيءَ سينءَ،
چوٽيءَ سين چانگن ڪي، جَڙِ زنجيرن جِيئن،
تہ هوت تنهنجو هِيئن، پنهون نِيائون نہ پاٽسين.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرديسي ص 284/5 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**اَڱڻَ مَٿي اوپرا، جَڏهن ڏاگها ڏِٺيءِ ڏِينهن،**
**وَٽِي سَڙَڪَ سَسُئي، وِيھُ وِهاٽي سِيئن،**
**چوٽِي سِين چانگنِ ڪي، جَڙِ زَنجِيرن جِيئن،**
**تہ هوتُ تُنهِنجو هينئُن، پنُهُون نِيائون نہ پاڻَ سِين.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرديسي ص 442 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سرڪ، سڙڪ)، (جنجيرن، زنجيرن)

**الف. سرڪ، سڙڪ:** ديوان تارا چند شوقي رام، ممتاز مرزا، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ٻانهي خان شيخ لفظ **"سڙڪ"** لکيو آهي مگر فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"سَرَڪَ"** لکيو آهي. **"سَرَڪَ"** لفظ جي معنيٰ "گهوڙي جي ڳچي واري رسي" لکي اٿس. (ص 207.6)
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي نهايت ئي غلط سوچ ۽ غلط تحقيق آهي.
حقيقت هي آهي تہ پنهونءَ جام، پنهونءَ جام جا قافلي وارا ۽ پنهل جام جا پائر اٺن تي چڙهي آيا هئا ۽ اٺن تي ئي سوار ٿي واپس ويا هئا، اهڙو ثبوت خود ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي ۾ ڏنو آهي تہ پوءِ گهوڙي جي ڳچي واري رسي جو حضرت پٽ ڌڻيءَ جي سسئي معتلق فرمايل بيت سان ڪهڙو تعلق؟
اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ زيرِ بحث آيل بيت جي ٻي مصرع ۾ لفظ **"سَرَڪ"** غلط لکيو آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو رسالو 2009ع ۾ شايع ڪرايو ۽ انهي رسالي کي حتمي ۽ آخري رسالو تسليم ڪيو ويو آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي مٿي لکيل بيت ۾ لفظ **"سَرڪَ"** ثابت ڪري ٿو تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت تي تحقيق نہ ڪئي.



**ب. جنجيرن، زنجيرن:** قديم سنڌي ٻولي ۾ عربي ۽ فارسي رسم الخط جا اڪثر اکر نہ آهن جهڙوڪ، "ص، ض، ط، ظ، ز" وغيره. تنهنڪري قديم سنڌي ماڻهو "ز"، "ذ"، "ض" ۽ "ظ" اکرن اچارڻ بجاءِ "ج" اکر اچاريندا هئا.
مثال طور: چوندا هئا **"جال اچي ٿي"** يعني "زال اچي ٿي"، **"جالم جلم نہ ڪر"** يعني "ظالم ظلم نہ ڪر"، **"ٻال تي جابتو رکجي"** يعني "ٻار تي ضابطو رکجي"
بلڪل اهڙي طرح لفظ **"زنجير"** کي **"جنجير"** چوندا هئا. هندوستان جا سنڌي هندو اڄ بہ زنجير کي جنجير چوندا آهن. مگر حضرت پٽ ڌڻي **"زنجير"** کي **"زنجير"** ئي ڪوٺيو آهي ان جو ثبوت گنج شريف ۾ (ص 122) تي لکيل آهي ۽ ديوان تارچند جي لکيل رسالي ۾ ص 245 تي اهو بيت لکيل آهي جنهن ۾ لفظ **"زنجير"** استعمال ٿيل آهي. فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جنجيرن لفظ لکيو آهي سندس اها تحقيق غلط آهي.
تحقيق بعد حضرت جن جو اهو بيت، اسان هن صورت ۾ لکڻ مناسب سمجهون ٿا:

**اَڱڻَ مَٿي اوپِرا، جَڏهِن ڏاگها ڏِٺَءِ ڏِينئن،**
**وَٽِي "سَڙَڪَ" سَسُئي، ويھُ وِهاٽِي سِينئن،**
**چوٽِي سِين چانگَنِ ڪي، جَڙ "زَنجيرن" جِيئن،**
**تَہ هوت تنهِنجو هِينئن، پُنهون نہ نِيائون پاڻَ سِين.**

❊❊❊❊❊❊

# سُر ڪوهياري

❊❊❊❊❊❊❊

ڳائي نہ وائي، اديون آريچن جي،
ڪنهن پَرڪهي لنگهيان، جبلَ جها جهائي،
جيڪس واجهائي، هاٽي مَرنديَس هوت لَئي.

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرڪوهياري ص 276 سال 1900ع)

ڳائي نہ وائي، اديون آريچن جي،
ڪنهن پرڪهي لنگهيان، جبل جها جهائي،
جيڪس واجهائي، هاٽي مرنديس هوت لئہ.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرڪوهياري ص 347)

ڳائي نہ وائِي، اَديُون آريچَن جي،
ڪنهن پرڪهي لَنگيهان، جَبَلَ جهاجهائي؟
جيڪسِ واجهائي، هاٽي مَرَنِديَسِ هوت لءِ.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرڪوهياري ص 01-192)

ڳَائي نَہ وَائي، اَديُون آرِيچَنِ جِي،
ڪَنهِن پَرڪهِي لَنگهِيَان، جَبَل جها جهائي،
جيڪس واجهائي، هاڻ مرندي هوت لئي.

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرڪوهياري ص 255)

ڳائي نہ وائِي، اَديون آريچن جي،
ڪنهن پرڪهِي لنگهيان، جبل جها جهائي،
جيڪس واجهائي، هاڻِ مرندي هوت لئي.

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ ص 91



ڳائي نہ وائي، اَديون آريچن جي،
ڪَنهنپَرڪهي لنگهيان، جبل جها جهائي،
جيڪس واجهائي، هاٽي مَرندَيسِ هوت لئہ.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرڪوهياري ص 375 بااختيار ادارو سال 1994)

ڳائِي نَہ وائِي، اَديُون آريِچَن جِي،
ڪِنهن پرڪهِي لَنگِهيا، جَبَلَ جها جهائي،
جَيڪَس واجهائي، هاٽي مَرنَدِيس هوتَ لئي.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرڪوهياري ص 324 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

ڳائي نہ وائي، اديون آريچن جي،
ڪنهن پرڪُهي لنگهيان، جبل جها جهائي،
جيڪس واجهائي، هاٽي مرنديس هوت لئہ.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرڪوهياري ص 497 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

<u>نوٽ</u>: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هي بيت ”شاهہ جو رسالو“ منجهان ڪڍي ڇڏيو.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ڳائي نہ وائي)، (آريچن)، (لنگهيان، لنگهيا)، (هاڻ، هاٽي)، (مرندي، مرنديس).

**الف. <u>ڳائي نہ وائي</u>:** سڀني مرتب ۽ محقق حضرات الفاظ **”ڳائي نہ وائي“** لکيا آهن.
ڊاڪٽر گربخشاڻي **”ڳائي نہ وائي“** الفاظ جي معنيٰ نہ لکي آهي.
ڪلياڻ آڏواڻي لکيو آهي، اديون هت آريچن جي ڪا ڳالهہ يا وائي بہ

نہ ٿي سگهي (ص 1_191) ڳائي جي معنيٰ **"ڳالهہ"** لکي اٿس.

ٻانهي خان **"ڳائي نہ وائي"** جي معنيٰ لکي آهي: **"ڳالهہ"**، **"ذڪر"**.

قارئين ڪرام! قديم سنڌي صورت خطي ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ جا بيت لکيا ويا هئا. قديم صورت خطي ۾ "ڪ" برابر "ڪ" جي ۽ "ڪ" برابر "ڪ، گ، ۽ گهہ" جي لکيو ويندو هو. تنهنڪري انهي اصول مطابق **"ڳائي نہ وائي"** وارا الفاظ جديد صورت خطيءَ ۾ **"ڪائي نہ وائي"** لکبا. جن جي معنيٰ ٿئي ٿي "نہ آواز نہ گفتگو نہ خبر".

تحقيق بعد مصرع هن طرح بيهي ٿي:

**"ڪائي نہ وائي، اديون آريجن جي"**

**ب. آريچن:** سيني مرتب ۽ محقق حضرات بيت جي پهرين مصرع ۾ لفظ **"آريچن"** لکيو آهي اسان جي تحقيق موجب اهو لفظ اصل **"آريجن"** آهي. جنهن جي معنيٰ آهي **"آري جو اولاد"**. تنهنڪري ئي اسان مٿين مصرع ۾ لفظ **"آريجن"** لکيو آهي.

**ت. لنگهيان، لنگهيا:** فقط مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ **"لنگهيا"** لکيو آهي. جن صاحبن **"لنگهيان"** لفظ لکيو آهي تن جو لفظ هن ڪري برابر آهي تہ هي بيت حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي جي زباني فرمايو آهي. سَسُئي چوي ٿي، تہ ڪا بہ خبر نہ آهي تہ آريجا ڪهڙي طرف روانہ ٿي ويا. نہ ڪو آواز ۽ نہ ڪا وائي ٻڌجي ٿي. انهيءَ حالت ۾ مان جبل ڪيئن لنگهيان لفظ تحقيق مطابق **"لنگهيان"** درست ثابت ٿئي ٿو.

**ث. هاڻ، هاڻي:** هاڻ ۽ هاڻي الفاظ ۾ هڪ وڌيل ماترا جو فرق آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ راڳ جو ماهر هيو. بيتن ۽ واين ۾ استعمال ٿيندڙ



ماترائن جي وزن کان بہ خوبي باخبر هيو. حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي بيت ۾ لفظ **"هاڻ"** استعمال ڪيو آهي. جنهن جو ثبوت هي آهي تہ گنج شريف ۾ بہ لفظ **"هاڻ"** لکيل آهي.

**ح. مرندي، مرنديس:** بيت ۾ سَسُئي پاڻ سان پاڻ مخاطب آهي تہ: "آريجن جي ڪائي وائي نہ آهي ۽ هيڏي ڏگهي جبلن جي قطار ڪئن لنگهيان؟ مون کي تہ پيچري جو پتو بہ نہ ٿو پوي".

جيڪس واجهہ وجهي وجهي سندن راهہ، رستا ۽ رند ڳولي ڳولي، هاڻ هوت لئہ هت "مرنديس".

اسان جي تحقيق مطابق ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ بيت ۾ لفظ **"مرندي"** غلط لکيو آهي.

اسان جي تحقيق بعد بيت جي اصل صورت هي بيهي ٿي:

**"ڪائِي نَہ وائِي"، اَديُون "آريجَن" جِي،**
**ڪَنهن پرڪَهي "لَنگِهيان"، جبل جها جهائي،**
**جيڪس واجهائي، "هاڻ مرنديس" هوت لۂِ.**

*****

**چِنَن توءِ م چِنُ، پاءِ اُميري اُنِسين،**
**جَي هو اوَڳُڻَ ڏينئي سسئي، تہ تون ڳُڻَ ڏيئي ڳنهہ،**
**پٽي لڳي پن، هن سونهاري سنگ ۾.**

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرڪو هياري ص 292 سال 1900ع)

**چِنَن توءِ مَ چِنُ، پاءِ اُميرِي اُنَ سِين،**
**جي اوءِ اَوَڳُڻَ ڪَن ئَي اَسُئِي، تہ تون ڳُٽانِي ڳِنُ،**
**پُٽيءِ لڳِي پِنُ، هِنَ سُونهاري سَنگَ ۾.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرڪو هياري ص 12-230)

**چِنڻ توءِ مَ چِنِ، پاءِ اُميري اُنِ سين،**
**جي اوءِ اوڳُڻ ڳِنَن اسُئي، تہ تون ڪُرانين ڳِنُ،**
**پٽي لڳي پِن، اِن سونهاري سڳ ڪي.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 07)

**چِنَنِ تُوءِ مَچِنَ، پاءِ اُميري اُنس،**
**جي اُوءِ اوڪُن ڪَنَن اَ سُئي، تَتُن ڪُران ڪِن،**
**پُني لَڪِي پِنُ، اِنَ سُنهاري سَڪَ ڪي،**

(اصل گنج ص 70)

**چِنن توءِ م چن، پاءِ اُميري اُنَ سِين،**
**جي هو اوڳڻ ڏينئي سسئي، تہ تون ڳڻ ڏيئي ڳنهہ،**
**پٽي لڳي پن، هن سونهاري سنگ ڪي.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سرڪو هياري ص 384/12 بااختيار ادارو سال 1994)



**چِنَن توءِ مَ چن، پاءِ اُميري اُنسين**
**جي هوءِ اَوڳُڻ ڏينَئَي سسئي، تہ تون ڳُڻَ ڏيئَي ڳنهہ،**
**پُٽيءَ لڳي پِنُ، هِنَ سُنهاري سَڱ ڪي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرڪو هياري ص 331 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (اَسُئي، سسئي)، (ڳن، ڳنهہ)، (سنگ، سڳ، سنڱ)

**الف. اَسُئي، سسئي:** ممتاز مرزا ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **"اَسئي"** لفظ لکيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ معنيٰ رقم ڪئي آهي، "اَڻ سُئي، اڻ سُئل جيڪا سُئل ٻُڌل نہ هجي".
قارئين ڪرام! هن بيت ۾ مضمون مطابق لفظ **"سسئي"** استعمال ڪرڻو آهي جيڪو حضرت پٽ ڌڻيءَ استعمال ڪيو. هن بيت ۾ لفظ **"اسئي"** جو ڪو بہ واسطو نہ آهي. اهو ئي سبب آهي جو ديوان تاراچند شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ **"سسئي"** لکيو آهي. رهيو سوال ڪاتب سيد العظيم جي **"اَسئي"** لکڻ جو، تہ اها ڪاتب جي يا راوي جي سَهو آهي.

**ب: ڳن، ڳنهہ:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهيءَ بيت جا قافيا ٽي آهن. هڪ قافيو **"چن"** ٻيو قافيو **"ڳن"** ۽ ٽيون قافيو **"هن"** آهي. مگر ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ ٻيو قافيو **"ڳنهہ"** غلط لکيو آهي.

**ت: سنگ، سڳ، سنڱ:** ممتاز مرزا لفظ **"سڳ"** غلط لکيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"سنگ"** غلط لکيو آهي. ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي **"سڱ"**

لکيو آهي. سَسُئي جي انهيءَ بيت ۾ لفظ ”**سڱ**“ مناسب آهي، چاڪاڻ تہ سَسُئي پنهون سان سڱ ڪيو هيو. اهڙي حقيقت جي تصديق حضرت ڀٽ ڌڻيءَ پنهنجي ڪلام ۾ گهڻا ڀيرا فرمائي آهي. اسان جي تحقيق بعد بيت جي اصل صورت هي آهي:

**چِنَنِ توءِ مَ چِنُ، پاءِ اُميري اُنَ سِين،**
**جِي اوڳڻ ڪَن ئِي ”سَسُئي“، توءِ ڳُڻيائِي ”ڳُنَ“،**
**پُنِي لڳِي پِنَ، هن سونهاري ”سڱ“ ۾.**

*****



**ڪُوڪئو پُڇي ڪوهُ، هَئي هَئي ڪِئو هَتڙَا هَٽي،**
**سا ڏُکائِي نہ ڏِئي، مَتي ڏيَرن ڏوهہ،**
**رائو روئِي روهُ، مُنڊ ڳوڙهن سين ڳچُ ڪِئو.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر ڪوهياري ص 30-225)

**ڪوڪيو پڇي ڪوهہ، هيءَ ڪيو هَٽي هتڙا،**
**سا ڏُکائِي نہ ڏي، مَتي ڏيرن ڏوهہ،**
**رائو روئي روهہ، مُنڊ ڳوڙهن سين ڳچ ڪيو.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 66)

**نوٽ:** اهو بيت ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ قاضي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گُربخشاڻي، ٻانهي خان شيخ ۽ ڪلياڻ آڏواڻي نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ڳچ)

**الف. ڳچ** : ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ معنيٰ لکي آهي ”سَسُئي روئي روئي جبل ۽ رائي، ريتي کي پنهجن ڳوڙهن سان ”**ڳچ**“ پسائي ڇڏيو يعنيٰ گهڻو پسائي ڇڏيو. ممتاز مرزا بہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي تائيد ڪندي بيت ۾ لفظ ”**ڳچ**“ لکيو آهي.

قارئين ڪرام! رائي ۽ روهہ جي ريت کي، سَسُئي روئي روئي ”**ڳچ**“ پسائي ڇڏيو. اِها تہ عام ۽ سطحي سوچ جي نمائندگي ڪندڙ الفاظ آهن. هي بيت عام شاعر جو نہ آهي مگر حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جو آهي. هي زياده غور طلب آهي. حقيقت هي آهي تہ روئڻ سان تہ جبل پُسندو ئي نہ. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي خام خيالي آهي حضرت

پٽ ڏٺيءَ فرمايو آهي. تہ سسئي روه جي رائي ريتي کي تمام گھڻو روئي روئي گچ ڪري ڇڏيو.

تحقيق بعد هن نتيجي تي پهتا آهيون تہ بيت جي اصل پڙهڻي هي آهي.

ڪُوڪِيو پُڇي ڪُوهہ، هَئي هئي ڪَيو هَتڙا هَٿي،
”سا ڏڪائِي نَہ ڏِئي، متي ڏيرِن ڏوهہ“،
رائو روئي روهُ، منڊ ڳوڙهن سِين ”گچ“ ڪيو.

*****



مُونڪي جنين ماريو، سُڄاتَمِ سيئي،
پنهونءَ پَيڪانَ پَچَندِيا، ٻِلَنِ تان ٻيئي،
ويڄَنِئان ويَئي، ٿي وهِيٺي سَڄَٺين.
(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سرڪوهياري ص 287 سال 1900ع)

مون ڪي جنين ماريو، سڄاتمِ پاٽا،
پنهوءَ پَيڪان پچندبيا، ٻِلَن تان ٻيئِي،
ويڄنئون ويئِي، ٿِي وهِيٺي سَڄَٺين.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرڪوهياري ص 07-347)

سُڄاتُمِ سيئِي، مُون ڪي جَنِي ماريو،
پُنهونءَ پيڪانَ پَچَندِئا، ٻلَھُڻ ٿِئا ٻيئي،
ويڄَنِئون ويئِي، ٿِي وَهِيٺِي سَڄَٺين.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سرڪوهياري ص 10-227)

مونڪي جَني مَارِئو، سُڄَاتِمَ سيئي،
پُنهُونءَ پيڪَانَ پَچَندِئا، ٻِلَنِ تان ٻيَئي،
ويڄَنَئُون ويئي، ٿِي وَهِيٺِي سَڄَٺين.
(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سرڪوهياري ص 256)

مونڪي جَنين ماريو، سُڄاتم سيئي،
پُنهون پيڪانَ پچندبيا، ٻِلَنِ تان ٻيئي،
ويَڄنِئُون ويئي، ٿِي وَهِيٺي سڄٺين.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 131)

مُونڪي جنين ماريو، سُڄاتُم سيئي،
پَنهون پيڪانَ پچندبيا، ٻِلَنِ تان ٻيئي،
ويڄَنئان ويئي، ٿي وهِيٺي سَڄَٺِين.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ سرڪوهياري ص 377/8 باا ختيار ادارو سال 1994)

**مونڪي جنهين ماريو، سَڄاتَم سيئَي،**
**پنهون پَيڪَان پچندِيا، پِلَنِ تان پيئَي،**
**ويڄَنِئَان وَيئَي، ٿي وهِيٽَي سَڄٽين.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر ڪوهياري ص 325/6 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**مُون ڪي جَنين مارِيو، سُڄاتَم سيئي،**
**پَنهُونءَ پَيڪَانَ پَچَندِيا، پِلَن تان پيئي،**
**وِيڄَنِئُون وِيئِي، ٿِي وَهِيٽِي سَڄَٽِين.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سر ڪوهياري ص 499 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سڄاتم پاٽا، سڄاتم سيئي)، (پلن، پلهڻ)، (ٿي)

**الف. سڄاتم پاٽا، سڄاتم سيئي:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ قاضي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ممتاز مرزا بيت جا قافيا درست لکيا آهن. فقط ڊاڪٽر گربخشاڻي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي هن بيت جي قافين جو ڪو خيال ئي نہ رکيو آهي. هنڪي **"سڄاتم پاٽان"** جي جاءِ تي، **"سڄاتم سيئي"** لکڻ گهربو هو. ڇا ڪاڻ تہ **"سڄاتم پاٽان"** جو قافيي سان ڪو تعلق نہ آهي ۽ نہ مضمون سان مناسبت رکي ٿو.

**ب: پلن، پلهڻ:** ٻي مصرع جو چوٿون لفظ، ديوان تارا چند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي **"پلن"** غلط لکيو آهي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **"پلهڻ"** لکيو آهي. هن صاحب کي اهو لفظ نہ لکڻ گهربو هيو ڇا ڪاڻ تہ انهي لفظ ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ واري ڪلام واري سلاست جي خوبي نہ آهي.



ڊاڪٽر گربخشاڻي لفظ **"پلن"** جي معنيٰ لکي آهي **"تارا"**. نهايت ئي غلط معنيٰ لکي اٿس.

گنج شريف ۾ **"پلن"** لفظ لکيل آهي. گنج قديم صورت خطي ۾ لکيل آهي. **"پلن"** لفظ کي جديد صورت خطي ۾ آڻڻ سان لفظ **"پلڙ"** ۽ **"پلر"** ٺهن ٿا. جئن تہ قديم صورت خطي ۾ **"ن"** اکر **"ر ۽ ڙ"** جملي يا مصرع جي مناسبت سان هڪ ٻئي ۾ تبديل ٿيندا آهن. ان اصول مطابق لفظ **"پلر"** نهايت موزون آهي.

**ت. ٿي:** "شاھ جو رسالو" جي ٽرانسليٽر ديوان تارا چند لفظ **"ٿي"** لکيو تہ سيني مرتب ۽ محقق حضرات لفظ **"ٿي"** لکيو. اسان جي تحقيق موجب اهو لفظ سيني صاحبن کي **"ٿيس"** لکڻ گهربو هو. ڇاڪاڻ تہ هن بيت ۾ سَسُئي چئي ٿي تہ مون کي جنين ماريو اُهي مون سُڄاتا. منهنجي محبوب پنهون اکين جا ٻڻا تير جيڪي ٻہ لرا ۽ ٻہ ڦرا هئا. تِنهين منهنجو اهڙو تہ حال ڪيو جو ويڄ ئي علاج نہ ٿا ڪري سگهن. دوست علاج ڪري تہ چڱي ڀلي ٿينديس نہ تہ منهنجا زخم جيڪي پرين جي پيڪان لڳڻ سان ٿيا آهن سي لاعلاج آهن.

اسان جي تحقيق بعد بيت هن صورت ۾ بيهي ٿو:

**مون کي جنين ماريو، "سُڄاتم سيئي"،**
**پنهونءَ پيڪان پچنديا، "پلر" تان پيئي،**
**ويڄنئون ويئي، "ٿيس" وهيٽي سڄٽين.**

*****

# سُر حسيني

❋❋❋❋❋❋❋

**ڪُوءِ ٻولِي ٻَن ٻَروچ، گھوري ذاتِ جَتَنِ جِي،**
**مونڪي چَڱي لوچ، پيھِي چَپَرين ويا.**
(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سرحسيني صفحو 299 سال 1900ع)

**ڪُوءِ ٻولِي ٻَنِ ٻَروچُ، گھوري ذاتِ جَتَن جِي،**
**مون ڪي چَڱِي لوچ، پاڻَ پيھِي وِئا چَپَرين.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سرحسيني صفحو 15-233)

**ڪوءِ ٻولي ٻَنِ ٻَروچُ، گھوري ذات جَتَن جي،**
**مُون ڪي چَڱي لوچ، پيھي ويا چَپرين.**
(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سرحسيني 7-203)

**ڪوءِ ٻولِي ٻَن ٻَروچُ، گھورِي ذَاتِ جَتن جي،**
**مون ڪي چَڱِي لوچ، پيھِي وئڙا چَپَريَن.**
(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سرحُسيني 18-271)

**ڪوءِ ٻولي ٻَن ٻروچ، گھوري ذات جتن جي،**
**مُنڪي چڱي لوچ، پيھي وِئا چپرين.**
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرحسيني 13-354)

**ڪُوءِ ٻُولِي ٻَن ٻَرَوچُ، ڪُوري ذَاتِ جَتَنِ جِي،**
**مُنڪي چَڱِي لوچُ، پيَھي وئِرا چَپَر.**
(فقير عبدالعظيم اصل گنج ص 158)

**ڪوءِ ٻولي ٻَن ٻروچ، گھوري ذات جتن جي،**
**مُون ڪي چڱي لوچ، چپرين ويا.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرحسيني ص 392 با اختيار ادارو 1994ع)



**ڪوءِ ٻولي ٻِن ٻروچُ، گھوري ذات جَتَن جي،**
**مُون ڪي چڱيَ لوچ، پيھي چپرين ويا.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرحسيني ص 338 مھراڻ اڪيڊمي 2009ع)

**ڪوءِ ٻولِي ٻَن ٻروچ، گھوري ذاتِ جَتَن جي،**
**مُون ڪي چَڱِي لوچ، پِيھِي وِيا چَپَرين.**
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرحسيني ص 515 1993ع سنڌي ادبي بورڊ)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ٻَن)، (گھوري، ڪوري)، (پيھي ويا چپرين، چپرين ويا).

**الف. ٻَــن:** "شاھ جو رسالو" جي سڀني مرتب ۽ محقق حضرات، جن جا بيت اسان مٿي لکيا آھن تن ھن بيت ۾ لفظ "**ٻَن**" لکيو آھي.

قارئين ڪرام! بيت ۾ پنھون سان، پنھون جي ٻولي سان، جتن جي ذات ٻروچ سان سسئي جي بيزاري لکيل نظر اچي ٿي. ليڪن اسان کي سَسُئي جي بيزاري تي يقين نہ آھي. سسئي جي پنھون کان بيزاري جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. اسان حضرت پٽ ڌڻيءَ جي سَسُئي بابت چيل سڀني سُرن جي مطالعي کي جاري رکيو. سَسُئي اسان کي پنھون جي ڳولا ڪندي جھنگن ۽ جبلن ۾ رُلندي ۽ رڙندي نظر آئي. سَسُئي جي پنھون سان محبت، ان جي ٻولي سان پيار، پنھون جي ڀائرن ۽ جتن سان سِڪ وارو حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت ملاحظہ فرمايو:

جَتا شال جئو، جئو تان جاڙون ڪريو
ٻانيڻ جو ٻروچ ري ٻيلي ناھہ ٻئو
چنڊ تان نہ پئو، ھي سڱ نہ چنڊ جھڙو
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر ديسي ص 14_208)

سَسُئي ھن بيت ۾ جتن جي جياپي لاءِ دعاگو آھي. سَسُئي ٻروچ کان

سواءِ ٻيو ڪو بہ ٻيلي، ساٿي ۽ مددگار نہ ٿي سمجهي. سڱ پنھونءَ سان ڪيو ھئائين ان سڱ ڪي چنڻ لاءِ بہ سندس دل ئي نہ ٿي وري.
حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيتن ۾ سَسئُي جي پنھونءَ ۽ پنھون جي پائرن، (ھوتي، نوتي، ۽ چنري) سان چاھت ۽ انھن جي اُنن سان الفت جو اظھار ٿيل آھي. سَسئُي الله تبارڪ وتعاليٰ جي بارگاھ ۾ دست بدعا رھي تہ:

اُس مَ لڳي اوٺيين، ليڙان لُڪ مَ لڳ
الله آريچن ڪي، ڪوسو واءُ مَ وڳ
جت جھجھا ۾ جڳ منھنجي پرت پنھونءَ سين.

(ٻانھون خان شيخ، شاھ جو رسالو جلد ٻيو سر ديسي ص 201)

ھاڻ اوھان پاڻ ئي فيصلو ڪرڻ فرمايو تہ سَسئُي پنھون لاءِ سر ساھ قربان ڪرڻ واري، گھوري جان جتن تان چوڻ واري، ڇا ائين چوندي؟

ڪوءِ ٻولي ٻن ٻروچ، **"گھوري"** ذات جتن جي

بيزاري اُھا ڏيکاريندي جنھن کي محبّت نہ ھوندي. بيزار اھا نظر ايندي جنھن جي دل محبوب ڏانھن مائل نہ ھوندي. انھن خيالن بعد قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي جو وري وري مطالعو ڪرڻو پيو تہ ھي بيت لکيل نظر آيا:

ڪُوءِ ڪَتَڻُ ٻَن ڳپاھُ، ڪُوءِ آتَڻُ ٻَن جيڏِيُون،
ساجَنُ مُنھنجو ساھُ، ھاڃي مَنجھِ ھَٿِي وِئو.

ڪُوءِ ھاڙھو ٻَن ھوتُ، ڪوءِ پُنھون ٻَن پريتَّو
مادَر مون موتُ، پَسَٽئان پرائِيو.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شاھ جو رسالو سُر حسيني ص 233 سال 2009)



اسان انھن بيتن جي مطالعي کان پوءِ ھي ثابت ڪيو تہ شروع شروع ۾ ڪاتبن ئي حضرت پٽ ڌڻي جا بيت رسالن ۾ لکيا اھي ڪاتب حضرت پٽ ڌڻيءَ جي اعليٰ ذھنيت تائين رسائي يا پھچ رکندڙ نہ ھئا. جيڪڏھن ڪاتب ۽ راوي فقير حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام کي سمجھڻ جي صلاحيت رکندڙ ھجن ھا تہ :

ڪُوءِ ٻولِي **"ٻَنِ"** ٻَروچُ، گھوري ذاتِ جَتَن جِي،
مون کي ڇَڏِي لوچ، پاڻَ پيھِي وِئا ڇَپَرين.

ڪُوءِ ھاڙھو **"ٻَن"** ھوتُ، ڪوءِ پُنھون ٻَن پريتَّو،
مادَر مون موتُ، پَسَٽئان پرائِيو.

ھرگز نہ لکن ھا. اھو فرض محقق حضرات جو ھيو تہ اھي انھن بيتن تي تحقيق ڪرن ھا. اسان پنھنجو فرض سمجھي تحقيق ڪئي ۽ ثابت ڪيو آھي تہ سسئي کي ننڍ ۾ ستل ڇڏي پنھون کي سندس پائر ساڻ ڪٺي ويا سسئي جو سنبڻڏ / سنگبند تہ پنھون ساڻ ھيو جڏھن سسئي وٽ پنھون ئي نہ رھيو تہ پوءِ ٻروچڪي ٻولي سسئي لاءِ ڪھڙي مقصد جي؟ ان ڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي جي روپ ۾ فرمايو تہ :

ڪُوءِ ٻولِي "ٻِن" ٻَروچُ

اسان جي ھن تحقيق جو ثبوت لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ھي مصرع ئي ڪافي آھي.

جت جھجھا ۾ جڳ، منھنجي پرت پنھون سين

يعني منھنجي پريت تہ فقط پنھون سان آھي ھونئن تہ جڳ ۾ جت

تمام گهٽا آهن. پنهون نہ آهي تہ اُن ٻِن هاڙهو ٻولي ۽ ٻروچ بي سود ۽ بيڪار آهن.

ب. **<u>گهوري، ڪوري</u>:** بيت ۾ سيني محقق ۽ مرتب حضرات لفظ **"گهوري"** لکيو آهي ۽ اصل گنج شريف ۾ لفظ **"ڪوري"** لکيل آهي. اهو لفظ اسان تحيقق ڪرڻ بعد **"ڳوري"** لکيو آهي. اهو هن ڪري تہ ممتاز مرزا لکيو آهي تہ ڪاتب جي الف، ب غير متوازن آهي. موجوده سنڌي الف، ب جي اکرن جي جيڪا صورت هن اختيار ڪئي آهي ان جو تفصيل هن ريت آهي. **"ڪ "** برابر **"گ ، ڳ ۽ گهہ"** جي . (صفحو 9 گنج جديد صورت خطي ۾ ممتاز مرزا سن1995ع شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز).

قارئين ڪرام! جڏهن اکر **"ڪ"** برابر **"ڳ ۽ گ"** جي آهي تہ پوءِ جديد سنڌي صورت خطي ۾ اصل گنج وارو لفظ **"ڪوري"** بجاءِ **"ڳوري"** ٿيڻ گهرجي ۽ نہ **"گهوري"** . **"ڳوري"** لفظ جي معنيٰ آهي "وزن دار ۽ زور آور". بيت جي مضمون جي مناسبت سان لفظ **"ڳوري"** مناسب لڳي ٿو. تنهنڪري اسان لفظ **"گهوري"** بجاءِ لفظ **"ڳوري"** بيت ۾ استعمال ڪرڻ مناسب سمجهون ٿا.

اسان جي تحقيق بعد بيت جي پهرين مصرع هي بيهي ٿي.

ڪوءِ ٻولي ٻِن ٻروچ، **"ڳوري"** ذات جتن جي

ت. **<u>پيهي ويا چپرن، چپرين ويا</u>:** شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ بيت جي ٻي مصرع آٽپوري لکي آهي.

"مون کي چئي لوچ، چپرين ويا"

مگر ديوان تاراچند شوقي رام، ڊاڪٽر بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي،



ٻانهي خان شيخ، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي مصرع لکي آهي.

"مون کي چئي لوچ، پيهي ويا چپرين"

اسان جي تحقيق مطابق مٿين صاحبن بہ هڪ لفظ ڪٿائي لکيو آهي ۽ اهو لفظ **"پاڻ"** آهي. جيڪو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي بگڙي ويل مصرع کي درست ڪيو آهي.
اسان تصحيح بعد حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي بيت جي اصل صورت هي بيهاري آهي.

**"ڪوءِ" ٻولي "ٻِن" ٻروچ، "ڳوري" ذات جتن جي،**
**مون کي چئي لوچ، "پاڻ پيهي ويا چپرين".**

<u>نوٽ</u>: اهڙو بيت شاهہ صاحب جو هي بہ آهي جنهن جي تصحيح ڪري اسان اوهان پڙهندڙن جي اوڏو پيش ڪريون ٿا.

**ڪوءِ هاڙهو "ٻِن" هوت، ڪوءِ پُنهون ٻِن ڀِريتَڙَو،**
**مادَر مُونَ مَوتُ، پَسَڻان ئي پرائيو.**

*****

پَريتَن جي پاڙي، جاڙَ گُذاريُم جيڏِيُون،
جنهين مُونڪي ماريو، سُورن سين ساڙي،
ارادي آٽي، سانگين سين سگ ڪِئو.

(دين تارا چند شاهه جو رسالو سرديسي ص 261 سال 1900)

پَرتَن جي پاڙي، جاڙَ گُذارِيَمِ جيڏِيُون،
جِنَين مُون ڪي مارِيو، سُورن سين ساڙي،
اِرادي آٽي، سانگِيَنُ سين سَگُ ڪَيو.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سُرحسيني ص 332.14)

پَرتَن جي پاڙي، جاڙَ گُذِاريُم جيڏِيُون،
جِنَين مُون ڪي مارِيو، سُورنِ سين ساڙي،
اِرادي آٽي، سانِگَيُن سين سَگُ ڪَيو.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرحسيني ص 177.05)

پَرتَن جي پَاڙي، جَاڙَ گُذارِيُم جيڏُيون،
جَني مُون ڪي مَارئو، سُورَنِ سِين سَاڙي،
ايراُدي آٽي، سَانگِيَن سين سَگ ڪَئو.

(ڀانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرديسي 173.10)

پَرِتَن جي پَاري، جَارَ ڪُذارئُم جيڏي،
جَن مُنڪي مَارئو، سُورنس ساري،
اِرادي آري، سانڪِيَنِ س سنڪ ڪِئو.

(فقير عبدالعظيم اصل گنج شريف ص 61)



جاڙ گذاريم جيڏي، پرين جي پاڙي،
جنين مونڪي مارئو، سُورنس ساري،
ارادي آني، سانڪينس سُنڪ ڪِئو.

(حاجي محمد سمون بمبئي ڇاپي جو عڪس سرديسي ص 212)

پَريتَنِ جي پاڙي، جاڙَ گُذاريم جيڏيون،
جنهين مُونڪي ماريو، سُورن سين ساڙي،
ارادي آٽي، سانگين سين سگ ڪِيو.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرديسي ص 345/14 بااختيار ادارو سال 1994)

پَريتَن جي پاڙي، جَاڙُ گُذاريُم جيڏيون،
جنهيَن مُونڪي ماريو، سُورن سين ساڙي،
اِرادي آٽي، سانگين سين سَگُ ڪِيو.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرديسي ص 299 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

پَرِيتَنِ جي پاڙي، جاڙَ گُذارِيُمِ جِيڏِيون،
جَنَهِين مُون ڪي مارِيو، سُورَنِ سِين ساڙي،
اِرادي آٽي، سانگِينِ سين سگ ڪِيو.

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سرديسي ص 463)

<u>نوٽ</u>: افسوس ته ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اهو اهم بيت "شاهه جو رسالو" منجهان خارج ڪري ڇڏيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پرتن جي پاڙي، پريتن جي پاڙي، پرين جي پاڙي)، (ارادي آٽي، ارادي آري)

**الف. <u>پرتن جي پاڙي، پريتن جي پاڙي، پرين جي پاڙي:</u>** بيت جي پهرين مصرع، حاجي محمّد سمي ڪانسواءِ باقي سڀني ليڪن هي لکي آهي:

"پِرتن جي پاڙي، جاڙ گذاريم جيڏيون"

قارئين ڪرام! مون کي هي خيال، ذهن ۾ آيو تہ پرتن جي گهر ۾ ۽ پرتن جي پاڙي ۾ تہ سَسُئي، پنهونءَ جي پنيور ۾ اچڻ کان اڳ ۾ رهي پيئي هئي تہ هُن کي پرتن جي پاڙي مان ڪو ڏک يا تڪليف نہ پهتي هئي، خوش هئي ڪا بہ پريشاني نہ هيس.
پُنهونءَ قافلي سان ڪيچ کان ڪهي سَسُئي جي سانگي پنيور ۾ رهي پيو هو. اتي پَئي عطر ۽ عنبر وڪيائين ۽ سَسُئي جي پاڙي ۾ تي گذاريائين. آهستہ آهستہ ٻنهي جي وچ ۾ سِڪ جو سَلو انگوريو. تان جو سَسُئي جي سڪ پنهون کي پرٽ ٻٽائي ڇڏيو ۽ سَسُئي ساڻس شادي ڪئي.
جيڪڏهن پنهون، پنيور ۾ نہ رهي ها تہ سَسُئي جي سيني ۾ پنهونءَ جو پيار نہ پَلجي ها. تہ سَسُئي سُورنہ سَهي ها. اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ سسئي کي سور پرتن جي پاڙي کان نہ مليا هئا. مگر "**پرين**" جي پاڙي کان مليا. تڏهن تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو:

جاڙ گذاريم جيڏيون، "پرين جي پاڙي"
جنين مون کي ماريو، سورن سين ساڙي،
"ارادي آڙي" سانگين سين سنگ ڪيو.

(جديد سنڌي صورت خطي بمبئي ڇاپي جو عڪس سر ديسي ص 212)



بيت جي هيٺين ٻي مصرع نهايت ئي توجهہ طلب آهي:

"جنين مون کي ماريو، سورن سين ساڙي"

بحث هيٺ آيل بيت جي مٿين مصرع گواهي ڏئي ٿي تہ سَسئي کي سور پنهونءَ جي پيڪن کان پڙ پيا هئا. (1) جاڳي تہ پنهون نہ ڏٺائين (2) ٻاهر نڪتي تہ اُٺ ۽ اٺار نظر نہ آيس (3) پنهونءَ جي قافلي پنيان پيادي پنڌ پيئي (4) پير پٿون ٿيس (5) اڃ ۽ بک ۾ بہ پنهون طرف ٿي پوريائين (6)رڃن جي رندن، رستن ۽ جبلن جي سنگرپٿين ۾ پنڌ ڪيائين (7) قافلي کي ڳولي نہ سگهي ووءِ ووءِ ڪندي ٿي وتي (8) رت ٿي رُنائين.
مطلب تہ اهي ئي تہ پنهونءَ جي قافلي وارا هئا، جيڪي سَسُئي جا ڏير بہ هئا، سي سسئي جي پاڙي ۾ ٿي رهيا. انهن ئي تہ سسئي کي سورن ۾ ساڙيو.

**ب. <u>ارادي آڻي، ارادي آري، آڙي:</u>** قديم صورت خطي ۾ اکر "ر" "ڻ" ۽ "ڙ" پاڻ ۾ تبديل ٿيندا رهندا آهن. انهن کي جديد صورت خطيءَ ۾ استعال ڪبو آهي. "اسان گنج شريف سميت سيني رسالن جو مطالعو ڪرڻ بعد گنج شريف جي لفظ "آري" کي برابر "آڙي" لکيل ثابت ڪيو آهي، اهو ئي حضرت پٽ ڌڻي جي بيت جو ٽيون قافيو آهي. ان طرح اصل بيت جي پڙهڻي هي بيهي ٿي.

**جاڙ گذاريم جيڏيون، "پرين جي پاڙي"**
**جنين مونکي ماريو، سُورن سين ساڙي،**
**ارادي "آڙي"، سانگين سين سنگ ڪيو..**

(حاجي محمّد سمون بمبئي ڇاپي جو عڪس سر ديسي ص 212)

**معنيٰ:** پرين (پنهون) منهنجي پاڙي ۾ اچي رهيو مان پرين جي ڪري پرتن جو پاڙو ڇڏي وڃي رهيس، اهو منهنجي پرين جو پاڙو هيو. پرين جي ڪري ان جا پائر بہ اُتي رهيا. مون پنهونءَ سان محبت ڪرڻ جو عالمِ ارواح ۾ جيڪو ارادو ڪيو هو. اهو ارادو ”آڙي“ آيو. جنهن ڪري سانگ تي ويندڙن، واپاري ۽ مسافرن جي سردار پنهون سان سڱ ڪيم تہ سڀ پنهون جا پيڪا بہ منهنجا سڱيٽا ٿي پيا. انهن پنهون جي پائرن ئي مون کي سورن ۾ ساڙيو.

*****



**جيُ مُنهنجو جَنِ، اَنگُڙِيارو وَڍِيو،**
**پُڇاڻا پِرينِ، سِبان سَڄو نہ ٿِئي.**

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرحسيني 318 سال 1900)

**جيءُ مُهجو جَن، انگُڙِيارو وَڍِئو،**
**پڇاڻا پِريَن، سِبان سڄو نہ ٿِيي.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرحسيني 368.3)

**جِيءُ منهنجو جَن، انگڙِيَارو وَڍِئو،**
**پُڇاڻا پِرِين، سِبان سَڄو نہ ٿِئي.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو سالو سرحسيني 2009ع ص 245.3)

**جيءُ منهنجو جَنِ، اَنگڙِيارو وَڍِيو،**
**پُڇاڻا پِرين، سِبان سڄو نہ ٿِئي.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرحسيني ص 216.2)

**جيءُ منهنجو جَنِ، انگڙيارو وَڍيو،**
**پڇاڻا پِرين، سِبان سَڄو نَہ ٿيين.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 156)

**جِيءُ مُنهِنجو جَنِ، اَنگُڙِيَارو وَڍِئو،**
**پُڇَاڻان پِرين، سِبَان سَڄو نَہ ٿِئي.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرحسيني ص 317)

**جيءُ منهنجو جَنِ، انگڙيارو وڍيو،**
**پڇاڻا پِرين، سِبان سڄَو نہ ٿئي.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرحسيني ص 413 بااختيار ادارو سال 1994)

**جيءُ منهنجو جَن، انگڙيارو وَڍيو،**
**پڃاڻان پِريَنِ، سِبان سَچو نہ ٿئي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرحسيني ص 356/2 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**جِيءُ مُنهنجو جَنِ، اَنگڙيارو وَڍيو،**
**پڃاڻا پرين، سِبان سچو نہ ٿئي.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرحسيني ص 543 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (جيءُ)، (انگڙيارو)

**الف. جيءُ:** قارئين ڪرام! بيت ۾ لفظ "**جيءُ**" تشريح ۽ تحقيق طلب آهي مگر ڈاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**جيءُ**" بابت ڪا بہ تشريح نہ ڪئي آهي. ڪلياڻ آڏواڻي بہ "**جيءُ**" بابت ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي ڪلياڻ آڏواڻي صاحب جسم بابت لکيو آهي تہ "جن جانين منهنجو "**جسم**" آڏو اٻتو وڍيو آهي، تن جي وڃڻ پڃاڻان ان کي ڪٽي ٽوپا ڏيان تہ بہ اهو وري سچو ٿيڻو ناهي" (ص 216).

ڪلياڻ آڏواڻي "**جيءُ**" لفظ جي معنيٰ "**جسم**" لکي آهي اها معنيٰ غلط لکي اٿس ڇا ڪاڻ تہ جيءُ الڳ ۽ جسم الڳ آهي. "جيءُ" کي روح يا آتما چئبو آهي ۽ جسم کي **ڏيهي يا جثو** چئبو آهي.

ٻانهي خان شيخ معنيٰ لکي آهي "**جيءُ**" برابر جان، جسم من (ص 317)

ٻانهي خان شيخ زيرِ بحث آيل بيت جي پهرين مصرع جي پهرين لفظ "**جيءُ**" جي معنيٰ "**جسم ۽ جان**" لکي آهي. جڏهن تہ بيت ۾ "**جيءُ**" لکيل آهي تہ پوءِ "**جسم**" جو ذڪر ڇو؟

قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ جي هن بيت ۾ لفظ "جسم" جو تہ



ڪو وجود ئي نہ آهي تہ پوءِ مٿي ذڪر ڪيل صاحبن خبر نہ آهي تہ ڇو "**جيءُ**" بجاءِ "**جسم**" بابت لکيو آهي. باقي صاحبن بہ لفظ "**جيءُ**" جي معنيٰ نہ لکي آهي ۽ نہ ڪو تبصرو بہ ڪيو آهي.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هڪ بيت ٻانهي خان جي ترتيب ڏنل رسالي ۾ بحث هيٺ آيل بيت جي مضمون سان مماثلت رکي ٿو. انهي بيت، زير بحث بيت سمجهڻ ۾ اسان جي مدد ڪئي آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي:

سرتيون ڪيئن سکهي، ٿئي ويڙهي جا وِرَهن،
چٽ جنهن جو چُور ڪيو، ڏکوَ ئي ڏکن،
پڃاڻان پرين، اديون اگهي آهيان.

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو جلد 2 سر ڪوهياري ص 245)

"**چٽ**" جو واسطو "**جيءُ**" ۽ ذهن سان آهي. اهو "**جيءُ**" جنهن کي محبوب جي جدائي جو غم ڇيهون ڇيهون ۽ رِيزا رِيزا ڪري ڇڏي تہ اُهي "**جيءُ**" جا ذرا پُرزا محبوب جي ملڻ کان سواءِ ڪئن ڳنڍيا ؟ "جيءُ" ڪيئن چڱو ڀلو ٿيندو.

ياد رهي تہ "**جيءُ**" ڪنهن ڪاتي، ڇري چاقو نيزي، ڀالي يا تلوار جي وار سا نہ وڍبو آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي تہ:

**ڪاتي تان نہ ڪنو ماءُ منهنجو جندڙو**
**جنهين ماءُ مُنو سي جت نہ پسان جوءِ ۾**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سر حسيني ص 543 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

معنيٰ: امڙ مهنجو **جيءُ**، منهنجو جندڙو منهنجو ساهہ، ڪاتيءَ نہ ڪنو ۽ نہ وڍيو مگر بي قربائي جي ڪات سان جن منهنجو جيءُ وڍيو سي جت جوءِ ۾ نہ ٿا پسجن.

ب. <u>انگڙيارو</u>: ڊاڪٽر گربخشاڻي فقط هڪ لفظ ”**انگڙيارو**“ جي سا بہ هي معنيٰ لکي آهي ”آڏو اُبتو چيريو“ (ص 510).

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ انگڙيارو جي معنيٰ لکي آهي ”**وڍ، ڏڪيو وڍ،** ڪاريگر ڪان سواءِ ڳنڍجي نہ سگهجي“. (ص 245)

اسان کي افسوس سان لکڻو پيو آهي تہ ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٻانهي خان شيخ ۽ ڪلياڻ آڏواڻي صاحبان حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت کي چڱي طرح سمجهي نہ سگهيا هنن صاحبن لفظ ”**اڻ ڳُٺارو**“ کي ”**انگڙيارو**“ لفظ لکڻ جي غلطي ڪئي آهي.

اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻي ڀلاري جو بيت هن طرح لکڻ گهرجي.

**”جيءُ“ منهنجو جن، ”اَڻ ڳُٺارو“ وڍيو،**
**پڇاڻان پرين، سِبان سچو نہ ٿئي.**

*****



**سڌن پُنيءَ سڌڙا، واڪو مَنجهہ وَٽين،**
**سَڃڻُ پنڊِ گهٽي، مانَ ڪوهيارو ڪوڪ سُٽي.**

(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو سرحسيني ص 321)

**سڌن پني سڌڙا، واڪو وِجُهہ وَٽين،**
**سَڃَڻُ پَنڊِ گَهٽي، مانَ ڪوهيارو ڪُوڪَ سُٽي.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شاهه جو رسالو 2009ع وارو سرحسيني ص 04-247)

**سَڌَن پُنِيءَ سَڌڙا، واڪو مَنجهہ وٽين،**
**سڃڻ پنڊ گهٽي، مانَ ڪوهيارو ڪوڪ سُٽي.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرحسيني ص 4-370)

**سَڌَن پُني سَڌَڙا، وَاڪو وِجُهہ وَٽين،**
**تُنهِنجي پَنڊِ گَهٽِين، من ڪوهيارو ڪوڪ سُٽي.**

(ٻانهون شيخ شاهه جو رسالو سرحسيني ص 10-311)

**سڌن پني سڌڙا، واڪو وجهہ وٽين،**
**سڃڻ پنڊ گهٽين، منَ ڪوهِيَارو ڪُوڪ سُٽي.**

(ڪاتب حاجي محمّد سمون بمبئي ڇاپي جو عڪس 1995ع صفحو 235)

**سڌِن پُنِيءَ سڌڙا، واڪو مَنجهہ وَٽين.**
**سُڃڻ پنڊِ گَهٽي، مانَ ڪوهيارو ڪُوڪ سُٽي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرحسيني ص 359/4 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**سڌن پُني سڌڙا، واڪو مَنجهہ وٽين،**
**سَڃڻ پنڊ گهٽي، مانَ ڪوهارو ڪوڪ سُٽي.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرحسيني ص 417/4 با اختيار ادارو سال 1994)

**سَڌَن پُني سَڌَڙا، واڪو مَنجهہ وَٽِين،**
**سَڃَڻَ پَنڊ گهٽي، مانَ ڪوهِيارو ڪُوڪَ سُٽي.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سرحسيني ص 555 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (وجهہ منجهہ)، (سچڻ پنڌ، تنهنجي پنڌ)(گهٽي، گهٽين)

**الف. وجهہ، منجهہ:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر گربخشاڻي "**واڪو منجهہ وٽين**" الفاظ لکيا آهن جن جي معنيٰ آهي "**وٽن منجهہ واڪو آهي**". اهو فقرو غلط لکيو ويو آهي. ڇاڪاڻ تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي ٻي مصرع آهي:

"تنهنجي پنڌ گهٽي، مان ڪوهيارو ڪوڪ سٽي"

اها مصرع ثابت ڪري ٿي تہ "**واڪو وجهہ وٽي**" درست آهي. ۽ "**واڪو منجهہ وٽي**" غلط فقرو لکيو ويو آهي. هنن جي ٻيٽ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٻانهي خان شيخ، حاجي محمّد سمي "**واڪو وجهہ وٽين**" الفاظ لکيا آهن جن جي معنيٰ آهي "**وٽن ۾ واڪو وجهہ**". درست لکيو اٿن.

هي بيت حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي کي نصيحت ڪندي فرمايو آهي تہ اي سسئي تون پنهنجي پنهون کي، قافلي وارن کي، سڏن پنيان سڏ ڪر، وٽن ۾ واڪو وجهہ.

**ب. سچڻ پنڌ ، تنهنجي پنڌ** : ديوان تارا چند، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، حاجي محمّد سمي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي، فقرو "**سچڻ پنڌ**" لکيو آهي. نامناسب لکيو اٿن. گنج شريف ۾ ۽ ٻانهي خان شيخ جي ترتيب ڏنل رسالي ۾ فقرو "**تنهنجي پنڌ**" لکيل فقرو درست آهي. ڇا ڪاڻ تہ جن صاحبن:



"سچڻ پنڌ گهٽي، مان ڪوهيارو ڪوڪ سٽي"

لکيو آهي تن صاحبن حضرت پٽ ڌڻيءَ جي مصرع تي غور نہ ڪيو. ۽ ٻيو تہ هڪ ئي مصرع ۾ "سچڻ" ۽ "ڪوهيارو" لکيو اٿن. اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ "**ڪوڪ**" کي اهميت ڏني آهي ۽ **ڪوڪ** ڪرڻ جي سسئي کي صلاح ڏيندي چيائين:

**تنهنجي پنڌ** گهٽين، مان ڪوهيارو ڪوڪ سٽي

**ت. گهٽي، گهٽين:** اسان بيت جي مصرع ۾ مٿي لفظ "**گهٽين**" واري صورت خطيءَ ۾ لکيو آهي، ڇا ڪاڻ تہ بيت جي پهرين مصرع جو آخري لفظ "**وٽين**" لکيل آهي. اهو پهريون قافيو آهي ۽ لفظ "**گهٽين**" جڏهن هن بيت جي ٻي مصرع ۾ قافيي طور استعمال ٿيندو تڏهن بيت جا ٻيئي قافيا درست بيهندا. حضرت پٽ ڌڻيءَ زباني لفظ فرمايو ۽ نہ لکت ۾ تنهنڪري راوين ٻڌايو "**گهٽين**" ۽ ڪاتب لکيو لفظ "**گهٽي**". اهو شاعر ئي سمجهي سگهي ٿو تہ "**وٽين**" قافيي کان پوءِ "**گهٽين**" قافيو ٿيندو. جن صاحبن قافيا "**وٽين / گهٽين**" لکيا آهن سي آهن حاجي محمّد سمون ۽ ٻانهون خان شيخ

اسان جي تحقيق ثابت ڪري ٿي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي اصل صورت هي آهي:

**سڏن پٺي سڏڙا، واڪو وجهہ "وٽين"،**
**تنهنجي پنڌ "گهٽين"، مان ڪوهيارو ڪوڪ سٽي.**

*****

جيڪا ڪندي سَنگُ، مون جئن ٻاروچَن سين،
انگن چاڙهي انگُ، رئندي سا رَتَ ڦُڙا.

(ديوان تارا چند شاه جو رسالو سر حسيني ص 313)

جيڪا ڪندي سنگ، مون جئن ٻاروچَن سين،
انگن چاڙهي انگ، روندي سا رَتَ ڦُڙا.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاه جو رسالو سر حسيني 13ـ365)

جيڪا ڪَندي سَنگُ، مَون جئن ٻاروچَن سين،
اَنگُنِ چاڙهي اَنگُ، رُئندي سا رَتَ ڦُڙا.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاه جو رسالو سر حسيني 06ـ214)

جيڪا ڪندي سَنگُ، مون جئن ٻاروچَن سين،
انگهن چاڙهي اَگَ، رُئندي سا رَتَ ڦُڙا.

(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ شاه جو رسالو 2009ع سر حسيني 9ـ243)

جيڪا ڪَندي سَڱَ، آيَلِ ٻَاروچَنِ سين،
اَنگهُنِ چَاڙِهي انَڱُ، رُوندي سَا رَتَ ڦُڙا.

(ٻانهون خان شيخ شاه رسالو جلد ٻيو سر حسيني 14ـ298)

جيڪا ڪندي سنگُ، آيل ٻاروچَن سين،
انگهن چاڙهي انگُ، رُوندي سا رَتَ ڦُڙا.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ صفحو 01ـ71)

جيڪا ڪندي سنگ، مون جئن ٻاروچَن سين،
انگن چاڙهي انگ، رُئندي سا رَتَ ڦُڙا.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاه جو رسالو سر حسيني ص 408/13 با اختيار ادارو سال 1994ع)

جيڪا ڪندي سَنگُ، مون جئن ٻاروچَن سين،
انَگُن چاڙهي اَنگَ، رُئَندي سا رَتَ ڦُڙا.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاه جو رسالو سر حسيني ص 352 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009ع)



جيڪا ڪَندي سَنڱَ، مُون جِئن ٻاروچَن سِين
اَنگُنِ چاڙهي انگ، روئندي سا رَتَ ڦُڙا

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاه جو رسالو سر حسيني ص 537 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993ع)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سنگ، سنڱ)، (انگن، انگهن)، (انگ، اڱ)

**الف. سنگ، سنڱ:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ممتاز مرزا حضرت جن جي چيل بيت ۾ پهريون قافيو "**سنگ**" غلط لکيو آهي.
علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان شيخ بيت جو قافيو "**سڱ**" برابر لکيو آهي.
ڇا ڪاڻ تہ هر هڪ کي خبر آهي تہ سَسئُي پنهونءَ سان شادي ڪئي هئي يعني "**سڱ**" ڪيو هيو. سسئي پنهون جي سنگتياڻي يا سُريت نہ هئي جيڪڏهن سريت يا سنگتياڻي هجي ها تہ پوءِ لفظ "**سنگ**" کي اسان درست قرار ڏيون ها. خود حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي هن بيتن ۾ سسئي ۽ پنهون جي شادي ڪرڻ جي تصديق فرمائي آهي.

اديون! ڪا ايندي! ڇپرَ مون "**سنڱ**" ٽِيو
لائينديس لڱن کي، مليران ميندي
وندُر آئون ويندي، آري ڄامُ اَجهو ڪِري

(عثمان علي انصاري، شاه جو رسالو سُر حسيني ص 329 سال 2013 سنڌ ثقافت کاتو)

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي پهرين مصرع جي صورتخطي هي بيهي ٿي.

"جيڪا ڪندي **سڱ**، مون جئن ٻاروچَنَ سين،"

**ب. <u>انگن، انگھن</u>:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي ٻي مصرع جو پھريون لفظ **"انگن"** نھايت ئي غلط لکيو آھي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان جو لکيل لفظ **"انگھن"** بيت جي لحاظ سان بلڪل درست آھي.

**"انگن"** لفظ جي معنيٰ آھي "عضون" ۽ **"انگھن"** لفظ جي معنيٰ "نيزا ۽ ڀالا" آھي. بيت ۾ لفظ **"انگن"** بجاءِ **"انگھن"** حضرت پٺ ڌڻيءَ تنھنڪري استعمال فرمايو.

**ت. <u>انگ، اڱ</u>:** حضرت پٺ ڌڻيءَ جي بيت جي پھرين مصرع جو قافيو آھي **"سڱ"** تہ بيت جو ٻيو قافيو **"انڱ"** ٺيڪ گھرجي، حضرت پٺ ڌڻيءَ مذڪوره بيت جو ٻيو قافيو **"انڱ"** فرمايو آھي. فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان درست قافيا لکيا آھن.

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي صورت خطي ھي ٻيھي ٿي.

**جيڪا ڪندي "سنڱ"، مون جئن ٻاروچَنَ سين،**
**انگھن چاڙھي "انڱ"، روئندي سا رَتَ ڦڙا.**

**معنيٰ:** جيڪا مون (سَسُئي) وانگر ڪيچ مڪران جي ٻاروچن سان مٽي مائٽي ۽ سڱ بند ڪندي تہ اھا مون وانگر انگھن ۽ ڇھنبيارن جبلن جي چوٽين، ٽڪرن ۽ پھاڙن جي انگھن تي پنھنجي جسم جا انگ ۽ عضوا اُڇلائيندي. چاڙھيڪن تي چڙھندي، دردن، دکن، پيڙائن، تڪليفن، سورن ۽ سختين سھڻ جي ڪري اکين منجھان رت جا ڳوڙھا ٽمائيندي.

*****



**وِھين ۽ ويلا ڪَرين، سڏين سانگاتُو،**
**ھاري آپاتُو، توسين سُونَھنِ نہ سَسئُي.**

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سر حسيني ص 322 سال 1900)

**وِھين ۽ ويلا ڪرين، سَڏيين ساڱاتو،**
**ھاري آپاتو، توسين سُنھَنِ نہ سَسئُي.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سر حسيني 371)

**وِھين ۽ ويلاَ ڪَرِيين، سَڏِيين سَانگاتُو،**
**آرِي آپاتُو، توسين سُونھي نَہ سَسُئُي.**

(ٻانھون خان شيخ شاھ جو رسالو سرحُسيني 10-328)

**وھين ۽ ويلا ڪرين، سڏين ساڱاتو،**
**آري اَپاتو، توسين سھي نہ سَسئُي.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 154)

**وھين ۽ ويلا ڪرين، سڏين سانگاتو،**
**ھاري آپاتو، توسين سُونھن نہ سَسئُي.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر حسيني ص 418 بااختيار ادارو سال 1994)

**وِھين ۽ وِيلا ڪَرِيين، سَڏِيينِ سانڱاتو،**
**ھاري آپاتو، توسِين سُونھِن نہ سَسئُي.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سر حسيني ص 555 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**وِھين ۽ ويلا ڪريين، سڏين سانگاتُو،**
**ھاري آپاتُو، تُوسين سُونھَن نہ سَسئُي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر حسيني ص 360 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**<u>نوٽ</u>.** ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ھي بيت "شاھ جو رسالو" منجھان خارج ڪري ڇڏيو آھي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ساڱاتو، سانگاتو، سانڱاتو)، (هاري، آري)، (آپاتو)، (توسين)

**الف. <u>ساڱاتو، سانگاتو، سانڱاتو</u>:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ٻانهي شيخ لفظ "**سانگاتو**" لکيو آهي. انهن صاحبن اهو لفظ غلط لکيو آهي.

ڊاڪٽر گر بخشاڻي، ممتاز مرزا ۽ علامه آءِ آءِ قاضي لفظ "**ساڱاتو / سانڱاتو**" بلڪل درست لکيو آهي. ان جو ثبوت حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهيءَ بيت جي آخري مصرع ۾ لفظ "**سيڻ**" لکيل آهي پر اسان جا اديب صاحبان لفظ "**سيڻ**" تي توجه نه ڏيئي ۽ نه ئي سوچي سگهيا تنهنڪري انهن سيني صاحبن لفظ "**سين**" لکيو آهي. ۽ هي الم نشرح حقيقت آهي ته سسئي ۽ پنهون جي پاڻ ۾ شادي ٿيل هئي تنهن ڪري سسئي پنهون جي سڱيڻي هئي ۽ نه سنگتياڻي هئي. تنهنڪري لفظ "**ساڱاتو**" درست بيهي ٿو. مصرع ملاحظه فرمايو:

وهين ۽ ويلا ڪريين سڏيين "**ساڱاتو**"

**ب. <u>هاري، آري</u>:** ٻي مصرع جو پهريون لفظ ڊاڪٽر گربخشاڻي "**هاري**" لکيو آهي اهو لفظ درست نه لکيو اٿس. ٻانهي شيخ واري رسالي ۽ بمبئي ڇاپي ۾ لفظ "**آري**" لکيل آهي اِهو لفظ هن ڪري درست آهي ته حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ لفظ "**هاري**" نه مگر "**آري**" لفظ فرمايل آهي اهو اشارو "**آري**" ڄام جي پٽ پنهون ڏانهن منسوب ٿيل آهي.

**ت. <u>آپاتو</u>:** ٻانهي شيخ "**آپاتو**" لفظ نه سمجهيو تنهنڪري معنيٰ غلط لکي اٿس. "ڏاريو پي ڏاڏي جي مائٽن کان ٻاهر، ٻي نُک مان".

ڊاڪٽر گربخشاڻي به لکيو آهي "**آپاتو**" معني "او ڦٽو ڏاريو، بيگانو"



لکي اٿس (ص 512)

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ به لفظ "**آ پاتو**" جي معنيٰ **ڏاريان** لکي آهي. اسان جي تحقيق موجب هنن صاحبن جي اها لکيل معنيٰ غلط آهي. ڇا ڪاڻ ته انهيءَ لفظ جي اڳيان لفظ "**آري**" لکيل آهي. "**آري**" لفظ جو اشارو پنهون ڄام ڏانهن آهي. تنهن ڪري مصرع جي معنيٰ ٿئي ٿي "تو آري ڄام حاصل ڪيو آهي".

**ث. <u>توسين</u>:** سيني مرتب ۽ محقق حضرات لفظ "**توسين**" لکيو آهي اهو لفظ نهايت ئي غلط لکيو اٿن. اصل ۾ لفظ "تو" + "**سيڻ**" آهي، "**تو**" معنيٰ تون ۽ "**سيڻ**" معنيٰ مائٽ.

جئين ته شاهه صاحب جو ڪلام قديم سنڌي صورت خطي ۾ لکيو ويو هيو. اڪر "**ن**" "**ڻ**" ۾ تبديل ٿيندو آهي. مرتب ۽ محقق حضرات جيڪڏهن قديم سنڌي صورت خطيءَ ۽ مضمون تي ڌيان ڏين ها ته اهي لفظ "**سين**" بجاءِ "**سيڻ**" لکن ها.

تحقيق بعد اسان بيت جي هي صورت خطي بيهاري آهي:

**ويهين ۽ ويلا ڪرين، سڏيين "ساڱاتو"،**
**آري آ پاتو، تون "سيڻ" نه سُونهين سَسئُي.**

معنيٰ: اي سَسئُي! تنهنجو آري ڄام ڪٺي ويا آهن، تون ان جي سنگيڻي به سڏائين ٿي پوءِ به تون مسلسل پنڌ نه ٿي ڪرين، هر هر ويهين ۽ ويلا ڪرين ٿي ۽ آرام ڪرين ٿي. تو آري ڄام ته پاتو آهي، حاصل ته ڪيو آهي، مگر تون انهن جي سيڻ نه ٿي سونهين تو ۾ انهن جي سيڻ هئڻ جي صلاحيت ئي نه آهي.

*****

**هُوءِ جي سُورَ سُڄَنِ، سي مون پينگهي ۾ پِرائيا،**
**سانـڊِياس سُڪن، سُورَن ڪارڻ سَرتيون.**

(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو سرحسيني ص 323 سال 1900)

**هُوءِ جي سُور سُڄن، سي مون پِينگهي ۾ پِرائيا،**
**سانـڊِياسِ سُڪَن، سُورَنِ ڪارَڻِ سرتيون.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو 1993ع واروص 15 ـ 371 سرحسيني)

**هُوءِ جي سُورَ سُڄَنِ، سي مون پينگهي ۾ پرائِيا،**
**سانـڊِيياس سُڪَن، سُوَرنِ ڪارَڻِ سَرِتيُون.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع وارو سرحسيني ص 9 ـ 248)

**هُوجي سُور سُڄنِ، سي مون پينگهي ۾ پرائيا،**
**سانـڊِياس سڪُن، سُورن ڪارڻ سرتيون.**

(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرحُسيني 2 ـ 285)

**هُوئجي سُور سُجهن، سي مون پيڪي ۾ پرائيا،**
**سانـڊِياس سُڪَن، سُورَن ڪَارَڻِ سرتيون.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ ص 153)

**هُوجي سُور سُڄنِ، سي مون پينگهي ۾ پرائيا،**
**سانـڊِياس سُڪَن، سُورَن ڪارڻ سَرتِيُون.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرحسيني ص 419 بااختيار ادارو سال 1994)

**هُو جي سُورَ سُڄَنِ، سي مُون پينگهي ۾ پرائيا،**
**سانـڊِياس سُڪَن، سُوَرنِ ڪارڻ سَرتِيُون.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرحسيني ص 361/4 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)



**هُوءِ جي سُور سُڄنِ، سي مون پينگهي ۾ پرائيا،**
**سانـڊِياسِ سُڪَنِ، سُورَنِ ڪارَڻِ سَرتِيُون.**

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سرحسيني ص 557 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سُڄن، سُجهن)، (پينگهي، پيڪي)

**الف.** **<u>سُڄن، سُجهن</u>:** قديم سنڌي صورت خطيءَ ۾ ”ڄ ۽ جهه“ هڪ ٻئي ۾ تبديل ٿيندا هئا. ان اصول کي ذهن ۾ رکي فقط ممتاز مرزا لفظ ”**سُڄن**“ بجاءِ ”**سُجهن**“ نهايت ئي درست لکيو آهي.

**ب.** **<u>پينگهي، پيڪي</u>:** مٿي لکيل بيتن جي ليکڪ صاحبن منجهان فقط ممتاز مرزا لفظ ”**پيڪي**“ ۽ ٻين صاحبن لفظ ”**پينگهي**“ لکيو آهي. ”**پيڪي**“ اصل ۾ لفظ ”**پيڪي**“ آهي. جنهن کي قديم صورت خطي ۾ ”**پيڪي**“ لکيو ويو. ممتاز مرزا جديد صورت خطي ۾ لفظ ”**پيڪي**“ بجاءِ ”**پيڪي**“ لکي ها ته بهتر ٿئي ها.

ڊاڪٽر گربخشاڻي جي لکيل سوانح منجهان سَسُئي جي پيدائش ۽ پيدائش بعد حالات جو پتو پوي ٿو ته ”ڀانڀرا واهه جي ڪپ تي نائُون نالي هڪ ٻانڀڻ رهندو هو. سندس گهر واري جو نالو مُنڌر هو. هي ٻيئي اولاد لاءِ سڪايل هئا. نيٺ پيريءَ ۾ کين هڪ نياڻي ڄائي، جا سونهن ۾ چوڏهين جي چنڊ کي به شهه ڏيئي ويئي. پر سندس ستاري مان معلوم ٿيو ته، سندس انگ ڪنهن مسلمان سان اڙيل آهي. بدنامي کان پاڻ بچائڻ لاءِ نائون ۽ سندس ناري انهيءَ ٻي ٻها موتيءَ کي صندوق جي سپ ۾ درج ڪري (بند ڪري) درياهه ۾ داخل

ڪيو. (ص 734 شاه جو رسالو جلد پيو ڊاڪٽر گربخشاڻي)

**تڏهن تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي بابت فرمايو:**

**سِر جي تان سور، سامائي تان سُک وِيا**
**اِهـــي ٻـئـي پُـور، نِـماڻي نصيب ٿيا**

(عثمان علي انصاري، شاهہ جو رسالو سُر حسيني ص 317 سال 2013ع سنڌ ثقافت کاتو)

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر گربخشاڻي جي مٿين حوالي ۽ عثمان علي انصاري واري لکيل مٿين بيت منجهان صاف ثابت ٿئي ٿو تہ لفظ "**پينگهي**" نہ آهي مگر اهو لفظ "**پيڪي**" آهي ۽ اهو لفظ "**پيڪي**" حضرت پٽ ڌڻيءَ جي گنج شريف اندر لکيل بيت ۾ آهي. ملاحظہ فرمايو:

هـو جي سُور **سُڄن**، سي مُن **پيڪي** ۾ پـــرائيا،
ســانـديـيـــاس سُــکن، سُـورن ڪـــارن سرتي.

( گنج ص 153)

اهو بيت جديد صورت خطي ۾ هن طرح لکبو:

**هو جي سُور "سُڄهن"، سي مُون "پيڪي" ۾ پرائيا**
**ســانـڍياس سُــکن سُــورن ڪـارڻ ســـرتيون**

**معني:** سسئي چئي ٿي تہ جيڪي سور مون کي سُڄهن ٿا اهي سور مونکي پيڪن ۾ مليا هئا، پيڪن جي گهران پرائيا هيم. آئنده سورن سهڻ لاءِ مون کي پنيور ۾ سُک ڏنا ويا. تہ جئين مان سکن کان پوءِ اهي سور سهان جيڪي مون پيڪن منجهان پرائيا هئا.

❊❊❊❊❊



**ڪينهي طالبَ تات جا، نہ تہ آهيِ تات تيار،**
**ڏوريان پيو ڏُڪارُ، گهورِندَڙ ڪٽي ويا.**

(ديوان تارا چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سرحسيني ص 324 سال 1900ع)

**ڪينهي طالب تات جا، نت آهيِ تات تيار،**
**ڏوريان پيو ڏُڪارُ، گهورنَدَڙ ڪٽي ويا.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرحسيني ص 420)

**ڪينهہ طالبَ تاتِ جا، نہ تہ آهيِ تات تيارُ،**
**ڏوريان پِئو ڏُڪارُ، گهورِندڙ ڪٽي ويا.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرحسيني 372.210)

**ڪينِهي طَالَب تَات جَا، آهيِ تَات تَيَارُ،**
**ڏورِيَان پِئو ڏُڪَارُ، گَهورِيندَڙ ڪَٽيِ وِئا.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرحُسيني 340)

**ڪِينهي طالِبَ تات جا، نہ تہ آهيِ تاتِ تِيار،**
**ڏورِيان پيو ڏُڪُار، گهورِندَڙ ڪَٽي وِيا.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرحسيني 218.5)

**ڪينهہ طالب تات جا، آهي تات تِيارُ،**
**ڏوريان پيو ڏُڪار، گهوريندڙ ڪٽي ويا.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورتخطيءَ ۾ ص 119)

**ڪينهين طالب تات جا، نہ تہ آهيِ تات تيار،**
**ڏورِيان پيو ڏُڪار، گهوريندَڙ ڪَٽِي وِيا.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرحسيني ص 558 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**ڪينهي طالبَ تات جا، نہ تہ آهي تات تيار،**
**ڏوريان پيو ڏُڪارُ، گهورندَڙ ڪٺي ويا.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سر حسيني ص 362 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تحصيح طلب الفاظ:** (ڏوريان پيو)، (ڏڪار)، (گهوريندڙ، گهورندڙ)

**الف. ڏوريان پيو:** سيني صاحبن الفاظ "ڏوريان پيو" غلط لکيو آهي. قارئين ڪرام! لفظ "**پيو**" مذڪر لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ۽ لفظ "**پئي**" مؤنث لاءِ استعمال ٿيندو آهي انهي خيال کان اسان تحقيق ۽ تصحيح ڪري الفاظ "**ڏوريان پيو**" کي "**ڏريان پئي**" لکيو آهي. ڇاڪاڻ تہ ڏورڻ واري سَسُئي(عورت) آهي تنهن ڪري الفاظ "**ڏوريان پئي**" لکياسين. تحقيق مطابق هن بيت ۾ اهي الفاظ سونهن ٿا.

**ب. ڏڪار:** سيني صاحبن لفظ ڏڪار پڻ غلط لکيو آهي. لفظ ڏڪار جي اصليت معلوم ڪرڻ لاءِ مون کي مختلف رسالن جو مطالعو ڪرڻو پيو. ڇا ڪاڻ تہ هن بيت ۾ لفظ ڏڪار جي ڪا ضرورت محسوس نہ ٿي. ان خيال کان مون کي سن 1867ع ۾ شايع ٿيل رسالو بمبئي ڇاپي جو عڪس سن 1995ع ۾ ستين ڀيري شايع ٿيل هٿ آيو. ان جي مطالعي دوران مون کي سر حسيني ص 237 تي هي بيت لکيل نظر آيو:

ڪينهين طالب تات جا، **نات** آهي تات تيار،
ڏوريان پيو "**ڏڪار**"، "**ڪوندر**" هوت ڪٺي ويا.

سوچيم، تہ سَسُئي، پنهل کي ڳولڻ لاءِ سُڄ قبولي، ڏونگر ڏوريا، رائو



ريليو لُڪن ۾ لَڪَ لتاڙيا تہ. "**ڏڪار**" بجاءِ "**ڏونگار**" لفظ بيت ۾ هئڻ گهرجي لفظ "ڏڪار" تہ غلط لکيو ويو آهي. ڊاڪٽر بلوچ جي ترتيب ڏنل رسالي ۾ ص 224 کان ص 225 تائين متواتر ۽ مسلسل بيت اهڙا پڙهيم جن ۾ لفظ "**ڏونگر**" استعمال ٿيل هو. ان منجهان مون کي يقين ٿي ويو تہ اهو لفظ "**ڏڪار**" اصل ۾ "**ڏونگار**" آهي. جڏهن لفظ "**ڏونگار**" "**ڏڪار**" جي جاءِ تي لکيم، تہ بيت جي آخري مصرع جي صورت خطي هي وجي بيٺي.

"ڏوريان پئي ڏونگار، ڪونڌر هوت ڪٺي ويا"

**ت. گهوريندڙ، گهورندڙ:** سيني صاحبن الفاظ "گهوريندڙ ۽ گهورندڙ" غلط لکيا آهن. اسان "گهوريندڙ يا گهورندڙ بجاءِ مٿين مصرع ۾ لفظ "**ڪونڌر**" استعمال ڪيو آهي. اهو هن ڪري تہ حاجي محمّد سمي واري رسالي ۾ هي بيت لکيل آهي.

**ڪينهين** طالب تات جا، **نات** آهي تات تيار
ڏوريان پيو **ڏڪار**، ڪوندر هوت ڪٺي ويا.

(حاجي محمّد سمون، شاهہ جو رسالو سر حسيني ص 237 ۽ 352"

هن رسالي منجهان مون کي گهوريندڙ يا گهورندڙ لفظن بجاءِ لفظ **ڪوندر** مليو. اهو "**ڪوندر**" لفظ قديم صورت خطي ۾ لکيل آهي ۽ اهو لفظ جديد صورت خطي ۾ "**ڪونڌر**" ٿئي ٿو.

اسان جي تحقيق ۽ تصحيح بعد بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

**ڪينهين طالب تات جا، نہ تہ آهي تات تيار،**
**ڏوريان پئي "ڏونگار"، "ڪونڌر" هوت ڪٺي ويا.**

*****

**گھوڙا گھٽِي پُون، ووءِ ووءِ وڃن نڱيا،**
**مادرِ مٺان مون، ڪانگَ لوندا ڪڍھين.**

(ديوان تارا چند شوقي رام شاھ جو رسالو سر حسيني 1900ع ص 332)

**گھوڙا گھٽِي پُون، ووءِ ووءِ ! وڃِن نِڱِئا،**
**مادَرِ مٺا مون، ڪانگَ لَوندا ڪڍِھين.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سر حسيني 378.14)

**ووءِ ووءِ وَڃن نِڱِيا، گھوڙا گَھٽِيءَ پُون،**
**مادَر مٺان مُون، ڪانگَ لَمَندا ڪَڍِھين.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر حسيني 235.8)

**گھوڙَا گَھَٽيءَ پُون، ووءِ ووءِ وَڃن نِڱئا،**
**مَادَرِ مَٺَان مُون، ڪَانگَ لَونَدَا ڪَڍِھين.**

(ٻانھون شيخ شاھ جو رسالو سر حسيني 310.05)

**ڪُورا ڪَنِي پُن، ووءِ ووءِ وڃن نِڪئا،**
**مادَرِ مَٺا مُن، ڪانک لوندا ڪڍہ.**

(سيد عبدالعظيم اصل گنج ص 167)

**گھوڙا گھٽي پُون، ووءِ ووءِ وڃن نڱيا،**
**مادرِ مٺان مُون، ڪانگ لَوندا ڪڍھين.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر حسيني ص 431 با اختيار ادارو سال 1994)

**گھوڙا گَھٽي پُون، ووءِ! ووءِ! وڃنَ نِڱِيا،**
**مادر مَٺان مَون، ڪانگَ لَوءنَدا ڪڍِھين.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر حسيني ص 370 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**گھوڙا گَھٽي پُون، ووءِ! ووءِ! وڃنَ نڱيا،**
**مادر مٺان مون، ڪانگَ لَونَدا ڪڍِھين.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سر حسيني ص 564 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)



**نوٽ:** ڪلياڻ آڏواڻي ھي بيت نہ لکيو.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (گھوڙا گھٽي، ڪورا ڪَني) ، (لوندا، لمندا)

**الف. گھوڙا گھٽي، ڪورا ڪَني:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي گنج شريف ۾ **"ڪورا ڪَني پُن"** لکيل آھي اھا قديم سنڌي صورت خطي آھي. جديد صورت خطي ۾ اھي لفظ ٿين ٿا **"گورا ڪٽي پون"**. سيني ترتيب ڏنل حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالن ۾ **"گھوڙا گھٽي پُون"** لکيل آھي اسان جي تحقيق مطابق غلط لکيل آھي.

قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ پنھونءَ ۽ سندس ڀائرن ۽ ڪيچ ڪان آيل قافلي وارن جي سواري فقط اُٺن، ڪرھن، ميِن، ليڙن، ڪنواٽن، توڏن ۽ گورن جي ڄاڻائي آھي. پوري رسالي ۾، پوءِ اھو رسالو ڪنھن بہ صاحب ترتيب ڏنو ھجي، پنھونءَ، سندس قافلي وارن ڪيچين ۽ پنھونءَ جي ڀائرن جي سواري گھوڙا نہ ٻڌائي ۽ نہ لکي آھي.

اسان جن برک ۽ بزرگ عالمن، ديوان تارا چند شوقي رام، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش ۽ ٻانھي خان شيخ بہ لفظن تي غور نہ فرمايو.

ھنن **"گورن"** بجاءِ **"گھوڙن"** لکيو آھي. جيڪڏھن تحقيق ڪري معلوم ڪرن ھا تہ پنھل ڪي سندس ڀائر ڪھڙي سواري تي ڪٽي ويا؟ خود حضرت پٽ ڌڻيءَ جا بيت بہ ھنن جي رھبري ڪرن ھا.

ممتاز مرزا گنج شريف واري قديم سنڌي صورت خطيءَ ڪي جديد

صورت خطيءَ ۾ آڻڻ وقت اهو نه سوچيو ته گنج شريف جو لفظ **"ڪورا"**، **"گهوڙا"** لکجي يا **"گورا"** لکجي؟ هن صاحب کي هي سوچڻ گهربو هو ته هي بيت **سَسُئي ۽ پنهونءَ** سان وابسته آهي. **تنهنڪري** گهوڙن جو ذڪر آڻڻ مناسب نه آهي.

سيني صاحبن لفظ **"گهٽي"** لکيو آهي ۽ گنج شريف ۾ اهو **"ڪني"** لکيل آهي. اهو لفظ جديد صورت خطي ۾ **"ڪٽي"** ٿئي ٿو. پهرين مصرع **تحقيق ۽ تصحيح بعد** هن صورت ۾ بيهي ٿي.

**"گورا ڪٽي"** پُون، ووءِ ووءِ وجن نگيا،

**ب. لوندا، لمندا**: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"لمندا"** نامناسب لکيو آهي ۽ باقي ٻين سيني صاحب لفظ **"لوندا"** لکيو آهي. اصل لفظ **"لوندا"** آهي جنهن جي معني آهي "گهمريون ڏيندا، ڦيراٽيون پائيندا، ڪنهن به شيءِ جي چوگرد اڏامڻ" ۽ لفظ **"لمندا"** جي معني آهي "ڪنهن شيءِ کي اڇلائجي ته اها لمندي اچي".

"ڪانگ **لنوين** مٿي لات"

***

"ڪانگ **لمي** مٿي لات"

قارئين ڪرام! اوهان هي مٿيان ٻه فقرا پاڻ پڙهي ڏسو ته اوهان کي لفظ **"لنوين"** لفظ **"لمي"** کان بهتر لڳندو. اهو ئي سبب آهي ته قديم رسالن توڙي جديد رسالن ۾ سواءِ ڊاڪٽر نبي بخش جي رسالي جي هي مصرع لکيل آهي.



"مادر مٿان مون ڪانگ **لوندا** ڪڏهين"

**تحقيق ۽ تصحيح** بعد اسان حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت اصل لفظن ۾ لکون ٿا:

**"گورا ڪٽي" پُون، ووءِ ووءِ وجن نگيا**
**مادر مٿان مون، ڪانگ "لوندا" ڪڏهين**

**معني**: اي امڙ گورا ايترا ته تيز وجن ٿا، جو ڏرتيءَ جي مٽي به پنهنجي پويان ڪنيون ٿا وجن. يعني دز سندن تڪائپ سببان اُڏامي ٿي. هو مون کان نڪري ويندا، آئون انهن پٺيان لڳي، نه ڳولي، رُلي، اُڃ ۽ بک سببان مري وينديس. مرڻ بعد منهنجي مٿان ڪانگ اچي لوندا.

*****

ماٺ مارِينديَئي پِرينءَ جي، مَڇُڻ رُوئين رَتُ،
چوري چَڏِ مَ سَت، هِمّت هوتُ وجائيو.

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو صفحو 332 سر حسيني سال 1900)

ماٺِ مارِنديءِ پِريَ جِي، مَڇُڻ رُئين رَتُ،
چورِي چڏِ مَ سَتُ، همتَ هوتُ وجائيو.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سر حسيني صفحو 378)

ماٺِ مارِينديَ پِرينءَ، جي مَڇُڻ رُئين رَت،
چوري چَڏِ مَ سَتُ، هِمَتَ هوتُ وِجائِيو.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سر حسيني صفحو 3ـ221)

ماٺِ مارينديَئِي پرينءَ جي، مَتان روئين رَتُ،
چوري چَڏِ مَ سَتُ، هِمتَ هوتُ وِجائيو.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر حسيني 17ـ239)

مَاٺِ مَارِيِندِي پرينءَ جي، مَتَان رُوئين رَتُ،
چورِي چَڏَ مَ سَتَ، هِمَتَ هوتُ وِجَائو.

(ڀانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سر حسيني صفحو 310)

ماٺِ ماريندي پرينءَ جي، مَتان روئين رتُ،
چوري چڏ مَ ست، همّت هوت وجائيو.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورتخطي ۾ صفحو 49)

ماٺ ماريندئي پرينءَ جي، مَڇُڻ روئين رت،
چوري چَڏِ مَ سَتُ، هِمّت هوت وجائيو.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر حسيني سن 1994ع ص 431/15 با اختيار ادارو)



ماٺ مارينديَئي پِرينءَ جي، مَڇُڻ روئين رت،
چوري چَڏ مَ سَتُ، هِمَت هوتُ وجائيو.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر حسيني سن 2009ع ص 370/2 مهراڻ اڪيڊمي)

ماٺِ مارِينديِئِي پِرينءَ جِي، مڇُڻَ رئين رَتُ،
چوري چَڏِ مَ سَتُ، هِمَتَ هوتُ وِجائِيو.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سر حسيني سن 1993ع ص 564/2 سنڌي ادبي بورڊ)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ماريندي، ماريندئي)، (همت هوت وجائيو)

**الف. ماريندي، ماريندئي:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، ڀانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا، مٿئين بيت جي پهرين مصرع جو ٻيو لفظ "**ماريندي**" نا مناسب لکيو آهي.
ديوان تاراچند، شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، حاجي محمّد سمي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اهو لفظ "**ماريندئي**" لکيو آهي. پهريون لفظ "**ماريندي**" بي جاءِ لکيو ويو آهي ۽ لفظ "**ماريندئي**" هڪ سوپنجيتاليهہ سال اڳ حاجي محمّد سمي لکيو، "**ماريندئي**" يعني تو کي ماريندي. اهو لفظ "**ماريندئي**" مضمون جي لحاظ کان تہ درست آهي مگر هي لفظ ماترائن جي لحاظ سان وڌي ٿو ۽ لفظ "**مارينڊءِ**" ماترائن واري وزن جي لحاظ کان بلڪل درست آهي. هن لفظ جي معنيٰ بہ اها آهي جيڪا لفظ "**ماريندئي**" جي آهي. تنهنڪري اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**مارينڊءِ**" حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت لاءِ موزون ۽ مناسب آهي.

**ب. همت هوت وجائيو:** سيني ليڪڪن لفظ "**همّت**" استعمال

ڪيو آهي. اهو لفظ نهايت ئي غلط استعمال ڪيو اٿن ۽ ثابت ڪيو اٿن تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ ڪي بيتن ۾ لفظ استعمال ڪرڻ نہ ايندا هئا. ۽ واقعي پڙهندڙ بہ ائين ئي محسوس ڪن ٿا. اسان جي خيال ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ لاءِ ائين سوچڻ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي شان وٽان نہ آهي.

قارئين ڪرام! اسان جي تحقيق مطابق سسئي جي همّت ۽ حوصلي جي حضرت پٽ ڌڻيءَ وڏي تعريف ڪئي آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جو سمورو رسالو هن حقيقت جو گواهہ آهي تہ سَسئُي وڏي همّت ۽ حوصلي ڪان ڪم ورتو. تڏهن تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو:

جبل ماري جڪ، جو آڏو عجيبن ڪي،
توڙي لَڳن لڪ، سپ لنگهنديس سِڪ سين.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر ديسي صفحو 215)

ڇا حضرت پٽ ڌڻيءَ جو مٿيون بيت سسئي جي حوصلي ۽ همّت جو ثبوت نہ آهي؟ حضرت پٽ ڌڻيءَ سَسئُي جي همّت ڪي داد ۽ تحسين بخشيندي هي بہ فرمايو آهي؟

**مرد جنهين مات ڪِئا، سَسئُي لنگهيو سو،**
**جبل وڏو جو، نوڙ مڙيئي نينهن ڪي**

(ڊاڪٽر بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر ديسي صفحو 6_215)

جڏهن حضرت پٽ ڌڻي، سسئي جي حوصلي ۽ همّت سان پنهون ڪي ڳولڻ واري عمل جي تعريف ڪئي آهي تہ پوءِ ڪئن ۽ ڇو؟ "شاهہ جو رسالو" جي شارحن ۽ ليڪڪن لکيو آهي:

**"ڇوري ڇڏ م ست، همّت هوت وڃائيو"**



هي حقيقت آهي تہ **همّت** واري خوبي تہ، هوت جي حاصلات لاءِ، سَسئُي ڪي هر هر پئي همتايو ۽ سندس اندر ۾ اُتساهہ ٿي پيدا ڪيو. حضرت پٽ ڌڻي سسئي ڪي **"حجّت"** ڪرڻ ڪان منع پئي فرمائي آهي. اهڙي حجت سَسئُي ڪي هلاڪت ۾ وڌو. تنهن ڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ سسئي ڪي فرمايو:

مهند محتاجي ڪري، پٺي پير ڪٽيج.
ڪُڀيلياٽي ڪيچ ڏي، حُج م هلائيج،
پاٽا ڏار پريتڙو سسئي ساڻ ڪٽيج،
اوڏو عزازيل ڪي، ويجهي تان نہ وڃيج،

(گنج شريف ص 18 پٽ شاهہ ثقافتي مرڪز 1995)

قارئين ڪرام! اوهان جي آڏو **همّت** ۽ **حُجّت** جا مثال، سي بہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيتن وارا پيش ڪيا سين اسان هن نتيجي تي پهتا آهيون تہ حضرت پٽائي گهوٽ جي بيت ۾ لفظ **"همت"** بيجاءِ ۽ اجايو لکيو اٿن. انهيءَ لفظ جي جاءِ تي لفظ **"حُجّت"** اسان جي تحقيق مطابق درست آهي.

تحقيق ۽ تصحيح بعد اسان بيت جي هي صورتخطي مناسب سمجهي آهي.

**ماٺ "مارينڊءِ" پرينءَ جي، مچڻ روئين رت.**
**ڇوري ڇڏ مَ ست، "حُجّت هوت وڃائيو".**

*****

**پڇيوءِ جان ٻَروڇُ، تان پاسي ڪَر پَرهيزَ ڪي،**
**جنهين ڏِنو هوت، تنهين دين سپيئي دُورِ ڪيا.**

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سرحسيني ص316 1900ع)

**پُڇيوئي جان دوست، تان پاسي ڪر پرهيز ڪي،**
**جنين ڏنو هوت، تن دين سَپيئي دُور ڪيا.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرحسيني ص17.367)

**پُڇيوئي جان دوستُ، تان پاسي ڪر پَرهيزَ ڪي،**
**جِنين ڏِنو هوتُ، تن دِين سَپيئي دُور ڪَيا.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سرحسيني 5.215)

**پڇي جان ٻَروڇُ، تان پاسي ڪَر پرهيزَ ڪي،**
**جَنِ ڏَنو هوت، تن دِين سپ دُور ڪيا.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص35)

**پُڇُوءِ جَان ٻَروُڇُ، تَان پاسي ڪَرمَ پَرهِيزَ ڪي،**
**جَنِين ڏِنو هَوتُ، تَنِ دِينَ سَپِيئِي دُور ڪئا.**

(حاجي محمد سمون ڪاتب بمبئي ڇاپي عڪس شاھ جو رسالو 1767ع ص248 سرحسيني)

**پُڇيوءِ جان ٻروڇ، تان پاسي ڪر پرهيز ڪي.**
**جنهين ڏنو هوت، تنهين دين سَپ دُور ڪيا،**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرحسيني ص412 بااختيار ادارو سال 1994)

**پُڇيوئي جان دوست، تان پاسي ڪرپرهيز ڪي،**
**گَڏيئي جي هوت، تہ دِين سَپ دور ٿيا.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سرحسيني ص541 سنڌي ادبي بورڊ سال 1993)

**تحقيق طلب الفاظ:** (پڇوءِ، پُڇيوئي، پڇي، پڇيوءِ)، (دوست، ٻروڇ)، (پاسي ڪر پرهيز ڪي، پاسي ڪر مَ پرهيز ڪي)، (جنين ڏنو هوت، جنهين ڏنو هوت، گڏيئي جي هوت)، (تن دين، تنهين دين، تہ دِين)



**الف.** <u>**پڇوءِ، پُڇيوئي، پڇي، پڇيوءِ:**</u> بيت جي پهرين مصرع جو پهريون لفظ "**پڇيوءِ**" ۽ "**پڇيوئي**" شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي لکيو آهي. انهن صاحبن جا مٿيان لکيل لفظ بيت ۾ درست آهن. "**پڇوءِ ۽ پڇي**" حاجي محمّد سمي ۽ ممتاز مرزا نامناسب لکيا آهن. رهيو سوال "**پڇيوءِ ، پُڇيوئي**" الفاظ جو تہ انهن منجهان وڌيڪ ڪهڙو لفظ درست آهي تہ اسان جو ان لاءِ هي جواب آهي تہ لفظ "**پڇيوءِ**" ماترائن جي لحاظ سان بلڪل درست آهي ۽ لفظ "**پڇيوئي**" ۾ هڪ ماترا وڌيڪ ٿئي ٿي جيڪا وزن ۽ ردم ۾ ڪجهہ قدر رخنو وجهي ٿي.

**ب.** <u>**دوست، ٻروڇ:**</u> هن بيت ۾ بہ قافيا ڏنا ويا آهن پهريون قافيو آهي "**دوست**" ۽ ٻيو قافيو آهي "**هوت**" مگر بيت جي پهرين مصرع واري قافيي ۾ ليکڪن طرفان اختلاف رکيو ويو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي قافيو "**دوست**" درست استعمال ڪيو آهي. انهن صاحبن جي مقابلي ۾ ديوان تارا چند، ممتاز مرزا ۽ حاجي محمّد سمي قافيو "**ٻروڇ**" استعمال ڪيو آهي. جيڪو نامناسب آهي.
سيني صاحبن بيت جي ٻي مصرع جو قافيو "**هوت**" ڏنو آهي. "**هوت**" ۽ "**دوست**" اسان جي تحقيق مطابق ٻيئي قافيا درست آهن.

**ت.** <u>**پاسي ڪر پرهيز ڪي، پاسي ڪر مَ پرهيز ڪي:**</u> هي حقيقت آهي تہ جسماني ۽ روحاني براين جو وڏڻ ۽ معاشري جي افراد جي ٻي لغام ٿي وڃڻ جو سبب پرهيز کان پاسيرو ٿيڻ ۽ بدپرهيزي ڪرڻ آهي.

حضرت پٽ ڌڻيءَ ڪئن فرمائيندو تہ اي دوست پرهيز کي پاسي ڪر يعني بد پرهيزي اختيار ڪر. ديني ۽ سماجي پابندين کي خواهشات جي پيرن هيٺان پائمال ڪري، ربّ پاڪ جي حڪم جي نافرماني ڪندي ربّ العزّت جي ذاتِ مقدس کي ناراض ڪر ۽ شيطان، جيڪو آدم، حوا ۽ بني آدم جو ازّل کان عَدُو رهيو ۽ قيامت تائين عداوت ۽ دشمني ڪندو رهندو تنهن کي راضي ڪر.

حضرت پٽ ڌڻيءَ تي اهو نازيبا بهتان ۽ الزام آهي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ پرهيز کي پاسي رکڻ يعني خدا پاڪ جو خوف ۽ اتّقا دل منجهان ڪڍي ڇڏڻ جي صلاح ڏني آهي. مٿي ذڪر ڪيل صاحبان مغالطي ۾ رهيا جيڪڏهن اسان وانگر تحقيق ڪن ها تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ تي بد پرهيزي جي الزام هڻڻ کان بچي وڃن ها.

خود حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي تہ پرهيز ڪريو ڪِري ڪريو تہ جسماني ۽ روحاني طور تي صحتمند رهندو. پرهيز ۽ ڪِري ڪرڻ بابت ڊاڪٽر گُربخشاڻي جي ترتيب ڏنل رسالي منجهان بہ بيت پيش ڪجن ٿا.

1. ويڄن سين وائي پيا، ڪِري ڪن نہ پاڻ،
اگها ان اهجاڻ، پسو سور سِجهائيا.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو ص 93)

2. آهي گهڻو اگهن جو ترس طبيبن،
ڪِئو وس ويڄن تان، ڪِري ري ڪين ٿيي.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو ص 93)

ڊاڪٽر گربخشاڻي جي ترتيب ڏنل رسالي ۾ شامل ٿيل اهي بيت ثابت ڪرن ٿا تہ حضرت پٽ ڌڻي کي بد پرهيزي ڪندڙ مريضن



جي اگهائي ۽ بيماري جي حالت تي افسوس ۽ ڏک ٿئي ٿو. فرمائي ٿو: ويڄن سان چپين پئجي ويا، حڪيمن جو حڪم ۽ سنياسين جي صلاح نہ مڃيائون تنهن ڪري، اگها ۽ بيمار، بيماري جي باهہ ۾ سڄي ۽ سيڪجي رهيا آهن.

ويڄن جي مشوري کي رد ڪيائون، ڪِري (پرهيز) نہ ڪيائون، بد پرهيزي ڪيائون. اگر اهي مريض ويڄن سان وات نہ وڙهائن ها ۽ حڪيمن، ڊاڪٽرن ۽ ويڄن جي نصيحت تي عمل ڪندي پرهيز ڪرن ها تہ سِگهو ئي سگها ٿي وڃن ها.

هڪ مريض کي حضرت پٽ ڌڻيءَ ميار ڏني تہ:

هاريا تو هِري، ڪُپچ ڪاياسين ڪِئو،
ڪرين جي ڪِري، تہ تون توانو ٿئين.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جا جيڪڏهن مٿيان بيت پرهيز ۽ ڪِري جي تلقين ۽ هدايت ڪندڙ رسالي ۾ نہ هجن ها، تڏهن بہ ڪاتبن جي غلطي سمجهي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي پڙهڻي کي درست ڪرڻ ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٻانهون خان شيخ ۽ ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ٻين بزرگ ۽ برک اديبن جو فرض هيو. جڏهن سر يمن ڪلياڻ ۾ هڪ نہ، بہ نہ مگر گهٽ ۾ گهٽ چار بيت پرهيز جي تاڪيد ڪندڙ لکيائون تہ اهو سندن فرض هيو تہ هو صاحبان بيت کي درست ڪري لکن ها. مونکي انهيءَ بيت جي تصحيح ۽ تحقيق ڪرڻ جي سخت ضرورت محسوس ٿي مختلف رسالن جي ورق گرداني ڪندي ممبئي ڇاپي عڪس ۾ لکيل بيت مليو. ٻنهين بيتن ۾ فرق صرف هڪ اکر "م" جو آهي. اهو بيت هي آهي:

**پُڇوءِ جان پروچ، تان پاسي "ڪرِ مَ پرهيز ڪي"،**
**جنين ڏنو هوت، تن دين سپيئي ڏور ڪئا.**
(بمبئي ڇاپي جو عڪس ص 232 سر حسيني)

اسان کي وڏي تحقيق ۽ جاکوڙ کان پوءِ گهربل بيت بمبئي ڇاپي عڪس ۾ مليو. بمبئي ڇاپي جي عڪس وارو شاهه جو رسالو سن 1995ع ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي نظرداري هيٺ شايع ڪرايو هيو. گهٽ ۾ گهٽ مذڪوره بالا رسالي جو مطالعو پاڻ نه ڪري سگهيو ٿي ته ڪنهن ٻي پنهنجي مددگار کان انهيءَ رسالي جو مطالعو ڪرائي ها ته ڪيس گوهرِ مقصود ملي وڃي ها.
اسان جي تحقيق بعد حضرت پٺ ڌڻيءَ جي بيت جي مصرع هي بيهي ٿي:

پُڇوئي جان دوست، تان "**پاسي ڪرِ مَ پرهيز** ڪي"،

ث. **جنين ڏنو هوت، گڏيئي جي هوت:** قارئين ڪرام! ڊاڪٽر گُربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، حاجي محمّد سمي ٻي مصرع ۾ "**جنين ڏنو هوت**" لکيو آهي، "**جنين**" لفظ لکڻ کان پوءِ هنن صاحبن کي لفظ "**تنين**" لکڻ گهربو هيو. ديوان تارا چند ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ الفاظ "**جنهين ڏنو هوت**" لکيا ۽ ان بعد "**تنهين دين سپ دور ڪيا**" لکيائون هنن صاحبن درست لکيو آهي.
ڊاڪٽر گربخشاڻي پنهنجي طرفان لکيل بيت جي معنيٰ ۾ لکي ٿو "جيڪڏهن دوست جي ديدار جي طلب اٿيئي ته پاڻ کي سيني ٻنڌڻن کان آزاد ڪر " (ص 509)

"جنين ڏنو هوت، تن دين سپيئي دور ڪيا"



وڌيڪ لکيو اٿس ته "جنهن کي عين اليقين حاصل ٿيو آهي، تنهن جو ڪنهن به خاص دين يا مذهب سان واسطو ڪونهي" (ص 509 شاهه جو رسالو)
قارئين ڪرام! ڊاڪٽر گربخشاني جي لکيل معنيٰ منجهان هي ثابت ٿئي ٿو ته حضرت پٺ ڌڻيءَ "**لا دين**" هُيو. هن جو دين اسلام سان ڪو واسطو ئي نه هيو. ڊاڪٽر گربخشاڻي بعد ڪلياڻ آڏواڻي جا ڪهڙا تاثرات آهن ملاحظہ فرمايو:
"جي جانب جي پچا ٿو ڪرين (حق کي ڳولڻ جي ٿو ڪرين) ته مذهبي پابندين کان پاڻ کي آجو ڪر". جن پرينءَ جو ديدار ڪيو تن مڙني مذهبن کان ڪنارو ڪيو (ص 215 سر حسيني شاهه جو رسالو).
ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي صاحبان جي لکيل معنيٰ جو جائزو وٺڻ سان هي معلوم ٿئي ٿو ته هنن صاحبن بيت جي پهرين مصرع جي آخري فُقري تي چڱي طرح غور نه ڪيو. بيت جو آخري فُقرو هنن صاحبن لکيو آهي:

"..... پاسي ڪر پرهيز ڪي"

حالانڪ بيت جي اصل مصرع هي آهي.

"پڇيوءِ جان دوست ، تان پاسي ڪر مَ پرهيز ڪي"

انهي مصرع جي مقصد ۽ معنيٰ تي غور ڪرن ها ته ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي کي بيت چڱي طرح سمجهه ۾ اچي ها ته پوءِ بيت جون غلط معنائون نه لکن ها.
"**جنين ڏنو هوت**" فقرو غلط آهي. انهي فقري منجهان هي مراد نڪري ٿي ته "ڏسڻ وارن منجهان ڪن ويجهو ۽ ڪن پري کان ڏٺو"، مگر "**گڏيئي جي هوت** " منجهان مراد نڪري ٿي ته "جن سان هوت گڏيو،

صحبتي ٿيو“.
ٻنهي فقرن جي معنيٰ ۾ وڏو فرق آهي. اسان جي تحقيق موجب بيت ۾ زياده مناسب فقرو آهي **”گڏيو جي هوت“**.

**ج: تن دين، تنهين دين، تہ دِين:** ديوان تارا چند ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ الفاظ **”تنهين دين“** لکيا آهن.
ممتاز مرزا، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ حاجي محمّد سمي الفاظ **”تن دين“** لکيا آهن ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي **”تہ دين“** الفاظ لکيا آهن. تحقيق مطابق **”تنهين دين“** لکڻ مناسب آهي.
تحقيق ۽ تصحيح بعد اسان حضرت پٽ ڌڻي جو بيت هن صورت ۾ بيهاريو آهي:

**پُڇيوئي جان ”دوست“، تان ”پاسي ڪَرَ پرهيز ڪي“**
**”گڏيو جنهين هوت“، تنهين دين مڙيئي دور ڪيا.**

معنيٰ: دوست تون پرهيز بابت پڇين ٿو تہ پاڻ پرهيز کان پاسو نہ ڪر. (خدا پاڪ جو خوف دل ۾ رکڻ وارو ٿي وڃ، تہ پوءِ ڪنهن بہ روحاني مرض ۾ مبتلا نہ ٿيندين ۽ نہ جسماني طور تي جڏو ٿيندين). هوت (محمّد صلي الله عليہ وسلم) سان جن (يهودين، عيسائين، مجوسين ۽ بت پرستن) ملاقات ڪئي ۽ گڏيا سي پنهنجي پنهنجي دين کان دور ٿيا ۽ دائرهءِ اسلام ۾ داخل ٿيا.

*****

# سُر مومل راڻو

❁❁❁❁❁❁❁❁❁

مومل ڪي مجاز جا، اڪين ۾ انبُورِ،
هٽي حاڪمن ڪي، پَٽِ نِهاري پُور،
گهوٽ پهرين گُهورَ، جي وياسي وڃِيا.

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو 1900ع سر مومل راڻو ص 393)

مومل ڪي مَجازَ جا، اَڪين ۾ اَنبُور،
هٽي حاڪمِيَن ڪي، پَٽِ نهاري پُور،
گهوٽ پهري گهُورَ، جي وئاسي وڃئا.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سر مومل راڻو ص 05-532)

مُومَلَ ڪي مَجازَ جا، اَڪين مَنجِھ انبُورَ،
هَٽِي حاڪَمَن ڪي، پَٽَ نِهاري پُور،
گهوٽَ پِهرينءَ گهُورَ، گُجَرَ گهٽا گهائِيا.

(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر مومل راڻو ص 06-257)

مومل ڪي مجاز جا، اڪين ۾ انگورَ،
هٽي حاڪيمن ڪي، پٽي منجهان پُورَ،
گهوٽ پِهرين پور، گُجر گهٽا گهائيان.

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ ص 793)

مَومَلَ ڪي مَجَازَ جَا، اَڪِيُن ۾ اَنگُورَ،
هَٽي حَڪِيمَنِ ڪي، پَٽِي مَنجهان پُورَ،
گهوٽَ پِهريين گهُورَ، گُجَرِ گهٽَا گهَائِيَا.

(ڀانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سر مومل راڻو ص 19-441)



مومل ڪي مجاز جا، اڪين ۾ انبُورَ،
هٽي حاڪمن ڪي، پٽِ نِهاري پُور،
گهوٽ پهرينءَ گهُور، جي وياسي وڃِيا.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر مومل راڻو ص 526 با اختيار ادارو سال 1994)

مَومَلَ ڪي مَجازَ جا، اَڪِيَنِ ۾ اَنبُورَ،
هَٽِي حاڪِمَن ڪي، پَٽِ نِهاري پُورَ،
گهوٽَ پِهِرينءَ گهُورَ، جِي وِياسِي وَڃِيا.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر مومل راڻو ص 592 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

مُومَلَ ڪي مَجاز جا، اَڪيُن ۾ اَنبُور،
هَٽي حاڪمن ڪي، پٽ نِهاري پُور،
گهوٽَ پهرينءَ گهُور، جي وياسي وَڃِيا.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر مومل راڻو ص 442 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**نوٽ:** ڪليان آڏواڻي هي بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (انبور، انگور)، (حاڪمن، حاڪمين، حڪيمن)، (گهور، پور)، (جي وئا سي وڃيا، گُجر گهٽا گهائيا)

**الف. انبور، انگور:** ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**انبور**" لکيو آهي.

ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ لفظ **"انگور"** لکيو آهي.
**"انبور"** چئبو آهي پڪڙ کي جيڪا ڪنهن شيءِ کي مضبوطي سان جهلي ۽ پڪڙي. اهو اوزار لوهارن ۽ بجلي جي مسترين ۽ ٻين ماڻهن جي استعمال ۾ ايندو آهي.
حضرت پٽ ڌڻيءَ مومل جي مجاز وارين مخمور اکين لاءِ **"انگور"** لفظ استعمال ڪري ڪمال درجي جي تشبيهه ڏيئي، مومل جي اکين کي انگوري شراب واريون نشيليون اکيون فرمائي مومل جي حسن ۾ حقيقت جو رنگ ڀريو آهي.

**ب. <u>حاڪمن، حڪيمن، حاڪمين</u>:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بحث هيٺ آيل بيت ۾ **"حاڪمن، حڪيمن ۽ حاڪمين"** لفظ لکيا ويا آهن. انهن لفظن منجهان لفظ **"حاڪمن"** درست آهي ۽ لفظ **"حاڪمين"** هن ڪري درست نه آهي جو **"حاڪمين"** لفظ کي تثنيي طور ۽ جمع ۾ پڙهندا ۽ لکندا آهيون.
رهيو سوال لفظ **"حڪيمن"** جو ته اهو لفظ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو استعمال ڪيل تي نه ٿو سگهي ڇا ڪاڻ ته مومل کي ماڻڻ لاءِ وقت جا بادشاهه، حاڪم، شهزادا، راجڪمار ۽ وزير ڪاڪ محل وچي پهتا هئا. تنهنڪري لفظ **"حاڪمن"** هن بيت لاءِ نهايت ئي موزون آهي.

**ت. <u>گهُور، پُور</u>:** ٻين سينني صاحبن بيت جي ٽين مصرع ۾ لفظ **"گهُور"** استعمال ڪيو آهي. مگر ممتاز مرزا لفظ **"پور"** لکيو آهي. اهو هن ڪري لکيو اٿس ته گنج شريف جي ڪاتب سيد العبدالعظيم به لفظ **"پُور"** لکيو آهي. اها ڪاتب جي نظر چُڪ تي ويئي آهي يا راوي



ڪيس لکڻ تي مجبور ڪيو. اسان جي تحقيق مطابق بيت جو ٽيون قافيو **"گهُور"** آهي. ڇا ڪاڻ ته نظرن جي گهور ئي عاشقن کي گهائيندي آهي، حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي بيت ۾ لفظ **"گهُور"** استعمال ڪيو.

**ث. <u>جي ويا سي وڍيا، گُجر گهٽا گهائيا</u>:** سواءِ ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ جي باقي سينني صاحبن حضرت پٽ ڌڻيءَ جي زيرِبحث آيل بيت جي آخري مصرع لکي آهي.

**"گهوٽ پهرين گهُور، جي ويا سي وڍِيا"**

قارئين ڪرام! گهور سان گهائبا آهن مگر گهور سان **"وڍِبا"** نه آهن. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي اصل فرمايل مصرع تي ذرا غور فرمايو.

**"گهوٽ پهرين گهُور، گُجر گهٽا گهائيا"**

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي اها مصرع ثابت ڪري ٿي ته مومل جي اکين ۾ جيڪو انگوري شراب جهڙو اثر هيو انهي نشي مومل لاءِ ٻڌجي آيل گهوٽن تي اهڙو ته اثر ٿي ڪيو جو اهي گهوٽ نظرن جي گهور سان گهائجي ٿي ويا.

لفظ **"گهاءُ"** لفظ **"وڍ"** کان وڌيڪ زوردار معنيٰ وارو آهي ڇا ڪاڻ ته **"گهاءُ"** گهري ۽ اونهي زخم کي چئبو آهي. **"گهاءُ"** ٻاهر گهٽ ۽ اندر زياده هوندو آهي عاشقن کي معشوقن جي نظرن جا گهاءُ گهائيندا آهن. تڏهن ته عاشقن جو دليون ۽ جگر جلي ويندا آهن. اسان جي

تحقيق مطابق بيت ۾ لفظ "**وڏيا**" جي مقابلي ۾ لفظ "**گھائيا**" وڌيڪ مناسب آهي.

تحقيق بعد بيت کي هيٺين صورت ڏني آهي.

**مومل کي مجاز جا، اکين ۾ "انگور"،**
**هٽي "حاڪمن" کي، پٽي منجهان پُور،**
**گھوٽ پھرين "گھور"، "گجر گھٽا گھائيا"،**

*****



**راڻو پانِئيو راند، وجيو ڪيئن پيا وَرَ رانئيين،**
**وَرُ وِڏو وِڙيو اينئهين جيئن، پَرَ پچتوءِ پاند**
**هي پَڳِيئي هيڪاند، سو ڏو سارينديئن گھٽو**

(ديوان تارچند شوقيرام شاھ جو رسالو سر مومل راڻو ص 408 سال 1900ع)

**راڻو پانيو راند، وجيو ڪيئن وِڙَرانئيين،**
**وَر وِڏوٽو اِيهِين جئن، پَرُ پُچتوءِ پاندُ،**
**هَئي پڳِيءَ هيڪاندِ، سو ڏو ساريندِينءَ گھٽو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع وارو سر مومل راڻو ص 04-259)

**راڻو پانيو رانِدِ، وجئو ڪِنءَ وِڙَرائِينَ،**
**وَرُ وِڏُوٽو اِيَهِين جِنءِ، پَرُپُچتوءِ پاندِ،**
**هَيءِ پَڳِيءِ هيڪاند، سو ڏو سارِينديِنءَ گھٽو.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سر مومل راڻو 04-259)

**راڻو پانَيو رَاندِ، وَجئو ڪِئَن وِڙَرائيُن،**
**وَرُ وڏُوٽو اِيَهِين جِئن، پَرُپُچِتو پاند،**
**هيءِ پڳيءِ هيڪاندِ، سو ڏو سارِينديِنءَ گھٽو.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو ٻي ايڊيشن سر مومل راڻو 03-244)

**راڻو پانَيو رَانِد، وَجئو ڪيئَن وِڙَرانئيُين،**
**وَرُ وِڏو هئو اينهئين جيئن، پَرُپُچتوءِ پَانِد،**
**هَي پَڳِيَئِي هيڪَانِد، سو ڏو سَارِينديِنءَ گھَٽُو.**

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سر مومل راڻو 01-445)

**راڻو پانَيو رَانِد، وَجئو ڪيئَن وِڙ رانئيُين،**
**وَرُ وِڏو ھئو اينھين جيئن، پَرُپُڄتوءِ پَانِد،**
**ھَي پَڳِئِي ھيڪَانِد، سو ڍو سَارِيندِين ءَ گھَٽُو.**

(ممتاز مرزا گنج شريف جديد صور تخطي ۾ سرمومل راڻو 518 سال 1995)

**راڻو پانِئو راند، وجيو ڪيئن ٻيا وَرَ راتئيين،**
**وَرُ وِڏو وِڙي اينھئين جيئن، پَرَپڄتوءِ پاند،**
**ھي پَڳِيئي ھيڪاند، سو ڍو سارينديئن گھٽو.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرمومل راڻو ص 453 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**راڻو پانِئو راند، وجيو ڪيئن ٻيا وَرَ رانئيين،**
**وَرُ وِڏو وِڙي اينھئين جيئن، پَرَپڄتوءِ پاند،**
**ھي پَڳي ھيڪاند، سو ڍو سارينديئن گھٽو.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرمومل راڻو ص 529)

**راڻو پانيُيءِ راند، وَجِيو ٻيا وَر رائِيين،**
**وَرَ وڏو ٽو ايھئين جِئن، پَرپُڄتوءِ پاند،**
**ھَئي پَڳَيءِ ھِيڪاند، سو ڍو سارِيندئن گھُٽون.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُرمومل راڻو ص618 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ور، وِڙ)، (رانئيين، رائين، رائيين) (پڳيءَ، پڳئي، پڳءِ پڳيئي)، (ھئي، ھيي، ھي)

**الف. <u>ور، وِڙ</u>:** مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي لفظ "ور" لکيو آھي. باقي ٻين صاحبن لفظ "**وِڙ**" لکيو آھي. "**وِڙ**" لفظ جي معنيٰ آھي. خراب، لچا ۽ لوفر، ۽ غير ماڻھو.
لفظ "**وِڙ**" بيت ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ ھن ڪري ڏنو تہ شادي ٿيڻ بعد



راڻَي جي مقابلي ۾ مومل جن کي بہ راڻ ۽ فريفتہ ڪرڻ گھريو ٿي، سي مومل جي ور (راڻَي) جا مخالف ھئا تنھنڪري انھن لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ "**وِڙ**" استعمال ڪيو ۽ لفظ "**وَرُ**" جنھن جي معنيٰ آھي مڙس اھو لفظ حضرت پٽ ڌڻيءَ "**راڻَي**" لاءِ استعمال ڪيو آھي. اسان جي تحقيق موجب بيت جي پھرين مصرع ۾ لفظ "**وِڙ**" ۽ بيت جي ٻي مصرع ۾ لفظ "وَرَ" لکڻ مناسب آھي. بيت جي تصحيح ٿيل مصرع ملاحظہ فرمايو:

"راڻو پانئيو راند، وجيو ڪيئن **وِڙَ راڻيين**"

**معنيٰ:** تو راڻَي کي ڪجھ بہ نہ سمجھي ڪيس رانديڪو پائيندي غير مردن کي ڪئن ۽ چو راڻڻ، فريفتہ ڪرڻ ۽ پاڻ تي عاشق ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

**ب. <u>رانئيين، رائين، رائيين</u>:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانھي خان لفظ "**رانئيين**" لکيو آھي. ڪلياڻ آڏواڻي اھو لفظ پنھنجي ترتيب ڏنل رسالي ۾ "**رائيين**" لکيو آھي. ڊاڪٽر گربخشاڻي "**رائين**" لکيو آھي ھي لفظ ماترائن جي لحاظ کان بہ ڪٿل آھي.
"**رانئيين**" يا "**رائيين**" جي صورت خطي ۾ "**ن**" جي تبديلي آھي. ان تبديلي سان لفظن جي معنيٰ ۾ فرق ٿو پئي. اسان جي تحقيق موجب لفظ "**رانئيين**" جي جديد صورت خطيءَ "**راڻئين**" آھي، انھي لفظ جي معنيٰ "**ريجھائيين**" ٿئي ٿي.
تنھنڪري ٻين لفظن کي ڇڏي ھن بيت ۾ لفظ "**راڻيين**" لکڻ گھرجي ھي لفظ معنيٰ ۽ جديد صورت خطي جي لحاظ کان درست آھي.

**ت. <u>ٻِڳيءَ، ٻِڳئي، ٻِڳرءِ، ٻِڳيئي</u>:** ٻانهي خان شيخ "**ٻِڳيئي**" لفظ لکيو آهي جنهن جي معنيٰ آهي "راڻَي ۽ پنهنجي هم آهنگي، لاڳاپي ۽ ميلاپ کي هيڪاند ۽ اڪيلو ڪيُيءِ".

"**ٻَڳُرءِ**"، "**ٻِڳئي**"، "**ٻِڳيُئي، ٻِڳيءِ**" معنيٰ ۽ مطلب جي خيال کان هڪ جهڙا آهن. اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**ٻَڳُرءِ**" ٻين سڀني لفظن کان وڌيڪ مناسب آهي. اهو هن ڪري ته "**ٻِڳيُئي**" لفظ ماترائن ۾ وڌي ٿو ۽ لفظ "**ٻِڳيءِ**" ناموزن استعمال ٿيل آهي، ڇاڪاڻ ته اهو خطاب وارو لفظ نه آهي. هن بيت ۾ ته حضرت پٽ ڌڻيءَ مومل کي خطاب ڪري ٿو ته تو راڻي کي راند ٻانئيو ان کي ناراض ڪيُئي ۽ ان سان پنهنجي هم آهنگي کي ختم ڪري ڇڏيُئي.

**ث. <u>هئي، هيي، هي</u>:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**هئي**" لکيو آهي اهو لفظ "**هي**" ۽ "**هيي**" کان وڌيڪ مناسب آهي. تنهنڪري بيت ۾ "**هَئي**" لفظ لکڻ گهرجي.

اسان جي تحقيق ۽ تصحيح بعد بيت جي هي صورت بيٺي آهي:

**راڻو ٻانئيو راند، وڃيو ڪيئن "وِڙراٽيين"،**
**وَروڏو هيو، اينهن، جيئن پَريڇتوءِ پاند،**
**"هَئي ٻَڳُرءِ" هيڪاند، سوڍو سارينڊِينءَ گهٽو.**

*****



**نَنڍو تان ڪوهُ، پروِڪيُنِ آهي وِتَرو،**
**وڃيو ڪاڪِ ڪنڌِين ۾، پَهَسَ پَڪيءَ جِئن پوءِ،**
**اِنَ ڪُرَسندو ڪوءِ، مَيو ماٺو نه ٿئي.**

(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو سرمومل راڻو ص 408)

**جي نَنڍو تان ڪوهه، وِڪِين آهي وِتَرو،**
**وَڃئو ڪاڪِ ڪَنڌِين ۾، پَهَسَ پَڪيءَ جِائن پوءِ،**
**اِن ڪُڙهِ سَندو ڪوءِ، مَيو ماٺو نه ٿِئي.**

(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرمومل راڻو ص 262)

**نَنڍو تان ڪوهُ؟، پَرَوِڪين آهي وِتَرو،**
**وڃئو ڪاڪِ ڪنڌِن ۾، پَهَسَ پَڪِيَ جن پوءِ،**
**اِن ڪُرَسندو ڪوءِ، مَيو ماٺو نه ٿيي.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرمومل راڻو ص 13-532)

**نَنڍو تَان ڪَوهه، پَروِڪُن آهي وِتَرو،**
**وَڃيو ڪَاڪ ڪَنڌِن ۾، پَهسَ پَڪيءَ جيئن پوءِ،**
**اِن ڪُرَسَندو ڪوءِ، مَيو مَاٺو نَه ٿِيي.**

(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرمومل راڻو ص 425)

**نَنڍِو تان ڪوهه، پَروِڪُنِ آهي وِتَرو،**
**وڃيو ڪاڪ ڪنڌين ۾، پَهَس پڪيءَ جي پوءِ،**
**اِن ڪُرسندو ڪوءِ، مَيو ماٺو نه ٿين.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ ص 98-801)

**نَنڍو تان ڪوهه، پروڪين آهي وِترو،**
**وڃيو ڪاڪ ڪنڌين ۾، پهس پڪيءَ جئن پوءِ،**
**اِن ڪُرسندو ڪوءِ، مَيو ماٺو نه ٿئي.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرمومل راڻو ص 548 با اختيار ادارو سال 1994)

**نـنـڍو تـان ڪـوھُـہ، پـرو ڪـيـن آھـي وِتَـرو،**
**وڃيو ڪاڪ ڪنڌين ۾، پھس پڪيءَ جئن پوءِ،**
**اِن ڪـرسـنـدو ڪـوءِ، مَـيـو مـاٺـو نـہ ٿـئـي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرمومل راڻو ص 453 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**نـنـڍو تـان ڪـوھ، پـرو ڪـيـن آھـي وِتَـرو،**
**وڃيو ڪاڪ ڪنڌين ۾، پھَس پَڪيءَ جِائن پوءِ،**
**اِن ڪُـرسـنـدو ڪـوءِ، مَـيـو مـاٺـو نـہ ٿـئـي.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُرمومل راڻو ص 595 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**نوٽ:** ھي بيت ڪلياڻ آڏواڻي نہ لکيو.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ڪُڙھہ، ڪر)، (ڪوھ، ڪوءِ)

**الف. ڪُڙھہ، ڪر:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بيت جي ٽين مصرع جو پيون لفظ "**ڪُڙھہ**" لکيو آھي، سندس معنيٰ لکي آھي. "پُري، نسب (پشت بہ پشت، ڪُڙھہ ۾ سُٺي بُڻ وارا پاليل گھوڙا ۽ اٺ)" (شاھ جو رسالو 2009ع سر راڻو ص 262 حاشي).

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر نبي بخش لفظ "**ڪڙھہ**" جي معنيٰ "**ڪر**" لکي آھي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**ڪُر**" بجاءِ لفظ "**ڪُڙھہ**" استعمال ڪري حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي بيت کي بگاڙي ڇڏيو آھي. اُھو ھن ڪري لکان ٿو تہ "**ڪڙھہ**" الڳ لفظ آھي ۽ "**ڪُر**" الڳ لفظ آھي. حضرت ڀٽ ڌڻيءَ اُٺ جي ڪُر (نسل) جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو تہ:

نـنـڍو تـان ڪوھ، پر وڪين آھي وِتَرو،
ان "ڪُر" سندو ڪوءِ، مَيو ماٺو نہ ٿئي.



معنيٰ: اُٺ ننڍو آھي تہ ڇا ٿي پيو پر وِڪن ڪٽڻ ۾ وترو آھي، تيز آھي. اھو ھن ڪري وڪن ۾ تڪڙو آھي جو ھي سٺي ۾ سٺي ۽ پلوڙ ڪُر، (ڪٽنب ۽ نسل) جو آھي ھن جي "**ڪُر**" ۽ ھن جي خاندان جو ميو ڪڏھن بہ ماٺو نہ ٿيو آھي.

حضرت لاڪيڻي لطيف لفظ "**ڪُر**" کي، خاندان جي نسبت سان لفظ "**ڪُڙھہ**" جي صورت ۾ ڪٿي بہ نہ فرمايو آھي. مگر "**ڪُر**" فرمايو اٿس ان جا مثال ھيٺ ملاحظہ فرمايو:

(1) مثال

"ڪاري "**ڪُر**" مھڻو جي اڻ ڪجاڻيو ڪاءِ"

(2) مثال

الله ڪـارڻ اوٺـيـا، لـيـڙا نِـيـو مَ لُـر،
نـيـو نـماڻـي پـاڻ سـيـن، ٻـانـھـي جـھـلـي ٻـر،
ڪـڇـو لايـان "**ڪُـر**"، ڪـيـچـان اوري جي وران.

لفظ "**ڪُر**" ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ٻانھي خان شيخ پنھنجي پنھنجي ترتيب ڏنل رسالي ۾ لکيو آھي تہ اھو لفظ "**ڪُر**" گنج شريف ۾ بہ لکيل آھي.

**ب. ڪوھ، ڪوءِ:** سيني لکيڪن پھريون قافيو "**ڪوھہ**" لکيو آھي ۽ ٻيا قافيا "**پوءِ، ڪوءِ**" لکيا اٿن. قديم رسم الخط ۾ "ء" حمزه ۽ "ھہ" ھرڻي بدلائي لکبا ھئا. تنھنڪري ڪاتبن "**ڪوءِ**" کي "**ڪوھہ**" جي صورت خطي ۾ لکي ڇڏيو. اسان ان قافيي کي جديد صورتخطيءَ ۾ آندو آھي. تنھنڪري لفظ "**ڪوھہ**" بجاءِ ھن بيت ۾ لفظ "**ڪوءِ**"

تحقيق ڪرڻ سان درست سمجھيو ويو آھي.

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي اصل صورت ھي بيھي ٿي.

نـنـڍو تـان "ڪـوءِ"، پـروڪـيـن آھـي وِتَـرو،
وجيو ڪاڪ ڪنڌين ۾، پھس پڪيءَ جان پوءِ،
ان "ڪُـر" سـنـدو "ڪـوءِ"، مَـيـو مـانـو نـہ ٿـئـي.

*****



جت رانـيـاءِ راڻِـنِ ڪـي، چـنـدن چِـڪَ ڪَـري،
ھـاڻـي اُنـھـيـن پـيـٽـئـيـن، ورھُـہ وَراڪـا ڏي،
سـوڍو سُـجَ ڪـري، مـومـل مـاڻـي ھـلـيـو.

(ديوان تارا چند شوقي رام شاھہ جو رسالو سر مومل راڻو ص 488 سال 1900ع)

جت رايائين راڻن ڪي، چندن چڪ ڪري،
ھـاڻـي اُنـيـن پـيـٽـيـيـن، ورھـہ وراڪـا ڏي،
سـوڍو سـج ڪـري، مـومـل مـاري ھـلـيـو.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھہ جو رسالو 1993ع سر مومل راڻو ص 8-534)

جِتِ رانِيائِين راڻَن ڪي، چَندن چِڪَ ڪَري،
ھـاڻـي اُنِـي پـيـٽـيـيـن، وِرھُـہ وَراڪـا ڏي،
سـوڍو سُـج ڪـري، مُـومـل مـاري ھَـلـئـو.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھہ جو رسالو 2009ع سر راڻو ص 13-258)

چَنَدنَ سين چِڪَ ڪَري، جِتِ رانَيائِين راڻي ڪي،
ھَـاڻـي اُنِـيـن پـيـٽـيَـيـن، ورَھـہ وَراڪَـا ڏي،
سـوڍو سُـج ڪَـري، مُـومَـل مَـاڻـي ھَـلِـئـو.

(ڀانھون خان شيخ شاھہ جو رسالو سر راڻو ص 430)

چندن سين چِڪَ ڪري، جت رايائين راڻي ڪي،
ھـاڻ اُنـھـيـن پـيـٽـيـيـن، وِرھُـہ وراڪـا ڏي،
سـوڍو سـج ڪـري، مـومـل مـاڻـي ھـلـيـو.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 784)

جت رانـيـاءِ راڻِـنِ ڪـي، چـنـدن چِـڪَ ڪَـري،
ھـاڻـي اُنـھـيـن پـيـٽـئـيـن، ورھُـہ وَراڪـا ڏي،
سـوڍو سُـجَ ڪـري، مـومـل مـاڻـي ھـلـيـو.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھہ جو رسالو سر مومل راڻو ص 437 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (رايائين، رانيائين، رانياءِ)، (راٽي، راٽن)، (ماري، ماٽي)

**الف. <u>رايائين، رانيائين، رانياءِ</u>:** اسان انهن لفظن تي اڳ ۾ بہ بحث ڪري چڪا آهيون. اڳ ۾ بحث ٿيل مصرع ۾ اسان لفظ **"راٽيين"** تحقيق بعد استعمال ڪيو هيو جنهن جي معنيٰ فريفتہ ڪرڻ لکي هئي ۽ هاڻي بہ زيرِبحث آيل بيت ۾ لفظ **"راٽيائين"** استعمال ٿيندو.

**ب. <u>راٽي، راٽن</u>:** حضرت پٽ ڌڻي جي بحث هيٺ آيل هن بيت ۾ فقط **"راٽي"** جو ذڪر آهي. مومل چندن چِڪ ڪري پري پري کان آيل راٽن کي (راٽن راجڪمارن کي) پنهنجن نازن سان جتي راٽيو ٿي اُتي راٽي سوڍي کي بہ راٽيو هئائين. اُهي پيٽيون سوڍي جي ياد ۾ ويگاڻيون ٿي وراڪا پيون ڏين.

مٿين پيرا ۾ اسان ثابت ڪيو آهي تہ بيت ۾ لفظ **"راٽي"** لکڻ گهربو آهي. ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ لفظ **"راٽي"** لکيو آهي.

**ت. <u>ماري، ماٽي</u>:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"ماري"** درست لکيو آهي.

ٻانهي شيخ، ممتاز مرزا، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ديوان تار چند لفظ **"ماٽي"** لکيو آهي، جنهن جي معني ٻانهي خان شيخ "حاصل ڪري" لکي آهي، لفظ ناموزون لکيو اٿن.

لفظ **"ماري"** ۽ لفظ **"ماٽي"** ۾ صورتخطي ۽ لفظي معنيٰ ۾ تمام وڏو فرق ۽ تضاد آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ کي مومل ۽ راٽي جي مڪمل قصي جو پتو هيو تڏهن تہ هڪ خاص بيت فرمايو هئائون.



**گُجر گهٽا گهائيا، پاٽان لڳس گهاءُ،**
**ميندڙي مُلاءُ، لڳس ڪانَ ڪپار ۾.**

(غلام محمّد شاهواڻي شاهہ جو رسالو سُر راڻو ص 246 سال 2013 روشني)

قارئين ڪرام! ڪپار چئبو آهي مٿي جي چوٽي ۽ تارونءَ کي. راڻو جڏهن ڪافي وقت کان پوءِ مومل سان ملڻ جو ارادو ڪري محل ۾ گهڙيو هيو تہ هن کي مومل ۽ ساٽس گڏ ستل ماڻهو جا ڪاپار نظر آيا هئا اُهي ڏسي راڻو هليو ويو هيو. انهيءَ ڏينهن راڻو مومل کي نفرت جي نيزن ۽ غيرت جي تيرن سان ماري هليو ويو هيو. ان حالات مطابق حضرت پٽ ڌڻي هي بيت فرمايو:

**جت راٽيائين "راٽي" کي، چندن چڪ ڪري،**
**هاٽي اُنهين پيٽيين، ورهہ وراڪا ڏي،**
**سوڍو سج ڪري، مومل "ماري" هليو.**

*****

**ڪِينَ ساڳا هِيُم سُپرِين، جاڙُون ڪِيُمِ جالَ،**
**سوڏا مونڪي ڪال، موتِي مُھُ ۾ آئيون.**
(گربخشاڻي ڊاڪٽرشاھ جو رسالو 1993ع مومل راڻو وارو 546 سال 1993)

**ڪِين ساڳا هِيُم سُپرِين، جاڙُون ڪَيُم جالَ،**
**سوڏا مُون ڪي ڪالَ، موتي مُنھَن ۾ آئِيُون.**
(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو ص 249 مومل راڻو)

**ڪِينَ ساڳا هِيُم سُپرين، جاڙُون ڪيَم جالَ،**
**سيئي سوڏا ڪالَ، موتي آيَم مُنھ ۾.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع وارو مومل راڻو ص 267)

**ڪِين سَاڳَا هِيُم سُپرِين، جَاڙُون ڪِيَم جال،**
**سوَڏا مُون ڪي ڪَالھَ، موِتي مُنھن ۾ آيون.**
(ٻانھون خان شيخ شاھ جو رسالو سر مومل راڻو، داستان ڇھون ص 458)

**ڪين ساڳا هيم سُپرين، جاڙون ڪيم جال،**
**سوڏا مون ڪي ڪالھ، موتي آيون مُنھن ۾.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر مومل راڻو ص 541 بااختيار ادارو سال 1994)

**ڪِينَ ساڳا هيم سُپرِين، جاڙُون ڪيم جالَ،**
**سوڏا مُون ڪي ڪالِھ، موتِي مُنھن ۾ آئِيُون.**
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر مومل راڻو ص 622 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**ڪين ساڳا هِيُم سُپرين، جاڙُون ڪَيم جالَ،**
**سوڏا مونڪي ڪالھ، موتي مُنھن ۾ آئِيُون.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر مومل راڻو ص 454 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)



**نوٽ:** ديوان تارا چند شوقي رام انھي سلسلي جا ٻہ بيت لکيا مگر اھو ٽيون بيت نہ لکيو اٿس.

**تحقيق ۽ تحصيح طلب الفاظ:** (ساڳاهيم)، (ڪال، ڪالھ)

**الف. ساڳاهيم:** لفظ "**ساڳاهيم**" ڊاڪٽر گربخشاڻي پنھنجي ترتيب ڏنل رسالي جي تشريح واري حصي ۾ داستان اٺين اندر بيت نمبر پھرين جي معنيٰ "سمجھڻ، چيتڻ، هوش رکڻ لکي آهي.
قارئين ڪرام! اھا معنيٰ تہ "**ساچاھ**" لفظ جي آهي ۽ نہ "**ساڳاھ**" جي. وڏي ڳالھ هي آهي تہ ڊاڪٽر گربخشاڻي "**ساڳاھ**" ۽ "**ساچاھ**" کي ساڳي معنيٰ واري لفظ جون ٻہ صورتون سمجھيون آهن. تنھنڪري لفظ "**ساڳاھ**" جي معنيٰ سمجھڻ ۽ چيتڻ لکيائين. اسان جي تحقيق مطابق ٻيئي لفظ معنيٰ توڙي لفظي هيئيت ۽ حيثيت ۾ بلڪل مختلف آهن.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بہ ٽي بيت "**ساڳاهيم**" لفظ وارا لکيا آهن. هن صاحب بہ "**ڪين ساڳاهيم**" جي معني "مون ڌيان نہ ڏنو، مون خيال نہ ڪيو، مون محسوس نہ ڪيو، نہ سمجھيو" لکي آهي. هن صاحب بہ ڊاڪٽر گربخشاڻي واري لکيل معنيٰ لکي آهي. ائين ڪٿي چئجي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر گربخشاڻي جي تقليد ڪئي آهي.
ڪلياڻ آڏواڻي صاحب معنيٰ لکي آهي، "اي جانب مون ڪِينَ چيتيو ۽ ڪيئي غفلتون ڪيم" (ص 249)
اسان مٿين صاحبن ڪانپوءِ ٻانھي خان شيخ جي لکيل معنيٰ جو جائزو ورتو آهي. هن صاحب لکيو آهي. "مون ساڳاهيو مون سمجھيو يا مون هوش ڪِئو" هن صاحب بہ نھايت ئي غلط معنيٰ لکي آهي.

اسان جي رهبري ۾ رهنمائي خود حضرت پٽ ڌڻيءَ جن جا بيت ڪندا رهيا آهن.

قارئين ڪرام! لفظ "**سڱ**" جي معنيٰ آهي رشتو، مِٽي مائٽي وارو واسطو ۽ تعلق انهيءَ لفظ منجهان هنن لفظن جي لڙهي نهي ٿي. سڱ، سڱوئي، سڱيٽي،سڱابندي، ساڱاهڻ معنيٰ سڱ بند ڪرڻ، مٽي مائٽي ڪرڻ. سڱ منجهان سڱابندي لفظ نهيو.

الفاظ سڄ، ساڄهہ، ساڄهہ وند. ساڄاءُ جي معنيٰ سمجهہ، ڄاڻ سڄاڻ. اهو لفظ ڪٿي ساڄاءِ ۽ ڪٿي ساڄاهہ بہ لکبو ۽ ڳالهائبو آهي. اسان اوهان کي ٻنهين لفظن جي الڳ معنيٰ ۽ صورت خطيءَ جي حقيقت کان آگاهہ ڪرڻ لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي هڪ ٻئي بيت ۾ بہ لفظ استعمال ڪري "**سڱ ۽ سڄ**" جي معنيٰ چٽي ڪري ڏيکارڻ سان گڏ هي بہ ثابت ڪري ڏيکاريون ٿا تہ ٻيئي لفظ "**ساڱاهہ**" ۽ "**ساڄاهہ**" هڪجهڙا نہ آهن ۽ نہ ڪي معنيٰ ۾ هڪجهڙائي ٿا رکن. اِهي ٻيئي لفظ، هڪ بيت ۾ هي آهن.

نڪا ڪُن فَيَڪُون هُئي، نڪو لڳ لِحم،
ٻٽيو هو نہ ٻُتَ ۾، اجان ڪين آدم،
مون توهين سين "**سڱ**"، اها "**ساڄاءِ**" سُپرين.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سر مارئي ص 26_550)

انهيءَ بيت جي ٽين مصرع سڱ ۽ سڄ يا ساڱاهہ ۽ ساڄاهہ ۾ معنيٰ جو سڌو سنئون فرق ڏيکاري ٿي. انهن لفظن جي تحقيقي آڌار تي يقين سان چئي ۽ لکي سگهون ٿا تہ بيت جي هن مصرع:

"ڪين "**ساڱاهيم**" سُپرين. ڄاڙون ڪيم ڄال"



۾ لفظ "**ساڱاهيم**" غلط لکيو ويو آهي.هن بيت ۾ "**ساڄاهيم**" لفظ لکبو.

**ب. ڪال، ڪالهہ**: حضرت پٽ ڌڻي جي هن ٻن مصرعن واري بيت ۾ بہ قافيا آهن. هڪ "**ڄال**" ۽ ٻيو "**ڪال**" اهي ٻيئي درست قافيا ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيا آهن .مگر شمس العماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ٻانهي خان شيخ هڪ قافيو "**ڄال**" ۽ ٻيو قافيو "**ڪالهہ**" لکيو آهي. اهو قافيو غلط لکيو اٿن.

اسان، تحقيق بعد بيت جي هي صورتخطي درست سمجهون ٿا.

**ڪين "ساڄاهيم" سُپرين، ڄاڙون ڪيم ڄال،**
**سو ڏا مونکي "ڪال"، موٽي منهن ۾ آئيون.**

*****

# سُر ليلان چنيسر

*********

مَٽيو ناهہ مَٽُيون، جِو تون پَسي هارُ هرڪئن،
اَصل آهي اڳِهين، سنديون ڪُوڙڪَٽيُون،
اِن گهوڙن هَنئي گَهٽيون، دوسِنئان دورِ ڪيون.
(ديوان تارا چند شوقيرام شاهه جو رسالو سُر ليلا چنيسر صہ 486)

مَٽيون ناهِ مَٽِيون، جو تون پَسِي هارُ هرڪيئين،
اَصَل آهي اڳِهين، سندو ڪُوڙڪَٽِيون،
اِن گهوڙن هنئي گهٽيُون، دوسنئا دُور ڪِئُون.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سُر ليلا چنيسر صہ 524)

مَٽِيو ناهِ مَٽِيُون، جو تُون پَسي هارُ هرڪِئِين،
اصلِ آهي اَڳِهين، سَنديُون ڪوڙڪِٽيُون،
اِنَ گهوڙَن هَنئي گَهٽيُون، دوسَنِئان دوُر ڪَيون.
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سُر ليلا چنيسر صہ 226.6)

مَٽيُون سو نہ مٽيُون، جو تون پَسي هارُ هرڪيين،
اَصل آهي اَڳِهين، سندو ڪُوڙڪَٽِيُون،
اِنَ گهوڙَن هَنئي گَهٽيُون، دوسنِئان دور ڪِيون.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009 وارو سُر ليلا چنيسر صہ 271.4)

مَٽِيُون تَان نَہ مُٽِيُون، جو تُون پسِي هَارُ هِرڪِي،
اَصل آهي اڳِهين، سَندو ڪُوڙڪَٽيُون،
گهوڙَن هَئِيي گُهٽِيُون، دوستنئان دُور ڪَيُون.
(ڀانهون خان شيخ شاهه جو رسالو ليلا چنيسر صہ 197.10)



مٽيون تان نہ مٽيو، جو تون پَسِي هار هرِڪيين،
اصل آهي اڳِهين، سندو ڪُوڙڪَٽِيُون،
ڳوڙهن هَنيئي گهٽيون، دوستنِئان دُور ڪيون.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ صہ 489.90)

مَٽيو ناهہ مٽيون، جو تون پَسي هارَ هرڪئن،
اصل آهي اڳِهين، سنَديون ڪُوڙڪَٽِيون،
اِن گهوڙَن هنئي گهَٽيون، دوسنئان دورِ ڪيون.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سر ليلا چنيسر ص 658 بااختيار ادارو سال 1994)

مَٽيو ناهہ مٽيون، جو تون پَسي هارُ هرڪئن،
اصل آهي اڳِهين، سَنديون ڪُوڙڪَٽِيون،
اِن گهوڙَن هنَئي گهَٽيون، دوسَنِئان دُورِ ڪيون.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سر ليلا چنيسر ص 534 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

مَٽيون ناه مٽِيون، جو تُون پَسي هارَ هرڪئِين،
اَصَل آهي اڳِهين، سَندو ڪُوڙڪَٽِيُون،
اِنَ گهوڙَن هنَئِي گهِٽيُون، دوسنئا دُور ڪيُون.
(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سُر ليلا چنسر ص 575 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (مٽيو ناهہ مٽيون، مٽيو سو نہ مٽيو، مٽيو تان نہ مٽيو)، (گهوڙن، ڳوڙهن)، (سنديون، سندو)

**الف. مٽيو ناهہ مٽيون، مٽيو سو نہ مٽيو، مٽيو تان نہ مٽيو:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي "**مٽيو ناهہ مٽيون**" لکيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**مٽيو سو نہ مٽيون**" لکيو آهي.

ٻانهي شيخ ۽ ممتاز مرزا "**مٽيو تان نہ مٽيون**" لکيو آهي. تنهي ادبي ڏرين مختلف الفاظ لکيا آهن. اسانجي تحقيق موجب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ وارو لکيل "**مٽيو سو نہ مٽيو**" بهتر فقرو آهي. ڇا ڪاڻ تہ هن فقري ۾ مٽيي کي ٻين مٽين سان ڀيٽيو ويو آهي. اسان جي تحقيق مطابق هن فقري جي معنيٰ آهي "اي ليلان جيڪو مٽيون تون ڪونئرو کان حاصل ڪيو سو اهو مٽيو نہ آهي جيڪو چنيسر جي مقابلي ۾ بهتر هجي.

ب: **گهوڙن، ڳوڙهن:** ديوان تاراچند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ٻانهي خان شيخ "**گهوڙن هنئي گهٽيون**" لکيو آهي.

ممتاز مرزا "**ڳوڙهن هنيئي گهٽيون**" لکيو آهي.

گنج شريف اصل ننڍي سائيز جي 489 صفحي تي اهو بيت جنءَ اصل صورت خطي ۾ لکيل آهي تيئن ئي پيش ڪجي ٿو.

منيءَ تا نہ منيءَ، جو ٿُن پسي هار هر ڪي،
اصل آهي اڪہ، سندو ڪور ڪريءَ،
ڪورن هئي ڪنئيءَ، دوستنئان دور ڪيءَ.

جديد صورت خطي ۾ ممتاز مرزا بہ اهو بيت لکيو آهي، مگر گنج جي جديد صورت خطيءَ کي لکڻ وقت اُهي اصول وساري وينو. جيڪي هن صاحب گنج شريف جي ص 8 ۽ 9 تي لکيا آهن.

"**ڪ**" برابر "**گ**" اکر جي ۽ "**ر**" برابر "**ڙ**" ۽ "**ڻ**" اکر جي



ان کان علاوه گنج ۾ ڪاتب طرفان "**ک**" اکر کي ڪٿي "**ڪ**" اکر ۾ بدلائي ۽ ڪٿي "**ڪ**" اکر کي "ک" اکر ۾ بدلائي لکيو ويو آهي. اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**گهوڙن**" جو سر ليلان چنيسر سان ڪو واسطو نہ آهي. اهو لفظ گهوڙن بجاءِ "**ڳُوڙن**" يعني "ڪروڙ مان نيل مٽيا" مناسب لڳي ٿو.

گنج ۾ لکيل قديم صورت خطي واري بيت کي جديد صروت خطيءَ ۾ لکيو آهي.

**مٽيون تا نہ مٽيون، جو تون پسي هار هرڪيين،**
**اصل آهي اڳهين، سندو "ڪُوڙڪَٽيون"،**
**"ڪُوڙن" هٽي گهٽيون، دوستنئان دور ڪيون.**

**معنيٰ:** سچن موتين نہ مگر ڪچن (ڪانچ) مٽين. لالچي عورتن کي دوکي ۾ آٽي ڇڏيو. اي ليلان! تو جيڪو مٽيو سمجهيو آهي. اهو مٽيون تہ نہ آهي، جنهن کي هار سمجهي هر ڪجي چنيسر جي بدلي ۾ ورتو اٿيئي. اهو تہ اصل کان ئي ڪُروڙَ ڪچ ۽ ڪانچ جي مٽين جو هار آهي.انهن ڪُروڙَ ۽ ڪانچ (شيشو) جي مٽين گهٽين ئي لالچي عورتن کي دوستن کان ڏار ڪري ڇڏيو.

*****

چَنيسر چَورنگ، ٻرنَگو لوڪ ٻئو،
تنهن سين چِنيو سنڱ، وجيو هارَ هٽُ ڇُهين.

(ديوان تارا چند شوقيرام شاھ جو رسالو 1900ع سر ليلا چنيسر صہ 490)

چَنيسَرُ چورَنگُ، ٻہ رَنگو لوڪُ ٻِئو،
تنهہ سين چِنئو سَنگُ، وَجِئو هارَ هَٽُ ڇُهِين.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر ليلا چنيسر صہ 272.16)

چَنيسَرُ چَورِنگُ، ٻرنگو لوڪ ٻيو،
تنهن سين چِنيِو سَنگ، وَجِيو هارَ هَٽُ ڇُهِين.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سر ليلا چنيسر صہ 225.03)

چنيسرُ چئو رنگُ، ٻرنَگو لوڪُ ٻئو،
تنهہ سين چِنِئو سَنگُ، وجئو هارَ هٽُ ڇُهين.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو ليلا چنيسر صہ 523)

چَنيسَرُ چئو رنگون، ٻہ رنگون لوڪُ ٻئو،
تنهن سين چِنيو سَنگُ، وجيو هارُ هَٽِ ڇُهين.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ صہ 484)

چَنيسَرُ چَوءُ رَنگُ، ٻہ رنَگُ لوڪ ٻِئو،
تَنهِن سين چِنِئو سنڱ، وَجِئو هَارُ هَٽِ ڇُهين.

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو ليلا چنيسر صہ 210/12)

چنيسر چو رنگ، ٻرنگُو لوڪ ٻئو،
تنهنسين چِنئو سڱ، وَجيو هار هٽ ڇُهين.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر ليلا چنيسر ص 669 بااختيار ادارو سال 1994)



چَنيسَرَ چَو رنگُ ٻرَنگُو لوڪُ ٻِيو،
تَنهِن سِين چِنيو سڱ، وَجيو هارَ هٽُ ڇُهين.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر ليلا چنيسر ص 538 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

چَنيسر چَوءِ رنَگُ، ٻرنَگُو لوڪُ ٻيو،
تنهن سين چنيو سڱ، وجيو هار هٽ ڇُهِين.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر ليلا چنيسر ص 574 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (چورنگ، چئو رنگون، چوءُ رنگ)، (چنيو سنگ، چنيو سڱ)

**الف.** چورنگ، چئو رنگون، چوءُ رنگ: سڀني ليکڪن ۽ محققن "**چنيسر چورنگ**" لکيو آهي صحيح نہ لکيو اٿن. ڇاڪاڻ تہ بيت جو ٻي مصرع وارو آخري قافيو "**سنڱ**" آهي تنهنڪري "**چورنڱ**" لکڻ گهرجي ها. اڪر "ڱ" جي مٿان ہ نقطا ڏيڻ گهرجن ها.
ممتاز مرزا "**چئورنگون**" فقرو لکيو آهي، غلط لکيو اٿس. اهو هن ڪري ٿا چئون تہ "**چئورنگون**" لفظ قافيي طور استعمال ٿي نہ ٿو سگهي. ڇاڪاڻ تہ چورڱ ۽ سڱ بيت جا ہ قافيا آهن.

**ب.** چنيو سنگ، چنيو سڱ: لفظ "**سڱ**" ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ٻانهي خان شيخ برابر لکيو آهي. مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**سنگ**" غلط لکيو آهي.
سنڌ ۾ الفاظ، رڱ، رڱيل، رڱيندو، رڱيندس وغيره اڳ عام مروج هئا. "**رنگ**" ۽ "**رڱ**" جي معنيٰ ہ ساڳي آهي. لفظ "**رڱ**" جي ثبوت لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت مثال طور لکڻ مناسب سمجهان ٿو.

پَرَ تَوو پنهونءَ جو سَهائِي سياهُ،
مُنهُ ڏيئي مُون، آئيو رَنگا رَنگي راهُ،
پِهِرين ڏِيندا پاهُ، پوءِ رڱِيندا رڱَ ۾.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو سر ڪوهياري ص 226.2)

هن بيت ۾ تہ **"رنگا رنگي"** ۽ **"رڱيندا رڱ ۾"** چار ئي رڱ ۽ رنگ سان واسطو رکندڙ الفاظ آهن. اهو ثبوت ثابت ڪري ٿو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بحث هيٺ آيل بيت جو پهريون قافيو **"رڱ"** آهي.

ٻي قافيي جو وڏي ۾ وڏو ثبوت تہ ليلان ۽ چنيسر جي ٿيل شاديءَ جو آهي، ٻيئي راجا ۽ راڻي هئا، زال ۽ مڙس هئا، پتي ۽ پتني هئا. پوءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي محقق حضرات ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ممتاز مرزا ڪي ڇا اها سُڌ ڪا نہ هئي؟ يقين سان چوان ۽ لکان ٿو تہ ايترا جاهل نہ هئا جو **"سڱ ۽ سنگ"** الفاظ جو فرق محسوس نہ ڪري سگهن. پڪ ڄاڻيو تہ هنن صاحبن بيتن تي تحقيق نہ ڪئي،

اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جا ٻيئي قافيا "رَڱ" ۽ "سَڱ" آهن. ڪنهن بہ صاحب ٻئي قافيا درست نہ لکيا آهن.

اسان جي تحقيق ۽ تصحيح بعد بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

**چنيسر "چو رنگ"، بہ رنگو لوڪ ٻِئو،**
**تنهن سين "چنيو سڱ"، وجيو هار هٿ ڇُهين؟**

*****



**توجو پانيو هارُ، سو سورن جو سڱڙو،**
**چنيسر چِت ڪٽي، ٿيو پور هيت جو پار،**
**اَوَٽِتِ جو آچار، ڪانڌ ڪنهن سين مَ ڪَري.**

(ديوان تارا چند شوقيرام شاهہ جو رسالو سر ليلا چنيسر ص 489 سال 1900)

**جو تو پانيو هارُ، سو سورَن جو سَڱَرو،**
**چنيسر چِتُ ڪٽِي، ٿئو پور هِيَت جو پارُ،**
**اَوٽتِ جو آچارُ، ڪانڌُ ڪهِين سين مَ ڪري.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي سر ليلا چنيسر جلد ص 524/09 سال)

**تو جو پانيو هارُ، سو سُورَن جو سَڱَرو،**
**چنيَسُر چِتُ ڪَٽي، ٿِيو پور هَيَتِ جو پارُ،**
**اَوَٽت جو آچَارُ، ڪانڌ ڪَنهِين سين مَ ڪَري.**

(ڪلياڻ آڏواڻي سر ليلا چنيسر ص 226/07)

**جو تو پانيو هارُ، سو سُورَن جو سَڱڙو،**
**چَنيسَر چِتُ ڪَٽِي، ٿئو پور هَتِ جو پارُ،**
**اَوٽت جو آچارُ، ڪانڌُ ڪَنهين سِين نہ ڪَري.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع وارو 273.5 سر سر ليلا چنيسر)

**جو تو پانيو هار، سو سورن سندو سنگهرو،**
**چنيسر چت ڪٽي، ٿيو پور هيت جو پار،**
**اوٽت جو آچار، شل ڪانڌ ڪنهين سين نہ ڪري.**

(ٻانهون خان شيخ سر ليلا چنيسر 198/12)

**تـوجـو پـانـيـو هـار، سـو سـورن جـو سـڳـڙو،**
**چـنـيـسرچـت ڪـٽـي، ٿـيـو پـورهـيـت جـو پـار،**
**اَوٽِـت جـو آچار، ڪـانـڌ ڪـنـهـسـيـن مَ ڪـري.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سر ليلا چنيسر ص 667 با اختيار ادارو سال 1994)

**تـوجـو پـانـيـو هـارُ، سـو سُـوَرَنَ جـو سَـڳِـڙو،**
**چَـنـيـسَرَچِـت ڪـٽـي، ٿـيـو پـورهـيـت جـو يـارُ،**
**اَوٽِـتِ جـو آچار، ڪـانـڌ ڪِـنـهـنـسِـيـن مَ ڪَـري.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي بيگ شاهہ جو رسالو سر ليلا چنيسر ص 537 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009ع)

**جـوتـو پـانـيـو هـار، سـو سُـورَن جـو سَـڳـڙو،**
**چَـنـيـسَرَچِـتَ ڪَـٽِـي، ٿِـيو پورِهـيَـتِ جـو پـار،**
**اوٽَـتِ جـو آچار، ڪـانـڌُ ڪـهـيـن سـيـن ڪـري.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سر ليلا چنيسر ص 575 سال 1993)

**نوٽ:** گنج شريف ۾ اهو بيت لکيل ئي نہ آهي.

حاجي محمّد سمي وارو لکيل رسالو قديم نسخن منجهان هڪ آهي. ان ۾ بہ مٿيون بيت لکيل نہ آهي. مگر گهڻن مرتب ۽ محقق صاحبن اهو بيت پنهنجن ترتيب ڏنل رسالن ۾ لکيو آهي. تنهنڪري بيت کي سڌاري لکڻ ضروري سمجهيوسون.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ** : (سڱرو، سڳڙو، سنگهرو)، (پار، يار)

**الف.** __سڱرو، سڳڙو، سنگهرو:__ ڊاڪٽر گربخشاڻي بيت جي پهرين مصرع ۾ لفظ **"سڱرو"** لکيو آهي. ڪلياڻ آڏواڻي بہ لفظ **"سڱرو"** لکيو آهي، جنهن جي معنيٰ ڪلياڻ آڏواڻي **"سنگهر"** لکي آهي،



حاشي ۾ لکيو اٿس "سورن جو ڳٽ". (ص 226 بيت نمبر 7)
لفظ **"سڱرو"** غلط لکيو اٿس ۽ معنيٰ بہ درست نہ لکي اٿس.
شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ان لفظ کي **"سڳڙو"** لکيو آهي، اهو لفظ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي علمي حد کي ڇُهي ئي نہ ٿو. سون جي زنجير کي سونو سڳو يا سونو سڳڙو تہ چئبو آهي پر هي تہ سونو سڳڙو ڪونئرو جو هيو ۽ ڪونئرو جو اهو سونو سڳو ڪونئرو لاءِ تہ سونو سڳڙو واقعي هيو، مگر ليلان لاءِ اهو سڳڙو نہ مگر **"سنگهرو"** يعنيٰ سنگهر، رسو ڦاهي هئي. حضرت پٽ ڌڻيءَ تڏهن تہ پنهنجي زبان مبارڪ سان ليلان کي ميار ڏيندي فرمايو:

"تـوجـو پانيو هار، سـو سـورن جو سنگهرو"

اي ليلان جنهن کي تون هار سمجهين ٿي، سو دراصل سورن جو **"سنگهر"** يعني زنجير آهي. اي ليلان تون لالچ ۾ پئجي ان هار کي ڳچي ۾ پائي حقيقت ۾ سورن جي سنگهر ۾ سراپا جڪڙجي ويئي آهين.

**ب.** __پار، يار:__ سواءِ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي، باقي صاحبن لفظ **"پار"** لکيو آهي. مولانا صاحب هي لفظ نامناسب لکيو آهي. چنيسر پورهيت (ڪونئروءَ) جو تہ هار جي بدلي ۾ مڙس ٿيو هُيو. ليلان هار ورتو تہ ليلان جي غلطي سببان چنيسر پورهيت جو پار يعنيٰ پاسو ورتو، طرف دار ٿيو، مگر **"يار"** تہ نہ بڻيو هيو.
اسان جي تحقيق مطابق لفظ **"يار"** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ نہ ٿو سونهين.

تحقيق بعد حضرت پٽ ڏٽيءَ جي بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

**تو جو پانيو هار، سو سورن جو "سنگهرو"،**
**چنيسر چت ڪٽي، ٿيو پورهيت جي "پار"،**
**اوٹت جو آچار، ڪانڌ ڪنهين سين مَ ڪري.**

*****



**نَڪي هو ٻانهُنِ ۾، نَڪي ڳِرِ هُئُوم،**
**نہ سِينڌِ نہ سُرمون، نَہ سينگارُ ڪَيوم،**
**تيلانِهين ڪانڌُ سَندوم، رُڪوئي رَءِ ڪٽي.**
(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سر ليلا چنيسر ص488 سال1900)

**نَہ ڪين ٻاهڙِيَن ۾، نہ ڪين ڳَرَهُئُوم،**
**نہ مون سِينڌ نہ سُرمون، نہ سينگارُ ڪِئُوم،**
**تيلاهہ ڪانڌُ سندوم، رکوئي رَءِ ڳڙي.**
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سر ليلا چنيسر صہ524.10)

**نہ ڪي ٻانَهڙِيُن ۾، نہ ڪي ڳَرهُئُوم،**
**نہ مُون سينڌِ نہ سُرمو، نہ سينگارُ ڪَيو م،**
**تيلانهہ ڪانڌ سَندوم، رکوئِي رَءِ ڳِڙي.**
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو ليلا چنيسر صہ226.8)

**نَڪِي ٻَانهَڙِيُن ۾، نَڪِي ڳَرهو م**
**نَہ سُرمُون نَہ سُونَهَن، ڪَا نَہ سِينگَارُ ڪِئُوم،**
**تَڏِهين پِرِين سَندوم، رُڪو ئي رَءِ ڪَٽي.**
(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سر ليلا چنيسر صہ 215.11)

**نہ ڪين ٻانهڙينِ ۾، نہ ڪين گهَرهئُوم،**
**نہ سُرمون نہ سونهن ڪا، نہ سينگارُ ڪِئُو م،**
**تڏهن پرينءَ سندوم، رُڳو ئي رءِ گَهٽي.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ صہ488)

**نَڪي هو ٻانهُن ۾ نَڪي ڳِرِهُئُوم،**
**نہ سِينڌ نہ سُرمون، نہ سينگار ڪَيوم،**
**تيلانهين ڪانڌ سندوم، رکوئي رَءِ ڪٽي.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سر ليلا چنيسر ص664 با اختيار ادارو سال1994)

نَڪي ھو ٻانھُن ۾، نَڪي ڳُرھُئوم،
نہ سِينڌِ نہ سُرمو، نہ سينگارُ ڪَيوم،
تيلانھين ڪانڌُ سَندوم، رُڪوئي رَءِ ڪٽي.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر ليلا چنيسر ص 536 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

نَہ ڪين ٻانھڙين ۾، نہ ڪِين ڳرھيوم،
نہ مون سينڌ نہ سُرمون، نہ سِينگار ڪيوم،
تيلانھن ڪانڌ سندوم، رُڪوئِي رَي ڳڙي.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر ليلا چنيسر ص 575 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ٻاھڙين، ٻانھڙين، ٻانھن ۾)، (ڳر ھئوم، ڳرھوم، گھر ھئوم)، (نہ مون سينڌ نہ سُرمون، نو سُرمون نہ سونھن)، (تيلانھين، تيلانھہ، تڏھين)، (رکوئي رَءِ ڳڙي، رکوئي رءِ ڪٽي، رڳوئي رءِ گھٽي).

**نوٽ:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جو ھي بيت تڪبر ڪان پاڪ، نھٺائي ۽ نماٽائي جي اظھار وارا بيت آھي. افسوس! ڊاڪٽر بلوچ ھي بيت نہ لکيو.

**الف. ٻاھڙين، ٻانھڙين، ٻانھن ۾:** ڊاڪٽر گربخشاڻي **"ٻاھڙين"** لفظ اڳ اڪري سنڌي ۾ لکيو آھي. انھي قديم سنڌي صورت خطيءَ واري لفظ کي جديد صورت خطيءَ ۾ **"ٻانھڙين"** لکبو تہ سيڪو پڙھي ۽ سمجھي سگھندو.

ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانھي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا لفظ **"ٻانھڙين"** لکي دل کي تراوت پھچائي آھي. شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ **"ٻانھن"** لکيو آھي. مگر **"ٻانھڙين"** لفظ ٻين کان



بھتر لڳي ٿو اھو ھن ڪري جو اھو لفظ گنج شريف ۾ **"ٻانھڙين"** لکيل آھي.

**ب. ڳر ھئوم، ڳرھوم، گھر ھئوم:** جن صاحبن "ڳرھئوم، ڳرھوم" الفاظ بيت ۾ لکيا آھن تن اصل لفظ **"ڳر"** کي نہ سمجھيو. ۽ جن لفظ **"گھر"** لکيو تن بہ غلط لکيو. اھو لفظ **"ڳر"** يعنيٰ **"ڳل"**، **"ڳچي"** آھي. **"نہ ڪي ڳل ھئوم"** جي معنيٰ آھي "ڳچي ۾ نہ ھار، نہ سونو سڳو نہ دُري ھئي منھنجي ڳچي، منھنجو ڳل ٻُسو ھيو".

**ت. نہ مون سينڌ نہ سُرمون، نہ سُرمون نہ سونھن:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي، **"سينڌ نہ سُرمون"** لکيو آھي.

مگر ممتاز مرزا، گنج جي ڪاتب ۽ ٻانھي خان شيخ **"نہ سرمون نہ سونھن ڪا"** لکي ھي ثابت ڪيو آھي تہ ھنن صاحبن حضرت جن جي سُر ليلان چنيسر جو چڱيءَ طرح مطالعو نہ ڪيو آھي. تنھنڪري ليلان لاءِ لکيو اٿن تہ **"سونھن نہ ھيس"**. حالانڪہ ليلان جي سُونھن بابت حضرت پٽ ڌڻيءَ جو ھي بيت:

ڍڪڻ مٿي ڍول جا، جڏھن پُوچا ڏنم پير،
مُون ٻانيو تنھن وير، ڪوجھي ڪندو ڀَر ڀڙي.

ڪلياڻ آڏواڻي مٿين بيت جي معنيٰ لکي آھي.

شادي رات پنھنجي جانب جا پير ڍڪڻ مٿان ڏنگا ڏنم مون انھيءَ ويل ئي سمجھيو تہ ھو مون پري جھڙي ٻانھن کي ڪنھن ڏينھن اپوڳي سمجھي ڇڏي ڏيندو. (ص 227) پريڙي (سن. پرياڙي) محبوبڙي،

معشوقڙي، پيارڙي زال (ص 621).

انهي مثال ڏيڻ منجهان منهنجي مراد آهي تہ ٻانهي خان شيخ حضرت جن جي زيرِ بحث آيل بيت جي ٻي مصرع جو چوٿون فُقرو **"نہ سرمون نہ سونهن ڪا"** ناموزون ۽ نا مناسب لکيو آهي.

**ث. <u>تيلانهين، تيلانهہ، تڏهين</u>:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفي قاسمي لفظ **"تيلانهين"** لکيو. ٻانهي خان شيخ، ممتاز مرزا لفظ **"تڏهين ۽ تڏهن"** لکيو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي لفظ **"تيلانهہ"** لکيو آهي.

لفظ **"تيلانهہ"** سيني کان وڌيڪ مناسب آهي. لفظ **"تيلانهين"** ماترائن ۾ وڌي ٿو. لفظ **"تڏهن"** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي مخصوص انداز منجهان نہ آهي. اهو لفظ ڪنهن فقير ڪاتب کي لکرائي ڇڏيو.

**ج. <u>رکوئي رَءِ ڳڙي، رکوئي رءِ ڪٽي، رڳوئي رءِ گهٽي</u>:** بيت جي آخري مصرع جي ٻي اڌ کي، ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ٻانهي خان شيخ **"رکوئي رءِ ڪٽي"** لکيو آهي.

هنن صاحبن لفظ **"رکوئي"** تي غور نہ ڪيو جيڪڏهن غور ڪرن ها تہ **"رکو"** کي **"رڳو"** لکن ها.

ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي **"رُءِ ڳڙي"** غلط لکيو آهي.

ممتاز مرزا **"رَءِ گهٽي"** لکيو آهي مطلب تہ سيني محققن ۽ مرتبن غلط فقرو لکيو آهي.

انهن صاحبن جي لفظي اختلاف کي مٽائڻ لاءِ اسان کي مٿين لفظن



بابت تحقيق ڪرڻي پيئي، سڀ کان پهريائين اسان لفظ .**رکوئي ۽ رڳوئي**" تي ويچار ڪيو تہ اسان کي **"رُکوئي"** لفظ ناموزون هن ڪري معلوم ٿيو تہ هن بيت ۾ راءِ ڪٽڻ جي ڳالهہ آهي ۽ راءِ اُن جي ڪٽبي آهي جيڪو ٻين سڀنيءَ کان وڌيڪ پيارو هجي، وڌيڪ پياري هئڻ جا بيت ۾ سبب ڄاڻايل آهن. سندس ٻانهون ٻسيون آهن ٻانهن ۾ نہ ٻيڙو نہ ٻانهي ۽ ڪنگڻ اٿس. ڳر يعني ڳل يا ڳچي بہ خالي اٿس، ڳچي ۾ ڪو بہ هار پاتل نہ اٿس، ڪو سون جو سڳو نہ اٿس، ڪا سوني هيرن جواهرن واري يا خالي صرف چاندي جي تعويذڙي بہ ڪا نہ اٿس. هن پاڻ سان ڪجهہ بہ نہ رکيو آهي، جسم تي ڪو زيور نہ پاتو اٿس، تنهنڪري سندس ڪانڌ مٿس مهربان ٿيو آهي ۽ مهربان بہ اهڙو جو "رڳوئي راءِ ڪٽي ٿو" جيڪا بہ راءِ ڏئي ٿي، جيڪا بہ زبان منجهان ڳالهہ ڪڍي ٿي سا سندس مڃجي ٿي، اهو هن ڪري جو هن جو ڪانڌ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي فرمان موجب:

اوڏو آ اڻ هوند کي، هوندئان هوت پري،
ساجن تن سري، "لا" سين لڏين جي.

(ڊاڪٽر بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر معذور صہ 197.25)

بيت جي سيني لفظن جي چنڊ ڇاڻ بعد بيت جي پڙهڻي هن صورت ۾ بيهي ٿي.

**نہ کي ٻانهڙين ۾، نہ کي "ڳل" هُيوم،**
**"نہ مون سينڌ نہ سرمون"، نہ سينگار ڪيوم،**
**تيلانہ ڪانڌ سندوم، "رڳوئي راءِ ڪٽي".**

*****

# سُر ڪاموڏ

❀❀❀❀❀❀❀

ڪاريون ڪوجهيون ڪُوڙِيُون، مُور نہ موچارِيون،
وٺِي ويِٺيون واٽَ تي، ڪِڪيءَ جون ڪارِيُون،
اُنِهين جُون آريُون، سَمي رِي ڪيرُ سَهي.
(ديوان تارا چند شوقي رام شاھ جو رسالو سر ڪاموڏ ص 641 سال 1900)

ڪاريون ڪوجهيون ڪُوَڙيون، مُور نہ موچاريون،
وٺِي ويٺيون واٽَ تي ڪِڪِيَ جَيون ڪاريون،
اُنِين جيون آريُون، سَمي رِءَ ڪير سَهي.
(گربخشاڻي ڊاڪٽر شاھ جو رسالو سر ڪاموڏ/نوري ڄام تماچي ص 11۔581)

ڪاريُون ڪوجِهيُون ڪُوَڙِيُون، مُنهِ نہ موچاريُون،
وَٺِي ويٺِيُون واٽَ تي، ڪِڪِيءَ جيُون ڪارِيُون،
اُنِي جيون آريُون، سَمي ريءَ ڪيرُ سَهي.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع وارو سر ڪاموڏ ص 12۔280)

ڪارِيُون ڪوجهيون ڪُوَڙيون. مُور نہ موچاريون.
وَٺي ويٺِيُون واٽ تي، ڪِڪِي جُون ڪاريُون.
اُنِين جُون آرِيون، سَمي رِي ڪيرُ سَهي؟
(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سر ڪاموڏ ص 6۔287)

ڪَارِيُون ڪوجِهيُون ڪُوَڙِيُون، مور نہ موچاريون
وَٺِي ويٺِيُون واٽَ تي، ڪِڪِي جُون ڪارِيُون،
اُنِين جُون آرِيُون، سَمي رِءَ ڪير سَهي.
(ٻانهون شيخ شاھ جو رسالو سر ڪاموڏ ص 13۔536)



ڪَارِيون ڪُوجهيون ڪُـوڙيون، مورُ نہ موچاريون،
وٺي ويٺيون واٽ تي ڪڪيءَ جيون ڪاريون،
اُنين جيَون آريون، سَمين رِي ڪيرُ سَهي.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي م ص 820)

ڪارِيون ڪوجهيُون ڪُوڙَيون، مُورِ نہ موچاريُون،
وَٺي ويٺيون واٽ تي، ڪِڪِيءَ جون ڪاريُون،
اُنهين جون آريون، سَمي رِيءَ ڪيرُ سَهي؟
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر ڪاموڏ ص 896 بااختيار ادارو سال 1994)

ڪاريُون ڪوجِهيُون ڪُوڙيون، مُور نہ موچاريُون،
وَٺي ويٺِيُون واٽ تي، ڪِڪِيءَ جون ڪارَيُون،
اُنهين جون آرِيُون، سمي ري ڪير سهي.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر ڪاموڏ ص 705 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

ڪارِيُون ڪوجِهيون ڪُوڙِيُون، مُور نَہ موچارِيُون،
وَٺي ويٺِيون واٽ تي، ڪِڪِيءَ جَيُون ڪاريون،
اُنهين جيون آريون، سمي ريءَ ڪيرَ سَهي.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر ڪاموڏ ص 343 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

## تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ: (ڪُوَڙيون، ڪُوڙِيون)

الف. ڪُوَڙيون، ڪُوڙِيون: ڊاڪٽر گربخشاڻي، مٿين بيت جي پهرين مصرع جو ٽيون لفظ "ڪُوَڙيون" لکيو آهي. لفظ "ڪُوَڙي" جي معنيٰ "ٻچڙن وڙن واري، نالائق ۽ ڪميني" (ص 737 جو بيت نمبر 11) لکي اٿس. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "ڪُوَڙيون" جي معنيٰ لکي آهي، "وڙ ۾ وجهہ ۾ ڊليون".

ديوان تارا چند، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ **”ڪُوڙيون“** لکيو آهي. انهن صاحبن بہ لفظ درست نہ لکيو آهي.

قارئين ڪرام! اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ حضرت پٺ ڌڻيءَ ڪينجهر جي مهاڻين کي ڪُوڙيون نہ فرمايو آهي. حضرت پٺ ڌڻيءَ هرگز نہ چيو آهي تہ مهاڻيون بد خصلت ۽ بڇڙن وڙن يعني برن لڇڻن واريون ۽ ڪُوَڙيون يا ڪُوڙيون آهن. محقق ۽ مرتب صاحبان جيڪڏهن حضرت پٺ ڌڻيءَ جي نظريي کي سامهون رکي لفظن تي غور ڪرن ها تہ ڪينجهر جي مهاڻين لاءِ الفاظ **”ڪُوَڙيون ۽ ڪُوڙيون“** هرگز استعمال نہ ڪرن ها.

ممتاز مرزا گنج جي قديم صورت خطيءَ کي جديد صورت خطيءَ ۾ بدلائي لکڻ جا اصول تہ لکيا آهن مگر اُنهن تي عمل هن ڪري نہ ڪيائين جو هن کان اڳ ٻن ڊاڪٽرن تصديق ۽ تحقيق بعد لفظ **”ڪُوَڙيون“**، حضرت پٺ ڌڻيءَ جي بيت ۾ لکي معنيٰ بہ رقم ڪري ڇڏي هئي. اها ممتاز مرزا صاحب جي ڊاڪٽر صاحبان لاءِ خوش فهمي هئي تہ ”جو ڪجهہ اِنهن صاحبن لکيو آهي سو درست آهي“.

ممتاز مرزا کي گنج جي صفحي نوَ (9) تي لکيل اصول ۽ قانون موجب اکر ”ڙ“ کي ”ڻ“ ۾ بدلائڻو هيو بيت جي نوعيت کي ڏسي انهي اصول مطابق بيت ۾ استعمال ڪيل لفظ **”ڪُوَڙيون“** کي **”ڪُوَڻيون“** لکي ها. جنهن جي معنيٰ ٿئي ٿي ”نہ وڙندڙ اڻ پاوڻيون“.

تحقيق بعد حضرت پٺ ڌڻي جي چيل بيت جي جديد صورت خطيءَ هي بيهي ٿي:



**ڪاريون ڪوجهيُون ”ڪُوَڻيون“، مُور نہ موچاريون،**
**وڻي ويڻيون واڻ تي، ڪڪيءَ جون ڪاريُون،**
**اُنهِيَن جون آريون، سمي ريءَ ڪير سَهي؟**

**معنيٰ:** رنگ جون ڪاريون، نَڪين ناسين اڪيين ڪُوَڻِيُون اڻ وڻندڙ ۽ مُور نہ موچاريون، مڇيءَ وڪڻڻ لاءِ بدبوءِ دار ڪاريون ڪڻيو واڻ تي ويڻيون آهن. انهن جون آريون . انهن جا انگل ۽ ناز نخرا سمي سردار ڪانسواءِ ٻيو ڪير سهي؟

✲✲✲✲✲✲

**تون سمو آءٌ گندري، مون ۾ عيبن وِيھہ،**
**پَسي ميئڪي ڏيءَ، متان ماگر مٿئين.**
(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سُرڪاموڏ ص 640)

**تون سَمُون آئون گنَدِرِي، مون ۾ِ عيبَنِ وِيھہَ،**
**پَسِي مِئَڪِي ڏِيءَ، مَتان ماگرِ مَٿِيين.**
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سُرڪاموڏ ص 4-580)

**تون سَمُون آءٌ گندِرِي، مُون ۾ عَيبَنِ وِيھہَ،**
**پَسِي مِئَڪِي ڏِيءَ، متان ماڳرِ مَٿِيين.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سرڪاموڏ ص 4-278)

**تُون سَمُون آئون گندَرِي، مُون ۾ عَيبَن وِيھہَ،**
**پَسِي مِيءَ ڪِي ڏيءَ، مڇڻ ماڳر مٿيين.**
(ٻانھون خان شيخ شاھ جو رسالو سرڪاموڏ 4-533)

**تون سَمون آئون گندِري، مُون ۾ عيبن وِيھہَ،**
**پسِي مِئَڪِي ڏِيءَ، مَڇڻ مَاڳر مَٿَيين.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ سرڪاموڏ ص 44-827)

**تون سمون آئون گندري، مُون ۾ عيبن ويھہ،**
**پسي ميئڪي ڏيءَ، مڇڻ ماگر مٿئين.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرڪاموڏ ص 895 بااختيار ادارو سال 1994)

**تُون سَمو آءٌ گَنَدري، مُون ۾ عَيبَن وِيھہ،**
**پسَي ميئڪي ڏيءَ، متان ماگر مٿيين.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرڪاموڏ ص 704 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)



**تُون سَمُون آئُون گَندري، عيب مُون ۾ ويھہ،**
**پَسي مِئڪي ڏيءَ، مَتان ماگر مٿيين.**
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُرڪاموڏ ص 341 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تحصيح طلب الفاظ:** (ويھہ). (مڇڻ ماڳر. متان ماگر. متان مان ڳر)

**الف.** ويھہ: ڪاتبن ۽ سيني مرتب ۽ محقق حضرات بيت جو پھريون قافيو **"ويھہ"** (20) لکيو آهي. نهايت ئي نامناسب لکيو اٿن. حضرت پٽ ڌڻي جي بيت جي پھرين قافيي **"ويھہ"** جي معنيٰ ٻانھي خان شيخ **"گھڻو انداز"** لکي آهي.
قارئين ڪرام! ويھن (20) جي معنيٰ ويھہ ئي ٿيندي ۽ نہ **"گھڻو انداز"** ٿيندي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بہ ٻانھي خان شيخ وانگر **"ويھہ"** جي معنيٰ **"ويھہ عيب، گھڻا عيب"** لکي آهي.
زيرِ بحث آيل بيت جي تسلسل وارا ڪجھہ هي بيت بہ ملاحظہ فرمايو.

تون سمون آءٌ گندري، مون ۾ عيب اپار،
پسي لِيءَ لغار، متان ماڳر مٿيين،

تون سمون آءٌ گندري، مون ۾ عيبن لک،
هن منھنجي حال جي، تو کي سڀ پرک،
ڪارڻ رب الک، متان ماڳر مٿيين.

انھن بيتن ۾ اپار عيب، لک عيب لکيل آهن. تہ پوءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ هن زيرِ بحث آيل بيت ۾ عيب فقط ويھہ ڇو ڄاڻائي؟ حضرت پٽ

ڏٽيءَ جئن پوءِ ٽئن مئڪي (نوري) جي عيبن جي شمار ۾ تہ واڌ پئي آندي آهي. **"اپار"** ايترا گهڻا عيب جو انهن جا پار ۽ پتا ڏيئي نہ سگهجن بيان ڪري نہ سگهجن. وري عدد ڳڻڻ شروع ڪيائين تہ عيبن لک يعني لکين عيب. وري ان بعد ڪوڙن يعني ڪروڙين عيب. ان بعد عيبن جي **"وِيءَ"** فرمايائين. **ويءَ** چئبو آهي اهڙي چراگاهہ کي ۽ اهڙي زمين کي، جتي بي انداز گاهہ، ٻوٽا ۽ وڻڪار هجي ڏاڍي ساوڪ ۽ سبزي هجي جنهن ۾ پيدا ٿيل گاهہ، وڻن ۽ ٻوٽن جو اندازو ۽ ڪاٿو ڪري نہ سگهجي. اهو لفظ **"ويءَ"** بيت جي پهرين مصرع جو قافيو آهي. تحقيق بعد بيت جي مصرع ۾ لفظ **"ويءَ"** ملاحظہ فرمايو:

> تون سمون آئون گندري، مُون ۾ عيبن **"ويءَ"**

ب. <u>مچڻ ماڳر، متان ماڱر، متان مان ڳر</u>: ڊاڪٽر گربخشاڻي لفظ **"ماڱر"** جي معنيٰ هڪ ذات جا مهاڻا، ماڱر مان مراد نوري (ص 736) لکيو آهي.

ڊاڪٽر بلوچ **"مان ڳر"** جي معنيٰ **"مان ڪي"** لکي آهي. (ص 278).

لفظ جي معنيٰ نامناسب لکي اٿس اهو هن ڪري چئون ٿا تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي نوري کي فقط پنهنجو فڪر نہ هيو مگر پوري ماڱر قبيلي جي ڳڻتي هُيس. تنهنڪري چيائين:

> پَسي مَيئڪي ڏِيءَ، مَتان **"ماڱرِ"** متيين

ٻانهي خان شيخ صاحب، **"ماڳر"** جي معنيٰ "مهاڻن جي هڪ قبيلي جو نالو" لکي آهي. نئي ۾ چار سال گذاري آيو آهيان. مهاڻن جي



هڪ پاڙي کي اڪثر ماڻهو "ماڱر ۽ ٿورا ماڻهو ماڳر" ڪوٺيندا آهن. اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ ڊاڪٽر گربخشاڻي جو لفظ **"ماڱر"** درست آهي.

اسان تحقيق ڪرڻ بعد هن نتيجي تي پهتا آهيون تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي پهرين ۽ آخري صورت هي آهي.

> **تُون سَمُون آئون گَندرِي، مُون ۾ عيَبن "ويءَ"،**
> **پَسِي مَيئڪي ڏِيءَ، مَتان "ماڱرِ" متيين.**

*****

# سُر سورٺ

*******

ڪَنجهي ڪِيرَتِ ڪِينِرو، واڄو وِلاتي،
هَنئي تَند حُضور ۾، تنهن پارِس پيراتي،
ڏِسنديئي ڏياچ ڪي، ظاهر ٿيو ذاتي،
ڪَڍي تَنهن ڪاتي، وِڍو ڪرٽُ ڪَپارَ ۾.

(ديوان تارا چند شوقي رام شاهه جو رسالو سر سورٺ ص 351 سال 1900)

ڪَنجهي ڪِيرَتِ، ڪِينَرو، واڄو وِلاتِي،
هنئي تندُ حُضورَ ۾، تِه پارِسَ پيراتي،
ڏِسَندِهِ ڏياچَ ڪي، ظاهِرَ ٿِئو ذاتِي،
ڪَڍي تِههِ ڪاتِي، وِڍو ڪَرٽُ ڪَپارُ ۾.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو ٽي جلد سر سورٺ ص 11ـ596)

ڪَنجهي ڪيرت ڪِينَرو، واڄو وِلاتي،
هَنئي تَندُ حُضُورَ ۾، تَنهن پارِسَ پيراتي،
ڏِسنديئي ڏِياچ ڪي، ظاهِر ٿِيو ذاتي،
ڪڍي تَنهِن ڪاتِي، وِڍو ڪَرٽُ ڪَپارَ ۾.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سر سورٺ 08ـ311)

ڪَنجهي ڪِيرَتِ ڪِينرو، واڄو وِلاتِي،
هَنئِي تَندُ حُضُورَ ۾، تنهه پارَس پيراتي،
سُٽيدِهِين سُلطانَ ڪي، ظاهر ٿِئو ذاتِي،
ڪڍِي تِنهِه ڪاتِي، وِڍو ڪَرَٽُ ڪَپَارَ ۾.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع وارو سر سورٺ ص 07ـ288)



ڪَنجِهي ڪِيرَت ڪِينِرو، واَڄو وِلاتِي،
هَنئِي تَند حُضُورَ ۾، تَنهِن پَانوَ پيرَاتِي،
ڏِسندي ڏِيَاچَ ڪي، ظَاهِرتِئو ذَاتِي،
ڪَڍِي تَنهِن ڪَاتِي، وِڍو ڪَرٽَ ڪَپارَ ۾.

(ڀانهون شيخ شاهه جو رسالو سر سورٺ 379 سن 2000ع)

ڪَنجهي ڪيرت ڪينرو، واڄو وِلاتي،
هنئي تند حضور ۾، تنهن پانَو پيراتي،
ڏسندي ڏياچ ڪي، ظاهر ٿيو ذاتي،
ڪڍي تنهن ڪاتي، وڍو ڪَرٽُ ڪپار ۾.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 423)

ڪِنجهي ڪيرت ڪِينرو، واڄو ولاتي،
هنئي تند حضور ۾، تنهن پارس پيراتي،
سُٽديئي سلطان ڪي، ظاهر ٿيو ذاتي،
ڪڍندي ڪاتي، وڍائين ڪرٽُ ڪپارَ ۾.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سر سورٺ ص 445 بااختيار ادارو سال 1994)

ڪَنجهِي ڪِيرَتِ ڪِينرو، واڄو وِلائتي،
هَنئي تَند حضُور ۾، تنهن پارِسَ پيرَاتي،
ڏسنديئي ڏِياچَ ڪي، ظاهر ٿيو ذاتي،
ڪڍي تنهن ڪاتِي، وِڍو ڪَرٽ ڪَپارَ ۾.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سر سورٺ ص 392 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

ڪَنجهي ڪِيرَتِ ڪِينرو، واڄو وِلاتي،
هَنئِي تَندُ حُضورَ ۾، تِنهن پارِسَ پيراتي،
ڏِسندي ڏِياچ ڪي، ظاهِرُ ٿِيو ذاتِي،
ڪَڍي تِنهن ڪاتِي، وِڍو ڪَرَٽَ ڪَپارَ ۾.

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سُر سورٺ ص 105 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ**: (ڪنجهي)، (پارس، پانو)، (ڏسندئي، سٽيدهين، ڏسندي، سٽندئي)، (ڪيي، ڪيندي)، (وڏو، وڏائين).

**الف. ڪنجهي**: سڀني ڪاتبن، ليکڪن ۽ محققن پهرين مصرع جو لفظ "**ڪنجهي**" لکيو آهي.

- ڪلياڻ آڏواڻي لفظ "**ڪنجهي**" جي معنيٰ "رُون رون ڪري" لکي آهي. (ص 8_311)
- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ معنيٰ لکي آهي "ڪنجهي جو پٽل مثل ڪنجي جو ڏاتو" (ص 07_288)
- ٻانهي خان شيخ "**ڪنجهي**" جي معنيٰ لکي آهي "ساز جو قسم" (ص 739).

قارئين ڪرام! سڀني صاحبن لفظ غلط لکيو آهي تہ معنيٰ بابت بہ ڏڪا هنيا اٿن. اسان جي تحقيق مطابق اهو لفظ "**ڪنجهي**" نہ آهي ۽ نہ "**ڪِنجهي**" آهي مگر اهو لفظ آهي "**ڪَنجي**".
"ڪانج ڏيئي، چڪي" ساز جي تارن کي ناهڻ يا چڪڻ واري عمل کي ڪانج ڏيڻ چئبو آهي. گنج جي قديم صورت خطيءَ ۾ اها مصرع لکيل آهي:

"**ڪنجي ڪيرت ڪينرو واڄو ولاتي**"

تنهن ڪري هنن صاحبن لفظ "**ڪنجهي**" لکيو. جيڪڏهن قديم سنڌي اڏ اکري صورت خطي تي غور ۽ فڪر ڪرن ها تہ هنن کي لفظ "**ڪنجي**" سمجهہ ۾ اچي ها.
اسان جي تحقيق بعد مصرع ملاحظہ فرمايو:



"**ڪَنجي**" ڪيرت ڪينرو واڄو ولاتي

يعنيٰ ٻيجل ولائتي واڄي (ڪينري) جي تارن کي ڪانج ڏيئي تيار ڪيو.

**ب: پارس، پانو:** جن صاحبن لفظ "**پارس**" لکيو آهي سي آهن، ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. انهن صاحبن جو لکيل لفظ "**پارس**" نامناسب ۽ نا موزون آهي.
قارئين ڪرام! پارس جي هي خوبي آهي تہ جڏهن لوهہ کي لڳي تہ لوهہ کي سون بڻائي ڇڏي.
ٻيجل کي پارس سڏڻ نا مناسب هن ڪري آهي جو هن راءِ ڏياچ جو سر وڍيو پوءِ پارس ڪٿان ٿيو؟ پارس تہ راجا راءِ ڏياچ هيو جنهن جي بدولت ٻيجل سڄي دنيا ۾ بهترين ڳائڻو تسليم ڪيو ويو آهي.
اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**پانوَ**" درست آهي جنهن جي معنيٰ آهي "سازندن ۾ سُريلو ۽ قابل چارڻ".

**ت. ڏسنڌئي، سٽيدهين، ڏسندي، سٽندئي:** اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**ڏسنديئي**" نهايت ئي موزون آهي. ڇا ڪاڻ تہ بيت جي لکت مطابق ٻيجل راءِ ڏياچ کي ڏسنديئي سامهون اچي سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو.

**ث. ڪيي، ڪيندي:** اسان انهن ٻنهي لفظن تي تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ "**ڪيي تنهن ڪاتي**" درست فقرو آهي. ان جي مقابلي ۾ "**ڪيندي ڪاتي**" نا موزون فقرو آهي. ڇا ڪاڻ تہ

**"ڪيندي ڪاتي"** اهڙو فقرو آهي جنهن منجهان معلوم ٿئي ٿو ته راءِ ڏياج کي ڪاتي جي خبر نه هئي، ٻيجل اوچتي ڪاتي ڪيندي ئي سندس ڪنڌ تي وهائي. اهو فقرو غلط آهي. راءِ ڏياج ٻيجل کي چيو:

وڍِ سـر تي سرهو، مر ڪي آءُ مر ڳاءُ،

(عثمان علي انصاري، شاهه جو رسالو سُر سورٺ ص 459 سال 2013 سنڌ ثقافت کاتو)

تنهن کان پوءِ ٻيجل ڪاتي ڪڍي، تنهنڪري "ڪڍي تنهن ڪاتي" فقرو درست آهي.

**ج. وڏو، وڏائين:** اسان جي تحقيق مطابق لفظ "وڏو" بيت جي مصرع ۾ مناسب لڳي ٿو. ڇا ڪاڻ ته لفظ **"وڏائين"** جون ماترائون وڌن ٿيون جيڪي ردم ۽ سُر تار ۾ خلل پيدا ڪن ٿيون.

تحقيق بعد حضرت پٽ ڌڻي جي بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

**"ڪنجي" ڪيرت ڪينرو، واڇو ولاتي،**
**هنئين تند حضور ۾، تنهن "پانوَ" پيراتي،**
**"ڏسندي" ڏياچ کي، ظاهر ٿيو ذاتي،**
**ڪڍي تنهن ڪاتي، "وڏو"، ڪرت ڪُپارَ ۾.**

*****



**ڳُلُ ڇنو ڳرنار جو، پَٽَڻ ٽِيون پِٽِين،**
**سَهسين سورٺ جهڙيون، اُپيون اوسارِين،**
**چوتا چارڻَ هٿ ۾، سُرسِينگاريو ڏِين،**
**نارِيُون ناز ڪَرِين، راجا رات رَم گيو.**

(ديوان تارا چند شوقيرام شاهه جو رسالو 1900ع سرسورٺ ص 352)

**ڳُلُ ڇنو ڳرنارَ جو، پَٽَڻ ٽيون پٽين،**
**سهسين سورَٺِ جِهڙيون، اُپيُون اوسارين،**
**چوتا چارَڻَ هَٿَ ۾، سُرسينگارئو ڏِين،**
**ناريون ناڏ ڪَرِين، راجا رات رَمَگيو.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو 1993ع سرسورٺ ص 12-596)

**ڳُلَ ڇنو ڳرنارَ جو، پَٽَڻُ ٽِيُون پٽين،**
**سَهسِين سورَٺ جِهڙيُون، اُپيُون اوسارين،**
**چوتو چارَڻَ هٿ ۾، سُرسينگارئو ڏِين،**
**ناريون ناڏ ڪَرِين، راجا راتِ رَم گيو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرسورٺ ص 11-293)

**ڳُلَ ڇنو ڳرنارَ جو پَٽَڻ ٽِيُون پٽِين،**
**سَهَسين سوَرٺ جَهِڙيُون، اُپيُون اوسارِين،**
**چوتا چارَڻَ هَٿَ ۾، سُرسينگاريو ڏِين،**
**نارِيُون ناڏ ڪَرِين، راجا راتِ رَمَگيو.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرسورٺ ص 9-312)

**ڳُل ڇنو ڳرنار جو، پَٽَڻ ٽِيون پِٽِين،**
**سهسين سورٺ جهڙيون، اُپيون اوسارِين،**

چوٿو چارڻ هٿ ۾، سُرسينگارِيو ڏِيِنِ،
نارِين نازُ ڪرين، تہ راجا رات رَمِ ڳيو.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ سرسورٺ ص 422)

ڳُلَ چِنَو گِرنَارِ جو، پَٽَنِ ٽِيُون پِٽِين،
سَهسين سُورٺ جهَڙِيون، اُپِيُون اوسَارِينِ،
چوٿو چَارَڻَ هَٿَ ۾، سِرُسِينگارِئو ڏين،
نَارِيُون نَازُ ڪَرِينِ، تَہ رَاجَا رات رَمِ ڳيَو.

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرسورٺ ص 6-385)

ڳُل چنو گِرنار جو، پَٽَڻ ٽيون پِٽين،
سهسين سورٺ جهڙيون اُپيون اوسارِين،
چوٿا چارڻ هٿ ۾، سِرُسينگاريو ڏين،
نارِيُون ناز ڪَرِين، راجا راتَ رم ڳيو.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرسورٺ ص 462 با اختيار ادارو سال 1994)

ڳل چنو گِرنار جو، پٽڻ ٽيون پٽين،
سهسين سورٺ جهڙيون، اُپيون اوسارين،
چوٿا چارڻ هٿ ۾، سرسينگاريو ڏين،
ناريون ناڏ ڪرين، راجا رات رمگيو.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُرسورٺ ص 106 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

ڳُلُ چنو گِرنارَ جو، پٽڻ ٽِيُون پِٽيِن،
سَهسِين سورٺ جهڙيُون، اُپيون اوسِارِين،
چوٿا چارَڻ هَٿَ ۾، سرسِينگاري ڏڙين،
نارِيُون ناڏ ڪَرِين، راجا راتِ رَم ڳيو.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرسورٺ ص 393 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)



**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ناڏ ڪرين، ناز ڪرين، ناڏ ڪرين)

**الف. ناڏ ڪرين، ناز ڪرين، ناڏ ڪرين:** حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سنڌ ڌرتي، ربّ پرتي جي ٻولي، تواريخ، جاگرافي تهذيب ۽ تمدن جو اَمين آهي. هن بزرگ اسان کي قديم سنڌ (ڏکڻ سنڌ، گجرات، ڪاٺياواڙ وغيره) جي سنڌيءَ راجا جي **وچن جي پالنا** ۽ ٻيجل جي سازَ ۽ آواز واري جادو جو اثر رکندڙ ڪهاڻي ۽ ان جي پڄاڻي جو ٻي مثال منظر پنهنجي انهي بيت ۾ چٽو ۽ واضح فرمايو آهي. مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، علامہ آءِ آءِ قاضي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏوڻي تحقيق نہ ڪئي، جيڪڏهن تحقيق ڪرن ها تہ گنج شريف، ديوان تارا چند ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي رسالي ۾ لکيل لفظ "**ناز**" کي اهميت ڏيئي پنهنجي رسالي ۾ شامل ڪرن ها. حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ الفاظ "**ناڏ**" ۽ "**ناڌ**" لکيائون. لفظ "**ناڏ**" جنهن جي معنيٰ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي آهي، "ناريون معنيٰ توبون ۽ ناڏ معنيٰ وڏا ڏماڪا. (ص 293 جي حاشي)

افسوس آهي جو بيت ۾ مخصوص لفظ "**ناز**" جي هيراڦيري ڪري حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي پيغام کي اصلي روپ ۾ عوام الناس تائين نہ پهچايو ويو. قديم سنڌين جي "**وچن**" پاڙڻ واري خاص خصلت ۽ خوبي کي ڇُپائي سنڌ جي تواريخ کي ڇيهو رسايو ويو آهي.

قارئين ڪرام! "**ناريون ناز ڪرين**" جي اصل حقيقت هن ريت آهي تہ جُهونا ڳڙهہ جو "راءِ دياس جنهن کي راءِ ڏياچ چوندا آهيون، ان ۽ گجرات جي راجا درلڀ سين جي پاڻ ۾ دُشمني هئي هڪ ڏينهن

ٻيجل چارڻ، دُرلڀ سين کي اچي چيو تہ "دياس جو سر آڻي اوهان جي قدمن ۾ رکان"؟

"درلڀ سين چيو قبول، نہ صرف مال متاع مِلُندءِ پر دربار ۾ وڏو درجو بہ پائيندين".

"ٻيجل راءِ ڏياچ جي قلعي وٽ پهچي، وينو راءِ ڏياچ جي واڪاڻ ڪرڻ، ڏياچ دريءَ منجهان مُنهن ٻاهر ڪڍي چيو "گُهر جيڪي گهرڻو هجيئي" ٻيجل وراڻيو "مون کي ديدار درڪار آهي. مٿي سڏايوم، تہ اوهان سان هڪ ڳجهي ڳالهہ ڪرڻي اٿم". راءِ ڏياچ ٻيجل کي پاڻ وٽ مٿي گهرايو ٻيجل ويجهو اچي چيو:

"چَوَڙا سمن جي سردار راءِ دياس جي جئي"

راءِ دياس چيس گهر، جيڪي گهرجيئي. ٻيجل هٿ جوڙي چيو "آئون گهران تہ، گهٽو ئي پر جي تون ڏيڻ کان انڪار ڪرين، تہ مُفت تنهنجي گلا ٿيندي، مون کي فقط انهيءَ ڳالهہ جو اُلڪو آهي".

"ڏياچ چيو تون ڪو بہ الڪو نہ ڪر، آئون تو کي وچن ڏيان ٿو تہ جيڪي بہ مگندين سو گهڙيءَ ۾ مِلُندءِ. چارڻ ٻيجل، هٿ جوڙي وينتي ڪئي تہ "**دياس مون کي تنهنجو مٿو دان ۾ گهرجي**".

"راءِ دياس چيو، بس گُهري گُهري بہ مٿو گُهريءِ. انهيءَ سَڪٽي هڏ مان تو کي ڇا هڙ حاصل ٿيندو"؟ ٻيجل وراڻيو:

"رواجي چارڻ وانگر مال متاع جو بکيو نہ آهيان، ارادو اٿم تہ اهڙو انوکو ۽ نئون دان مڱان جو **مُلڪان مُلڪ مشهور ٿي وڃان**".

"دياس راءِ وراڻيو":

"تنهنجي هرو ڀرو اها اِڇا (مرضي) آهي تہ آئون تو کي پنهنجو مٿو وڏي خوشيءَ سان ڏيندس".



"اوڦتو ماڻهوءَ جو آواز سُڻي سورٺ جو ساهہ سُڪي ويو. اندر ڪمري ۾ گهڙي آئي چارڻ کي ڏسندي ئي سپنو دل تي تري آيس. هڪدم هِنيون هارجي ويُس. ٻيجل کي گهڻيون ئي وينتيون ڪيائين. وڏا وڏا انعام ۽ اڪرام آڇيائين پر ٻيجل باز نہ آيو.

ايتري ۾ راءِ دياس جي پيڻ آئي. اُها حقيقت کان واقف ٿي، پوءِ ويچار ڪيائين تہ، منهنجو ڀاءُ وچن کان ٿو ڦري تہ، اسان جي **ڪُل** (ڪُر، ڪٽنب) تي هميشہ لاءِ ڪارنهن جو ٽڪو لڳي ويندو سو همتائي چيائين:

"وڍي ڏي ٿُون وِيرَ، مٿو مڱڻهار کي".

اِهي آواز ٻڌي راءِ دياس جي ماءُ (رُوڙي ٻائي) بہ ڊوڙندي آئي. سارو حال حقيقت هِنيين (دل) لائي پٽ جي پنيءَ ٺَپري چيائينس "شاباس مٽان پنهنجي ٻول کان ڦريو آهين سِر ڏي تہ سرهو ٿئين".

سس ۽ نِڻان جي اهڙي سَتيا ڏِسي سورٺ بہ پتيءَ کي نمسڪار ڪري چيو "پراڻ ناٿ! اوهين بيشڪ پنهنجي **وچن جو پالن ڪريو**" هي اوهان جي داسي بہ اوهان سان گڏ سرڳ ۾ هلي اوهان جي شيوا ڪندي". راءِ دياس جو من هاڻ خوشيءَ ۾ نہ پيو ماپي هٿ ٻڌي سيني کان موڪلائي چارڻ کي چيائين:

"وِڍِ سِرُ ٿي سرهو، مَ ڪِين آءٌ مَ ڳاءُ
جاجڪ تو مٿاءُ، ملڪ مِڙوئي گهوريان".

حضرت پٽ ڌڻيءَ تہ قديم سنڌ ڌرتي جي سُورمي ۽ سورمين جي واڪاڻ جي اظهار لاءِ بيت فرمايو تہ جيئن پوري دنيا ۾ هر ايندڙ نسل کي پتو پوي تہ سنڌ ڌرتي اهڙا سپوت پيدا ڪيا جن پنهنجي وچن

جي پالنا ڪندي سر ڏيئي سرهائي حاصل ڪئي.

اسان تحقيق ڪري **"ناڏ ۽ ناڏ"** بجاءِ **"ناز"** لفظ ثابت ڪيو آهي. اهو **"ناز"** لفظ گنج شريف، ديوان تارا چند ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ جي ترتيت ڏنل "شاهہ جو رسالو" ۾ بہ لکيل آهي.

اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻي جو بيت هن صورت ۾ بيهي ٿو:

**ڳُلَ چِنو گِرنارَ جو، پنڻ ٿيون پِٽِينَ،**
**سَهسِين سُورَتَ جِهَڙيُون، اُپيُون اوسارينَ،**
**چوٿو چارڻ هَٿَ ۾، سِرُسِينگارِيو ڏِينِ،**
**نَارِيُون "نازَ ڪرِينِ"، راجا رَاتَ رَمَ گِيو.**

*****



**چارَڻُ تُنهنجي چنگ، جو عجب آهم ايُ،**
**هَٽين اُپيو هٿن سِين، جِيَرو رَکيو جي،**
**راتِ منهنجو رِيُ، ڪاٽيو تو ڪُماچ سين.**

(ديوان تارا چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سر سورٺ ص 349)

**چارَڻَ تُهجي چنگَ جو، عجبُ آهِمَ اِيءُ،**
**هَٽِي اُپيو هَٿنِ سِين، جِيرو رکئو جِيءَ،**
**راتِ مُهجو رِيُ، ڪاٽئو تو ڪُماچَ سِين.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سر سورٺ ص 3-595)

**چارَڻَ تُنهنجي چَنگَ جو، عَجَبُ آهِمِ اِيّ،**
**هَٽي اُپيو هَتَن سين، جِئرو رکِيو جِيّ،**
**رات مُنهنجو رِيّ، ڪاٽيو تو ڪُماچَ سين،**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سر سورٺ ص 3-310)

**چارَڻَ تُنهنجي چَنگ جو، عَجَبُ آهِمِ ايءُ،**
**هَٽين اُپيو هٿن سِين، جِئرو رکيو جيءَ،**
**راتِ منهنجو رِيءُ، ڪاٽيو تو ڪماچَ سِين.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر سورٺ 4-288

**چَارَڻَ تُنهِنجِي چَنگَ جو، عَجَبُ آهِم اِيءُ،**
**جِيئَن هَٽين اپُو هَتَن سين، جيئَرو رکئو جيءُ،**
**رِاتِ مُنهِنجو رِيحُ، ڪَاٽِئو تو ڪُماچ سين.**

(پانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سر سورٺ ص 70-374)

**چارڻَ تنهنجي چنگ جو، عجب آهيم ايُ،**
**جيئَن هَٽي اُپو هَٿن سين، جيئرو رکيو جيُ،**
**رات منهنجو ريحُ ڪاٽيو تو ڪماچ سين.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 38-418)

**چارڻ تـنـهـنجي چـنـگ جو، عجب آهـم اِيّ،**
**هـيـريـن اُيـو هـتـن سـيـن، جيـئـرو رڪـيـو جيءُ،**
**راتَ مُـنـهـنجو ريّ، ڪـاتـيـو تـو ڪُـماچ سيـن.**

(شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سرسورٺ ص 442 بااختيار ادارو سال 1994)

**چارَڻ تنهنجي چنگُ جو، عجب آهيم اِيّ،**
**هَـٽـيـن ايـو هـتـن سـيـن، جيـئـرو رڪـيـو جيُ،**
**راتِ مُنهنجو رِيُ، ڪـاتـيـو تـو ڪُـماچ سيـن.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرسورٺ ص 391 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**چارَڻَ تَـنهِـنجي چَـنگَ جو، عَجَبَ آهِـمِ اِيءُ،**
**هَـٽـي اُيـو هـتـنِ سِـيـن، جـئـرو رڪِـيـو جـيءُ،**
**راتِ مُنهنجو رِيءُ، ڪـاتِـيـو تـو ڪَـماچَ سِين.**

(علامه آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُرسورٺ ص 104 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

## تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ: (ريُ، ريح)

**الف. ريُ، ريح:** ڊاڪٽر گربخشاڻي (ص 781) تي **"ريُ"** جي معني "ردو (سن هرديہ) هينئڙو دل، روح، جيءَ" لکي آهي.

ڊاڪٽر بلوچ **"ري"** (ريح) جي معني **"دُمواري هوا"** لکي آهي. ڪيتري نہ ڪريل معنيٰ لکي اٿس. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي معنيٰ مطابق مصرع جي معنيٰ ٿئي ٿي. "تو ڪماچ وڄائي منهنجي دمواري هوا يعني ڦوسي ڪڍي ڇڏي.

ڪلياڻ آڏواڻي ٽين مصرع جي معنيٰ لکي آهي:

"تو رات منهنجو هنئون پنهنجي چنگ سان چيري وڌو" (ص 310)

اهي سموريون معنائون ڏکي تي لکيل آهن. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي فرمايل اصل لفظ کي محقق ۽ مرتب حضرات سمجهي ئي نہ سگهيا.



قديم سنڌي صورت خطي ۾ "ء" حمزي ۽ "ھ" هرڦي کي ضرورت آهر بدلائي لکيو ويندو هو.

"شاھ جو رسالو" تي تحقيق دوران جيڪڏهن ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ مختلف رسالن جو غور ۽ سوچ سان مطالعو ڪرن ها تہ مذڪوره بيت جي قافين کي **"ايءُ"** لکڻ بجاءِ **"ايھ"** ۽ **"جيءُ"** لکڻ بجاءِ **"جيھُ"** ۽ **"ريءُ"** لکڻ بجاءِ **"ريح"** لکن ها. حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت مثال طور ملاحظہ فرمايو:

تان ڪو ور ڪجاھ، ڪميٺي تي ڪيچيا،
آئـــون اوهان جي آهيان، ٻانهي ٻاروچاھ،
دلاســـي دوساھ، مـــتان مـــون کي ڇڏيو.

(عثمان علي انصاري، شاھ جو رسالو سُر حسيني ص 317 سال 2013 سنڌ ثقافت کاتو)

هن بيت ۾ اکر **"ھ"** وڌائي لفظ **"ڪُجاھ"** ٺاهيو ويو. **"ريح"** لفظ قافيي طور گنج شريف ۾ لکيل آهي، لفظ **"اي"** ۽ **"جي"** پٺيان اکر **"ھ"** وڌائجي ها تہ پوءِ قافيو ٺاهين ها **"ايھ، جيھ، ۽ ريح"**.

اسان جي تحقيق ۽ تصحيح بعد حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

**چَارَڻَ تُنهنجي چَنگَ جو، عجب آهِمِ ايھ،**
**هَـٽِـين اُيـو هـتَـن سِـيـن، جِيـئَـرو رڪـيو جيھ،**
**راتَ مُنهِنجو "رِيحَ"، ڪاتِيو تو ڪَماچَ سِين.**

**معنيٰ:** چارڻ تنهنجي چنگ جو هي عجب آهي جو تون بينو ٿو هٿن سان وڄائين پوءِ بہ تنهنجو جيءُ ۽ جسم جيئرو آهي. يعني تون حيات آهين. رات جو ڪماچ وڄائي جڏهن تہ منهنجو تو روح ئي تو ڪاٽي ڇڏيو.

*****

# سُر رِپ

*******

**چَتُرَرِهي نہ چِتُ، وَٽين واڳيو نہ رَهي،**
**رَئي لَتجي نَتُ، هِنئڙو واٽ وِرڪَ جِئن.**

(ديوان تارا چند شوقيرام شاھ جو رسالو 1900 سر رپ صہ 480)

**چَتُرَرَهي نَہ چِتُ، ويٺَن واڳئو نہ رَهي،**
**رَئي لَتِجي نِتُ، هِنيڙو واٽَ وِرڪَ جئن.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009 سر رپ صہ 297.38)

**چَتُرَرَهي نہ چِتُ، ويٺين واڳيو نہ رَهي،**
**رَئِي لَتِجي نِتُ، هِنيڙو واٽَ وِرڪَ جِئن.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سر رپ صہ 364/12)

**چتُر رهي نہ چت، ويٺي واڳيو نہ رهي،**
**رءِ لتجي نت، هنيون وات ورگهہ جئن.**

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سر رپ صہ 304.23)

**چَتُرَرهي نہ چِتُ، ويٺَن واڳيو نہ رَهي،**
**رِيَ لَتِجي نِت، هينئڙو واٽ وِرڳ جيئن.**

(ممتاز مرزا گنج جي جديد صورت خطيءَ ۾ صہ 572)

**چَترَرَهي نہ چِت، وَٽين واڳيو نہ رهي،**
**رَئي لَتجي نِتُ، هنئڙو واٽِ وِرڪَ جِئن.**

(شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر رپ ص 648 با اختيار ادارو سال 1994)



**چُترَرهي نہ چِتُ، ويٺن واڳيو نہ رهي،**
**رِيءَ لتَجي نِتُ، هنئڙو واٽ وِرڪ جئن.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر رپ ص 524 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**چَترَرَهي نہ چِتَ، وَٽين واڳيو نہ رَهي،**
**رئيءَ لَتِجي نِت، هِنئڙو واٽ وِرڪ جِئن.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر رپ ص 685 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (وٽين، ويٺن، ويٺين، ويٺي)، (ورڪ، ورگهہ، ورڳ)

**الف. وٽين، ويٺن، ويٺين، ويٺي:** لفظ "وٽين" شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي لکيو آهي. اهو لفظ بيت ۾ نا مناسب آهي، ڇاڪاڻ تہ "چت" "وٽن" سان نہ واڳبو آهي وڻ سان تہ جانور واڳبا ۽ ٻڌبا آهن. اسان جي تحقيق مطابق "چت" "ويٺن" سان واڳبو آهي.

"ويٺن" لفظ "ويڻ" جو جمع آهي. "ويڻ" جي معنيٰ آهي "نصيحت، وارا لفظ جيڪي عاشق جي دل کي رنجائين".

قارئين ڪرام! عاشق جي دل ڪنهن جي نصحيت ڪي، ڪنهن جي ويٺن کي قبول نہ ڪندي آهي، نصحيت هن کي ڏکي لڳندي آهي تنهنڪري عاشق چوندو آهي:

یہ کہاں کی دوستی ہے کہ بنے ہیں دوست ناصح،
کوئی چارہ ساز ہوتا، کوئی غم گسار ہوتا۔ (غالب)

اسان جي تحقيق موجب لفظ "ويٺين" مناسب آهي اهو لفظ ڪلياڻ

آڏواڻي پنھنجي ترتيب ڏنل "شاھ جو رسالو" واري بيت ۾ لکيو آھي. اھا مصرع ھي آھي.

"چتر رھي نہ چت، "**ويٽين**" واڳيو نہ رھي"

**ب. ورڪ، ورگھہ، ورڳ:** سيني محققن ۾ مرتب حضرات "**ورڪ، ورگھہ ۽ ورڳ**" الفاظ لکيا آھن. قديم سنڌي رسم الخط کي جديد سنڌي صورت خطيءَ ۾ آڻڻ بابت ممتاز مرزا "گنج جديد صورت خطي" ۾ صفحي 8 ۽ 9 (اٺ ۽ نو) تي اکر "ر" کي اکر "ڻ" ۾ بدلائي لکڻ وارو طريقو لکيو آھي، جنھن ۾ "**ک**" اکر کي "**ڪ**" اکر ۾ بدلائي لکڻ وارو طريقو پڻ لکيو آھي. مٿين راءِ کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ گنج جي ڪاتب جي لکت جو مثال پيش ڪريون ٿا.

**مثال 1: قديم صورت خطي ۾ :**

"ھُوجي پائين "**ڪان ڪمان**" ۾ تہ سينو سپر ڏيج" (گنج 209)

**جديد صورت خطي ۾:**

ھو جي پائين "ڪان ڪمان" ۾ تہ سينو سپر ڏيج

**مثال 2: قديم صورت خطي ۾ :**

"**وئوسج ورن تان راسِن ڏيئي رنگ**" (ص 45 گنج شريف)

**جديد صورت خطي ۾:**

"**ويو سج وڻن تان راسين ڏيئي رنگ**" (ص 45 گنج شريف)

انھيءَ اصول تحت اسان لفظ "**ورک**" جي "ر" کي "ڻ" ۾ بدلايو ۽ "ک" اکر کي "ڪ" اکر ۾ تبديل ڪيو آھي تہ اھو لفظ "**ورک**" ٿري "**وڻڪ**"



ٿي پيو آھي. "**وڻڪ**" لفظ جي معنيٰ آھي **وڻ** انھي وڻڪ لفظ جو جمع **وڻڪار** آھي. لفظ "**وڻڪ**" قافيي سان بہ ملي ٿو ۽ لفظ بہ با معنيٰ ٿيو آھي. اسان جي تحقيق جي تصديق لاءِ ھي ٿي مثال ملاحظہ فرمايو:

1. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**ورک**" لکيو آھي مگر معنيٰ "وڻ" لکي اٿس (ص 297)
2. ڪلياڻ آڏواڻي بہ لفظ "**ورک**" جي معنيٰ "وڻ" لکي آھي. (ص 364)
3. ٻانھي شيخ تہ لفظ "**ورگھہ**" لکيو آھي مگر معنيٰ "**ٻيٺل وڻ**" لکي آھي (ص 304)

مٿين تحقيق ۾ چنڊڇاڻ بعد بيت جي ھي صورت بيھي ٿي:

**چتر رھي نہ چت، "ويٽين" واڳيو نہ رھي،**
**رئي لٽجي نت، ھنئڙو واٽ "وڻڪ" جئن،**

**معنيٰ** : منھنجي دل، درماندي رھي ٿي، منھنجو ھنيو ھر دم اداس رھي ٿو طعنن ۽ مھڻن جي واڳ ۾ بہ واڳجي نہ ٿو ويھي ناصحانہ ويڻ بہ نہ ٿا وڻنس.

پرينءَ جي اچڻ جي اوسيئڙي ۾، ديوانہ وار دڳ تي بيٺل آھي رستي جي رَئي ۽ دڳ جي دز ۽ غمن جي غبار ۾ ائين لٽيل آھي جيئن راہ تي بيٺل وڻ لٽ ۾ لٽيل ھجي.

*****

# سُر رام ڪلي

*******

اندر رَلا رَلیُون، پَھرِ پَتولا،
انھيءَ پر ڪاپڙي، گڏھَ جا گولا.
(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سر رام ڪلي ص 464 سال 1900)

اَندَرِ رِلا رِلِيُون، پَھَر پَتولا،
اِنَ پَرِ ڪاپَڙي، گَڏھَ جا گولا.
(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سر رام ڪلي ص 419.5)

اندر رَلا رَلِيون، پَھرِ پتولا،
اِنَھيءَ پَرِ ڪاپڙي، صاحب جَا گھورا.
(ٻانھو خان شيخ شاھ جو رسالو سر رام ڪلي 86.17)

اندرِ رلا رليون، پَھرِ پتولا،
انھين پر ڪاپڙي، گڏھ جَا گھورا.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 571)

اَندرِ رلا رلَيُون، پھر پتولا،
انھيءَ پر ڪاپڙي، گڏھ جا گولا.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر رام ڪلي ص 629 ٻا اختيار ادارو سال 1994)

اندر رَلا رَلَيُون، پھر پتولا،
انھيءَ پَرِ ڪاپڙي، گڏھ جا گولا.
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر رام ڪلي ص 509 مھراڻ اڪيڊمي سال 2009)



**نوٽ:** علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اھو بيت نہ لکيو آھي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ان پر, انھيءَ پر, انھين پر), (گڏھ جا گولا , صاحب جا گھورا, گڏھ جا گھورا)

**الف: ان پر, انھيءَ پر, انھين پر:** هن بيت ۾ ٻي مصرع جو پھريون لفظ ڪلياڻ آڏواڻي **"ان پر"** لکيو آھي.
اھو لفظ ٻانھي خان شيخ **"انھيءَ پر"** لکيو آھي.
اھو لفظ ممتاز مرزا **"انھين پر "** لکيو آھي.
انھن لفظن جي معنيٰ ۾ فرق تہ نہ آھي مگر **"ان"** لفظ آواز ردم ۽ ماترائن ۾ گھٽ آھي تنھنڪري ڪلياڻ آڏواڻي طرفان بيت جي ٻي مصرع جو پھريون لفظ **"اِن"** نا مناسب لڳي ٿو. **"انھينءَ پر ڪاپڙي"** درست لڳي ٿو.

**ب. گڏھ جا گولا , صاحب جا گھورا, گڏھ جا گھورا:** ديوان تار چند, ڪلياڻ آڏواڻي ٻي مصرع جا آخري تي لفظ **"گڏھ جا گولا"** لکيو آھي.
ٻانھي خان شيخ **" صاحب جا گھورا"** لکيو آھي.
ممتاز مرزا **" گڏھ جا گھورا"** لکيو آھي.
ديوان تارا چند ۽ ڪلياڻ آڏواڻي ڪانسواءِ باقي ٻين ليکڪن صاحبن حضرت پٽ ڌڻي جي بيت جي قافين (قوافي) تي توجھ نہ ڏنو آھي. ڪنھن بہ صاحب اھو نہ سوچيو تہ "گڏھ جا گھورا ۽ گڏھ جا گولا" انھيءَ بيت ۾ ھو ڪھڙي خيال ڪان لکن ٿا؟
ديوان تارا چند ۽ ڪلياڻ آڏواڻي قافيا تہ واہ جو لکيا مگر قافين جھڙي ڪلياڻ آڏواڻي معنيٰ نہ لکي. ڪلياڻ آڏواڻي معنيٰ لکي آھي

"اندران ٽڳڙين جا پوش ۽ ٻاهران پٽ پٽيهر، اهڙي روش وارا جوڳي **گڏهہ جا غلام چئبا**".

قارئين ڪرام! الله پاڪ جي پوري مخلوق الله پاڪ جي عبديت ۾ آهي، يعني الله جا عبد آهن، الله جا غلام آهن، الله جي ئي غلامي ۾ انهن کي رهڻ گهرجي. تہ پوءِ جوڳي گڏهہ جا غلام ڇو ٿين؟

ڪاپڙي بہ ٻن قسمن جا آهن هڪڙا الله پاڪ جا غلام ۽ ٻيا شيطان جا چيلا.

حضرت پٽ ڌڻيءَ شيطان جي غلام ڪاپڙين جي ڀيٽ گڏهہ جهڙي جانور سان ڪئي آهي. ڪلياڻ آڏواڻي **"گڏهہ جا گولا"** لکيو آهي. اسان جي تحقيق مطابق اهو فقرو آهي **"گڏهہ جان گولا"** يعنيٰ گڏهہ وانگر، گڏهہ جهڙا گولا.

ٻنهي لفظن **"جا ۽ جان"** ۾ فرق صرف **"ن"** جو اسان وڌيڪ ڏنو آهي تہ بيت جي صورت بهتر ٿي آهي.

تحقيق مطابق بيت جي صورت هي بيهي ٿي.

**اندر رلا رليون، ٻهر پٽولا،**
**انهيءَ پر ڪاپڙي، "گڏهہ جان گولا".**

معنيٰ: ڪاپڙي جسم تي اڳڙين ٽڳڙين جا پوش پهري، مٿان ئن پٽ پٽيهر پائي عوام کي ٺڳن ٿا. اهڙي روش وارا ڪاپڙي ۽ جوڳي گڏهہ جان ۽ گڏهہ جهڙي صفت وارا، شيطان جا غلام آهن.

*****



**بَهرِ رَلا رَليُون، اَندر پَٽولا،**
**ان پر ڪاپڙي، خُدا جا گولا.**

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سر رامڪلي 464)

**بَهَر رِلا رِلِيُون، اَندَرِ پَٽولا،**
**اِنَ پَرِ ڪاپَڙي، خدا جا گولا.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سر رامڪلي 419.6)

**بَهر رَلا رَلِيُون، اندر پَٽولا،**
**انهين پَرِ ڪاپَڙي، گڏهِہ جَا گهورا.**

(ٻانهو خان شيخ شاهہ جو رسالو سر رامڪلي ص 86/16)

**ٻهر رلا رليون، اندر پٽولا،**
**انهي پر ڪاپڙي، خدا جا گولا.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سر رامڪلي ص 629 ٻاختيار ادارو سال 1994)

**بَهر رَلا رَليُون، اَندر پَٽولا،**
**انهي پر ڪاپڙي، خُدا جا گولا.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سر رامڪلي ص 509 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**نوٽ:** علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اهو بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (خدا جا گولا، گڏهہ جا گهورا)

**الف: خدا جا گولا، گڏهہ جا گهورا:** پوري ڪائنات ۾ الله پاڪ آدمين کي ٻي مڙيوئي مخلوقات کان وڌي شرف ۽ وڏي عزت ۽ مرتبي وارو پيدا ڪيو. باقي مخلوق آدم زاد جي خدمت لاءِ پيدا ڪيائين آدم ۽ بني آدم کي پنهنجي عبديت ۽ ٻانهپ لاءِ خلقيائين.

انهيءَ مخلوق منهنجان هڪڙا خالقِ ڪائنات جا حقيقي عبد، ٻانها ۽ گولا ٿيا ۽ ٻيا شيطان لعين ۽ رجيم جا چيلا ٿيا. حضرت پٽ ڌڻيءَ هن بيت ۾ انهن ڪاپڙين جي تعريف ڪئي آهي جيڪي الله پاڪ جا گولا ۽ غلام آهن.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت کي ٻانهي خان شيخ نہ سمجهيو تنهنڪري هن پنهنجي پاران ترتيب ڏنل بيت ۾ **"گڏھ جا گھورا"** لکيو آهي.

اسان جي تحقيق مطابق ديوان تارا چند شوقي رام ۽ ڪلياڻ آڏواڻي درست بيت لکي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي روح کي راحت رسائي آهي:

ٻـــــهر رلا رلـيون، انـــدر پٽولا،
انـهيءَ پـر ڪا پڙي، خدا جا گولا.

بيت جي معنيٰ هي آهي تہ:

الله جا ولي ڪاپڙي، سنياسي ۽ سچا سامي ٻاهران لٽي ڪپڙي پهرڻ ۾ سادا آهن. مگر سندن اندر اُجرو هوندو آهي انهن جي دل اندران اُجري هوندي آهي. هنن جو انگ انگ الله پاڪ جي عبديت جو اقراري، سندن هٿ هميشہ خدا جي مخلوق جي حاجت روائي ۾ پورا رهندا آهن.

اهڙي قسم جا ڪاپڙي خدا پاڪ جا گولا ۽ حقيقي ٻانها آهن.

حضرت پٽ ڌڻي اهڙن انمول آدمين بابت فرمايو:

**ٻـهـر رلا رلـيـون، انـدر پـٽـولا،**
**انـهـيءَ پـر ڪـاپـڙي، "خـدا جـا گـولا"**

❋❋❋❋❋



**وڃـائـي واٽ ٿـيـا، جـوڳـي جُڳـاٽـي،**
**هُـئـا جـي هـاٽـي، آءٌ نـہ جـيـنـدي اُن ري.**

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو 1900 سر رام ڪلي 428)

**وَڃـائـي واٽَ ٿِـئـا، جـوڳِـي جڳـاٽـي،**
**هـئـا جـي هـاٽـي، آءٌ نـہ جِـيـنـدِي اُن ري.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009 سر رام ڪلي 310.24)

**وَڃَـائـي واٽَ ٿِـئـا، جـوڳِـي جُڳـاٽـيـن،**
**هُـئـا جـي هَـاٽـي، آئـون نَـہ جِـيـئـنـدِي اُنِ ري.**

(ٻانهو خان شيخ شاھ جو رسالو جلد ٽيون سر رام ڪلي 36.37)

**وَڃـائـي واٽ ٿـيـا، جـوڳـي جڳـاٽـي،**
**هُـئـا جـي هـاٽـي، آئـون نـہ جـيـنـدي اُنَ ري.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ صہ 533)

**وڃـائـي واٽ ٿـيـا، جـوڳـي جُڳـاٽـي،**
**هُـئـا جـي هـاٽِـي، آئـون نـہ جـيـنـدي اُنَ ري.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر رام ڪلي ص 577 بااختيار ادارو سال 1994)

**وڃـائـي واٽ ٿـيـا، جـوڳِـي جُڳـاٽـي،**
**هُـئـا جـي هـاٽـي، آئـون نـہ جـيـنـدي اُنَ ري.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سر رام ڪلي ص 475 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**وَڃـائـي واٽَ ٿـيـا، جـوڳِـي جُڳـاٽِـي،**
**هُـئـا جـي هـاٽـي، آئـون نـہ جِـيـنـدي اُنِ ري.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سُر رام ڪلي ص 157 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**نوٽ:** ڊاڪٽر گُر بخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي صاحبن اهو بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (جڳاڻي، جڳاڻين) (هٿا جي هاٽي)

**الف. جڳاڻي، جڳاڻين:** اهي ٻيئي لفظ صورت خطي ۾ مختلف نظر اچن ٿا مگر معنيٰ انهن جي ساڳي آهي ۽ ماترائن ۾ بہ منجهن ڪو فرق نہ آهي مگر لفظ "**جڳاڻي**" کي اسان اهميت وڌيڪ ڏيون ٿا. ڇا ڪاڻ تہ اهو لفظ بيت ۾ قافيي طور استعمال ٿيل آهي. فقط ٻانهي خان شيخ لفظ "**جڳاڻين**"غلط صورخطي ۾ لکيو آهي . اها تحقيق ٿيل مصرع ملاحظہ فرمايو:

وڃائي واٽ ٿيا جوڳي "**جُڳاڻي**"

**ب. هٿا جي هاٽي:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**هُٿا جي هاٽي**" جي معنيٰ لکي آهي "جيڪي هاٽي هٽ هٿا" ٻانهي شيخ بہ ساڳي معنيٰ لکي آهي. شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ "**هاٽي**" جي معني نہ لکي آهي.
قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيتن جا قافيا سندس شعر جي مقصد کي سمجهڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندا آهن. هنن صاحبن جي ترتيب ڏنل رسالن جو غور ۽ فڪر سان مطالعو ڪيو اٿم. هنن صاحبن حضرت جن جي بيتن جي قافين تي توجہ نہ ڏنو آهي. مٿيون بيت منهنجي راءِ جو مبيّن ۽ چٽو ثبوت آهي. اسان جي تحقيق مطابق بيت جي پهرين مصرع جو قافيو آهي "**جڳاڻي**" ۽ ٻيو قافيو آهي "**هاٽي**" بر وزن پاٽي، مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ قافيو "**هاٽي**" "**بر وزن تاٽي ۽ ٽاٽي** " ڏنو آهي جيڪو سراسر غلط آهي. ڇا ڪاڻ تہ



هن بيت جي پهرين مصرع جو قافيو آهي "**جڳاڻي**" بر وزن پاٽي.
اسان جي تحقيق موجب "**هاٽِي**" قافيي جي معنيٰ آهي "هٽي ويندڙ، ڦٽي زخمي ڪري ويندڙ دل جي دُنيا لٽي ويندڙ من لُٽيائي مستان ڪري ويندڙ" ۽ هاٽي جي معنيٰ آهي "**هينئر**" ٻنهي معناعن ۾ زمين آسمان جو فرق آهي.
حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هي بيت ملاحظہ فرمايو:

ڏڻ ڏارڻ ڏار رهڻ، اِي نَہ سنگهارن سِٽ،
ڪاهي ايندا ڪڏهين، مَٿي وانڍِ وَهٽ،
جي "**هاٽو**" هُونيئي، مِٽ تہ بہ اُڏو لاهہ مہَ اُنَ جو.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009 سر ڏهر صہ 168.10)

**معنيٰ:** مال ڦُرڻ ۽ ڏڻ زوري ڪاهي وڃڻ وارا "**هاٽو**" توڙي جو تنهنجا مائٽ هجن، انهن جو دل منجهان خطرو نہ لاهجان ۽ هنن تي اعتبار نہ ڪجانءِ.
حضرت پٽ ڌڻيءَ زيرِ بحث آيل بيت وارو لفظ "**هاٽو**" ساڳيو استعمال ڪيو آهي جنهن جي معنيٰ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پاڻ بيت ۾ لکي آهي، "مال ڦُري ڪاهي ويندڙ" (ص 186.10).
قارئين ڪرام! اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ جو فرمايل اهو ئي لفظ "**هاٽُو**" بيت ۾ "**هٿا جي هاٽي**" استعمال ڪيو آهي، انهيءَ "**هاٽي**" لفظ جي معنيٰ بہ اهائي نڪري ٿي جيڪا معنيٰ هن مصرع واري آهي:

"جي هاٽو هونيئي مِٽ، تہ بہ اُڏو لاهِہ مہ اُنَ جو" .

بيت جي تحقيقي جائزي وٺڻ بعد هن نتيجي تي پهتا آهيون تہ اهو

لفظ "**هاٽِي**" بر وزن پاٽِي آهي ۽ نہ هاٽي بر وزن ٽاٽي آهي.
اسان جي تحقيق مطابق بيت جي اصل صورت هي بيهي ٿي.

**وڃائي واتَ تيا، جوڳي "جُڳاٽِي"،**
**هُئا جي "هاٽِي" آئون نہ جيندي اُنَ ري.**

**معنيٰ**: وڏي جڳ وارا، پير مرد ۽ بزرگ، من موهيندڙ جوڳي (سنک) وڃائي منهنجي دل کي لٽي ويندڙ جوڳي مون کان پري هليا ويا آهن. آئون انهن کان سواءِ انهن جي جدائي ۾ جهري مري ويندس، جيئري نہ رهي سگهنديس.

*****



**مِٺَ نہ مَعذُورِينِ جا، جوڳِي جاٺَ نہ نِينِ،**
**اِنهِين ۾ آهِين، آءٌ نہ جِيندِي اُنِ ري.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009 وارو سر رامڪلي ص 309)

**مِٺَ نَہ مَعذورِيَنِ جَا، جوڳِي جَاٺَ نَہ نِينِ،**
**اِنهيءَ ۾ آهِينِ، آئون نہ جيئندي اُنِ ري.**
(ڀانهو شيخ شاهه جو رسالو جلد ٽيون سر رامڪلي 36)

**مٺَ نہ معذُورين جا، جوڳي جاٺ نہ نين،**
**اِنهيءَ ۾ آهين، آئون نہ جيئندي اُنَ ري.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سر رامڪلي ص 575 بااختيار ادارو سال 1994)

**مِٺَ نَہ مَعذُورِيَن جَا، جوڳِي جَاٺَ نَہ نين،**
**اِنهِين ۾ آهِين، آئون نہ جيندي اُنِ ري.**
(حاجي محمّد سمون شاهه جو رسالو 8 ڇاپو سر رامڪلي ص 314)

**نوٽ**: سيد عبدالعظيم، ديوان تارا چند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي اهو بيت نہ لکيو آهي.
جئين تہ هڪ قديم ۽ مستند رسالي (بمبئي ڇاپي جو عڪس) ۾ اهو بيت لکيل آهي پيو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي چئن پارکن انهي بيت تي تحقيق ڪئي آهي تنهنڪري اسان انهي بيت کي پنهنجي تحقيق، تنقيد ۽ تصحيح جي دائري ۾ داخل ڪيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ**: (انهين، انهيءَ)

**الف. انهين، انهيءَ**: شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لفظ "**انهيءَ**" جي

معني نہ لکي آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ٻي مصرع جو پهريون لفظ ”**انهين**“ لکيو آهي جنهن جي معنيٰ لکي اٿس تہ ”جوڳي انهيءَ رڻ ۾ آهن تہ (هنن کي ڇڏي هليا هلون)“. (ص 309.13)

قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ جي فرمايل بيتن ۾ جوڳي وڏا الله وارا، الله جا پيارا، الله وٽ پهتل ٻڌايا ويا آهن.

جوڳين جي صحبت اهڙي ٻڌائي ويئي آهي جو اُهي دلبر، دلربا، ۽ هوش ربا آهن، اهي پنهنجي اخلاق ۽ اخلاص ذريعي دل ڪسي، دل ڦري، پنهنجو فريفتہ ۽ ديوانو مستانو بڻائي پنهنجي محبّت ۾ گرفتار ڪري ويندڙ ٻڌايا ويا آهن تہ پوءِ اهي جوڳي پنهنجي ساٿين کي، دل ڏيندڙن کي، معذورن کي، مٿن مائٽن کي راهه ۾ رلائي وڃن، سندن چيلا يا طالب بيمار ٿين تہ انهن کي ڇڏي هليا وڃن. اها سامين جي ريت فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب لکي آهي عجب ٿو لڳي.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي نظر ۾ اهڙو وڙ تہ جوڳيئڙن ۽ سامين جو آهي ئي ڪين، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي سوچ جي بلڪل برعڪس سوچ سوچي لکيو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان شيخ فقيرن ۽ جوڳين (صوفين) جي ”**نفي ۽ اثبات**“ واري حالت ۽ ڪيفيت بابت تہ سوچيو ئي نہ . تنهنڪري هنن صاحبن لفظ ئي غلط لکيو. جيڪڏهن ”نفي ۽ اثبات“ واري صوفيانہ اصطلاح بابت ڪين سوچ اچي ها تہ پوءِ انهن کي لفظ ”**نهين**“ برابر ”**لا**“ يعنيٰ ”نہ “ ۽ ”**اثبات**“ يعني ”**هائو**“ وارا الفاظ سمجهہ ۾ اچن ها تہ پوءِ هي صاحبان مصرع لکن ها.

”**نهين**“ ۾ آهين، آءٌ نہ جيندي اُنَ ري“

انهيءَ جائزي ۽ تحقيق بعد بيت جي هي صورت بيهي ٿي.



**مِٺ نہ معذورين جا، جوڳي جاٽ نہ نين،**
**”نهين“ ۾ آهين، آءٌ نہ جيندي اُنَ ري.**

**معنيٰ:** جوڳي ”**نهين**“ واري ڪيفيت ۾ رهن ٿا، يعنيٰ ”**لا**“ واري منزل ۾ آهن. آئون معذور آهيان، مون معذور کي جوڳي زيارت گاهه طرف وٺي نہ ٿا هلن، آئون انهن ڌاران جيئري رهي ئي نہ سگهنديس.

*****

**پُوچا ڪارِ مَ پاڻ ڪي، ڪوءِ راوَلَ ٻَن "رُجاتُ"،**
**"لِباسان" لَطيف چئي، پَلِ ويراڳي واتُ،**
**مَنُ ماري ڪَرِماتُ، تہ تيرتَ پَسين تَڪئي.**

(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو 1900ع سر رامڪلي ص454)

**پُوچا ڪار مَ پاڻَ ڪي. ڪوءِ راوَلَ ٻَنِ رُجاتُ،**
**لِباسان لَطِيفُ چَئي، پَلِ ويراڳي واتُ،**
**مَنُ ماري ڪَرِماتُ، تہ تِيرتَ پَسِين تَڪِيو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سر رامڪلي ص315/26)

**پُوچا ڪارِ مَ پاڻَ ڪي، ڪوءِ راوَلَ ٻَنِ رُجات،**
**لباسان لَطِيفُ چئي، پَلِ ويراڳي واتُ،**
**مُن ماري ڪَرِماتُ، تہ تِيرَتَ پَسِين تڪِيو.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سر رامڪلي 410/10)

**پوچَا ڪَار مَ پَاڻَ ڪي، ڪوءِ راوَلَ ٻَنِ رُجَاتُ،**
**لِبَاسَان لَطِيفُ چَئي، پَلِ ويراڳي واتُ،**
**مَنُ ماري ڪَرِماتُ، تَہ تِيَرتُ پَسين تَڪِيي.**

(ٻانهو شيخ شاهه جو رسالو جلد ٽيون سر رامڪلي 102/15)

**پوچا ڪارِ مَ پاڻ ڪي، ڪوءِ راول ٻن رُجاتُ،**
**لِباسان لطيف چئي، پل ويراڳي واتُ،**
**مَنُ ماري ڪَرُماتُ، تہ تيرتَ پسي تڪيي.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 551 سر رامڪلي)



**پُوچَا ڪَارِ مَ پاڻ ڪي، ڪُوءِ راوَلَ، ٻَنِ رُجعَاتُ،**
**لباسا لطيف چئي، پَل ويراڳي واتُ،**
**مَنُ ماري ڪَرماتُ، تَہ تِيرتَ پسين تڪيو.**

(حاجي محمّد سمون شاهه جو رسالو 1995 سُر رامڪلي ص333)

**پُوچا ڪار مَ پاڻ ڪي، ڪوءِ راول، ٻَن رجات،**
**لباسان لطيف چئي، پل ويراڳي وات،**
**مَنُ مَاري ڪَرماتُ، تَہ تِيرتَ پسين تڪيو.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سر رامڪلي ص616 بااختيار ادارو سال1994)

**پُوچا ڪار مَ پاڻ ڪي، ڪوءِ راول، ٻَن رجات،**
**لباسان لطيف چئي، پل ويراڳي وات،**
**مَنُ ماري ڪرمات، تہ تيرت پسين تڪئي.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سر رامڪلي ص 498 مهراڻ اڪيڊمي سال2009)

**پُوچا ڪارِ مَ پاڻ ڪي، ڪوءِ راوَلَ ٻَنِ رُجاتَ،**
**لِباسان لَطِيفُ چَئِي، پَلِ ويراڳِي واتَ،**
**مَنَ ماري ڪرماتَ، تہ تِيرَتَ پَسِين تَڪِيو.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سر رامڪلي ص188)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (رجات، رجعات)، (لباسان)

**الف. رجات، رجعات:** ديوان تار چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا لفظ **"رجات"** لکيو آهي، فقط حاجي محمّد سمي **"رُجعات"** لکيو آهي.

لفظ "**رجات**" جن بہ لکيو آهي، تن حضرت پٽ ڌڻيءَ جي اصل استعمال ڪيل لفظ "**رُجعات** " کي بگاڙي لفظ "**رُجات**" لکيو آهي. اهو هن ڪري چئون ٿا تہ اصل لفظ "**رُجعات**" آهي، ڪلياڻ آڏواڻي معنيٰ ۾ "**رجوعات**" لفظ لکيو آهي (ص 410). ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت ۾ لفظ "**رجات**" لکيو آهي مگر ان جي معنيٰ نہ لکي اٿس. جيڪڏهن "**رجعات**" ۽ "**رجوعات**" لکبو تہ درست رهندو ڇا ڪاڻ تہ انهن لفظن پنيان ڪو بہ لفظ نہ آهي تنهنڪري ڪنهن بہ لفظ کي لفظ "**رجعات**" بگاڙي نہ ٿو سگهي ۽ نہ وري سُر ۽ تار کي خراب ڪري ٿو.
حاجي محمّد سمي پنهنجي ترتيب ڏنل "شاهہ جو رسالو" جي پاڻ ڪتابت ڪري عوام جي خدمت ۾ پيش ڪيو ان صاحب بيت ۾ لفظ "**رجعات**" لکي حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت کي بدستور قائم رکيو آهي زيرِ بحث آيل مصرع ملاحظہ فرمايو:

"پوڇا ڪار مَ پاڻ کي، ڪوءِ راول ٻن رُجعات"

(حاجي محمّد سمون بمبئي ڇاپي جو عڪس صہ 335)

**ب. لباسان:** "**لباسان** لطيف چئي، پل ويراڳي وات"

قارئين ڪرام! ڪاتبن محققن توڙي مرتب صاحبان لفظ "**لباسان**" لکيو آهي. اسان جي تحقيق مطابق اهو لفظ غلط لکيو اٿن . لباس جو واسطو تن، بدن ۽ جسم کي ڍڪڻ جو آهي، لباس جو واسطو وات سان نہ آهي مگر وات جو واسطو لسان يا زبان سان آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**لباسان**" جي معني "ٻاهرين ڏيک ذريعي ٻين کي برغلائڻ" لکي آهي. ۽ بيت ۾ لکيل لفظ "**وات**" جي معنيٰ نہ لکيائين.



ڊاڪٽر بلوچ لفظ "**لباس**" سان گڏوگڏ "**وات**" لفظ جي معنيٰ انهيءَ ڪري ئي نہ لکي تہ "**لباس**" جي ٻاهرين ڏيک سان برغلائڻ فريب ڏيڻ وارو عمل تہ ٿي سگهي ٿو مگر "**لباس" سان ويراڳي وات کي ڪيئن پلي؟ ۽ ڪيئن جهلي؟** بيت ۾ بلڪل بي جوڙ لفظ "**لباسان**" لکيو ويو آهي. تنهن ڪري ئي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**وات**" جي معنيٰ نہ کي آهي.
ڪلياڻ آڏواڻي معنيٰ لکي آهي "اي ويراڳي پنهنجي مُک کي مڪر ۽ فريب کان روڪ".
**قارئين ڪرام! ڪلياڻ آڏواڻي چواڻي جڏهن ويراڳي "مک" کي مڪر ۽ فريب کان روڪي تہ پوءِ ظاهر آهي تہ لسان سان ئي مک کي روڪي مگر هنن صاحبن لباس سان روڪڻ لکيو آهي. نهايت ئي نامناسب لکيو اٿن. لباس ۽ وات جو هڪ ٻئي سان ڪو تعلق ئي نہ آهي پوءِ بہ بيت جي مصرع لکي وئي آهي.**

"لباسان لطيف چئي، پل ويراڳي وات"

ڪو ماڻهو هڪ سان هڪڙي ڳالهہ تہ ٻي سان ٻي ڳالهہ ڪندو، تہ چوندس هي "**ٻچا پڙو**" آهي، ان کي "**لباسڙو**" نہ چوندا، ٻچاپڙو يا بہ زبانو چوندا آهن. ٻچاپڙي جو واسطو بہ "**لسان**" سان آهي ۽ نہ لباس سان.

اسان جي تحقيق موجب حضرت ڌڻيءَ جي بيت ۾ اصل لفظ "**لسانان**" فرمايل هيو. جيڪو بگاڙي بيت ۾ "**لباسان**" لکيو ويو آهي.

اسان جي تحقيق موجب بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

پوڄا ڪارمَ پاڻ ڪي، ڪوءِ راول ٻَن ”رجعات“،
”لِسانان“ لطيف چئي، پَل ويراڳي وات،
من ماري ڪرمات، تہ تيرٿ پسين تڪيو.

**معنيٰ:** بندو آهين بندو ٿي رَهُہ ٻين ڪان پنهنجي پوڄا نہ ڪراءِ ۽ رجعات ڪي بہ ٻَن ڏي. لسان (زبان) سان تون گهڻو ڳالهائين ٿو پنهنجي وات ڪي جهل، مک ڪي روڪ من ڪي ماري مات ڪر تہ تيرٿ تڪيو پسين.

*****



وَٽَنِ ويٽي آهيان، ڏِسيو ڪِين ڏِسانِ،
جنهن جِهوئي ناھ ڪي، ساڪا سُونهن سنديانِ،
پسيو ڪين پَسانِ، آءٌ نہ جيندي اُن ري.

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو 1900ع سررام ڪلي صہ 425)

وَٽَنِ ويٽي آهيان، ڏِسيو ڪِين ڏِسانِ،
جنهن جِهوئي ناہ ڪي، ساڪا سُونهن سَنديان،
پسيو ڪين پَسانِ، آئون نَہ جيندي اُنِ رِي.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاھ جو رسالو سررام ڪلي ص 154)

وَٽَنِ ويٽِي آهِيان، ڏِسئو ڪِيَن ڏِسانِ،
جَنهِ جِهوئِي ناهِ ڪِين، سا ڪا سُونہَ سَندِيانِ،
پسييو ڪين پَسانِ، آءٌ نہ جيندي اُن ري.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سررام ڪلي صہ 308.6)

وَٽَنِ ويٽِي آهِيَان، ڏِسئو ڪِيَن، ڏِسانِ،
جَنهِن جِهوئي نَاهِ ڪِي، سَاڪَا سُونَهن سَندِيانِ،
پَسيئو ڪِينَ پسَانِ، آئون نَہ جِيئندِي اُنِ ري.

(ٻانهو خان شيخ شاھ جو رسالو سررام ڪلي صہ 34.29)

وَٽَنِ ويٽي آهيان، ڏِسيو ڪِينِ ڏِسانِ،
جِنهن جِهوئي ناھ ڪِين، سَاڪا سونهن سَند يانِ،
پَسيو ڪيَن پَسانِ، آئون نہ جيئندي اُنِ ري.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ صہ 531)

**وَٽَنِ وِيـٺـِي آهِـيـان، ڏِسـئـو ڪِـيـن ڏِسَـانِ،**
**جنهِن جِهُوئي ناهه ڪـﮧ، سَا ڪا سونهن سند يانِ،**
**پَسِيُو ڪِـيـنَ پَسانِ، آئون نـﮧ جيئـندي اُنِ ري.**

(حاجي محمّد سمون، بمبئي ڇاپي جو عڪس صہ 312 سر رام ڪلي)

**وٽـن ويـٺـي آهـيـان، ڏسـيـو ڪـيـنَ ڏِسانِ،**
**جنهِن جِهوئي ناهه ڪي، سا ڪا سونه سنديانِ،**
**پسـيـو ڪـيـن پَسان، آءُ نـﮧ جيـنـدي اُن ري.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سر رام ڪلي ص 572 بااختيار ادارو سال 1994)

**وَٽـنِ ويـٺِـي آهـيـان، ڏِسِـيـو ڪِـيـن ڏسـان،**
**جَنهِن جِهوئي ناهِ ڪو، سا ڪا سُونهن سَندِيان،**
**پسـيـو ڪـيـن پَسان، آءُ نـﮧ جيـنـدي اُن ري.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سر رام ڪلي ص 472 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ڪين)، (جنهن)

**الف. ڪين:** سيني ليکڪن، مرتبن ۽ محققن لفظ "**ڪـيـن**" لکيو آهي. غلط لکيو اٿن.

اسان تحقيق جي ڪسوٽي تي اصل گنج کي پڙهي پرکيو آهي، اصل گنج ۾ ڪاتب، فقير عبدالعظيم "**ڪ**" اکر کي ڪٿي ساڳي صورت ۾ لکيو آهي ۽ ڪٿي "**ڪ**" کي "**ک**" جي صورت ۾ لکيو آهي.

مثال 1:

سـا مُن هٿان نٿي، "**جيڪا**" رسم راڄ،
آيــل آءُ "**اڪاڄ**"، ٻــول ٻار وچي وِٽَرو.

(فقير عبدالعظيم اصل گنج صہ 38)



قارئين ڪرام! هڪ بيت مثال طور لکي ثابت ڪيو اٿم تہ مٿين مصرع ۾ ڪاتب "**ڪ**" اکر استعمال ڪيو آهي ۽ ساڳي بيت جي ٻي مصرع ۾ ڪاتب "**اڪاڄ**" لفظ ۾ "**ک**" اکر استعمال ڪيو آهي. اهو اصل لفظ "**اڪاڄ**" آهي جنهن ۾ ڪاتب "**ڪ**" بجاءِ "**ک**" استعمال ڪيو آهي. ثابت ٿيو تہ ڪاتب "**ک**" اکر "**ڪ**" اکر ۾ بدلائي بہ لکندو هيو.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي اعليٰ ظرفي ۽ اَٿاهہ علم کي ذهن ۾ رکي سندس اعليٰ ڪلام کي جديد سنڌي صورت خطي ۾ آڻبو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي چيل بيت جي اوهان کي حقيقت معلوم ٿي ويندي. اهو اسان هن ڪري لکون ٿا تہ اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ لفظ "**ڪين**" اصل ۾ لفظ "**کين**" آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "**انهن کي**".

ياد رهي تہ حد کان وڌيڪ حسين ترين محبوب کي ڏسڻ وقت تمام گهڻو ۽ بار بار ڏسڻ لاءِ دل چاهيندي آهي. سندس چهري کان اکيون پري ڪرڻ لاءِ دل ئي نہ گهرندي آهي.

اسان جي تحقيق موجب حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي محبوب لاءِ فرمايو آهي:

"وٽــن ويٺي آهــيان، ڏســيو "**کين**" ڏسان"

يعني محبوب وٽ ويٺي آهيان ڏسيو کيس وري وري ٿي ڏسان.

**ب. جنهن:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي ٻي مصرع ۾ سيني صاحبن لفظ "**جنهن**" غلط استعمال ڪيو آهي.

لفظ "**جنهن**" جي جاءِ تي مرتب ۽ محقق حضرات کي لفظ "**جَن**" لکڻ

گھربو هيو. ڇاڪاڻ تہ "سونھہ سنديان" ۽ "پسيو ڪين پسان" وارا الفاظ ثابت ڪرن ٿا تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ محبوب جي آداب کي ملحوظِ خاطر رکي جمع جي الفاظ سان ساراهيو ۽ ياد ڪيو آهي تنهن ڪري مصرع جو پهريون لفظ "جن" ٿيندو.

اسان جي تحقيق بعد بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

**وٽن ويٺي آهيان، ڏسيو "ڪين" ڏسانَ،**
**"جن" جھوئي ناھ ڪي، ساڪا سونهن سنديانَ،**
**پسيو "ڪين" پَسانَ، آءُ نہ جيندي اُنَ ري.**

معنيٰ: حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي تہ انهن سان گڏ، انهن وٽ ويٺي آهيان ڏسي ڪين وري وري ٿي ڏسان. انهن جھڙو سونهن ۾ ڪو بہ نہ آهي، اهڙي تہ پُرڪشش سندن سونهن آهي، جو ڏسي وري ڪين ڏسان ٿي. آئون انهن کان سواءِ جيئري رهي بہ نہ سگھنديس.

اردو واري شاعر حضرت پٽ ڌڻي جي خيال جي ترجماني ڪندي کھڙو نہ سھڻو خيال پيش ڪيو آهي.

(یہ دیکھنے کی چیز ہے اسے بار بار دیکھ)

*****



**ڪِيَم ڪاپَڙِيَنِ جي، پھرئين ڏينهن پَرُوڙَ،**
**سگھا ساعَتَ نہ هيڪَڙي، چار ئَي پَھرچُورَ،**
**سداءِ سيّد چئي، هُونِ سَناسي ۾ سُورَ،**
**جوڳي ساڻ ضرورَ، لِڪَا يُٽَنِ لڪ ۾.**

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سر رامڪلي ص 429)

**ڪِيَم ڪاپَڙِيَنِ جي، پهري ڏِينهہ پَرُوڙَ،**
**سَگھان ساعِتَ نہ هيڪَڙِي، چارَ ئِي پَھَرچُورَ،**
**سَدائين سَيدُ چَئي، سَناسي ۾ سُورَ،**
**جوڳي ساڻُ ضُرورَ، لِڪا يُوٽَنِ لوڪَ ۾.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (شاھ جو رسالو 2009) سر رامڪلي 330ھ)

**ڪَيَمِ ڪاپَڙِيُن جي، پَھرين ڏِينهن پَرُوڙَ،**
**سَگھا ساعَتَ نہ هيڪِڙي، چارَ ئي پَھِرچُورَ،**
**سدائين سيد چئي، هُون سناسي ۾ سُور،**
**جوڳي ساڻُ ضَرُورَ، لِڪا يُٽَنِ لوڪُ ۾.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سر رامڪلي صہ 393.01)

**ڪِيَم ڪَاپَڙِيَنِ جِي، پھريين ڏِينهِن پَرُوڙَ،**
**سَگھَا سَاتَ نَہ هيَڪِڙِي، چَار يئي پَھرچُورَ،**
**سدائِين سَيد چئي، هُون سَنَاسِي ۾ سُورَ،**
**جوڳي سَاڻَ ضَرورَ، لِڪَا يُوٽَنِ لوڪ ۾.**

(ٻانهو خان شيخ شاھ جو رسالو سر رامڪلي صہ 40.01)

**ڪَيمِ ڪاپڙِيَن جي، پهرين ڏينهن پروڙ،**
**سَگهان ساٽ نہ هيڪڙي، چار يئي پهرچُور،**
**سدائين سيد چئي، هون سناسِي ۾ سُور،**
**جوڳي ساڻ ضرور، لِڪا پُوٽَنِ لوڪ ۾.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ (صہ 559))

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ص 578 تي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ص 476 تي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي ص 160 تي اهو بيت لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پروڙ)، (سگهان، سگها)، (ساٽ، ساعت)

**الف. پروڙ:** سيني مرتب ۽ محقق حضرات حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي بيت جي پهرين مصرع جو آخري لفظ **"پروڙ"** لکيو. اهو هنن نامناسب لکيو آهي. ڇا ڪاڻ تہ انهي بيت جا باقي ٽي قافيا "چُور، سُور ۽ ضرور" آهن تنهن ڪري پهرين مصرع جو قافيو بہ **"پرور"** لکڻ گهرجي.

**ب. سگهان، سگها:** اسان جي تحقيق موجب هن بيت ۾ **"سگها ساعت نہ هيڪڙي"** هي فقرو درست آهي. ڇاڪاڻ تہ حضرت ڀٽ ڌڻي سنياسين جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو تہ هڪ ساعت بہ سگها يا تندرست نہ آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ممتاز مرزا لفظ **"سگهان"** غلط لکيو آهي.

**ت. ساٽ، ساعت:** حضرت ڀٽ ڌڻيءَ سنياسين لاءِ فرمائي ٿو تہ هڪ گهڙي بہ، هڪ ساعت بہ سگها ۽ تندرست نہ آهن. اسان جي



تحقيق مطابق لفظ **"ساٽ"** بانهي خان شيخ غلط لکيو آهي.
حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ محقق ۽ مرتب حضرات جي ڪيل غلطين جي نشاندهي ڪرڻ ڪانپوءِ اسان بيت کي سوڌي سُڌاري ۽ سنواري پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪريون ٿا.

**ڪيم ڪاپڙين جي، پهرين ڏينهن "پرور"،**
**"سگها ساعت" نہ هيڪڙي، چار ئي پهر چُور،**
**سدائين سيّد چئي، هُون سناسي ۾ سور،**
**جوڳي ساڻ ضرور، لڪا پُوٽن لوڪَ ۾.**

**معني:** ڪاپڙي پنڌ ڪري ڪري جڏهن اَچي پڏاريا (وارد ٿيا، منزل تي پهتا) تہ پهرين ئي ڏينهن معلومات ورتم. پتو پيو تہ سناسي هڪ ساعت بہ سگها نہ آهن، اڳهائي ۾ چار ئي پهر چُور آهن. تڪليف ۾ آهن. لوڪ ۾ رهن ٿا مگر لوڪ اڳيان پنهنجي هستي ۽ حيثيت کي لڪايو ٿا گهمن.

*****

# سُر آسا

******

**اَڪِيـن اَدَبُ چَـڏِئـو ڪـوجـهـا نَـظَـرَ ڪَـنِ،**
**ڪَـرَنِ سـاڻُ ڪِـلَـنِ، پـيـيُـون وَهِـ وَرَنَ سـيـن**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009 وارو سر آسا 335/18)

**اڪـيـن ادب چـڏيـو ڪـوجَـهـا نَـظَـر ڪَـنِ،**
**ڪَـرَنِ سَـاڻُ ڪِـلَـنِ وَهِـ پَـيـو وِڙَنِ سـيـن**

(ٻانهون شيخ شاهه جو رسالو سر آسا 326/26)

**اکڙين ادب چـڏيـو، ڪـوجَـهـا نَـظَـر ڪَـنِ،**
**ڪَـرِنِ سَـان ڪـلـن پـيـو وهـ ورن سـيـن**

(شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سر آسا 766)

**ڪُـوجا نَـظَـرِ ڪَـن اکـيـنُ ادبُ چـڏيـو،**
**ڪَـرِنِ سـاڻُ ڪِـلَـنِ وِهَـ پـيـو وِرَنِ سـيـن**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 745)

**نوٽ:** ديوان تارا چند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي اهو بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ڪوجها نظر، ڪُوجا نظر)، (وِرَن سين، وَرَنَ سين، وڙن سين)

**الف: <u>ڪوجها نظر، ڪُوجا نظر</u>:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ



**"ڪوجها"** لکيو آهي،معنيٰ لکي اٿس "اڻ سهندي نظر ميرا نظر" (ص 335)
ٻانهي خان شيخ بہ لفظ **"ڪوجها"** لکيو آهي.
گنج ۾ **"ڪُوجا"** لفظ لکيل آهي. "ڪ" اکر مٿان پيش ڏيئي "ڪ" اکر سان "و" اکر ملائي **"ڪُو"** غلط لفظ لکيو ويو آهي. اهو لفظ اسان جي تحقيق موجب **"ڪُجا"** آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "خراب جاءِ، خراب هنڌ". هن بيت ۾ اکين جي بيجاءِ نظر ڪڻڻ کي **"ڪُجا نظر ڪن"** چيو ويو آهي.

حضرت پٽ ڌڻيءَ پهرين مصرع ۾ لفظ **"ادب"** استعمال ڪري پنهنجي علم جي ڪمال جو اظهار ڪيو آهي. **"ادب"** جو جمع آداب آهي ۽ ادب کي اخلاقي قانون بہ چئبو آهي. جئن ڊکڻ رندو هٽي اڻ سڌي ڪاٺ کي سڌو ۽ لسو ڪندو آهي. تئن ادب بہ آدمي کي گهڙي ٺاهي سڌو ڪري ديني ۽ سماجي قانونن سان بغاوت نہ ڪرڻ لاءِ تيار ڪندو آهي.

**"ادب"** ۾ اهو اصول بہ شامل آهي تہ عورتون وَرن يعني مڙسن يا پَٽين سان نظرون ملائي ڳالهائين يا نظرون ڪٽي نهارين. مگر ڪرن ڏانهن نظرون نہ ڪڻن. ڪرن ۾ شيطان صفت ماڻهن ڏانهن نظرون ڪڻنديون تہ سَندن اهي نظرون **"ڪُجا"** ۽ بي ادب چئبيون.

**ب. <u>وِرَن سين، وَرَنَ سين وڙن سين</u>:** ٻانهي خان شيخ بيت جي ٻي مصرع ۾ لفظ **"وِڙَن"** غلط لکيو آهي. ممتاز مرزا بہ لفظ **"وِرَن"** غلط لکيو آهي. ونيئنءَ جون اکيون ڪرن (وِڙن) ساڻ کلن ٿيون ۽ **"وَرَن"** سان يعني مڙسن سان وهہ پيبيون آهن، اها مصرع درست آهي ۽ ثابت ڪري ٿي تہ بد ڪردار عورتن جي اکين پنهنجو ادب ۽ اصول وساري ڪجاءِ نظرون وِڙن ساڻ ملايون. ۽ برابر جاءِ، بجاءِ غلط جاءِ تي وجي نظرون

اٽڪايون تہ اھو عمل حضرت پٽ ڌڻي جي نظرن ۾ آداب جي خلاف آھي.
اسان جي تحقيق موجب بيت جي درست پڙھڻي ھي بيھي ٿي.

**اڪيـن ادب ڇـڏيو، ”ڪُـجا“ نـظر ڪن.**
**ڪـرن ســاڻ ڪلن، پيبيون وِھہ ”وَرن سين“.**

**معنيٰ**: حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمائي ٿو تہ، بد چال عورتن جي اڪين جو ھي حال آھي جو انھن ادب ڇڏيو آھي. ڪُجا يعنيٰ خراب جاءِ تي وڃي اڙيون آھن. ڪرن (شيطان صفت، معاشري جي بد چال مردن) ساڻ ڪلن ٿيون ۽ ورن يعني مڙسن سان وھہ پئجي ويون آھن.

*****



**روزا ۽ نَمازُون، ايءُ پُڻ چَڱو ڪَمُ،**
**اُوڪو ٻيو فَھَمُ، جِنِھ ۾ پَسڻُ پِرينءَ ڪي.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سر آسا صہ 332/16)

**روزا ۽ نمازون، اي پڻ وڏو ڪم،**
**اُوڪو ٻِئو فھم، جنھن مان پَسَن پرينءَ ڪي.**

(ٻانھون شيخ شاھ جو رسالو 2009ع سر آسا صہ 317)

**نوٽ**: ديوان تارا چند، حاجي محمّد سمي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گُربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، علامہ آءِ آءِ قاضي اھو بيت نہ لکيو آھي. ھي بيت گنج شريف ۾ بہ لکيل آھي، تنھنڪري انھي اھم ترين بيت تي تحقيق ڪرڻ لازمي سمجھي سين.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ**: (چڱو ڪَمُ، وڏو ڪم)

**الف**: <u>**چڱو ڪَمُ، وڏو ڪم**</u>: تحقيق ڪري ثابت ڪيو اٿم تہ ٻانھي خان شيخ اھو بيت گنج شريف منجھان حاصل ڪيو آھي. اھو بيت ٻي ڪنھن بہ رسالي ۾ ائين نہ لکيل آھي جيئن ٻانھي خان شيخ پنھنجي ترتيب ڏنل ”شاھ جو رسالو“ ۾ لکيو آھي.
ڀائنجي ٿو تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪنھن فقير جي رسالي منجھان اھو بيت اخذ ڪيو آھي. ان فقير ڪي روزي ۽ نماز جي اھميت جي گھٽ ڄاڻ ھئي جيڪڏھن اھو فقير حضرت پٽائي گھوٽ جو صحبتي ھجي ھا، تہ اھو بيت ائين نہ لکي ھا مگر جئن حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو تئن روايت ڪري ھا. حضرت پٽ ڌڻيءَ

جي فرمايل بيت جي زيرِ بحث آيل مصرع هي آهي.

روزا ۽ نمازون، اي پڻ **"وڏو ڪم"**

(اصل گنج شريف سر آسا، ص 750)

حضرت پٽ ڌڻيءَ جو اصل بيت جنهن تي بحث ڪيو ويو آهي سو هي آهي:

**روزا ۽ نمازون، اي پڻ وڏو ڪم،**
**اُوڪو ٻِئو فهم، جنهن مان پَسَن پرينءَ کي.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 750)

*****



**مُون تُون آئُون، اَسِين چار يئي چِتَان لاهِہ،**
**تـہ تـو اوڏِيَائِي نَـہ وَڃي، سَنِدي مڱَرَ بَاهِہ.**

(ٻانهون خان شيخ شاھ جو رسالو سر آسا 352.19)

**مون، تون، آئون، اسين، چاڙهي چتان لاهہ،**
**تـہ تـو اوڏيائي نـہ وڃي، سندي مَگر باهِہ.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ سر آسا ص 752-751)

**نوٽ:** حاجي محمّد سمي، ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي، غلام محمّد شاهواڻي، عثمان علي انصاري، ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ ۽ الهداد جنجهي بہ اهو بيت نہ لکيو آهي. جئن تہ اهو بيت گنج شريف ۽ ٻانهي خان شيخ جي ترتيب ڏنل رسالي ۾ اهم ترين بيت لکيل آهي. تنهنڪري هن بيت تي تحقيق ڪرڻ مناسب سمجهون ٿا.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (مڱر، مگر)

**الف. مڱر، مگر:** ٻانهي خان شيخ بيت جي ٻي مصرع ۾ لفظ **"مڱر"** غلط لکيو آهي. جنهن جي معنيٰ هن صاحب لکي آهي. "منگل يا ڪُوري، دوزخ".

قارئين ڪرام! ممتاز مرزا گنج شريف کي جديد صورت خطي ۾ لکيو آهي، لفظ **"مگر"** لکيو اٿس، **"مگر"** خالص سنڌي لفظ مغروري جي معنيٰ ڏيکاريندڙ آهي، جنهن منجهان **"مَگرو ۽ مگرائپ"** الفاظ ٺهيا آهن، سندن معني آهي "بدمست ۽ مغرور".

حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمائي ٿو تہ ”مان ۽ آئون، اسين ۽ تون. اهي، تانءِ، ڦونءِ، آڪڙ، وڏائي، تڪبّر، غرور ۽ مگرائپ وارا الفاظ آهن. انهن لفظن کي ڇت تان لاهي ڇڏ، ذهن منجهان ئي ڪڍي ڇڏ. جيڪڏهن تون شيطان يا ابليس وانگر، ”آئون“ واري آڪڙ ۽ سِيٽ کي پنهنجي ذهن ۽ دل ۾ جاءِ ڏيندين تہ پوءِ انهيءَ مگر ۽ مغروري واري باهہ کان بچي نہ سگھندين. ها جيڪڏهن انهن ڇئني تڪبر وارن لفظن جو اثر ذهن منجهان ڪڍي ڇڏيندين تہ پوءِ مگر ۽ مغروري واري باهہ تنهنجي ويجهو ئي نہ ايندي.

ياد رهي تہ ”**تڪبّر ۽ مَگر**“ ۾ نفرت جي ڀڙڪندڙ باهہ سمايل آهي. جنهن ۾ عزازيل قيامت تائين جلندو رهندو عقلمند ئي سمجهي سگھن ٿا تہ ”مگر“ جي باهہ نفرت جي باهہ کي جنم ڏيندي آهي ۽ اها ئي مگر واري باهہ آدمين ۽ جنن کي جهنم جو ٻارڻ بڻائيندي.

گنج شريف اصل ۾ بہ ”**مگر**“ لفظ لکيل آهي ۽ نہ ٿِي ”**مگّر**“.

ملاحظہ فرمايو گنج شريف جو هي بيت:

مُــن تُــن آءَ اس، چــاري چــتــا لاه،
تــتُــو اوڏيــائــي نــوجــي، ســنــدي مــڪــر بــاه

جديد سنڌي صورت خطيءَ ۾ حضرت جن جو بيت هن طرح بيهي ٿو:

**مون تون آئون اسين، چار ئي چِتان لاهہ،**
**تہ تو اوڏيائي نہ وجي، سندي ”مگر“ باهہ**

*****



**جو ڪُهَنڊ سُهنڊِ ساموهن، پرتِ تنهين سين پار،**
**نينهن نہ نِبَهي جنهن جو، تنهن سين تُون م تنوار،**
**هَــڏِ م واٽ وِسارِ، تَــيُ نِــرالــو نِــبــري.**

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سُر رام ڪلي ص 461)

**جو ڪُهَنڊ سُهَنڊ سامُهون، پرتِ تنهِين سين پار،**
**نينهن نہ نبَهي جنهن جو، تنهن سين تُون م تنوار،**
**هَــڏِ م واٽ وِسارِ، تَــئِ نِــرالــو نِــبــري.**

(شمس العلماء مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سُر رام ڪلي ص 625 سال 1994)

**جو ڪَهندُ سَهندُ سامُهون، پرتِ تَهِين سِين پار،**
**نِينهُہ جِهِين سِين نِبَهي، تَنَهہ سِين تون مَ توار،**
**هَــڏِمَ واٽَ وِسارِ، تِــيءُ نِــرالــو نِــبَــري.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر آسا 347)

**جو ڪُهنڊ سُهنڊ سامهُون، پِرتِ تَنهِن سين پار،**
**نِينهُن جَنهِنجو نِبَهي، تنهن سان تون م تنوار،**
**هَـڏِمَ واٽ وِسارِ، تِــيءُ نِــرالِــيءَ نِــبِــري.**

(پانهون شيخ شاهہ جو رسالو سر رام ڪلي صہ 82/03)

**جو ڪُهنڊِ سُهنڊِ ساموهن، پرت تنهين سين پار،**
**نــيــہ نــہ نــبــهي جــہ س، تــهــس تُــن مــتــوار،**
**هــڏ م واٽ وســار، تَــيُ نــرالــو نــبــري.**

(حاجي محمّد سمو بمبئي ڇاپي جو عڪس شاهہ جو رسالو سُر رام ڪلي صہ 337)

**ڪُهند سُهند سامهون، پرت تنهين سين پار،**
**نينهن جنهن جو نبهي، تنهن سان تون م تنوار،**
**هڏ م واٽ وسار، تيءُ نرالي نبري.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص539)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفظ:** (ڪُهند سُهند، ڪهنڌ سهنڌ)

**الف. ڪُهند سُهند، ڪهنڌ سهنڌ:** ديوان تارا چند، حاجي محمّد سمي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، "**ڪُهنڌ سُهنڌ**" الفاظ بهترين لکيا آهن. مگر ممتاز مرزا ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**جو ڪُهند سُهند سامهون**" نهايت ئي غلط الفاظ لکيا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ معنيٰ لکي آهي. "جيڪو چوندڙ ۽ سهندڙ سامهون، جيڪو سنئون سڌو چوي ۽ پاڻ سهي ٿو". (ص 347)
ٻانهي خان شيخ بهترين الفاظ لکيا آهن "**ڪُهنڌ سُهنڌ**" يعنيٰ "خراب هنڌ تي سُني هنڌ تي، هر هنڌ هر جاءِ تي".
اسان جي تحقيق مطابق ٻانهي خان شيخ تحقيق ڪري گنج شريف منجهان اهو بيت حاصل ڪيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بہ گنج شريف جو مطالعو ڪري ها تہ هن ڪي بيت ۾ غلط لفظ نہ لکڻا پون ها.

تحقيق بعد حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي اصل صورت هي بيهي ٿي.

**جو "ڪُهنڌ سُهنڌ" سامهون، پرت تنهين سين پار،**
**نينهن جنهين جو "نہ نيي"، تنهن سين تون م تنوار،**
**هڏ مَ واٽ وِسار، تيءُ نِرالو نبرِي.**



**معنيٰ:** جيڪو خراب توڙي سُني هنڌ سامهون آهي ان (الله) سان پرت ڪي پورو ڪر ۽ نباه.
جنهن جو هر هنڌ حاضر ۽ ناظر رهندڙ الله پاڪ سان نينهن نہ نيي يعني جيڪو ماڻهو الله پاڪ سان نيهن نہ نيائي سگهي، جنهن وٽ دائم ۽ قائم هستي جي حقيقت جي سڃاڻ نہ هجي، تنهن سان تعلق نہ رک، اهو طريقو هٿان نہ وڃائجانءِ، اهڙن نادانن کان نبري، الڳ ٿي، نرالي زندگي گذارجانءِ.

*****

**ڪُتِيُون ڪِينَ ڪِسَن، ڪُنهِ جه آگم اُپِيُونم،**
**نيٽين جهيڙو پاڻَ ۾، ويٽين ڪِينَ وڙهن،**
**اڪين ۽ پِرِينِ، پُوريون پاتِيُون پاڻَ ۾.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع وارو سر آسا 336/29)

**ڪُتِيُون ڪِينَ ڪِسَنِ، ڪنِهن جِنهِن عَادَتَ اُپِيُون،**
**نيٽين جهيڙئو پَاڻَ ۾، ويٽين ڪِينَ وِڙهِن،**
**اڪِيُنِ ۽ پِرِيَنِ، پُورِي پَاتِي پَاڻَ ۾.**

(ٻانھون شيخ شاھ جو رسالو جلد ٽيون سر آسا صہ 324)

**ڪُتيون ڪين ڪِسَنِ، ڪنهن جنهن عادت اُپيون،**
**نيٽين جِهيڙَو پاڻَ ۾، ويٽين ڪين وِڙهِنِ،**
**اڪين ۽ پرينِ، پورِي پاتِي پاڻَ ۾.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ صہ 748)

**ڪُتيون ڪين ڪِسن، ڪنهن جنهن آگم اُپيون،**
**نيٽن جهڙو پاڻ ۾، ويٽين ڪين وڙهن،**
**اڪين ۽ پرين، پوريون پاتيون پاڻ ۾.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سر رام ڪلي ص 783/19 با اختيار ادارو سال 1994)

**نوٽ:** ديوان تارا چند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي اھو بيت نہ لکيو آھي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (آگم اپيون، عادت اپيون)، (پوريون پاتيون، پوري پاتي)

**الف: <u>آگم اپيون، عادت اپيون</u>:** شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽



ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پهرين مصرع ۾ لفظ "**آگم**" لکيو آھي.
مگر گنج شريف ۾ ۽ ٻانهي شيخ جي ترتيب ڏنل رسالي ۾ لفظ "**عادت**" لکيل آھي.
قارئين ڪرام! پهرين مصرع جو لفظ نہ "**آگم**" ۽ نہ "**عادت**" آھي. انهن سيني صاحبن الفاظ "**آگم**" ۽ "**عادت**" غلط لکيا آھن. حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي هن زيرِ بحث آيل بيت جي **نوعيت ئي ٻي آھي**. اسان تحقيق ڪري اھو لفظ "**آڳہ**" ثابت آھي.
عاشق جون اکيون، پنهنجي محبوب جو اڳہ يعنيٰ (اڳ) جهليو بيٺيون آھن جڏھن محبوب منهن پوين ٿو تہ پوءِ اکيون محبوب جي اکين ۾ کُپي وڃن ٿيون. ڪنهن پاسي نٿيون کِسن ۽ کِسڪن.

**ب. <u>پوريون پاتيون، پوري پاتي</u>:** شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ "**پوريون پاتيون**" الفاظ جي معنيٰ نہ لکي آھي. ٻانهي خان شيخ "**اکين ۽ پرين پوري پاتي**" جي معنيٰ لکي آھي "مڪمل اُچاٽ يا ڪونس شروع ڪئي" ٻانهي خان جي ڪيل اھا معنيٰ تہ عاشق جي هلڪڙائپ ڏيکاري ٿي ۽ معشوق جي ڇسائپ ظاهر ڪري ٿي. ٻانهي خان جي اھا راءِ بلڪل غلط آھي.
افسوس سان لکڻو ٿو پوي تہ ٻانهون خان شيخ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**پوريون پاتيون**" الفاظ نہ سمجهي سگهيا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پوريون پاتيون جي معنيٰ لکي آھي، "پاڻ ۾ پوريون ڪري ڇڏيون" اسانجي تحقيق مطابق حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جي ٻن لفظن "پوريون پاتيون" جي معنيٰ آھي "**پرت جا پُور پاتا، پيار جا پيچ پاتا**".
حضرت ڀٽ ڌڻيءَ جو هي جڳ مشهور بيت ملاحظہ فرمايو :

ڪي ويجهائي ڏور، ڪي ڏور بہ اوڏا سپرين،
ڪي چڙهن نہ چِت تي، ڪي وسرن نہ مور،
جئن مينهن ڳُنڍي "پُور"، تئن دوست وراڪو دل ڪي.
(ڪلياڻ آڏواڻي، شاهہ جو رسالو سر برو و سنڌي ص 381)

اسان طرفان مثال طور لکيل، مٿيون حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت جيڪڏهن ڀانهي خان شيخ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪي ذهن ۾ هجي ها تہ زيرِ بحث آيل بيت جي ٽين مصرع :

"اڪين ۽ پرين، پُوريون پاتيون پاڻ ۾"

کين چڱي طرح سمجهہ ۾ اچي ها.

اسان جي تحقيق موجب حضرت پٽ ڌڻيءَ جو فرمايل بيت هن طرح بيهي ٿو.

ڪُتيون ڪين ڪِسن، ڪنهن جنهن "آڳَهِہ" اُپيون،
نيٽن جهيڙو پاڻ ۾، ويٽين ڪين وڙهن،
اڪين ۽ پرين، "پوريون پاتيون" پاڻ ۾.

معنيٰ: عاشق جون اکيون معشوق جو آڳهہ (اڳ ۽ دڳ) جهليو بيٺيون آهن. سندن اها عادت ٿي ويئي آهي جو جنهن ڪنهن مهل پاڻ ۾ ڳنڍجيو ٿيون پون. هڪ ٻي کي پيار جا پيغام پيون ڏين، هڪ ٻي کي ويڻ بہ پيون وراڻين، اکيون اشارن ئي اشارن ۾ جهيڙو لائين ٿيون مگر زباني ويڻ هرگز نہ ٿيون وراڻين. عاشق ۽ معشوق جي اکين پاڻ ۾ پرت جا "پُور" ۽ پيچ پاتا آهن. (ايئن جئين مينهن ڳُنڍي جا پور).

*****

# سُر مارئي

*******

پَلُرَ پِيَنِ اوچَڻُ اُنّ، جِنجا پِيرمٿي پَٽَ پاڪَ،
وِيهڻُ وراڪَنِ ۾، اُنِجي اَجوڪي اوطاقِ،
پاڻُ نہ پَسن پاٽڪي، ويچارِا بي باڪَ،
عمراُوءِ نہ عاق، ڏڪيا جِمَ ڏُڪوئيين.
(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرمارئي ص580 سال1900ع)

پَلُرپِيَڻُ، اوچَڻ اُن، جَنِ جا پِيَرمٿي پَٽَ پاڪَ،
وَهڻُ ورَاڪَنِ ۾، اُن جِي اَجوڪِي اوطاقِ،
پاڻُ نہ پَسَن پاڻَ ڪي، ويچارِا بي باڪ،
عَمَرَاُوءِ نہ عاقَ، ڏڪئا جِم ڏڪوئيين.
(ڊاڪٽرگربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرمارئي صہ555.16)

پَلُرپِيَڻُ اُن اِوڏَڻَ، جَنِ جا پِيِرمَٿي پَٽَ پاڪَ،
ويهڻ وٽاچن ۾، اُن جي اَجوڪِي اوطاقَ،
پاڻُ نہ پَسَنِ پاڻَ ڪي، ويچارِا ويباڪَ،
عُمَرَاُوءِ نہ عَاقَ، ڏڪِئا جِمَ ڏُڪوئيين.
(ڊاڪٽرنبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009 وارو سرمارئي صہ356)

اُنِ اوڏَڻَ پَلُرپِيَڻُ، جَنِ جَا پِيَرمَٿي پَٽَ پَاڪَ،
وِهڻُ وَراچَنَ ۾، اُن جي اَجوڪِي اوطاقَ،
سيئِي سَارِئم سُوَمَرا، ٿَرِجَنِ جَا ٿَاڪَ،
پَاڻَ نَہ پَسَنِ پَاڻَ ڪِي، ويَچَارِا بِي بَاڪ.
عُمَرَاُوءِ نہ عَاقَ، ڏُڪِيَا جِمَ ڏُڪوئيين.
(ڀانهون شيخ شاهہ جو رسالو جلد ٽيون سرمارئي صہ407/20)



اُنِ اوڏِڻ پَلُرپِيَڻُ، جَنِ جا پيرَمٿي پَٽ پاڪَ،
وِهن وڙاچن ۾، اُن جي اجوڪي اوطاق،
سي ئي ساريم سومرا، ٿرجنين جا ٿاڪ،
پاڻ نہ پسن پاڻ ڪي، ويچارا بي بياڪَ،
عمراُوءِ نہ عاق، ڏڪيا جم ڏڪائيين.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ سرمارئي صہ653)

پَلَرِپِيَن اوچَڻَ اُن، جنجا پيرمٿي پٽ پاڪ،
ويهڻ وراڪن ۾، اُنجي اجوڪي اوطاق،
پاڻ نہ پسن پاڻ ڪي، ويچارا بي باڪ،
عمراُوءِ نہ عاق، ڏڪيا جِمَ ڏڪوئيين.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرمارئي ص807 بااختيار ادارو سال1994)

پَلَرپِيَڻَ، اوچَڻَ اُن، جَن جا پِيرمَٿي پَٽَ پاڪَ،
وِهَڻ وَراڪَن ۾، اَنُ جَي اجو ڪِي اوطاقَ،
پَاڻَ نَہ پَسَنِ پاڻَ ڪِي، وِيچارِا بي باڪ،
عُمَرِ، اُوءِ نَہ عاقَ، ڏڪيَا جِم ڏڪوئيين.
(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُرمارئي ص712 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (وراڪن، وٽاچن، وراچن، وڙاچن)، (اجوڪي، اڄوڪي)، (بيباڪ، ويباڪ)

**الف. <u>وراڪن، وٽاچن، وراچن، وڙاچن</u>:** ديوان تاراچند، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي بيت جي پهرين مصرع جي پهرين اڌ جو ٻيو لفظ "**وراڪن**"، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ اهو لفظ "**وٽاچن**"، ڀانهي خان شيخ اهو لفظ "**وراچن**" ۽ ممتاز مرزا اهو لفظ "**وڙاچن**" لکيو آهي. حضرت پٺ ڌڻيءَ جي ڪلام جا متوالا ڪهڙي مرتب صاحب جي بيت کي درست قرار ڏين؟

تنهن ڪري اسان انهن اختلافي لفظن متعلق تحقيق ڪئي آهي. تحقيق لاءِ اسان انهيءَ مصرع جي ٻي اڌ کي لکيو.

**"ان جي اجوڪي اوطاق"**

**يعني**: انهن جي بنا جوکي ۽ بنا نقصان واري اوطاق آهي.
سوال اٿاريو سون ته "**ڪٿي**" ۽ "**ڪهڙي**" انهن جي اجوکي اوطاق آهي؟
جواب مليو ته "**وراڪن ۾**"، "**وٽاچن ۾**"، "**وراچن ۾**"، "**وڙاچن ۾**".
انهن چئن لفظن تي غور ڪيوسين ته اسان کي "**وراڪن**" يعنيٰ **ورن ۽ وڪڙن** ۾ **اوطاق** مناسب نه لڳي.
"**وٽاچن، وراچن ۽ وڙاچن**" اصل ۾ هڪ لفظ آهي جنهن کي مختلف صورتن ۾ لکيو ويو آهي. اصل ۾ اهو لفظ "**وٽاچن**" آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "**وٽن**". ٿر ۾ مارن جي اوطاق گهرن ۾ نه ٿيندي آهي. مارو ماڻهو آيل مهمانن لاءِ يا پنهنجن ڳوناڻن جي گڏ ٿيڻ بعد ڏينهن جو ڪنهن نه ڪنهن وڻ جي هيٺ ويهي ڪچهري ڪندا آهن. اها سندن اجوکي اوطاق آهي، جنهن طرف حضرت پٽ ڌڻيءَ اشارو فرمايو آهي.
اسان جي تحقيق مطابق لفظ "**وٽاچن**" ئي موزون آهي، اهو لفظ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ درست لکيو آهي.

ب. **اجوکي، اڄوکي**: مٿين محقق ۽ مرتب حضرات منجهان ديوان تارا چند ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لفظ "**اڄوڪي**" غلط لکيو آهي. جنهن جي معنيٰ "**اڄ واري**" آهي. لفظ "**اَجوکي**" يعني "بنا جوکي يا بنا نقصان واري" درست آهي.

ت. **بيباڪ، ويباڪ**: ديوان تارا چند شوقي رام، شمس العلماءَ مرزا



قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، ٻانهي خان شيخ، ۽ ممتاز مرزا اهو لفظ "**بيباڪ**" لکيو آهي ۽ فقط ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ئي لفظ "**ويباڪ**" لکيو آهي. "**ويباڪ**" لفظ جي معنيٰ نہ لکي اٿس. اهو لفظ سنڌيڪا لغات ۽ حسن الغات ۾ ڳوليو ئي نہ ٿو لڀي. اسان جي تحقيق مطابق جئن الفاظ "**ويچارا**" ۽ "**بيچارا**" ساڳي معنيٰ وارا آهن تئن "ويباڪ" ۽ "**بيباڪ**" بہ ساڳي معنيٰ وارا آهن صرف صورت خطيءَ ۾ مختلف آهن. شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لفظ "**بيباڪ**" لکي سندس معنيٰ رقم ڪئي آهي "بي ڊپا" (ص 325 لغات لطيفي). ٻانهي خان شيخ "**بيباڪ**" جي معني لکي آهي "بنا خوف جي" (ص 407)
قارئين ڪرام! مارو تہ مسڪين ۽ ڏچڻا هئا جيڪڏهن ڏچڻا نہ هجن ها تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ انهن لاءِ لفظ "**ويچارا**" استعمال ئي نہ ڪري ها. لفظ "**ويچارا**" جي معنيٰ آهي "جن جو ڪو چاره ساز ڪو مددگار ڪو ولي وارث نہ هجي ۽ مالي اعتبار کان بہ ڪمزور هجن" ٻي طرف حضرت پٽ ڌڻيءَ جو سچو رسالو گواه آهي تہ ماروئي جي وارثن (مارن) نہ تہ عمر سومري کي ميار ڏني ۽ نہ حملو ڪري ماروئي کي ڇڏايائون. عمر سومري پاڻ ماروئي تي رحم ڪري ڪيس مارن وٽ پهچايو هيو.
حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ لفظ "بيباڪ" "ڪ" ڪتاب سان لکڻ واري غلطي سيني ڪاتبن، مرتبن ۽ محقق حضرات کان ٿي آهي.
اسان جي تحقيق موجب اهو لفظ "**بيباق**" "ق" قلم وارو حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمايو. "**بيباق**" لفظ جي معنيٰ آهي "باقي، بچت، پاڇي يا مال ملڪيت نہ بچائي رکڻ وارا.

تحقيق بعد حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي هي صورت خطي موزون آهي:

اُن اوڍڻ، پلرپيڻ، جن جا پيرمٿي پٽ پاڪ،
ويھڻ ”وٽاچن“ ۾، ان جي ”اجوڪِي“ اوطاق،
سيئي ساريم سومرا، ٿرجنين جا ٿاڪ،
پاڻ نہ پسن پاڻ کي، ويچارا ”بيباق“،
عمر اوءِ نہ عاق، ڏکين جم ڏکائيين.

**معنيٰ:** جن جا پَٽ جي مٿان پاڪ پير آھن. جيڪي بدن تي ان اوڍين ۽ پلر پيين ٿا جن جي اوطاق وڻ جي ڇانءَ ھيٺ آھي. اي سومرا اڄ مونکي اُھي مارو ياد پيا آھن جن جا ٿرن مٿي ٿاڪ آھن. اھي بيچارا ۽ بيواھا آھن جن جو ڪوئي چاره ساز ۽ واھِي نہ آھي. اھي پاڻ کي پسن ئي نہ ٿا (انھن ۾ خودي، تڪبّر ۽ مگرائپ نہ آھي) اھي بيباق يعنيٰ ڪجھہ بہ باقي يا پاڇي رکندڙ نہ آھن. اھي مسڪين مارو آھن. اي عمر انھن کي عاق نہ ڪجانءِ (ملڪ منجھان تڙي يا لوڏي. بيوارثو ڪري نہ ڪڍجانءِ) انھن تانءَ مھرباني وارو ھٿ نہ لاھِجانءَ. مارو ڏکايل آھن انھن کي وڌيڪ نہ ڏکائجانءَ.

*****



مَٿَنِ ٿَبُڪَ ٿُبَڪَڙا، ڇِڪَندَڙا اَچن،
ڪُڙيِون ڪِھہ بُڪلِيُون، پَگَھُرسِرپيرَنِ،
اي وَڙويڙِيچن، مون لوڏانئي لڪيا،
(ديوان تارا چند شاھہ جو رسالو سرمارئي ص 591 سال 1900ع)

مَٿِنِ ٿُبُڪَ ٿُبڪَڙَا، ڇِڪندَڙا اَچَنِ،
ڪُڙيِون ڪيھہ پُڪليون، پگھرسِين پيرن،
اي وَڙويڙھيچن، مون لوڏائين لڪئا.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاھ جو رسالو سرمارئي صہ 564)

مٿن ٿُوھَہ ٿَسَڪَڙا، ڇڪندڙا چن،
ڪُڙيون ڪِيھَہ پُڪَليُون، پَگَھُرسِينِ پيرَنِ،
اِي وَرُ ويڙھيچَنِ، مون لوڏائِين لڪِيو.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009ع سرمارئي صہ 363.9)

مَٿَنِ ٿُوھہ ٿَسڪَڙا، ڇِڪَندَڙا اَچَنِ،
ڪُڙيُونَ ڪيھَہ پَڪُليُون، پَگھَرُسين پيرن،
اي وڙويڙھيچن، مون لوڏائي لڪيا.
(ڀانھون خان شيخ شاھ جو رسالو سرمارئي 437.18)

مُٿنِ ٿُوھہ ٿَسڪَڙا، ڇِڪَندَڙا اَچنِ،
ڪُڙيُونَ ڪيھُہ پُڪليون، پَگھرسِرپيرنِ،
اي وَڙويڙھيچن، مُون لوڏائي لڪيا.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ صہ 716)

مٿن ٿُبِڪ ٿَبڪَڙا، ڇڪندڙا اَچن،
ڪُڙيون ڪھہ پڪلِيُون، پگھرسرپيرَنِ،
ايُ وڙويڙيچن، مون لوڏانئي لڪيا.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھہ جو رسالو سرمارئي ص 820 با اختيار ادارو سال 1994)

**مَـتـن ٽُـبَـڪَ ٽُـبَـڪِـڙا، ڇـڪـنـدڙا اَڇـن،**
**ڪُڙِيِـون ڪِـھَ بـڪـلـيـون، پـگـھـرسـيـن پـيـرَن،**
**اي وڙويـڙيـچـن، مُـون لـوڏانـئِـي لِـڪـيـا.**
(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرمارئي ص650 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ٽبڪ ٽبڪڙا، ٽوھ ٽسڪڙا)، (ٻڪليون، ٻُڪليون)، (ور، وڙ)، (لوڏائين، لوڏائي، لوڏانئي)، (پگھرسين پيرن، پگر سر پيرن)

**الف: ٽبڪ ٽبڪڙا، ٽوھ ٽسڪڙا:** ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي، متن **"ٽبڪ ٽبڪڙا"** لکيو آھي. اسان جي تحقيق مطابق قديم صورت خطي ۾ "ڙ" اکر "ڻ" اکر ۾ ۽ "ڻ" اکر "ڙ" اکر ۾ تبديل ٿيندو هيو ۽ تبديل ٿيندو آھي. ان اصول مطابق لفظ **"ٽبڪڙا"** يا **"ٽبڪڙا"** جن جو واحد لفظ **"ٽبڪڙو"** ٿئي ٿو تنهن کي تہ نقطو ڇيو ويندو آھي. اسان جي تحقيق موجب لفظ **"ٽبڪڙا"** بجاءِ **"ٽبڪڻا"** بيت ۾ مناسب لڳي ٿو.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا **"ٽوھ ٽسڪڙا"** الفاظ لکيا آھن. **"ٽوھ ٽسڪڙا"** بيجاءِ لکيا ويا آھن. اھو هن ڪري لکون ٿا تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ **"ٽوھ ٽسڪڙا"** جي معنيٰ لکي آھي "توھن جا ٽس يا ٽسڪڙا يعنيٰ توھن جا ننڍا ڳترا تن جون وڏيون ڳريون پريون متن تي". (ص 263)
قارئين ڪرام! ڪڏھن بہ ٽوھ پٽڻ وارو ٽوھ پٽڻ ڪان پوءِ "توھن کي ڪٽي ڳترا ڳترا ۽ ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڪپڙن ۾ پري ٻڌي يا



ٽوڪرن ۾ ڪٽيل توھن جا ڳترا ڪٽي نہ ايندو آھي ڇا ڪاڻ تہ ڪٽيل توھن جي رس جو گھڻو حصو هارجي ويندو تنهن ڪري ٽوھ پٽي ڪٽڻ وارا ماڻهو سالم ٽوھ ٽوڪرن ۾ ڪٽي ايندا آھن يا ڪپڙن جون پريون ٻڌي ڪٽي ايندا آھن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اھي لفظ **"ٽوھ ٽسڪڙا"** غلط لکيا آھن ۽ توھن کي ڪٽي ڪٽي اچڻ واري تشريح بہ غلط ڪئي اٿس. اسان جي تحقيق مطابق الفاظ **"ٽبڪ ٽبڪڻا"** درست آھن.

**ب. ٻڪليون، ٻُڪليون:** ديوان تار چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، ٻانهي خان شيخ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ممتاز مرزا **"ڪڙيون ڪھ ٻڪليون / ٻڪليون"** لکيو آھي. انهن صاحبن غلط لکيو آھي.
اسان جي تحقيق مطابق اصل ۾ اھي لفظ آھن :

" ڪُڙيون ڪِھ ٻِگليون "

جن جي معنيٰ آھي " ٻِگل ۽ آليون ڪُڙيون، ڪيھ هاڻيون ڪُڙيون" يعنيٰ پگھر وھڻ سببان آلي ڪِيھ سان پريل ڪُڙيون.
قارئين ڪرام! اصل حقيقت ھي آھي تہ لفظ **"بڪليون"** جو واسطو پيرن ۽ پيرن جي ڪڙين، ڪيھ ۽ پگھر سان آھي. تنهنڪري **"بڪليون"** لفظ اصل ۾ **"ٻگليون"** آھي. انهي لفظ جو اشارو ڪڙين ڏانهن آھي. اسانجي تحقيق موجب حضرت ڀٽ ڌڻيءَ فرمايو آھي:

" ڪُڙيون ڪِھ ٻِگليون، پگھر سر پيرن"

**يعنيٰ:** ڪڙيون آلي ڪھ سان ٻِگل آھن پيرن تائين پگھر اٿن.

**ت.** <u>**ور، وڙ**</u>: شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا **"اي وڙ ويڙهيچن"** لکيو آهي. مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"ور"** لکيو آهي.

اهو فُقرو اصل ۾ **"اي وڙ ويڙهيچن"** برابر آهي. ۽ **"اي ور ويڙهيچن"** غلط آهي. اهو هن ڪري غلط آهي تہ هن بيت ۾ لفظ **"وڙ"** جي معنيٰ آهي. عمل، طريقو لڇڻ، ڪردار. مارئي چوي ٿي تہ اهو منهنجي ماروئن جو طور طريقو آهي جو مٿي تي توهن جا ٽوڪرا کڻي هلن ٿا جنهن ڪري سندن جسم مان پگهر وهي کڙين تائين پهچي ٿو ۽ سندن کڙيون کيهہ ۽ پگهر سان پڳل رهن ٿيون.

**ث.** <u>**لوڏائين، لوڏائي، لوڏانئي**</u>: ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"لوڏائين"** (**لوڏا + ئين**) يعني **"لوڏن جي"** انهي لفظ جي اها معنيٰ اڌوري نڪري ٿي. ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا اهو لفظ **"لوڏائي"** يعني صرف لوڏا ئي لوڏا لکيو آهي، درست نہ لکيو اٿن. ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ لوڏان+ئي = **لوڏانئي** لکيو آهي، هن لفظ جي معنيٰ آهي "انهن جي لوڏ منجهان ئي" لکي آهي اسان جي تحقيق مطابق درست لکيو اٿن.

**ج.** <u>**پگهرسين پيرن، پگر سر پيرن**</u>: اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ لفظ "پگهرسر پيرن" درست آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "پيرن تي پگهر، پيرن جي مٿان پگهر" اهو لفظ فقط گنج شريف واري لکيل بيت ۾ آهي. ٻئي ڪنهن بہ صاحب نہ لکيو آهي.



اسان تحقيق بعد بيت کي هن صورت ۾ لکڻ مناسب سمجهون ٿا.

**مٿن "ٽُبڪ ٽُبڪٽا"، چڪندڙا اچن،**
**کڙيون کِهہ "پِڳليون، پگهر سر پيرن"،**
**اي "وڙ ويڙهيچن"، مون "لوڏان ئي" لَکيا.**

**معنيٰ:** مارئي چئي ٿي تہ منهنجي ماروئڙن جي مٿن تي توهن جا ٽبڪٽا ۽ ٽوڪرا آهن، پگهر ۾ چڪندڙا پيا اچن انهن جون کُڙيون پِڳل کِهہ واريون آهن، يعني پِڳل ۽ آلي ٿيل کِهہ سندن کڙين کي لڳل آهي، پيرن تائين کين پگهر آهي، اهي نشانيون، اهو وَڙ اهڙي عمل ۾ مشغول رهندڙ منهنجا مارو ئي آهن ڇاڪاڻ تہ انهن جي لوڏ منجهان ئي مان انهن کي لَکي ۽ سڃاڻي ورتو آهي.

*****

**ڪِيئَن ڏُوارِيان ڏَہِراَ؟ ويندَيَسِ ڪنهن نہ وهانءِ،**
**مـون مُـل مـارو نـاهہ، اچـا اوڍيـان ڪـنَـڪـي.**
(ديوان تارا چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سرمارئي ص 612 سال 1900ع)

**تَـ ڏُئـارِئَـان ڏَہَـرا، ويـنـدِيَـسِ ڪِـنـهـن وِهَـانءِ،**
**مُـون مُـلَ مـارو نـاهـہ، اَچـا اَوڍيـان ڪَـنَ ڪـي.**
(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو، مارئي صہ 405.12)

**ڪِـيـئَـن ڏُئـاريـان ڏَہِـرا، ويـنـدَيـسِ ڪِـنِـه وِهَـاهِ،**
**مـون مُـلِ مـاَرُو نـاهِ، اچـا اوڍيـان ڪِـنـهِ ڪـي.**
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرمارئي صہ 366.16)

**تـہ ڏُئـاريـا ڏہِـرا، ويـنـديـس ڪـنـهـن ويـهـانءِ،**
**مـون مُـلِ مـارو نَـاهِ، اچـا اوڍيـان ڪِـيـنـڪِـي.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ صہ 652)

**ڪيئَن ڏُوارِيان ڏَہِراَ، ويندَيسِ ڪنهن نہ وهانءِ،**
**مـون مُـل مـارو نـاهہ، اچـا اوڍيـان ڪـنـڪـي.**
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرمارئي ص 851 بااختيار ادارو سال 1994)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (تہ ڏئارئان، تہ ڏئاريا، ڪيئن ڏئاريان) ، (ڪنهن نہ وهانءِ، ڪنهن وهانءِ، ڪنه وهاه)، (وهانءِ، وهاه)، (ڪن ڪي، ڪنه ڪي، ڪينڪي)

**الف: <u>تہ ڏئارئان، تہ ڏئاريا، ڪيئن ڏئاريان</u>:** "تـہ ڏئـارئـان" الـفـاظ "**ڪيئن ڏئـاريـان**" جـي مقابلي ۾ بيت اندر بيجاءِ لکيا ويا آهـن. ڇا ڪاڻ تہ "**تہ ڏئارئان**" الفاظ جي معنيٰ سڌي سنئين "**تـہ ڏئـارئـان**" آهي ٻي ڪا بہ معنيٰ نہ ٿي نـڪـري. ان جـي مـقـابـلـي ۾ "**ڪـيـئـن ڏئاريان**" جي معنيٰ آهي "ڇو ڏئاريان، ڇا لاءِ ڏوئـاريـان، ڪـنـهـن لاءِ



ڏوئاريان، ڪهڙي ريت ڏوئاريان". اهي الفاظ با معنيٰ آهـن جـن جـو مقصد نڪري ٿو. تنهنڪري "ڪيئن ڏئاريان" الفاظ بيت ۾ مناسب لڳن ٿا.

**ب. <u>ڪنهن نہ وهانءِ، ڪنهن وهانءِ، ڪنه وهاه</u>:** پهرين مصرع جو آخري لفظ ديوان تارا چند ۽ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، "**ڪنهن نہ وهانءِ**" لکيو آهي ۽ فقرو "**ڪنهن وهانءِ**" جي مقابلي ۾ وڌيڪ درست آهي. ڇا ڪاڻ تہ "**ڪنهن نہ وهانءِ**" جي معنيٰ نڪري ٿي "ڪنهن وهانءِ تي نہ ويندیس".
قارئين ڪرام! "**ويندیس ڪنهن وهانءِ**" سواليہ فقرو آهي. ٻنهي فقرن منجهان "**ويندیس ڪنهن نہ وهانءِ**" وڌيڪ مناسب لڳي ٿو ڇاڪاڻ تہ هن فقري ۾ ڪنهن بہ حالت ۾ ڪنهن جي بہ وهانءِ ۾ وڃڻ کان انڪار ثابت ٿئي ٿو. اهو انڪار ڪرڻ بيت ۾ مناسب لڳي ٿو.

**ت. <u>وهانءِ، وهاه</u>:** پهرين مصرع جو آخري لفظ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**وهاه**" لکيو آهي. لفظ "**وهانءِ**" ديوان تارا چند، ٻانهي خان شيخ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لکيو آهي ۽ لفظ "**ويهانءِ**" ممتاز مرزا لکيو آهي. سڀني محققن ۽ مرتبن غلط لکيو آهي. ڇا ڪاڻ تہ قديم سنڌي صورت خطي ۽ جديد صورت خطي ۾ "ء" حمزو ۽ "ه" هرٽي پاڻ ۾ تبديل ٿيندا آهن. انهي حساب سان لفظ "**وهانءِ**" برابر ٿيندو لفظ "**وهانهہ**" جي. انهي "**وهانهہ**" ڪي پهرين قافيي طور حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي بيت ۾ استعمال ڪيو ۽ ٻيو قافيو حضرت جن "**نانهہ**" استعمال ڪيو جنهن ڪري ٻئي قافيا هم آواز ٿيا. مگر ڪاتبن ۽ محققن جي غلطي سببان قافيا غلط لکجي ويا.

ث. <u>ڪِن ڪي، ڪنه ڪي، ڪينڪي</u>: انهن ٽنهين متضاد لفظن منجهان لفظ "**ڪِن ڪي**" حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ زياده مناسب لڳي ٿو ڇا ڪاڻ ته لفظ "**ڪِن ڪي**" جي معنيٰ آهي ڪن جي لاءِ ڪنهن ڪاڻ اهو اظهار هن ڪري آهي ته :

"مون مل مارو ناه، اڇا اوڍيان ڪِن ڪي"

يعني مون وٽ مارُن منجهان ڪو به نه آهي. تنهنڪري آءُ اڇا جي اوڍيان ته ڪنهن لاءِ اوڍيان؟.

اسان حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت کي تحقيق بعد هن طرح لکڻ مناسب سمجهون ٿا.

**ڪيئن ڌڻاريان ڌيڙا؟، ويندِيس ڪنهن نه "وهانه"،**
**مون، مل مارو "نانهه"، اڇا اوڍيان "ڪِن ڪي".**

**معنيٰ**: ميرا ٿي ويل ڪپڙا ڪيئن ڌڻاريان، ڇا جي ڪري ڌڻاريان؟ مان ڪنهن وهاڻُ تي ته نه ويندِيس. مون سان گڏ مارو ته آهن ئي ڪين. تنهنڪري اڇا ڪپڙا ڪين اوڍيندِيس جي اڍيان ته ڪنهن جي لاءِ اوڍيان.

*****



سِبي سيبا ڌِي، **پوريءِ** نينهن نه **ڪَڇِيو**،
ڪَٿي وَتِيون ڪُٿيون، **سَتي سِيوي** سي،
مَچُڻِ چُونِمِ ڪي، ته لڄايُئي ٿر ڄائِيون.
(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو سُر مارئي ص 577 س 1900ع)

سِبي سيبا ڌِي، **پوريءَ** نِينهُه نه **لَڄِئو**،
ڪِٿي وتيون ڪُٿيون، **سبي سيري** سي،
مَچُڻُ چُو نَمِ ڪي، ته لَڄايَئِي ٿَرَ ڄائِيُون.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009 سرمارئي صه 353.18)

سِبِي سيبا ڌِي، **پورِي** نِيه نه **ڪڇَوئي**،
ڪَٿي وَتِيون ڪُٿيون، **سَتِي سِيڻي** سي،
مَچُڻِ چُو نِمِ ڪي، ته لَڄائِيَيءِ ٿر ڄائيون.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرمارئي صه 553.12سال 1996ع)

سِبي سيبا ڌِي، **پوري** نينهُن نه **ڪَڇوئي**،
ڪَٿي وَتِيُون ڪُٿِيُون، **سَتي سيڻي** سي،
مَچُڻ چَونِم ڪي، ته لڄائيءِ ٿَرَ ڄائِيون.
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سر مارئي صه 258.7)

**ڳورِي** نِينهن نَ ڪَچوئي، سِبي سيبَا ڌِي،
ڪَتِي وَتِيُون ڪُٿِيُون، **سَتِي سِيوي** سي،
مَچُڻِ چُو نِمِ ڪي، تَ لَڄَاييءِ ٿَرَ ڄَايُون.
(ڀانهون خان شيخ شاه جو رسالو سر مارئي صه 399.20)

**ڳورِيَ** نيهَن نه ڪَچوئي، سِبي سيبا ڌِي،
ڪَٿَي وَتِيون ڪُٿيون، **سَتي سي سِيوي**،
مچَڻ چونِمِ ڪي، ته لَڄايُئي ٿر ڄايئون.
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ صه 687/688)

**سبي سيبا ڏي، پوري نينهن نہ ڪڇيو،**
**ڪَٿي وَتِيُون ڪُٿيون، سَتي سيوي سي،**
**مڇڻ چونم ڪي، تہ لڄايئي ٿر ڄائيون.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سر مارُئي ص 802 بااختيار ادارو سال 1994)

**سِبي سيبا ڏي، پوري نينهن نہ ڪَڇوئي،**
**ڪَٿَيءَ وتِيُون ڪُٿيُون، سِبي سيڙي سي،**
**مَڇُڻ چُونِم ڪي، تہ لَڄايئِي ٿَرَ ڄائيون.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سر مارئي ص 636 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**سِبِي سيبا ڏي، پوري نِينهَن نہ ڪُڇيو،**
**ڪَٿَيءَ وتِيُون ڪُٿِيُون، سَتِي سيوِيَ سي،**
**مَڇُڻ چُونِم ڪي، تَہ لَڄائَيئي ٿَر ڄائيون.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُر مارئي ص 708 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (پوري، ڳوري)، (لڄيو، ڪڇوئي، ڪڇيو)، (سبي، ستي)، (سيري، سيٽي، سيوي)، (ڄائيون، ڄايون)

**الف: پوري، ڳوري:** پهرين مصرع ۾ ديوان تارا چند، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لفظ "**پوري**" لکيو آهي. ٻين صاحبن اعرابون نہ ڏنيون آهن فقط ڊاڪٽر گربخشاڻي هن لفظ جي "ر" اکر هيٺان زير ڏني آهي. تنهنڪري اِهو لفظ "**پورِي**" پڙهبو.
ڪلياڻ آڏواڻي کان سواءِ هن لفظ جي معني ٻئي ڪنهن صاحب نہ لکي آهي. ڪلياڻ آڏواڻي ص 258 تي حاشي ۾ لفظ "**پوري**" جي معني "**معصومڙي**" لکي آهي.



قارئين ڪرام! معصومڙي اسان جي سنڌي معاشري ۾ سادي ، ڪم عقل ۽ بيوقوف عورت کي چئبو آهي. ماروئي بي وقوف نہ هئي. نهايت ئي داناءُ هئي، هن تہ پنهنجي دانائي سان، پنهنجي عصمت ۽ پنهنجي لڄ بچائي. وطن جي سکين، سرتين کي ساٽيهہ جي سڪ سيڪاري ۽ مارن جو مان مٿائون ڪندي چيائين:

"اي نہ مارُن ريت، جو سيڻ مٿائن سون تي"

لفظ "**گوري**" ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ لکيو آهي. ٻانهي خان شيخ لفظ "**گوري**" جي معنيٰ لکي آهي "ڳوري جو مُنڊ جو، عورت جو". قارئين ڪرام! ٻانهي خان شيخ لفظ "**ڳوري**" جي جيڪا معنيٰ هئڻ گهرجي سا واضع نہ لکي آهي.
اسان کي تحقيق ڪندي هي معلوم ٿيو تہ لفظ "**گوري**" حضرت پٺ ڌڻيءَ ماروئي جي رنگت کي مدِنظر رکي پنهنجي بيت ۾ اهو لفظ فرمايو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي هيڊي گلاب جهڙي رنگت واري وينگس.

**ب. لڄيو، ڪڇوئي، ڪڇيو:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اهو لفظ "**لڄيو**" لکيو آهي.
ڊاڪٽر گربخشاڻي، ممتاز مرزا، ٻانهي شيخ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي لفظ "**ڪڇوئي**" لکيو آهي. هنن سڀني صاحبن اهو لفظ مناسب نہ لکيو آهي.
ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي بہ لفظ "**ڪڇيو**" غلط لکيو آهي. اهو لفظ اصل ۾ "**ڪڇيو**" آهي. قديم سنڌي صورتخطي ۾ "ک" کٿ کي "ڪ" ڪتاب ۽ "ڪ" ڪتاب

”ڪ“ ڪٿ ۾ بدلائي لکبو هيو مگر مٿين صاحبن اها تبديلي نہ آندي.

**ت. سبي، ستي**: زيرِ بحث آيل بيت جي ٻي مصرع ۾ چوٿون لفظ ڊاڪٽر نبي بخش **”سبي“** لکيو آهي.

ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ۽ ٻانهي خان شيخ اهو لفظ **”سَتي“** لکيو آهي ۽ گنج شريف ۾ بہ اهو لفظ **”ستي“** لکيل آهي. اسان جي تحقيق مطابق لفظ **”ستي“** درست آهي.

حضرت پٽ ڌڻي ماروئي کي **”ستي“** لکي، نہ صرف سنڌس مان مٿانهون ڪيو پر سنڌي معاشري کي ۽ پوري دنيا کي درس ڏنائين تہ عورت کي هر هنڌ، هر وقت ۽ هر حال ۾ ماروئي جهڙو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي. حضرت پٽ ڌڻيءَ جي پيغام کي افسوس جو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سمجهي نہ سگهيو.

**ث. سيري، سيٽي، سيوي**: زير بحث بيت جي ٻي مصرع جو پنجون نمبر لفظ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي **”سيري“**.

ڊاڪٽر گربخشاڻي اهو لفظ لکيو **”سيٽي“**.

ڪلياڻ آڏواڻي هميشہ وانگر ڊاڪٽر گربخشاڻي جي تقليد ڪندي **”سيٽي“** لکيو.

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ ٻانهي خان شيخ پنهنجي ترتيب ڏنل رسالن ۾ لفظ **”سيوي“** لکيو آهي.

اسان جي تحقيق مطابق لفظ **”سيوي“** درست آهي ڇا ڪاڻ تہ ان جي معني ”سبي، ٽوپو ڏي“ ٿئي ٿي.

**ج. ڄائيون، ڄايون**: مطالعي هيٺ آيل بيت جو آخري تنازعي ۽



تڪرار وارو لفظ آهي **”ڄائيون، ڄايون“**، انهيءَ لفظ کي ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ **”ڄايون“** لکيو آهي. شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي اهو لظ **”ڄائيون“** لکيو آهي. ٻنهي لفظن جي اختلاف ۽ تضاد کي مٽائڻ لاءِ اسان وري بہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالن ڏانهن موٽ ڪريون ٿا.

**”ڄائيون ۽ ڄايون“** ٻنهي لفظن جي حقيقت، اصليت ۽ موزونيت کي معلوم ڪرڻ لاءِ اسان کي گنج شريف اصل جو مطالعو ڪرڻو پيو. اسان کي اصل گنج شريف ۾ اها مصرع ص 688 تي هن صورت ۾ لکيل پڙهڻ ۾ آيو.

”مُڇن چونم ڪي، تہ لڄائيي ٽر جائيءَ“

(سيد فقير عبدالعظيم اصل گنج شريف ننڍو صہ 688)

هي مصرع جديد صورت خطيءَ ۾:

”مڇڻ چونم ڪي، تہ لڄائيي ٽر ڄائيون“

اهڙي تجزيي ۽ تحقيق بعد لفظن جي تصحيح ڪري بيت کي هن صورت ۾ لکون ٿا.

**”گوري“ نينهنِ نہ ”ڪڇيو“ ، ”سبي“ ”سيبا ڏي ،**
**ڪٿي وٿيون ڪُٿيون ، ”سَتي سيوي“ سي ،**
**مڇڻ چونم ڪي ، تہ لڄائيي ٽر ”ڄائيون“ .**

*****

**آما، پانيان اَڪ، ڪَبڙ ڪَتوريان اڳرا،**
**پَٽيان پران پيٽ ڪي، ماڪيان منـي مَڪَ،**
**ڪوڪڙ ڪنديرن ۾، ڦُوڪيو پريان ڦَڪ،**
**وَرُ هلاڪي سين حق، ڪوءِ وَڏائُون وڙن سين.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرمارئي صه 371)

**آمان پَانيان اَڪَ، ڪَبَڙَ ڪَتُورئان وِترا،**
**ڪُٽيان پَٽيَان پيٽَ ڪي، مَاڪِيانَ مِني مَڪَ،**
**ڪوڪَڙُ ڪُنديَرن ۾، ڦوڪيو پَريان ڦَڪَ،**
**وَرُ هَلاڪِي سين حَقَ، ڪوءِ وَڏَايون وِڙنِ جُون.**

(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرمارئي صه 10،468)

**عامان پانيان اَڪَ، ڪبڙَ ڪتوريان وترا،**
**ڪُڏيان پٽيان پيٽ ڪي، ماڪِيان مِني مَڪ،**
**ڪوڪِڙ ڪونديرن ۾، ڦوڪيو پِران ڦڪ،**
**وَرهلاڪِي سين حق، ڪوءِ وَڏايون ورنِ سين.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ صه 717 سرمارئي.)

**نوٽ:** تارا چند شوقي رام، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامه آءِ آءِ قاضي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي اهو بيت نه لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (آما، آمان، عامان)، (اڳرا، وترا)، (پٽيان، ڪُٽيان، ڪُڏيان)، (ور هلاڪي)، (ڪوءِ وڏائون وڙن، ڪوءِ وڏايون وڙن، ڪوءِ وڏايون ورن)

**الف. آما، آمان، عامان:** "آما" مخاطب ٽيڻ وارو لفظ "اي آم" يعنيٰ اي آمب آهي.

"ع" سان لکيل "**عامان**" هن ڪري غلط آهي جو اهو لفظ "**عام**" لفظ منجهان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي "عام ڪان يا عام منجهان".

۽ "**آمان**" لفظ کي اسان هن ڪري درست سمجهون ٿا جو هن لفظ جي معنيٰ آهي. "**آم ڪان**" يعنيٰ "**آنب ڪان**" ۽ آمان ڪچن انبن چٽبو آهي. هاڻ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي پهرين مصرع ملاحظه فرمايو:

"آمان پانيان اڪ، ڪبڙ ڪتوريان وترا"

**معنيٰ:** (تنهنجي) آنب ڪان پنهنجن ماروئن جا اڪ ۽ ڪبڙ جي بوءِ تُنهنجي خستروي جي خوشبوءِ ڪان پانيان يعني پسند ڪريان ٿي.

**ب. اڳرا، وترا:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ "**اڳرا**" لکيو آهي. ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ لفظ "**وِترا**" لکيو آهي. اڳرا، اڳرائي، اڳرايون اهي لفظ ظلم ۽ زيادتي جهڙن فقرن ۽ جملن ۾ استعمال ٿيندا آهن. اهو لفظ "**اڳرا**" استحصالي الفاظ ۾ شمار آهي. مارئي جي زبان مان اهڙو لفظ نه ٿو نڪري سگهي تنهنڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ جي انهيءَ بيت ۾ نه ٿو سونهين.

لفظ "**وترا**" جنهن جي معنيٰ آهي گهڻا. اهو لفظ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ سونهين ٿو. ساڳي وقت ۾ گنج شريف قديم ترين سنڌي صورت خطي ۾ لکيل آهي. اهو لفظ ان زماني ۾ مروّج هيو ۽ "**اڳرا**" لفظ ڪان وڌيڪ بهتر سمجهيو ويندو هو. تنهن ڪري حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ "**اڳرا**" بجاءِ لفظ "**وترا**" استعمال ڪيو. جنهن جو ثبوت گنج شريف ۾ آهي.

ت. **پٽيان، ڳٽيان، ڳڏيان:** پٽيان، ڳٽيان، ڳڏيان، انهن ٽنهي لفظن منجهان "**پٽيان**" لفظ مناسب آهي. مڪ، پيرن ڪي چئبو آهي، اهي پٽبا آهن، ڳٽبا ۽ ڳڏبا يا ڳُڏبا نه آهن.

ث. **ور هلاڪي** : "**هلاڪي**" لفظ مٿين مڙني محققن ۽ ليکڪن لکيو آهي. "ڪ" کٽ سان لکيو اٿن ۽ معنيٰ لکي اٿن "تڪليف ۽ هلاڪت"، ڊاڪٽر بلوچ (ص 371) تي ۽ ٻانهي خان (ص468) تي هلاڪت، موت تڪليف معنيٰ لکي آهي.
قارئين ڪرام! لفظ "**هلاک**" کان لفظ "**هلاڪ**" لکڻ درست آهي. ڇاڪاڻ ته سنڌي الفابيٽ ۾ هر هڪ اکر جي پنهنجي پنهنجي الڳ حثيت آهي "ک" "ڪ" جي جاءِ تي هرگز استعمال نه ٿيندو ۽ "ڪ" "ک" جي جاءِ تي بنهه استعمال نه ڪرڻ گهرجي ڇا ڪاڻ ته "ک" سان شروع ٿيندڙ لفظ "**کٽ، کيڏ، کڏو**" وغيرو لکبا ۽ "ڪ" اکر سان شروع ٿيندڙ لفظ "ڪتاب، ڪباب" وغيره لکبا. تنهنڪري لفظ "**هلاکي**" کي "**هلاکي**" لکڻ غلط آهي اهو هن ڪري ته لفظ "**هلاکي**" جي ڪا به معنيٰ نه ٿي نڪري. ۽ "**هلاڪي**" لفظ جي معنيٰ ٿئي ٿي "هلاڪت، تڪليف، پريشاني، موت".

ج. **ڪوءِ وڏائون وڙن، ڪوءِ وڏايون وڙن، ڪوءِ وڏايون ورن:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، "**وڏائون**" لفظ لکيو آهي ان جي معنيٰ "وڏيڪ فائدا" لکي اٿس. اِها معنيٰ ڏکي تي لکي اٿس.
ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا لفظ "**وڏايون**" لکيو آهي، جنهن جي معنيٰ ٻانهي خان لکي آهي، "مان، مرتبا، شان، بادشاهيون".
قارئين ڪرام! عمر سومرو ته جو بادشاهه هيو بادشاهه طرفان شان



شوڪت ۽ مان مرتبا. جهڙن لفظن لاءِ "**وڏايون**" لفظ جي استعمال سان بيت جي معنيٰ مانائتي ۽ سُٺي نڪري ٿي، به نسبت لفظ "**وڏائون**" جي. تنهنڪري ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو لکيل لفظ "**واڏئون**" نا مناسب آهي. ممتاز مرزا لکيو آهي "**ڪوءِ وڏايون ورن**" اهو مصرع جو فقرو غلط لکيو اٿس هن ڪي لفظ "**ورن**" بجاءِ "**وِڙن**" لکڻ گهربو هيو. "**ورن**" لفظ "**ور**" جو جمع آهي جنهن جي معنيٰ آهي "مڙس يا پتي" . "**ورن**"، وڪڙن ڪي به چئبو آهي. "**وِڙن**" جي معنيٰ آهي "**خراب**" تنهنڪري لفظ "**وِڙن**" بيت ۾ مناسب لڳي ٿو.
اسان جي تحقيق بعد بيت جي صورت هي بيهي ٿي .

**"آمان" ڀانيان اڪ، ڪبڙ ڪٿوريان "وترا"،**
**پَٽيان پِران پيٽ ڪي، ماڪيان مِٽي مڪ،**
**ڪوڪڙ ڪند ٻرن ۾، ڦوڪيو ڀريان ڦڪ،**
**ور "هَلاڪِي" سين حق، ڪوءِ وَڏايون "وِڙن" جون.**

**معنيٰ:** تنهنجن انبن کان مارن جي اڪ کي وڌيڪ ڀانيان ۽ پسند ڪريان ٿي. ۽ مارن جا ڪبڙ ڪٿوري کان به گهڻا خوشبودار سمجهان ٿي. مڪ پٽي پنهنجو پيٽ ڀريان، اهي مڪ ماکي کان به مٺا آهن ۽ ڪوڪڙ ٻير ڪنڌيرن منجهان ڪيڏي انهن جا ڦڪ ماريان. وڙن يعني خراب ماڻهن (عمر سومري) جون وڏايون، شان، مان ۽ مرتبا ٻَن پون، منهنجي هلاڪت حق سان گڏ ٿئي يعنيٰ منهنجو موت منهنجي مڙس ڪيت سان گڏ ٿئي ته بهتر ڀانيان ٿي.

******

# سُر سُنھڻي

❁❁❁❁❁❁❁

ڏَمَ ڏهاڻي ڏي، سندا ميهر مهڻا،
جهليم تي جهولي ۾، پَلَيَ پايوسي،
مَرُجان چالِيهہ چئي، سنگا سُپرين جي.

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سر سهڻي ص128 سال1900)

ڏمُ ڏِيهَاڻي ڏي، سَندا ميهَرَمِيهَڻَا،
جَهليان ٿِي جهوليءَ ۾، پلءَ پَايوسي،
مَرُتان چالِيهَہ چَئي، سَڱان سُپرِين جي.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سر سهڻي ص392-7)

ڏمُ ڏيهاڻي ڏي، سندا ميهَرَمِيهڻَا،
جِهَليمَ تي جهولِي ۾، پَلءِ پائيوسي،
مَرُجان چاليهہ چي، سَڱان سُپرينِ جي.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سر سهڻي 13-268)

ڏمُ ڏهاڙِي ڏي، سَنَدا ميهَرَمِيهَڻا،
َجهليَان ٿِي جهوليءَ ۾، پَلئِي پَايوسي،
مَرتَان چَالِيهہ چَئي، سَڱان سُپرَينِ جي.

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو 2009ع سر سهڻي ص263)

ڏمُ ڏيهاڻي ڏي، سندا ميهَرَميهَڻا،
جهليان تي جهوليءَ ۾، پَلئي پايوسي،
مرتان چاليهہ چي، سڱان سپريَنِ جي.

(ممتاز مرزا گنج جديد صور تخطيءَ ۾ ص353)



ڏم ڏهاڻي ڏي، سندا ميهر مهڻا،
جهليم تي جهوليءَ ۾، پليَ پايوسي،
مَرُجان چاليهہ چئي، سنگا سپرين جي.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سر سهڻي ص165 بااختيار ادارو سال1994)

ڏَمُ ڏيهاڻي ڏي سَندا، ميهَرَمِيهَڻا،
جَهلِيَم تي جهولِيءَ ۾، پَلَہ پائيوسي،
مَرُجان چالِيَهہ چئِي، سَڱان سُپريَنِ جي.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُر سهڻي ص786 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (جهليان تي، جهليم تي)، (مرجان، مرتان)، (چئي، چي)، (سنڱان، سنگا)

**الف. <u>جهليان ٿي، جهليم ٿي</u>:** ٻي مصرع ۾ الفاظ، **"جهليان ٿي"**، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا لکيا آهن. اهي لفظ درست لکيا ويا آهن. سنهڻي ساهيڙين کي ان وقت جي ڳالهہ ڪري ٿي جنهن وقت هن کي سندس مڙس ڏم ڏوراپا ڏيندو هو تہ سهيلين کي ٿي چيائين:

**"جهليان ٿي جهوليءَ ۾ پلءُ پايوسي"**

مگر ديوان تارا چند، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو آهي **"جهليم ٿي جهولي ۾"**، زمان ماضي جي ڳالهہ ڪئي اٿن. سنهڻي کي زمان ماضي جو موقعو ئي نہ مليو هيو. سنهڻي ائين تڏهن چئي ها جڏهن ڏم مري وڃي ها. ڏم جي مرڻ بعد چِئي ٿي سگهي تہ:

”جهليم ٿي جهلي ۾، پلئي پايوسي“

ب. **مرجان، مرتان:** لفظ ”مرجان“ ديوان تارا چند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ علامه آءِ آءِ قاضي لکيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ممتاز مرزا ۽ ٻانهي شيخ ٽين مصرع جو پهريون لفظ **”مرتان“** لکيو آهي. حضرت پٽ ڌڻيءَ ۽ سيد عبدالعظيم ڪاتب جي دور ۾ لفظ **”مرتان“** لکيو ۽ ڳالهايو ويندو هو. ان جو ثبوت گنج شريف ۾ لکيل بيت جي (ص 353) تي آهي. تنهنڪري هن بيت ۾ لفظ **”مرتان“** لکڻ گهرجي.

ت. **چئي، چي:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ قافيي جو وڏو خيال رکڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته حضرت پٽ ڌڻي پنهنجن بيتن ۾ قافين آڻڻ ۾ ڪمال جو مظاهرو ڪيو آهي. هي بيت ٽن مصرعن وارو آهي. هن ۾ ٽي قافيا هئڻ گهرجن.
ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي ۽ ممتاز مرزا پهريون قافيو **”ڏي“**، ٻيو قافيو **”سي“** ۽ ٽيون قافيو **”چي“** لکيو آهي، نهايت ئي مناسب قافيا لکيا اٿن. مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان به قافيا **”ڏي ۽ سي“** ته درست لکيا آهن، مگر ٽيون قافيو **”چئي“** لکيو اٿن. بيت ۾ ٽين قافيي جو عيب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان شيخ جي لکت جي ڪري ٿيو آهي.

ث. **سنڱا:** سموري بيت ۾ مکيه لفظ **”سنڱا“** آهي سيني ليڪن غلط لکيو آهي. هنن صاحبن تحقيق نه ڪئي. اسان جي تحقيق مطابق سيني صاحبن ديوان تاراچند شوقي رام جي تقليد ڪئي آهي.



ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي ”سڱان سپرين جي معنيٰ پرينءَ جي سڱ سببان“ (ص 392)
ٻانهي خان شيخ معنيٰ ۾ لکيو آهي، سڱان سپرين جي بيت نمبر 6 جي معنيٰ ”سڱ جي ڪري ناتي جي ڪري“.
ديوان تاراچند، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ٻانهي شيخ ۽ ممتاز مرزا حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي جو مطالعو ته ڪيو، مگر بي ڌيانيءَ سان مطالعو ڪيو. هنن ڌيان نه ڏريو جيڪڏهن غور فرمائن ها ته، لفظ **”سڱان“** هرگز نه لکن ها.
ممتاز مرزا ڪي، حضرت پٽ ڌڻيءَ جي گنج شريف ڪي قديم صورت خطيءَ مان ڦيرائي جديد صورت خطيءَ ۾ آڻڻ جي عظيم سعادت بخشي ويئي. هن صاحب **”پنهنجي پاران“** واري عنوان ۾ ص 8 ۽ ص 9 تي لکيو آهي.
”ڪاتب جي اختيار ڪيل اکرن جي صورتخطيءَ غير متوازن آهي“.
اُن ۾ ”ک“ اکر، گ، ڳ ۽ گھ اکرن ۾ بدلائڻ جو اصول ته ممتاز مرزا صاحب قائم ڪيو مگر ان تي عمل نه ڪيائين.
گنج شريف ۾ لکيل بيت ملاحظه فرمايو:

ڏم ڏيهاني ڏي، سندا ميهر ميهنا،
جليان ٿي جوليم، پلئي پايوسي،
مرتا چاليه چي، سکان سپرينجي.
(فقير عبدالعظيم گنج شريف ص 353)

جديد صورت خطي:

ڏم ڏينهاڙي ڏي، سندا ميهر ميهڻا،
جهليان ٿي جهلي ۾، پلئي پايوسي،

مرتان چاليھہ چي، ”سنگان“ سپرين جي.

قارئين ڪرام! گنج شريف ۾ **”سنگان“** جو ثبوت لکيل مليو آهي. جيڪڏهن اهو ثبوت نہ بہ ملي ها ۽ توڙي جو گنج ۾ **”سڱان“** لکيل هجي ها تہ بہ تحقيق جي آڌار تي اسان گنج شريف ۾ لکيل لفظ کي ڪاتب جي سهو سمجهون ها لفظ **”سڱان“** کي تسليم نہ ڪريون ها.
چاڪاڻ تہ سچ جهڙا روشن مثال حضرت پٽ ڌڻيءَ ڏيئي پاڻ ئي ثابت ڪيو آهي تہ سنهڻي جو مڙس ۽ سڱيٽو آهي، تہ ڏم آهي ۽ نہ ميهار.
ميهار تہ سهڻي جو سنگتي آهي ٻيو ڪو بہ سڱ سياڪو ميهار جو سنهڻي سان سندس ڪونهي. جڏهن اهڙا چٽا ثبوت حضرت پٽ ڌڻيءَ جي رسالي ۾ موجود آهن تہ پوءِ ڏاڪٽر صاحبان، ٻانهي شيخ ۽ ممتاز مرزا جو فرض هيو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت ڪاري نہ، مگر سڌاري عوام کي آڇين ها.
حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هي بيت، انهن لاءِ ثبوت طور پيش ڪريون ٿا جيڪي ميهار کي سهڻي جو محب، يار ۽ سنگتي نہ ٿا مڃن.

پُڇي پاڙي واريون، ڪوه ڪريندو ڏم،
ڪاري رات ڪُنن ۾، ڪاٽيارن جو ڪم،
هي هڏو ۽ چم، گهوريو **”محب ميهار تان“**.

مٿيون بيت بلڪل واضح طور تي سنهڻي جو مڙس ڏم ۽ محب ميهار ثابت ڪري ٿو تہ پوءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ ميهار کي چو **”سڱيٽو“** لکجي؟ ميهار تہ، حضرت پٽ ڌڻيءَ جي زباني سهڻي جو محب آهي ۽ جڏهن محب آهي تہ اهو سنهڻي جو سنگتي آهي،



سهڻي سندس سُريت ۽ سنگتياڻي آهي.

اهڙي تحقيق بعد بيت هن صورت ۾ لکڻ گهرجي.

**ڏم ”ڏينهاڻي“ ڏي، سندا ميهر ميهڻا،**
**جهليان ٿي جهوليءَ ۾، پلءُ پايو سي،**
**مرتان چاليھہ ”چي، سنگان“ سُپرينءَ جي.**

**معنيٰ:** مون کي ڏمر پل جان ميهار جا روزانو مهڻا ڏئي، مان ڏم جا ڏوراپا ۽ مهڻا خوشي سان جهولي جي پلءُ ۾ جهليان ٿي. مرتان، ميهار سان سنگت رکڻ جي ڪري هڪ نہ مگر چاليھہ ڏوراپا ڏئي قبول اٿم.

*****

تَڙ تَڪڻ تارِ گهڙڻ، اي ڪانيارِن ڪمُ،
ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾، ڏي ڏوراپا ڏَمُ،
عقل، مت، شرم، ٽيئي نيهن نِهوڙيا.

(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو سرسهڻي ص116)

تَڙ تڪڙ، تار گِهڙَڻُ، اِي ڪاٽِيارِن ڪَمُ،
ڏهَه ڏهَه پيرا ڏِيهَه ۾، ڏي ڏوراپا ڏَمُ،
عَقلُ، مَتِ، شرمُ، ٽيئِي نِيهَه نِهوڙيا.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرسهڻي ص 01ـ261)

تَڙ تَڪَڻ تار گهِڙڻ، اِيءُ ڪاٽيارِن ڪَمُ،
ڏهَه ڏهَه پيرا ڏِينَهه ۾، ڏِئي ڏوراپا ڏَمُ،
عَقُلُ، مَتِ، شَرمُ، ٽِريئِي نِيهَه نِهوڙئا.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرسهڻي ص 385)

تَڙ تَڪَڙ تَارِ گِهڙَڻُ، اِيءُ ڪاٽيارِن ڪَمُ،
ڏهَه ڏهَه پيرَا ڏِينهَن ۾، ڏي ڏوراپو ڏَمُ،
عقل، مت، شرم، ٽيئي نيهن نِهوڙئا.

(ٻانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرسهڻي ص 237)

تَڙ تَڪَرِ تارِ گهَڙڻُ، اِيَ ڪانِيارن ڪَمُ،
ڏَهَه ڏَهَه پيرَا ڏينهَن ۾، ڏي ڏوراپو ڏم،
عقلُ، مَتُ، شرم، ٽِيئي نيهن نِهوڙيا.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورتخطيءَ ۾ ص348)



تَڙَ تَڪَڻَ تارِ گهِڙَڻَ، ايَ ڪانيارِن ڪَمُ،
ڏَهَه ڏَهَه پيرا ڏِينهن ۾، ڏي ڏوراپا ڏَمُ،
عَقَلُ، مَتِ، شَرَمُ، ٽِيئي نِيهن نِهوڙيا.

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سُرسهڻي ص 741 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (تڙ تڪڙ، تڙ تڪڻ)، (ڪاٽيارن، ڪانيارن)

**الف. تڙ تڪڙ، تڙ تڪڻ:** ڊاڪٽر گربخشاڻي، ٻانهي خان شيخ ۽ ممتاز مرزا لفظ "**تڙتڪڙ**"مناسب نه لکيو آهي مگر ديوان تارا چند، علامه آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "**تڙ تڪڻ**" لکيو آهي. شاهه سائين جو ڪلام قديم سنڌيءَ صورت خطي ۾ رسالن، بياضن ۽ گنج ۾ لکيو ويو هيو. اهڙي صورت خطي وارن لفظن کي لکڻ ۽ پڙهڻ وقت مرتب ۽ محقق حضرات کي هي خيال رکڻو هيو ته شاعر لفظن ۽ اکرن جي ذريعي ڪهڙو خيال بيان ڪيو آهي؟
حضرت ڀٽ ڌڻيءَ هن بيت ۾ "**تڙ تڪڻ**"، "**ڏينهن ۾ ڏهه ڏهه پيرا**" ڏم جا ڏوراپا سهڻ، "**عقل**"، "**مت**"، "**شرم**" ۽ "**نينهن نهوڙيا**" اهي الفاظ اهڙا ته ترتيب وار فرمايا آهن جو سنهڻيءَ جي سماج دشمني ۽ مڙس جي نا فرمانبرداري جو اڻمٽ نقشو چٽين ٿا. اهڙي حالت ۾ ليکڪن ۽ محقق حضرات کي خيال ڪرڻ گهرجي ها ته حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جڏهن مڙس جي مت، سهيلين جي سمجهاڻي، ۽ عقل ۽ شرم جي ڪسجڻ جي ڳالهه ڪري ٿو ته پوءِ بيت ۾ "**تڙ تڪڙ**" ۾ تار گهڙڻ واري سنهڻي جي عمل کي ذهن ۾ رکڻ ته اجايو آهي. اهو هن ڪري ٿا چئون ته تڙ تي بيهڻ ۽ تڙتڪڻ الڳ ڪردار آهي ۽ تڙ تڪڙ، تار گهڙڻ الڳ عمل آهن. هن بيت ۾ حضرت ڀٽ ڌڻيءَ سنهڻي

جي ڪردار جي عڪاسي ڪئي آهي. اها عڪاسي هن ڪري ڪيائين تہ جئن سنھڻي جي تڙ تي بيهي تڪڻ وارو بد ڪردار سماج جي سامهون اچي ۽ آئندھ ڪا بہ عورت سنھڻي جو ڪوجهو ڪردار ادا نہ ڪري. اسان تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي تہ لفظ **"تڙتڪڻ"** بيت ۾ مناسب لڳي ٿو. ملاحظہ فرمايو:

**"تڙ تڪڻ تار گهِڙڻ، اي ڪاٽيارن ڪم"**

ب. <u>**ڪاٽيارن، ڪانيارن:**</u> ٻين سيني مٿي ڄاڻايل ليڪن لفظ **"ڪاٽيارن"** استعمال ڪيو آهي.

علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ممتاز مرزا "ڻ" بجاءِ "ن" اڪر استعمال ڪيو آهي يعني لفظ **"ڪانيارن"** لکيو آهي. لفظ **"ڪانيارن"** جي معنيٰ آهي ڪان + يارن يعنيٰ جنهن ڪي ڪان لڳل هجي هي لفظ غلط استعمال ڪيو اٿن. هن جي مقابلي ۾ لفظ **"ڪاٽيارن"** موزون آهي.

ڪاڻ + ياري يعني **"عيب دار"**. سنھڻي، تڙ تي بيهي، چوطرف ايرن غيرن، پنهنجن ۽ پراون، لُچن ۽ لوفرن طرف نگاهون ۽ نظرون ڪڻي نهاريو ٿي. عورت جي حيثيت سان شرم ۽ حيا واريون اکيون هيٺ هئڻ گهرجن، اهڙين بي ادب اکين لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ کهڙو نہ خوب فرمايو آهي.

اکين ادب چڏيو ڪُجا نظر ڪن،
وَرن ساڻ وهہ پيئون، وِڙن ساڻ ڪلن.

حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بحث هيٺ آيل بيت جي لفظن مطابق، سنھڻي جي ڪردار جو هي حال هيو جو مڙس ڏم ۽ ٻين گهر ڀاتين ڪي چڏي ڏهہ ڏهہ پيرا، گهر جي نوڪر ميهار سان، رس رهاڻ ڪرڻ لاءِ پهچي ويندي ۽ واپس ورندي هئي. ڏم ميارون ڏيندو هوس. سنھڻي ڪي



سهيليون ترڻ جي طعنن جا تير هڻنديون هيون چو تہ سنھڻي، ڪاٽياري ڪاٽي ۽ عيبدار هئي.

سوهڻي ڪي مهار جي محبت واري ڪام جي ڪرڪ لڳل هئي. اُن سببان سندس عقل تي نينهن جي نشي جو اثر هيو. هن جي اکين واري حيا ۽ شرم تي بي حيائي جا پردا چڙهي چُڪا هئا.

قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هي بيت فقط سنھڻي جي بد ڪردار جي تصوير چٽي ٿو. سيني ڪاتبن، ليڪن ۽ محققن **"ڪاٽيارن ۽ ڪانيارن"** الفاظ لکيا آهن. بلڪل غلط لکيا اٿن. اهو هن ڪري لکون ٿا تہ لفظ **"ڪاٽيارن ۽ ڪانيارن"** جو اشارو جمع عورتن ڏانهن آهي ۽ نہ هڪ سنھڻي ڏانهن. اسان جي تحقيق مطابق جيڪڏهن فقط سنھڻي ڏانهن مٿين صاحبن جو اشارو هجي ها تہ پوءِ اهي سڀيئي يا انهن منجهان ڪو صاحب لفظ **"ڪاٽيارِڻ"** لکي ها. جنهن منجهان پڙهندڙ سمجهي وڃن ها تہ فقط سنھڻي جي ڪردار جي نشان دهي ڪرڻ لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ بيت فرمايو آهي ۽ حقيقت بہ اها ئي آهي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ فقط ۽ فقط سنھڻي جي بد ڪردار کان عوام کي آگاهہ ڪرڻ لاءِ اهو بيت فرمايو تہ جئين سنھڻي جي مثال منجهان هر عورت سبق حاصل ڪري.

اسان جي تحقيق مطابق بيت جي هي پڙهڻي درست آهي.

**"تڙتڪڻ"، تار گهڙڻ، اي "ڪاٽيارِڻ" ڪم،**
**ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهن ۾، ڏي ڏوراپا ڏم،**
**عقل مت شرم، ٽيئي نينهن نهوڙيا.**

*****

**وهڙ وَهين مَ شال، سُڪِي پيلا ٿِيون ٿئين،**
**پَسان تُنهِجي پيٽَ ۾، لاٽا لُوتَ لِيارَ،**
**جِنهن تو سڀُ جمار، آسائِتيون پوڙيون.**

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرسهٽي ص 119)

**واهُڙ وَهين م جارَ، سُڪي پيلا ٿُيون ٿِيين،**
**پَسان تُنهنجي پيٽَ ۾، لاٽا لُوتَ ليَارَ،**
**جئن تو سَڀ جَمَارَ، آسائِتيُون پوڙِيُون.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرسهٽي ص 387)

**وهڙ وَهين مَ چالُ، سُڪِي پيلا ٿِيون ٿيين،**
**پَسان تُنهِجي پيٽَ ۾، لاٽا لُوتَ لِيارَ،**
**جِهہ تو سڀُ جمارُ، آسائِتيون پوڙيون.**

(ڊاڪٽر گربخشاني شاهہ جو رسالو سرسهٽي ص 20-263)

**واهُڙَ وَهين مَ شال، ڦِٽِي پيلا ٿيون ٿِيين،**
**پَسان تُنهِنجي پيٽَ ۾، لاٽا لُوت ليار،**
**جِئن تون سَڀَ جَمَار، آسَائِتِيون پوڙِيُون.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرسهٽي ص 28–244)

**سُڪِي پيلاٽي ٿي، واهرو هين مَ چَالَ،**
**پَسان تَنهِجي پِيٽ ۾، لانان لُوتَ لِيَارَ،**
**جِهہ تُو سَڀَ جَمَارَ، آسائتي پوڙي.**

(بمبئي ڇاپي جو عڪس حاجي محمّد سمون سرسهٽي ص 80)



**واهُڙ وَهين مَ شالَ، ڦِٽي پيلاٽو ٿيين،**
**پَسان تنهنجي پيٽ ۾، لاٽا لوت ليارَ،**
**جنهن تون سڀ جمارَ، آسائتيون پوڙيون.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص 354)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (جار، چال، شال)، (سُڪي، ڦٽي)، (جئن، جهہ، جنهن)

**الف. <u>جار، چال، شال</u>:** گنج شريف جي ڪاتب فقير سيّد عبدالعظيم، ڪان وٺي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ تائين حضرت پٽ ڌڻيءَ جي هن ٽِن مصرعن واري بيت جي قافين جو خيال نہ رکيو ويو آهي.

بيت جي پهرين مصرع جو لفظ ڊاڪٽر گربخشاڻي جي رسالي ۽ بمبئي ڇاپي جي عڪس ۾ لفظ "**چال**" لکيل آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لفظ "**جار**" لکيو آهي.

گنج شريف ۾ ۽ ٻانهي خان شيخ جي ترتيب ڏنل رسالي ۾ لفظ "**شال**" لکيل آهي.

لفظ شال کي "**چال**" ڪري بہ پڙهيو لکيو ۽ ڳالهايو ويندو آهي.

قارئين ڪرام! مون کي خيال ذهن ۾ آيو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي ٽن قافين منجهان هڪ قافيو "**چال**" ۽ "**شال**" لکيو ويو آهي. جنهن منجهان پڙهندڙن توڙي ٻڌندڙن هي اثر ورتو آهي تہ **حضرت پٽ ڌڻيءَ سنڌ جي درياءَ کي پٽيو آهي** سوچيم تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جيڪو الله پاڪ کي عرض ڪري تہ:

سائينم سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سُڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

سو لاڪيڻو لطيف چو سنڌُو درياءَ جي سڪي وڃڻ لاءِ بدعائون گهرندو؟ اهو خيال ذهن ۾ رکي وري حضرت پٽ ڌڻيءَ جي مختلف رسالن جو مطالعو شروع ڪيم ته ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي لکيل هي مصرع:

واهڙ وهين مَ "جار"، سُڪي ٻيلاٽيون ٿيين

نظر آئي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لفظ **"جار"** جي معنيٰ لکي آهي "جال، جهجهو جهجهي پاڻي سان". اسان جي تحقيق مطابق **"چار"** لفظ **"جار"** لفظ جي مقابلي ۾ زياده موزون ۽ مناسب آهي. چاڪاڻ ته **"چار"** وڌي **"چر"** کي چئبو آهي. اسان وڌيڪ تحقيق ڪئي ته اسان کي لفظ **"چار"** زياده مناسب نظر آيو. ڊاڪٽر گربخشاڻي لفظ **"چال"** لکيو آهي. اصل ۾ اهو لفظ **"چال"**، **"چار"** ئي آهي. قديم صورت خطيءَ ۾ "ل" اکر کي "ر" ۾ ۽ "ر" اکر کي "ل" ۾ تنديل ڪيو ويندو هو.

**ب. <u>سُڪي، ڦِٽي</u>:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر گُربخشاڻي، حاجي محمّد سمي لفظ **"سُڪي ٻيلاٽيون ٿيين"** لکيو آهي.
ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ لفظ **"ڦِٽي ٻيلاٽيون ٿيين"** لکيو آهي.
لفظ **"سُڪي"** جي معنيٰ آهي خشڪ ٿي. ۽ ڦِٽي جي معني آهي "درياهه پنهنجي اصلي صورت ڦٽائي سڪي خشڪ ٿي وڃي.
اسان تحقيق جي آڌار تي چئون ٿا ته حضرت پٽ ڌڻيءَ درياهه جي سُڪي يا ڦِٽي وڃڻ لاءِ بد دعا نه گهري آهي مگر هي فرمايو اٿس ته:

"واهڙ وهين مَ چار، **ڦُٽي** ٻيلاٽيون ٿيين"

**معنيٰ:** اي درياهه، اي وڏا واهڙ، شال سموري سنڌ ۾ وڌي **"چر ۽ چار"** جي صورت ۾ نه وَهين مگر تو منجهان پاڻي جا مختلف ڦاٽ ڦُٽن، ننڍا



وڏا واهڙ وهن ۽ چاڙا زمينن ۾ چوڙ ڪرن ته جئن هڪ طرف تون آسائتيون نه ٻوڙي سگهين ۽ ٻئي طرف سنڌ ڌرتي تي تو منجهان نڪتل ڌرتي، تي گهڻي انداز ۾ ٻيلاٽيون يعنيٰ ننڍا ننڍا ٻيلا ٿين. انهن ۾ شاهه بلوط جهڙا وڻ ۽ ميويدار ليار جا وڻ سنڌ ڌرتي تي ڦٽي وڻڪار ڪن. مارُن جي ميرن ڪپڙن جي صفائي ۽ سترائي لاءِ لاٽا ڦٽن.

**ت. <u>جئن، جهه، جنهن</u>:** انهن ٽنهي لفظن منجهان **"جئن"** لفظ جديد صورت خطيءَ جو آهي ۽ **"جهه"** لفظ قديم صورت خطيءَ جو آهي. ان لحاظ سان لفظ **"جهه"** ۽ **"جئن"** ٻيئي دُرست ته آهن. مگر اسان جي تحقيق مطابق لفظ "جو" هن بيت ۾ استعمال ڪبو ته لفظ "جهه، جئن ۽ جنهن" کان بهتر ثابت ٿيندو. اهو هن ڪري ته لفظ **"جو"** ٻين لفظ جي مقابلي ۾ بيت کي سمجهائڻ ۽ وضاحت ڪرڻ ۾ آساني پيدا ڪري ٿو. تصحيح شده مصرع ملاحظه فرمايو:

"جو" تون سپ ڄمار، آسائتيون ٻوڙيون

اي واهڙ تون ڦُٽي ٻيلاٽيون ٿئين هن ڪري "جو" تو سڄي ڄمار آسائتيون پئي ٻوڙيون آهن.

اسان جي تحقيق موجب هن بيت جي هي صورت خطي بيهي ٿي:

**واهڙ وهين مَ "چار"، "ڦُٽي" ٻيلاٽيون ٿيين،**
**پسان تنهنجي پيٽ ۾، لاٽا لوط ليار،**
**"جو" تون سپ ڄمار، آسائتيون ٻوڙيون.**

*****

**جيڪي ڏِنُئي تارِ ۾، ڪنڌيءَ سو ڪهيج،**
**جروڏو جهاجهہ گهٽي، پاندُمَ پُسائيج،**
**ساهَڙُ ساڳاهيج، تہ ثابت لنگهين سيرمان.**

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرسنهٽي ص 129)

**جيڪين ڏِنُءِ تَارِ ۾، ڪَنڌِي سو (مَ) ڪَهيجُ،**
**جَرُوَڏو جَهاجَهَہ گَهٽِي، پانڊُ پُسائيج،**
**ساهَڙُ ساڳاهِيج، تہ ثابِتُ لَنگهين سِيَرمان.**

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرسهٽي ص 10-392)

**جيڪي ڏِٺُءِ تارِ ۾، ڪنڌِيَ سو ڪَهيج،**
**جَرُوڏو جهاجَهہ گهٽي، پاندُمَ پُسائيج،**
**ساهڙُ ساڳاهيج، تہ ثابتُ لنگهين سِيَرمان.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرسهٽي ص 21-269)

**جيڪي ڏِٺُءِ تارِ ۾، ڪَنڌيءَ سو ڪَهيج،**
**جَرُوڏو جهاجَهہ گهٽي، پاندُمَ پُسائيج،**
**ساهَڙُ ساڳاهيج، تہ ثابِتُ لنَگهِين سِيَرمان.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرسهٽي ص 13-107)

**جيڪِي ڏِنِئي تَارِ ۾، ڪَنڌِيءَ سو ڪَهيج،**
**جَروَڏو جَهاجِهہ گَهَٽي، پَاندُمَ پُسائيج،**
**ساهَڙُ سَاڳاهيج، تہ ثابِت لَنگهِين سِيرمَان.**

(پانهون شيخ شاهہ جو رسالو سرسهٽي 25-265)

**جيڪي ڏِنُيَ تارِ ۾، ڪنڌي سو ڪهيج،**
**جروڏو جهاجهہ گهٽي، پاندُمَ پُسائيج،**
**ساهڙ ساڳاهيج، تہ ثابت لنگهين سيرمان.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص ص 344)



**جيڪي ڏِنُءِ تارِ ۾، ڪَنڌِيءَ سو ڪَهيج،**
**جَروڏو جهاجَهہ گَهَٽِي، پاندُمَ پُسائيج،**
**سَاهڙَ ساڳاهيج، تہ ثابِت لنَگهِين سِيَرمان.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرسهٽي ص 167 بااختيار ادارو سال 1994)

**جيڪِي ڏِنُءِ تارِ ۾، ڪَنڌِيءَ سو ڪَهيج،**
**جَروڏو جهاجَهہ گهَٽِي، پاندُمَ پُسائيج،**
**سَاهڙَ ساڳاهيج، تہ ثابِت لَنگهِين سِيَرمان.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُرسهٽي ص 788 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (سوم ڪهيج، سو ڪهيج)، (ساڳاهيج)

**الف. سوم ڪهيج، سو ڪهيج:** حضرت پٺ ڌڻيءَ سنهٽي ڪي صلاح ڏني تہ تار تري ميهار سان ملندي آهين. تار ۾ جو ڪجهہ ڏسين سو ساهڙ ڪي ضرور وجي سُڻائجانءِ. سنهٽي ڪي حضرت پٺ ڌڻيءَ جي انهيءَ صلاح جي برعڪس ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي:

"جيڪي ڏنءِ تار ۾، ڪنڌي سو (م) ڪهيج"

قارئين ڪرام! حضرت پٺ ڌڻيءَ جي بيت ۾ "م" اکر آهي ئي نہ. مگر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي طرفان بيت ۾ ڏنگين ( ) اندر لکيو آهي سندس ترتيب ڏنل "شاهہ جو رسالو" ۾ ڏسي سگهو ٿا.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت جو حاصل مطلب هي لکيو آهي تہ "تصوف جي اعليٰ فڪر ۾ سالڪ جيڪي ڪجهہ تار ۾ مشاهدو

ڪري سو عام ڪي نہ سڻائي. سنهڻي کي نصيحت ڪيل تہ جيڪي ڪجهہ تار ۾ ڏسين سو ڪنڌي تي اچي ٻين کي نہ ٻڌائج“(ص 392 حاشي).

**اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ سنهڻي کي فرمايو :**

**”جيڪي ڏِٺُءِ تار ۾، ڪنڌي سو ڪهيج“**

هن بيت ۾ حضرت پٽ ڌڻي، سهڻي کي صلاح ڏئي ٿو تہ تون ساهڙ سان سنگت ۾ صحبت جي سانگي سان، دريا ۾ گهڙي جڏهن پار پهچين تہ درياءَ ۾ جوڪجهہ ڏسين اهو سمورو احوال ساهڙ کي سُڻاءِ، تہ ”درياءَ ۾ لڙ، لهرون بہ آهن، تک ۽ تاءُ بہ آهي. سيسار ۽ واڳون بہ آهن جر بہ تمام جهجهو آهي، منهنجو انهن سان سير ۾ منهن ڏيڻ ڏکيو آهي“.

قارئين ڪرام! حضرت جن پنهنجي ڪلام ۾ تمثيلي بيت فرمايا انهن بيتن جو سڌو سنئون سنڌي سماج سان تعلق آهي. جيڪڏهن حضرت پٽ ڌڻيءَ کي فقط روحاني تبليغ ڪرڻي هجي ها تہ پوءِ ديني عالمن وانگر صرف قرآن ۽ حديث جا قصا فرمائي ها. سنهڻي، ماروئي، سسئي، مومل، موکي، نوري ۽ ليلان جي قصن جي آڌار تي بيت بازي نہ ڪري ها.

جئن قرآن پاڪ ۾ تمثيلي ذڪر آهي تئن حضرت پٽ ڌڻيءَ بہ بيت فرمايا آهن. فرق صرف هي آهي تہ قرآن پاڪ ۾ پيغمبرن ۽ انهن جي قومن جو ذڪر آهي. حضرت پٽ ڌڻي جي ڪلام ۾ قرآني تعليم سان گڏ سنڌي سماج جو تاريخي، جاگرافيائي، سياسي ۽ سماجي بيان بہ آهي.

حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي مٿين بحث هيٺ آيل بيت جي ذريعي



سنڌي سماج کي ٻڌائي ٿو تہ مان سنهڻي کي صلاح ڏيان ٿو تہ هو ساهڙ کي، درياءَ پار ڪرڻ وارين تڪليفن کان آگاهہ ڪري تہ جئن **ميهار کي شادي ڪرڻ تي آماده ڪري سگهي ساهڙ سان لڪي لڪي ملڻ جي ڪري سهيلين، ڏم(مڙس) ۽ پنهنجي مائٽن جي ميارن کان بچي معاشري ۾ سٺو مثال قائم ڪري.**

**ب. ساڳاهيج**: لفظ ”**ساڳاهيج**“ سيني مرتب ۽ محقق حضرات لکيو آهي. لفظ ”ساڳاهڻ“ جي معنيٰ ڊاڪٽر گربخشاڻي ”**پاڪدامن**“ لکي آهي.

ڪلياڻ آڏواڻي جي ڪيل تشريح ملاحظہ فرمايو ”اي سهڻي (اي سالڪ) جيڪي تو ساگر ۾ ڏٺو تنهن جو تون ڪنڌيءَ تي احوال ڪج. پاڻيءَ اٿاهہ آهي پر تون پنهنجون پلاند نہ پسائيج ساهڙ جي ”**ساڇهہ**“ رکج تہ وچ سير مان سلامت لنگهي وڃين“ (ص 13_107).

ڪلياڻ آڏواڻي لفظ ساڳاهيج جي معنيٰ ٻِنهہ غلط لکي آهي.

ڊاڪٽر نبي بلوچ لفظ ”**ساڳاهيج**“ جي معنيٰ نہ لکي آهي. اسان جي تحقيق موجب لفظ غلط استعمال ڪيو اٿس.

قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ بيت ۾ فرمائي ٿو تہ سنهڻي ”**ساڳاهيج**“ مگر ڪلياڻ آڏواڻي لکي ٿو تہ سنهڻي ”**ساچاهيج**“.

ٻانهي خان شيخ ”**ساڳاهڻ**“ لفظ جي معنيٰ لکي ”سچاڻج، ساهڙ جي ساڃاهہ ڪج يعني ادب ڪج. ڪيتري نہ اٽجاٽائي جو ثبوت ڏنو اٿن.!

اسان تحقيق ڪري هي ثابت ڪيو آهي تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ سنهڻي کي هي فرمايو تہ، ساهڙ ”**ساڳاهيج**“ يعني ڏم کان طلاق وٺي ساهڙ سان سڱ ڪج، شادي ڪج. ساهڙ جي سنگتياڻي يا سُريت ٿي نہ

رهج، ساهڙ سان ساڳاهڻ، يعنيٰ شادي ڪرڻ بعد توکي ڪو بہ نہ روڪيندو نہ ٽوڪيندو. ساهڙ سدائين توسان ۽ تون ساهڙ سان ساڻ هوندين تہ اهو تنهنجو ڏاني ۽ مدد گار ٿيندو تون ان جي سهاري سان ثابت سير لنگهنديئن.

تحقيق بعد اسان هن صورت ۾ بيت لکڻ مناسب سمجهون ٿا:

**جيڪي ڏنءِ تار ۾، ڪنڌي "سوڪهيج"،**
**جروڏو جهاجهہ گهٽي، پاند مَ پُسائيج،**
**ساهڙ "ساڳاهيج"، تہ ثابت لنگهين سير مان.**

*****



**وَهہ تِڪَ واهڙ تِڪ، جِت نِينهن تِڪ نِرالي،**
**جن ڪي عشق عُميق جو، سي خلوت خيالي،**
**وارئين سي والي، هِيئنڙو جِن هَٿِ ڪَيو.**

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سرسهٽي ص106)

**وَہ تِڪَ واهُڙَ تِڪَ، نِيهَہ تِڪَ نِرالي،**
**جَنِ ڪي عِشقُ عَمِيقَ جو، سي خُلَتَ خيَالَي،**
**وارِيين سي والِي، هِنيڙو جَنِي هَٿِ ڪِئو.**

(ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع وارو سرسهٽي 01-378)

**وَہ تِڪَ واهُڙ تڪَ، جِت نِيهہ تڪَ نرالي،**
**جَنِ ڪي عشقُ عميقَ جو، سي خِلوتَ خيالِي،**
**وارِيين سي والِي، هِيَڙو جَنين هَٿَ ڪِئو.**

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرسهٽي ص255)

**وَهہ تِڪَ واهُڙَ تِڪَ، جِت نِينهُن تِڪَ نِرالي،**
**جِن ڪي عِشق عَمِيقَ جو، خِلوَتَ خِيالي،**
**وارِئين سي والي، هِنئڙو جِن هَٿِ ڪَيو.**

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرسهٽي ص91)

**وَهہ تِڪَ وَاهُڙَ تِڪَ، جِتَ نِينهُن تِڪَ نِرالي،**
**جَنِڪي عشِقُ عَمِيق جو، سي خِلوَت خِيالِي،**
**وارِيين سي والِي، هِنئَڙو جَنِي هَٿِ ڪِئو.**

(پانهون شيخ شاهہ جو رسالي سرسهٽي ص217)

**وَهَہ تِڪَ واھُڙ تِڪَ، جِتِ نيڻهن تِڪَ نِرالي،**
**جَنِ کي عشقُ عَميقَ جو، سي خِلَوَت خيالي،**
**وارِيين سي والي، هينئڙو جَنين هَٿ ڪيو.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورتخطيءَ ۾ ص 322)

**وهَہ تِڪَ واهڙ تڪ، جت نِيڻهن تِڪ نرالي،**
**جن کي عشق عميق جو، سي خِلوت خيالي،**
**وارئين سي والي، هيئنڙو جن هٿ ڪيو.**

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سرسهڻي ص 135 بااختيار ادارو سال 1994)

**وَهَہ تِڪَ واھُڙ تِڪَ، جِتِ نيڻهن تِڪَ نرالي،**
**جن کي عِشقُ عميق جو، سي خِلوت خيالي،**
**وارئين سي والي، هينئڙو جن هٿِ ڪيو.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سرسهڻي ص 140 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**وَهَہ تِڪ واهڙ تڪ، جِتِ نِيڻهُن تِڪَ نِرالِي،**
**جَنِ کي عِشقَ عَمِيقَ جو، سي خِلَوتَ خِيالِي،**
**وارِيين سي والِي، هِينئڙو جَنهِين هٿِ ڪِيو.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُرسهڻي ص 711 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (خُلت خيالي، خِلوت خيالي)

**الف. خُلت خيالي، خِلوت خيالي:** حضرت پٽ ڌڻيءَ جو مٿيون بيت بہ تضاد جي ور چڙهي ويو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت جي ٻي مصرع ۾ **"خُلت خيالي"** بہ لفظ لکيا آهن جيڪي، مٿين ليڪڪن جي لکت سان وڏو اختلاف رکن ٿا.



ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ **"خُلت خيالي"** جي معنيٰ لکي آهي "خُلت يعنيٰ پيار واري دِلي دوستي" سي خُلت خيالي يعنيٰ سي دلي پيار ۽ دِلي دوستي جي خيال ۾ آهن. اُهي گهاٽي محبت ۾ مست ۽ مخمور آهن. (ص 378 حاشي)

سيد عبدالعظيم ۽ ديوان تارا چند شوقي رام ڪان وٽي ڀانهي شيخ تائين سيني **"شاهہ جو رسالو"** جي ڪاتبن ۽ مرتب حضرات **"خِلوت خيالي"** الفاظ لکيا آهن.

ڪلياڻ آڏواڻي **"خِلوت خيالي"** الفاظ جي معنيٰ لکي آهي "هيڪلائي ۾ حقيقي خيال ۾ محو" (ص 91)

ڀانهي خان شيخ **"خلوت خيالي"** جي معنيٰ لکي آهي "اڪيلائي جا خيال" (ص 217).

ڊاڪٽر گربخشاڻي **"خلوت خيالي"** جي معنيٰ لکي آهي اڪيلائي سانت (ص 394).

اسان جي تحقيق جو نتيجو هي نڪتو آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جا لکيل لفظ **"خُلت خيالي"** نہ صرف بي جاءِ ۽ اجايا استعمال ٿيل آهن مگر انهن لفظن حضرت پٽ ڌڻيءَ جي ٻي ٻها بيت کي بہ بگاڙي ڇڏيو آهي.

اسان جي تحقيق بعد بيت هن صورت ۾ لکبو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت سان انصاف ٿيندو.

**وُه تڪ، واهڙ تڪ، نيڻهن تِڪ نرالي،**
**جن کي عشق عميق جو، سي "خِلوت خيالي"،**
**وارِيين سي والي، هنئڙو جِنين هٿ ڪَيو.**

*****

لهرين لڪَ لباسَ، پاٽِي پَسَڻُ هيڪڙو،
اونهي هِنَ عميقَ جي، واري چڏ وماسَ،
جت ناهِ نهايَت نينهن جي، تت ڪوءِ پنهنجي خاصَ،
تَرَڻَ جي تلاش، لاهِت لالڻ لڳ ٿيين،

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ سرسهڻي ص 340)

لهرِن لَڪَ لِباس، پاٽيَ پسڻ هيڪڙو،
اونهي تنهن عميق جي، واري چڏ وماس،
جت ناهہ نهايت نينهن جي، اُت ڪوءِ پنهنجي خاش،
تڙن جي تلاش، لاهہ تہ لالن لڳ تئين،

(ديوان تارا چند شوقي رام شاهہ جو رسالو سرسهڻي ص 127)

لَهرِن لَڪَ لباسَ، پاٽيَ پَسَڻُ هيڪَڙو،
اُونهي تِهہِ عميقَ جِي، واري چَڏِ وماسَ،
جِتِ ناهِ نهايَتَ نِيهہ جِي، ڪوءِ اُتِ پهجي ڪاس،
تَڙِن جِي تلاسَ، لاهِ تہ لالَنَ لَڳ ٿيين.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سرسهڻي 1993ع ص 03-278)

لَهرِيين لَڪَ لبَاسَ، پاٽِي پَسَڻُ هيڪَڙو،
اُونهي هِنَ عَميقَ جي، واري چَڏِ وماسَ،
جت ناهِ نِهايَتَ نِيهہَ جي، اُت ڪوءِ پنهنجي خاصَ،
تَرَڻَ جي تلاس، لَاهِ تہ لالَڻَ لَڳِ ٿِيين.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع سرسهڻي ص 03-401)



لَهرِن لَڪَ لِباسَ، پاٽي پَسَڻُ هيڪِڙو،
اُونهي تنهن عَميق جي، واري چڏ وماسَ،
جِتِ ناهِ نِهايتَ نينهَن جي، ڪوءِ اُتِ پنهنجي ڪاسَ،
تَڙِن جي تَلاسَ، لاهِ تہ لاَلَن لڳ ٿيين.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرسهڻي ص 03-118)

لَهرِن لَڪَ لِباسَ، پاٽِي پَسَڻُ هيڪَڙو،
اونهِي تِنهن عمِيقَ جِي، واري چَڏِ وماسَ،
جِتِ ناهہ نِهايَتَ نِينهَن جِي، ڪوءِ اُتِ پَنهِنجي ڪاسَ،
تَڙِن جِي تَلاس، لاهِ تہ لالَنَ لڳ ٿيين.

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سرسهڻي ص 802)

لَهرِيين لَڪَ لِباس، پَاٽي پَسَڻَ هيڪِڙو،
اُونهي هِن عَمِيق جِي، وارِي چَڏِ وماسَ،
جِتِ نَاهِ نِهايَتَ نِينهَن جِي، تِتِ ڪوءِ پَنهِنجي خَاص،
تَرَڻَ جِي تَلاشَ، لَاهِ تہ لَالَڻَ لَڳِ ٿِيين.

(ڀانهون شيخ سرسهڻي ص 11-261)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (اُت، تِت)، (خاش، ڪاس، خاص)، (تڙن، ترڻ)، (لاس، تلاش)، (لالن، لالڻ)

**الف. اُت، تِت:** جئين تہ بيت جي ٽين مصرع ۾ لفظ **"جت"** استعمال ٿيل آهي تنهن ڪري لفظ **"اُت"** بجاءِ لفظ **"تِت"** بيت ۾ استعمال ڪرڻ مناسب آهي. ڇا ڪاڻ تہ گرامر جي اصول مطابق جنهن جملي يا مصرع ۾ لفظ **"جت"** استعمال ٿيندو ان جملي يا ان

مصرع جي يا بند جي تڪميل لاءِ لفظ ”تِت“ بہ استعمال ٿيندو. اسان پنهنجي مٿي ڏنل راءِ جي ثبوت لاءِ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هي بيت پيش ڪريون ٿا. ملاحظہ فرمايو:

جـتي جيتريون، لکيون لـوح قلم ۾،
تتي تيتريون، گهڙيون گهارڻ آئيون.

(ڀانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سُر معذور ص 123)

هن بيت ۾ لفظ **”جتي“** بعد **”تتي“** ۽ **”جيتريون“** کان پوءِ **”تيتريون“** فرمايو ويو آهي. اهي الفاظ ثابت ڪرن ٿا تہ جتي لفظ **”جت“** لکبو اتي مصرع جي تڪميل لاءِ لفظ **”تت“** ضرور لکڻو پوندو.

**ت. خاش، ڪاس، خاص:** ديوان تارا چند لفظ **”خاش“** استعمال ڪيو آهي. اسان جي تحقيق موجب اهو لفظ **”خواهش“** جي مخفف طور استعمال ڪيو ويو آهي. مگر قافيي جي لحاظ کان اهو درست نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ ٻيا قافيا ”س“ اکر وارا آهن.
ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي ٽين مصرع جو آخرين لفظ **”ڪاس“** لکيو آهي. سنڌي ٻولي ۾ خواهش لفظ جي جاءِ تي عام ماڻهو **”ڪاهش“** چوندا آهن انهي **”ڪاهش“** لفظ جو مخفف **”ڪاش ۽ ڪاس“** ٿئي ٿو. قافيي جي لحاظ کان لفظ **”ڪاس“** مناسب ٿيهي ٿو تنهن ڪري ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي اهو لفظ بيت ۾ نهايت ئي مناسب لکيو آهي.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ڀانهي خان شيخ ٽين مصرع وارو آخري لفظ **”خاص“** لکيو آهي. انهن صاحبن اهو لفظ مناسب نہ لکيو آهي. ڇاڪاڻ تہ بيت ۾ اصل مقصد خواهش ڏيکارڻ جو آهي. حضرت پٽ



ڌڻيءَ فرمايو آهي.

**”جت ناهہ نهايت نينهن جي، تت کوهہ پنهنجي ڪاس“**

حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمائي ٿو جتي نينهن جي انتها نہ آهي اتي پنهنجون سڀ خواهشون ختم ڪري ڇڏ، ڪوئي ڇڏ.

**ث. ترڻ، تڙن:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ڀانهي خان شيخ اهو لفظ **”ترڻ“** غلط لکيو آهي، ڇاڪاڻ تہ **”ترڻ جي تلاس يا تلاش“** نہ ٿيندي آهي، مگر **”تڙن جي تلاس“** جائز ۽ معقول لفظ آهن. ترڻ سکبو آهي ۽ تڙن کي ڳولبو آهي ۽ تڙن جي تلاش ڪبي آهي. مگر ترڻ جي تلاش نہ ڪبي آهي. تنهنڪري لفظ **”تڙن“** زياده مناسب آهي.

**ج. تلاس، تلاش:** ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي لفظ **”تلاس“** لکيو آهي. نهايت ئي موزون لکيو اٿن. ڇاڪاڻ تہ قافيي وارا لفظ آهن **”لباس، وماس ۽ ڪاس“**
فقط ڀانهي خان شيخ قافيي جو خيال نہ رکندي لفظ **”تلاش“** لکيو آهي جيڪو بيت ۾ قافيي طور نهايت ئي نامناسب لڳي ٿو.

**ح. لالڻ، لالن:** حضرت پٽ ڌڻيءَ هن بيت ۾ سنهڻي کي صلاح ڏئي ٿو تہ تڙن جي تلاش ڪرڻ ڇڏي ڏي تہ پوءِ تنهنجو لالڻ يعني ساهڙ، ميهار سان وصال ۽ ميلاپ ٿيندو. سنهڻي جو ميهار هڪ آهي گهڻا ميهار نہ آهن، تنهنڪري لفظ **”لالڻ“** بيت ۾ مناسب نهي ٿو. جن صاحبن لفظ **”لالن“** لکيو آهي تن بيت ۾ اهو لفظ غلط لکيو آهي. علامہ آءِ آءِ قاضي بيت جا سڀ قافيا مناسب لکيا آهن.
تحقيق بعد بيت جي صورت هي ٿيهي ٿي.

لهرُن لڪ لباس، پاٽي پسڻ هيڪڙو،
اونهي ۾ عميق جِي، واري ڇڏ وِماس،
جت ناهه نهايت نينهن جي، ڪوءِ ”تت“ پنهنجي ”ڪاس“،
”تڙن جي تلاس“، لاهه تہ ”لالڻ“ لڳ ٿيين.

❊❊❊❊❊



ٻُڏندي ٻُوڙن ڪي، ڪي هاتِڪَ هتَ وِجهن،
پسو لڄ لطيف چئي، ڪيڏي ڪي ڪڪن،
توٽي ڪنڏِي ڪن، ناتَ ساٽُنِ وَجَن سِيرَ ۾.
(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو سرسهٽي1900ع ص140)

ٻڏندي ٻُوڙُنِ ڪي، ڪي هاتِڪُ هت وِجهَنِ،
پَسو لڄَ لطيفُ چي، ڪيڏي ڪي ڪَڪَنِ،
توٽي ڪنڏِيَ ڪَنِ، ناتَ ساٽُنِ وَجَن سِيرَ ۾.
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو رسالو سرسهٽي1993ع ص01ـ274)

ٻُڏندي ٻُوڙن ڪي، ڪي هاتِڪَ هتَ وِجهن،
پسو لڄ لطيف چئي، ڪيڏي ڪي ڪڪن،
توٽي ڪنڏِي ڪن، ناتَ ساٽُن وجن سيرِ ۾.
(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرسهٽي ص181)

ٻُڏندي ٻُوڙَنِ ڪي، ڪي هاتِڪ هَتَ وِجَهنِ،
پَسو لَڄَ لطيف چئي، ڪيڏي ڪي ڪَڪَنِ،
جيڪي ڪَنڏِي ڪَنِ، ناتہ ساٽُن وَجَن سيرَ ۾.
(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009ع سرسهٽي ص01ـ397)

ٻڏَندي ٻُوڙَنِ ڪي، ڪي هاتِڪَ هَت وِجَهَنِ،
پَسو لَڄَ لَطِيفُ چئي، ڪيڏي ڪي ڪَڪَنِ،
توٽي ڪَنڏي ڪَنِ، ناتَ ساٽِن وَجَن سِيرَ ۾.
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرسهٽي ص115)

**ٻُڌندي ٻُوڙن ڪي، ڪي هاتِڪَ هَٿَ وِجهَنِ،**
**پَسو لَجَ لَطِيف چئي، ڪيڏِي ڪي ڪَڪَنِ،**
**جيڪي ڪَنڌِي ڪَنِ، نَہ تَہ سَاٽُنِ وَجَنِ سِيرَ ۾**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرسهڻي ص 01-280)

**ٻڌندي ٻُوڙن ڪي، ڪي هاتڪ هٿ وجَهن،**
**پسو لج لطيف چئي، ڪيڏي ڪي ڪڪن،**
**توٽي ڪنڌي ڪن، نات ساٽن وَجَن سيرم.**

(علامہ آءِ آءِ قاضي شاهہ جو رسالو سُر سهڻي ص 795 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (هاتڪ)، (توٽي، جيڪي)

**الف. هاتڪ:** ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو آهي **"حاذق"** بگڙي هاتڪ بنجي پيو (مقدمو ص 67).

ڪلياڻ آڏواڻي چواڻيءَ حضرت پٽ ڌڻي حاذق کي **"هاتڪ"** ڪري لکيو.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي "اڳوڻي ٻوليءَ ۾ حاذق کي هاتڪ چئبو هو". (ص 397 حاشي).

قارئين ڪرام! اسان جي تحقيق موجب مٿين بيت ۾ اهو لفظ **"هاتڪ"**، **"حاذق"** جي بگڙيل صورت وارو لفظ هرگز نہ آهي، مگر اهو لفظ پنهنجي حيثيت جو پاڻ مالڪ آهي. جيئن عربي زبان ۾ لفظن جا گردان ٿيندا آهن. انهن گردانن ذريعي لفظ ٺهندا آهن. اهڙيءَ طرح سنڌي زبان ۾ لفظن جون لڙهيون ٺهنديون آهن. مثال طور: هٿ، هاٿ هاٿڪ، هٿيڪو.

مٿي لکيل بيت ۾ حضرت پٽ ڌڻي لفظ **"هاٿڪ"** استعمال ڪيو.



اديبن، عالمن ۽ ڊاڪٽرن صاحبن **"هاٿڪ"** لفظ جي حقيقت کان بي خبر رهڻ جي ڪري **"هاتڪ"** جي وضاحت ڪندي لکيو تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ **"حاذق"** عربي لفظ جي صورت بگاڙي **"حاذق"** منجهان **"هاتڪ"** ڪري لکيو.

قارئين ڪرام! حضرت پٽ ڌڻيءَ تي ڪيڏو نہ وڏو الزام هنيو ويو آهي !!!

جيڪو بہ دوست حضرت پٽ ڌڻيءَ جي مختلف رسالن ۽ گنج شريف جو مطالعو ڪندو تہ ان کي پتو پوندو تہ جتي حضرت پٽ ڌڻيءَ کي لفظ **"هاٿڪ"** استعمال ڪرڻو هيو اُتي لفظ **"هاٿڪ"** ۽ نہ **"حاذق"** لفظ استعمال ڪيائين ۽ جتي **"حاذق"** لفظ استعمال ڪرڻو هوس اتي لفظ **"حاذق"** ئي استعمال ڪيائين. حضرت پٽ ڌڻيءَ بيتن ۽ واين ۾ لفظ **"حاذق"** استعمال ڪيو آهي.

ٻانهي خان شيخ بہ مٿين صاحبن جي پيروي ڪندي بيت ۾ لفظ **"هاتڪ"** لکيو. معنيٰ حاذق واري لکي آهي.

"وائي" جو هڪ بند ملاحظہ فرمايو:

معلوم حال حبيب، مون کي درد قديمي وو،
شادي ڏيئين صحت جي، غمي لاهہِ غريب،
**"حاذق"** آهيين هِنَ جو اچين شال عجيب.

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سر آبڙي ص 34)

هن وائي ۾ لفظ حاذق چوٿين مصرع ۾ لکيل آهي. اها ئي وائي ڊاڪٽر بلوچ 2009ع واري رسالي ۾ ص 181 تي لکي آهي جنهن ۾ **"حاذق"** لفظ لکيو اٿس.

ٿيون مثال گنج شريف منجهان پيش ڪجي ٿو:

چارو ھٽي ڪاروڪرين، پڪيئڙا پروڙ
ڪوھ نہ گوھر گڏيين، **"حاذق"** حال حضور،
پڪي پھرين پُور، ماٽيين ڪونئر ڪُلاب جا.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورتخطيءَ ۾ ص 840)

مٿيان مثال ثابت ڪن ٿا تہ حضرت پٽ ڌڻيءَ لفظ **"حاذق"** کي بہ پنھنجن بيتن ۽ واين ۾ استعمال ڪيو آھي. جيڪڏھن زير بحث آيل بيت ۾ لفظ **"حاذق"**، پٽ ڌڻيءَ کي استعمال ڪرڻو ھجي ھا تہ لفظ **"حاذق"** ئي استعمال ڪري ھا ۽ نہ **ھاتڪ**.

**ب. <u>توٽي، جيڪي</u>:** ھن بيت جو ھڪ لفظ **"توٽي"** لکيل آھي. ڪن صاحبن لفظ **"توٽي"** بجاءِ **"جيڪي"** لکيو آھي.
**"جيڪي"** لفظ جي معنيٰ آھي "يا تہ" ھي لفظ ٻُوڙن ۽ ٻوڏن بابت فرمايل آھي تہ "يا تہ ڪنڌي ڪن نا تہ ساٽن وجن سِيرَ ۾".
ٻيو لفظ ھنن صاحبن لکيو آھي، **"توٽي"**. قديم سنڌي صورت خطيءَ ۾ **"ت"** اکر "ٿ" ۾ ۽ "ر" اکر "ڙ" ۾ تبديل ٿيندا آھن. انھي اصول مطابق بيت ۾ لکيل لفظ **"توڙي ۽ توٽي"** جديد صورت خطي ۾ لفظ **"ٿوري"** ٿئي ٿو. جنھن جي معنيٰ ٿئي ٿي "ھلائي، ٺُرائي ۽ ڦيرائي".
حضرت پٽ ڌڻي پنھنجي ھڪ وائي ۾ لفظ **"ٿوري"** استعمال ڪيو آھي. اھا مصرع ملاحظہ فرمايو:

**"اُٺَ چَارينديس اُنَ جا، مَٿان ٺَڪَرَ ٿوري"**

لفظ **"ٿوري"** جي معني ٻانھي خان شيخ لکي آھي. ٿھلائي، ھلائي، گھمائي (ص 60 جلد 2)



اسانجي تحقيق بہ اھا ئي آھي تہ ٻوٽا ٻڏندڙن منجھان ڪنھن ڪنھن ٻڏندڙ کي، جيڪو ٻوڙن ۾ ھٿيڪو ھٿ ويجھي، ان کي پاڻي ۾ "ٿوري، ٿوري، ٺاري" وجي ڪنڌي لائيندا آھن. ٻين لفظن ۾ ھئن ڪٽي لکجي تہ ٻُوٽا يا ٻُوڙا ھلائي ھلائي ٻڏندڙ کي يا تہ ڪنڌي لائيندا، جي ڪنڌي نہ لائي سگھندا تہ ٻڏندڙسان گڏ پاڻ بہ سير ۾ ھليا ويندا.
اسان جي تحقيق بعد بيت جي اصل صورت ھي ٻيھي ٿي:

**ٻڏندي ٻوڙن کي، کي "ھاتڪ" ھٿ وجھن،**
**پسو لڄ لطيف چئي، ڪيڏي کي ڪکن،**
**"ٿوري" ڪنڌي ڪن، نا تہ ساٽن وجن سِيرَ ۾.**

**معنيٰ:** ٻڏڻ وقت ڪي ماڻھو پاڻ کي ٻڏڻ کان بچائڻ لاءِ ٻوڙن يا ٻوڙن ۾ ويجي ھٿيڪو ھٿ وجھندا آھن. حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمائي ٿو ڏسو تہ ڪکن کي ڪيڏي نہ لڄ ۽ ڪيڏو نہ حيا آھي جو ٻڏندڙ کي ٿوري ٿوري ھلائي ھلائي پنھنجو سھارو ڏيئي ڪنڌي تي آڻي رسائيندا آھن جيڪڏھن ڪنڌي تي پھچائي نہ سگھندا آھن تہ پوءِ پاڻ بہ ٻڏندڙسان گڏجي سير ۾ لُڙھي ويندا آھن.

*****

# سُر سارنگ

✽✽✽✽✽✽✽

ڪُٽڪَن ڪانڌُ چت ڪيو، جُهڙُ پَسيو جُهٽڪَن،
سُٽيو رَڙ رعد جي، ڪَليُون ٽيون ڪَنبَنِ،
ڪَليون ڪِين ڪَڇَنِ، ويچاريون وَرَنِ ري.

(ديوان تارا چند شاهه جو رسالو سرسارنگ 158 سال 1900)

ڪُٽڪَن ڪانڌَ چِتَ ڪِئو، جُهڙُ پَسئو جُهٽڪَن،
سُٽيو رَڙ رَعَدَ جِي، ڪَليون ٽيون ڪنبن،
وارثُ وَري تَن، اَچِي شال اولو ڪري.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جو رسالو 2009 سرسارنگ صه 406.06)

ڪُٽِڪَنِ ڪانڌُ چِتِ ڪَيو، جُهڙُ پَسِيو جُهِٽڪَنِ،
سُٽِيو رَڙ رَعِدَ جي، ڪَلِيُون ٽِيُون ڪَنبَنِ،
ڪَلِيُون ڪيِن ڪُڇَنِ، ويچارِيُون وَرَنِ ري.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهه جو رسالو سرسارنگ 336.08)

ڪُٽِڪَنِ ڪانڌُ چِتِ ڪِئو، پَسئو جُهڙَ جُهٽڪَنِ،
سُٽيو رڙ رعد جي، ڪَلهِيُون ٽِيُون ڪَنبَنِ،
وَارِثَ وَرِي تَنِ، اَچِي شَالَ اولو ڪَريَ.

(ﭘانهون خان شيخ شاهه جو رسالو سرسارنگ صه 322.25)



ڪٽڪن ڪانڌُ چِتِ ڪيو، پَسيو جُهڙ جُهٽڪَنِ،
سُٽيو رڙ رعد جي، ڪَليُون ٽيون ڪَنبن،
وارثُ وَرِي تَنِ، اچي شالَ اولو ڪري.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ صه 374)

ڪٽڪن ڪانڌ چت ڪئو، جهڙ پسيو جُهٽڪن،
سُٽيو رڙ رعد جي، ڪَليُون ٽيون ڪَنبَنِ،
ڪليون ڪِين ڪُڇَن، ويچاريون وَرَنِ ري.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرسارنگ ص 211/8 بااختيار ادارو سال 1994)

ڪٽڪن ڪانڌ چت ڪئو، جهڙ پسيو جُهٽڪَن،
سُٽيو رڙ رعد جي، ڪَليُون ٽيون ڪنبنَ،
ڪليون ڪِين ڪُڇَن، ويچاريون وَرَنِ ري.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرسارنگ ص 194 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

ڪُٽِڪَن ڪانڌُ چت ڪِئو، جُهڙُ پَسِيو جِهٽڪن،
سُٽيو رڙ رعد جي، ڪليون ٽيون ڪنبن،
ڪنيون ڪين ڪچن، ويچاريون ورن ري.

(علامه آءِ آءِ قاضي شاهه جو رسالو سُرسارنگ ص 269 سنڌي ادبي بورڊ 1993)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ڪُٽڪن)، (جُهٽڪن)، (ڳليون، ڳلهيون، ڪُنيون)

**الف. ڪٽڪن:** سيني مرتب ۽ محقق حضرات بيت جي پهرين مصرع جو پهريون لفظ "**ڪٽڪن**" لکيو آهي. اهو لفظ نامناسب لکيو

اٿن. قديم صورت خطي ۾ ”ر“ اکر ”ڻ ۽ ڙ“ صورتن ۾ لکبو هيو ۽ پڙهڻ وارو صحيح مطلب جي لحاظ کان اکر ڦيرائي ۽ تبديل ڪري لکندو ۽ پڙهندو هيو. ان حالت ۾ لفظ ”ڪٽڪن“ بجاءِ جديد سنڌي صورت خطي ۾ ”ڪُرڪن“ لکڻ گهرجي. ڇا ڪاڻ ته آدمي ”ڪُرڪندا“ آهن ۽ جانورن ”ڪُٽڪندا“. هن بيت ۾ جانورن جو ڪو به ذڪر نه آهي مگر وڻجارين جو ذڪر آهي.

**ب. جهٽڪن:** اهو لفظ به سيني مُرتب ۽ محقق حضرات لکيو آهي. هنن کي ”**جُهرڪن**“ لکڻ گهرجي ها. ڇا ڪاڻ ته ”**جهٽڪن**“ اهڙو لفظ آهي جيڪو بيت ۾ نا موزون لڳي ٿو اهو هن ڪري ته ”**جهٽڪن**“ لفظ آدمين سان منسوب نه ٿيندو آهي آدمين لاءِ لفظ ”**جُهرن ۽ جُهرڪن**“ لکڻ گهرجي جنهن جي معني ٿئي ٿي ”جهڄڻ، اندر ۾ ڳرڻ، جُهري پوڻ“.

**ت. ڪليون، ڪلهيون، ڪنيون:** بيت جي ٻئي مصرع ۾ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ممتاز مرزا لفظ ”**ڪليون**“ استعمال ڪيو آهي، ۽ علامه آءِ آءِ قاضي اهو لفظ ”**ڪنيون**“ لکيو آهي ۽ فقط ٻانهي خان شيخ لفظ ”**ڪلهيون**“ استعمال ڪيو آهي.

هاڻ تي ادبي ڏريون تضاد جو شڪار ٿي ويون. ٽنهي ڏرين بيت جي لفظن ۽ بيت جي آخري مصرع لکڻ ۾ نمايان فرق رکيو آهي.

بيت جون پڙهڻيون الڳ لکي اسان کي جن مغالطي ۾ وڌو آهي تن منجهان ٻن ڏرين کي تحقيق ذريعي غلط ۽ ٽين ڌر کي درست قرار ڏيڻ، اسان جو ادبي فرض آهي، ورنه حضرت پٽ ڌڻيءَ جو بيت



مونجهاري ۽ غير يقيني جو باعث رهندو ۽ پڙهندڙن کي به پڪ نه رهندي ته ڪهڙو بيت حضرت پٽ ڌڻيءَ جو فرمايل آهي.

* ڊاڪٽر بلوچ ”**ڪليون**“ جي معنيٰ لکي آهي ”**هيڪليون**“ ص 406.5.

* ڪلياڻ آڏواڻي ”**ڪليون**“ جي معنيٰ لکي آهي ڪليجو (ص336).

* ٻانهي خان شيخ ”**ڪلهيون**“ لکيو آهي. جنهن جي معني آهي ”**اڪيلون**“ نهايت ئي درست لکيو اٿس.

* علامه آءِ آءِ قاضي لفظ ”**ڪنيون**“ لکيو آهي.

انهن ٽنهين اکرن منجهان لفظ ”**ڪلهيون**“ درست آهي.

رهيو سوال ڊاڪٽر بلوچ بيت جي ٽين مصرع جو هن صاحب لکيو آهي:

”وارث وري تــن، اچــي شال اولو ڪري“

ڪلياڻ آڏواڻي ٽين مصرع لکي آهي.

”ڪليون ڪين ڪُڇن ويچاريون ورن ري“

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر بلوچ جي لکيل ٽين مصرع ۾ شاعر دعا ڪري ٿو ته شال اڪيلين عورتن جا وارث ورن ۽ اهي اچي انهن لاءِ اولو ڪرين.

ڪلياڻ آڏواڻي جي مصرع جي معنيٰ نڪري ٿي.

”ويچاريون جوانڙيون ٻُتارن ڪانسواءِ سُن ۾ ٿيون گُذارين.

”**ڪليون ڪين ڪڇن**“ هن فُقري ۾ ڪلهين جي ”**ڪين ڪڇڻ**“ جي غلط ڳالهه ڪئي ويئي آهي. بيت ۾ ڪلهيون ته ڪڇن ٿيون

ڪرڪن ۽ جُهرڪن ٿيون، بيت جي اها ٽين مصرع ؛

”ڪليون ڪين ڪڇن، ويچاريون ورن ري“

ڪنهن فقير حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت ۾ تضمين طور ملائي ڇڏي.
تنهن ڪري ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ واري مصرع:

” وارث وري تن، اڇي شال اولو ڪري“

اسان جي تحقيق مطابق درست آهي.

تحقيق بعد حضرت پٽ ڌڻيءَ جي بيت جي هي صورت بيهي ٿي.

”ڪُرڪن“ ڪانڌ چت ڪيو، جهڙپسيو ”جُهرڪن“،
سُٽيو رڙرعد جي، ”ڪَلهيون“ ٿيون ڪنبَنِ،
وارث وري تــــن، اڇـــي شـــالَ اولـو ڪـري..

*****



سارنگ سائي سِٽَ، جهڙي لالي لاک جي،
اِئن سي اُٻن انگيا، جئن سي چُني ڇِٽَ،
بَرسيو پاسي پِٽَ، پرياءِ ڪُنَ ڪِراڙ جا.

(ديوان تارا چند شاھ جو رسالو سال 1900 سرسارنگ 156)

سارنگ سائي سَٽَ، جهڙي لالي لاک جي،
اِئن سي اُٻن انگيا، جئن سي چُني ڇِٽَ،
برسيو پاسي پٽ، پريائين ڪُنَ ڪِراڙ جا.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاھ جو رسالو سال 1994 سرسارنگ ص 208)

سارَنگَ سائي سِٽَ، جَهڙِي لالي لاکَ جي،
اِئَن سي اُٻِن انگِيا، جئن سي چُنيءَ ڇِٽَ،
بَرِسيو پاسي پِٽَ، پَرِيائين ڪُنَ ڪِراڙَ جا.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاھ جو رسالو سرسارنگ ص 334)

سارنگَ سائي سٽَ، جهڙي لالي لاک جي،
اِئن سي اُٻن اَنگَيا، جئَن سي چُني ڇِٽَ،
بَرسئو پاسي پِٽَ، پريائين ڪُنَ ڪِراڙ جا.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاھ جو رسالو سرسارنگ 192)

جِهَڙي لالِي لاکَ جِي، تِهَڙي سارَنگَ سِٽَ،
اَيئن سي اُٻَنِ اَنگِيَا، جِين سي چُني ڇَٽَ،
بُرسيو پاسي پِٽَ، پَرِيَائِين ڪن ڪِراڙِ جا.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاھ جو رسالو 2009 سرسارنگ 407.90)

**جهڙي لالي لاکَ جي، تِهڙَي سارنگَ سِٽَ،**
**اِيئَن سي اُبُن اَنگئان، جِيئَن سي چُنِيءَ چِٽَ،**
**بَرسِئو پَاسي پِٽَ، پَرِيَائِين ڪُنَ ڪِراڙجا.**

(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو جلد پهريون سرسارنگ ص316)

**جهڙي لالي لاکَ جي، تِهڙَي سارنگَ سِٽَ،**
**اِيئن سي اُبُن اَنگيان، جيئن سي چُني چِٽَ،**
**برسيو پاسي پِٽَ، پريائين ڪُنَ ڪراڙجا.**

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ ص379/35)

**سارَنگَ سائِي سِٽَ، جهڙي لالي لاک جي،**
**اِئن سي اَبُرَ اَنگِيا، جِئن سي چُنيءَ چِٽَ،**
**بَرسِيو پاسي پِٽَ، پَريا ڪُنَ ڪِرارَ جا.**

(عثمان علي انصاري، شاهہ جو رسالو سرسارنگ ص464 سال 2013 سنڌ ثقافت کاتو)

**نوٽ:** ڊاڪٽر گربخشاڻي اهو سر نہ لکيو. علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ اهو بيت نہ لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (اُبن، اَبُر)، (انگيا، انگئا، اَنگيان)،

**الف. اُبن، اَبُر:** سارنگ جي سٽاءَ جو نقشو حضرت پٽ ڌڻيءَ چٽيو آهي. ان ۾ سيني مرتب ۽ محقق حضرات سواءِ عثمان علي انصاري جي لفظ "**اُبن**" لکيو آهي. عثمان علي انصاري لفظ "**اَبُر**" لکيو آهي. قارئين ڪرام! اُپ يا ٻاڦ منجهان ڪڪر جُڙندا ۽ ٺهندا آهن. اهي



هڪبئي سان گڏبا ۽ الڳ ٿيندا رهندا آهن.

"**اَبُر**" کي ڪڪر بہ چئبو آهي اهو بہ ٻاڦ منجهان جڙندو آهي. اسان جي تحقيق مطابق "**اُبن**" لفظ کان وڌيڪ "**اَبُر**" لفظ زياده مناسب آهي ڇا ڪاڻ تہ "**اُپ**" ڪڪر جي پهرين صورت آهي ۽ ڪڪر، بادل، ابر اُپ جي آخري صورت آهي تنهنڪري لفظ "**اَبُر**" زياده مناسب لڳي ٿو.

**ب. انگيا، انگئا، اَنگيان:** ممتاز مرزا لفظ "**اَنگيان**" لکيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**انگيا**" لکيو آهي لفظ جي معنيٰ لکي اٿس، "هڪ ٻي سان جوڙي ٻهاريا" (ص407). اسان جي تحقيق مطابق ڪڪر جوڙي ٻيهاريا نہ آهن اهو هوا جي رک تي هيڏانهن هوڏانهن پيا هلندا آهن.

ٻانهي خان "**انگئا**" لکيو آهي لفظ جي معنيٰ لکي آهي، "**رڱيا**". انهن ٻنهي صاحبن جي معنيٰ ۾ وڏو اختلاف آهي ۽ انهن ٻنهي صاحبن بيت ۾ لفظ بہ غلط لکيا آهن، تنهن ڪري معنيٰ بہ غلط لکي اٿن.

اسان جي تحقيق موجب حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي بيت ۾ لفظ "**اُڳيا**" فرمايو ڪاتب اڌ اڪري سنڌي صورتخطي ۾ لفظ "**اڪِئا**" لکيو جديد صورت خطي ۾ لفظ "**اُڳِيا**" ٿيندو جنهن جي معنيٰ ٿيندي "اُپريا ۽ نڪتا".

تحقيق بعد بيت جي پڙهڻي هي ٿيندي ٿي.

**جهڙي لالي لاڪ جي، تهڙي سارنگ سٽ،**
**ايئن سي اَبُر "اُڳِيا"، جئن سي چُني چٽ،**
**برسئو پاسي پٽ، پريائين ڪُنَ ڪِراڙ جا.**

**معنيٰ:** جهڙي لاڪ جي لالي آهي. تهڙي ئي سٽاءُ سارنگ جي آهي. اَبر (ڪڪر) آسمان تي ائين اڳيا ۽ ايريا آهن جيئن چُني تي چٽ اُيري، نڪري ۽ نکري بيهندا آهن.

سارنگ پٽ پاسي برسُيو ۽ وٺو آهي. ڪرڙن واري ڍوري کي پري تار ڪري ڇڏيائين.

*****

# سُر ڪيڏارو

******

ڪانڌَ ڪَلارين ڪَپِڙين، وَرَ وَناهِيو آءُ،
جِتِ سانگِيَن جِي سَٽِ وَهي، اُتِ وِڪَ وڏندِي پاءِ،
تان تان پَءُ مَ پاءِ، جان جان نُوڙِي نہ چَڙهين.

(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو سر ڪيڏارو ص 601/10)

ڪانڌَ ڪَلارين ڪَپِڙين، وَرَ وَناهِيو آءُ،
جِت سانگيُن جي سَٽِ وَهي، اُت وِڪَ وڏندي پاءِ،
تان تان پَوءُ مَ لاهہ، جان جان نُوڏين نہ چَڙهين.

(ديوان تارا چند شاهہ جو رسالو سر ڪيڏارو ص 173)

ڪانڌَ ڪَلارين ڪَپِڙين، وَرَ وَناهِيون آءُ،
جِتِ سانگيُن جِي سَٽِ وَهي، اُت وِڪَ وڏندي پاءِ،
تان تان پَءُ مَ لاهِہ، جان جان نُوڏين نہ چَڙهِين.

(ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009 سر ڪيڏارو 415/10)

ڪانڌَ ڪَلارين ڪَپِڙين، وَرَ وِنهايو آءُ،
جِتِ سانگِين جي سَٽِ وَهي، اُتِ وِڪَ وَڏندي پاءِ،
تان تان پَوءَ مَ پاءِ، جان جان نُوڏين نہ چَڙهِين.

(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سر ڪيڏارو 319.8)

ڪانڊ ڪلاڙين ڪپڙين، ور وَنهايو آءُ،
جت سانگين جي سَٽ وَهي، وِڪَ وڏندي پاءِ،
مَچُڻ تو پُئا، ڪَچو ڪَنِم جيڏيون.

(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطي ۾ ص 402 سال 1995)



ڪانڌَ ڪَلاڙَين ڪَپَڙين، وَرَ وَنَاهِيو آءُ،
جِتِ سانگُن جِي سَٽِ وَهي، وِڪَ وَڏندِي پاءِ،
جَان جَان نُوڏين نہ چَڙهين، تَان تَان پَوءُ مَ لاَهِہ،
مَچُڻ تو پُئَان، ڪَچو ڪَنِم جيڏِيُون.

(بانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو جلد اول ص 351)

ڪانڌ ڪلارين ڪپڙين، وَرَ وَنَاهِيو آءِ،
جت سانگيُن جي سَٽَ وهي، اُت وِڪ وَڏندي پاءِ،
تان تان پَوُ مَ لاهِہ، جان جان نُوڏين نہ چڙهين.

(شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ شاهہ جو رسالو سر ڪيڏارو ص 230 بااختيار ادارو سال 1994)

ڪانڌَ ڪَلارين ڪُپڙين، وَر وَنَاهِيو آءُ،
جت سانگيُن جي سَٽ وهي، ات وِڪ وڏندي پاءِ،
تان تان پَہ مَ لاهِہ، جان جان نوڏين نہ چَڙهين.

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهہ جو رسالو سر ڪيڏارو ص 210 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**نوٽ:** علامہ آءِ آءِ قاضي "شاهہ جو رسالو" ۾ سُر ڪيڏارو نہ لکيو آهي. بانهي شيخ اهو بيت ڇئن مصرعن وارو لکيو آهي.

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (ڪلارين، ڪلاڙين)، (وناهيو آءُ، ونهايو آءُ)، (پَءُ مَ پاءِ، پَءُ مَ لاهہ)، (مچڻ تو پئانءِ، ڪچو ڪنم جيڏيون)

**الف. ڪلارين، ڪلاڙين:** "ڪلاڙين" جي معنيٰ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لکي آهي "چڱا، سهڻا، جڙت جڙيل" (لغات لطيفي ص 133).

"**ڪلارين ڪپڙين**" جي معنيٰ ڊاڪٽر گربخشاڻي لکي آهي.
"**ڪلارنگ**" "رنگ روپ وارو، گُل ڦلن سان، چٽيل پريل" (ص 678)
مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي معنيٰ لکي آهي. "**گلن واري**" (ص 210).
ڪلياڻ آڏواڻي معنيٰ لکي آهي "اي گهوٽ گلن ڦلن سان پريل ڪپڙن ۾ وهانوءَ لا سنبري آءُ" (ص 319)
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "**ڪلارين ڪپڙين**" جي معنيٰ لکي آهي. "ڪلر مثل ڪارن ڪپڙن سان وهانءُ ڪيو آءُ" (ص 415)
ممتاز مرزا ۽ ٻانهي خان شيخ "**ڪلاڙين ڪپڙين**" الفاظ لکيا آهن ٻانهي خان شيخ معنيٰ لکي آهي "پريل، چٽن گلن سان پرت ڪيل" (ص 350 حاشي بيت نمبر 21)، ٻانهي خان شيخ به بلڪل غلط معنيٰ لکي آهي.
ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي حضرت پٽ ڌڻيءَ طرفان بيت ۾ استعمال ڪيل الفاظ سمجهي ئي نه سگهيا. تنهن ڪري مصرع ۾ لفظ غلط لکيائون.
قارئين ڪرام! قديم سنڌي صورت خطيءَ جنهن ۾ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو ڪلام لکيو ويو آهي. تنهن ابوالحسن واري سنڌي صورت خطي کي جڏهن جديد صورت خطي ۾ آڻبو پوندو آهي تڏهن چند مقرر ڪيل اکرن کي بدلائي لکڻو پوندو آهي.
"ڪ" کي "گ" ۾ به بدلائبو آهي ۽ "گ" کي "ڪ" اکر ۾ به ڦيرائي لکجي ته جائز آهي "ر" اکر کي "ل" اکر ۾ بدلائي لکي سگهجي ٿو ۽ "ل" اکر کي "ر" ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو.



جيئن "**نبر**" لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي "**ڪمزور**"، جنهن کي ٻر، يا ٻل، طاقت نه هجي. انهيءَ نبر جي "ر" کي "ل" ۾ بدلائي اسان "**نبل**" لکي سگهون ٿا ۽ لکندا آهيون.
اهڙيءَ طرح "**گُلال**" کي "**ڪُلال**" لکيو ويندو هيو. تنهنڪري ڪاتب، مرتب ۽ محقق حضرات لفظ "**گلالين**" کي "**ڪلالين ۽ ڪلاڙين**" لکيو آهي. حضرت پٽ ڌڻي جو بيت ملاحظ فرمايو:

ڪڍيا جي "ڪُلال"، سي پسي خال خوش ٿي،
پاٽي چٽ پُسائيا، جهلي نه ڏاءُ ڏمال.

اسان جي تحقيق موجب حضرت پٽ ڌڻي تجنيس حرفي يا تجنيس خطي جي ڪري ڪڍيا لفظ پنيان "**ڪلال**" نه مگر "**گلال**" فرمايو. مگر ڪاتبن قديم صورت خطي ۾ لفظ "**گلال**" کي "**ڪلال**" جي صورت خطي ۾ لکيو. اسان جي راءِ جي تصديق لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي لکت "شاھ جو رسالو" ۾ ص 398 تي پڙهي ڏسو هن صاحب "**ڪلال**" يعنيٰ ڪنيار فارسي ۾ "**گلال**" لکيو آهي. انهيءَ اصول تحت لفظ "**ڪلالين**" لفظ "**گلالين**" ٿئي ٿو ۽ گُلال ڳاڙهي رنگ کي چئبو آهي. انهيءَ جائزي وٺڻ بعد بيت جي زيرِبحث مصرع هن صورت ۾ بيهي ٿي.

"ڪانڌ "گُلالين" ڪپڙين "

**معنيٰ:** اي ڪانڌ، جنگ جي ميدان منجهان جڏهن واپس اچين ته ڪپڙا رت ۾ گلال ڪيون اچجانءِ.

**ب. وناهيو آءُ، ونهايو آءُ:** ديوان تارا چند، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ،

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي الفاظ "**وناهيو آءُ**" لکيو آهي.

جنهن جي معنيٰ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لکي آهي "ونهه ۾ ويهارڻ، شادي لاءِ سنيرڻ" لکيو اٿس.

ڪلياڻ آڏواڻي ۾ ممتاز مرزا الفاظ "**ونهايو آءُ**" لکيا آهن. ڪلياڻ آڏواڻي معنيٰ لکي آهي "شادي لاءِ سنيري آءُ".

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ معنيٰ لکي آهي "وناهه ڪيو آءُ، گهوٽ بڻيو آءُ". نهايت ئي غلط معنيٰ لکي اٿس.

ڊاڪٽر گربخشاڻي به غلط معنيٰ لکي آهي ته "شاهه امام ڪي چيو وناهه جي حالت ۾ ئي اچي پڙ تي پوءَ. (ص 676 سال 1993)

ٻانهي خان شيخ به معنيٰ غلط لکي آهي. "سينگارجي آءُ"

اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ اهو لفظ پنهنجي خالص سنڌي ٻولي وارو استعمال ڪيو. سنڌي ٻولي ۾ تڙ (غسل) ڪرڻ کي وهنجڻ ۽ نهائڻ چئبو آهي. اهي لفظ هن طرح استعمال ٿيندا آهن.

1. "**وهنجڻ**" صحت لاءِ بهتر آهي.
2. گهران "**وهتو**" آءُ. (گهران تڙ ڪيون اچ)
3. "**نهايو**" آءُ. (تڙ ڪيون اچ)

حضرت پٽ ڌڻيءَ پنهنجي بيت ۾ لفظ "**نهايو**" استعمال ڪيو مگر ڪاتبن، ليڪن ۽ محققن منجهان ڪن صاحبن "**ونهايو**"، ۽ ڪن صاحبن "**وناهيو**" لکي لفظ جي اصل صورت بگاڙي بيت جي هيئيت ئي تبديل ڪري ڇڏي. اسان جي تحقيق مطابق بحث هيٺ آندل مصرع جي هي صورت بيهي ٿي:



"ڪانڌ ڳُلالين ڪپڙين، ور نَهايو آءُ"

ت. **پَـءَ مَ ڀاءَ، پَـءَ مَ لاهه:** ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي بيت ۾ الفاظ "**پَـءَ مَ ڀاءَ**" لکيا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان شيخ بيت ۾ "**پَـءَ مَ لاهه**" الفاظ استعمال ڪيا.

"تان تان پَـءَ مَ لاهه، جان جان نوڙين نه چڙهين"

(ڊاڪٽر بلوچ ۽ ٻانهون خان)

**يعني**: "ايستائين تون دشمن جو دل تان پوءَ يا خوف لاهي نه ڇڏ سدائين دشمن جي خوف ڪان خالي نه رهه. جيسين نوڙين نه چڙهين"

قارئين ڪرام! ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهي خان شيخ جا بزدلي وارا الفاظ لکيا آهن. اهي لفظ حضرت پٽ ڌڻيءَ جي شايانِ شان نه آهن. مجاهد ڪي نه موت جو ڀَـءُ، نه دشمن جو خطرو خاطر ۾ رکڻ گهرجي، الله پاڪ تي ڀروسو رکي ميدان ۾ ڪڏي، ڪاهي پوي ۽ دين جي دشمن کي تلوار جي وار سان ڪٽي ڇڏي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ٻانهون خان شيخ حضرت پٽ ڌڻيءَ جو هي بيت وساري ويٺا.

سورهه مَرين سوپ ڪي، ته دل جا "**وهم وسار**"،
هڻ ڀالا وڙهه ڀاڪرين، آڏي ڊال مَ ڊار.

ڊاڪٽر بلوچ ۽ ٻانهي خان جي مقابلي ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي لکيو آهي.

"تان تان پَـءَ مَ ڀاءِ، جان جان نوڙين نه چڙهين"

معنيٰ: تيسين ڪو خطرو نه سمجهه (بي فڪر ٿي ميدان ۾ ڪڏي

ڪاهي اچ، ڪنهن تي تڪ نہ ڪر، خوف خطرا لاهي ميدان ۾ اچ)
حضرت پٺ ڏٺيءَ جي بيت فرمائڻ جو اصل مقصد بہ اهو ئي آهي. جيڪو ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻي پيش ڪيو آهي.

**ث. <u>مڇڻ تو پئانءِ، ڪچو ڳنم جيڏيون، مڇڻ تو پئا</u>:** ممتاز مرزا اصل گنج ڪي جديد صورت خطي ۾ آندو آهي ان صاحب ۽ ٻانهي خان شيخ، "مڇڻ تو پئا/مڇڻ تو پئانءِ ، ڪچو ڪنم جيڏيون" مصرع لکي آهي. اها مصرع ٻين صاحبن نہ لکي آهي. اسان جي تحقيق موجب اصل الفاظ "**ڪچو ڪهنم**" لکڻ گهرجن. ڇا ڪاڻ تہ "**ڪچو ڪهڻ**" جي معنيٰ آهي "ڪنهن جي گلا ڪرڻ، ڪنهن جي بزدلي جا مهڻا ڏيڻ".

تحقيق مطابق حضرت پٺ ڏٺيءَ جي بيت جي هي صورت بيهي ٿي:

**ڪانڌ "ڳُلالين" ڪَپَڙين، وَر، "نَهايو آءِ"،**
**جِت سانگين جِي سَٽِ وَهي، اُت وِڪ وَڌندي پاءِ،**
**"مڇڻ تو پُئاءِ، ڪَچو ڪَهنِم جيڏيون"**

<u>معنيٰ</u>: جنگ تي ويندڙ مڙس (مجاهد) کي پنهنجي وني چئي ٿي تہ اي ڪانڌ جنگ جي ميدان ڏانهن وڃين ٿو جت نيزن، ڀالن، سنگينن ۽ تلوارن سان جنگ وڙهي پيئي وڃي، تون وک وڌائي اتي پهچ ۽ جڏهن واپس اچين تہ گلال يعني ڳاڙهن رت سان رڱيل ڪپڙن ۾ اچج ۽ پاڻ بہ رت وهنو ٿي اچج، نہ تہ ساهيڙيون تنهنجي پرپٺ مِهڻا ڏينديون.

*****



**سُورهَيہَ مَرين سوپَ ڪي، تہ دِلِ جا وَهمَ وِسارِ،**
**هَڻُ ڀالا وِڙهُہ ڀاڪُرين، آڏي ڍالَ مَ ڍارِ،**
**مٿاءَ تيغَ ترارِ، مارِ تہ مَتارو ٿِيئن.**
(ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهہ جو رسالو 3 جلد گڏ 1993 وارو سرڪيڏارو صہ 662/05)

**سُورِهَ مَرِين سوپَ ڪي، تہ دِلِ جا وَهَم وِسارِ،**
**هَڻُ ڀالا وِڙهہ ڀاڪُرين، آڏي ڍالَ مَ ڍارِ،**
**مَٿان تيغَ ترارِ، مارِ تہ مَتارو ٿِيين.**
(ڪلياڻ آڏواڻي شاهہ جو رسالو سرڪيڏارو 322/5)

**سُورهَ مُرِين سوپَ ڪي، تہ دِل جا وَهَمَ وِسَار،**
**هَڻُ ڀالاَ وِڙهُہ ڀاڪُرين، آڏِي ڍالَ ۾ ڍار،**
**مٿان تيغ تَرار، مار تہ مَتارو ٿِئين.**
(ڊاڪٽر نبي بش بلوچ شاهہ جو رسالو 2009ع وارو سرڪيڏارو صہ 419.10)

**سُورِهَہ مَرين سوپَ، ڪي دِلِ جَا وَهمَ وِسَارِ،**
**هَڻُ يَالاَ پَوءِ يَاڪُرين، آڏِي ڍَالَ مَ ڍَارِ،**
**مَ ٿيڪِ تَرارِ، مَارِ تَہ مَتَارو ٿِئين.**
(ٻانهون خان شيخ شاهہ جو رسالو سرڪيڏارو 360/03)

**سورهيہ مري سوپَ ڪي، دل جا وهم وسارِ،**
**هڻ ڀالا پئو ڀاڪُرين، آڏي ڍال م ڍارِ،**
**مٿي ٿيڪ ترار، مار تہ متارو ٿئين.**
(ممتاز مرزا گنج جديد صورت خطيءَ ۾ سرڪيڏارو صہ 392)

**سوره مرين سوب ڪي، دل جا وهم وسار،**
**هن بالا پئي باڪر، آڏي ڏال مدار،**
**متي ٽيڪ ترار، مار تمتارو ٿي.**

(اصل گنج ص 392/20)

**سوره مرين سوڀ ڪي، ته دل جا وهم وسار،**
**هڻ ڀالا وڙهه ڀاڪرين، آڏي ڍال مَ ڍار،**
**متا تيغ ترار، مار ته متارو ٿئين.**

(شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ شاهه جو رسالو سرڪيڏارو ص 238 با اختيار ادارو سال 1994)

**سورهَ مرين سوڀ ڪي، ته دل جا وَهم وسارِ،**
**هڻ ڀالا وِڙهه ڀاڪُرين، آڏي ڍالَ مَ ڍار،**
**متان تيغ ترار، مَار ته متارو ٿئَين.**

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي شاهه جو رسالو سرڪيڏارو ص 217 مهراڻ اڪيڊمي سال 2009)

**تحقيق ۽ تصحيح طلب الفاظ:** (مرين، مري)، (متاءَ تيغ ترار، م ٽيڪ ترار، متي ٽيڪ ترار)، (متارو).

**الف. مرين، مري:** ممتاز مرزا لفظ "مري" لکيو آهي ۽ باقي سيني ليکڪن ۽ محقق حضرات اهو لفظ "مرين" لکيو آهي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي بيت جي پهرين مصرع لفظ "مرين" جي الڳ معنيٰ نه لکي آهي. مگر پوري مصرع جي هي معنيٰ لکي اٿس.

"پاڻ کي سچو سُورمون ان کي سڏائڻ سونهي جو زرهه بنا وڃو لڙائي ۾ داخل ٿئي". (ص 681)

ٻانهي خان شيخ لفظ "مرين" جي معنيٰ لکي آهي. "جي سوڀ کي



چاهين يا پيار ڪرين ٿو" (ص 360)

ڪلياڻ آڏواڻي صاحب بيت جي معنيٰ لکي آهي. "اي سورهيه! جي سوڀ لاءِ ٿو تڙڦين ته دل مان سڀ وسوسا ڪڍي ڇڏ. ڀالا هڻ ۽ دشمن کي ٻک وجهي ساڻس وڙهه ۽ پنهنجي اڳيان ڍال نه جهل. تون دُشمن جي ترار متان پنهنجي ترار ڦهڪائي هڻ ته سورمون ڳڻجڻ ۾ اچين "تون پنهنجو بچاءُ ڍال سان نه ڪر پر ترار سان ڪر" (ص 322 شاهه جو رسالو سُر ڪيڏارو).

اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ انهن صاحبن جي سوچ کان مٿانهين سوچ سوچي هئن فرمايو آهي:

سورهه "**مڙين**" سوڀ ڪي، ته دل جا وهم وسار

"اي سورهه، اي پهلوان ۽ ٻلوان سوڀ کي مِڙڻ، سوڀ کي حاصل ڪرڻ گهرين ٿو ته سمورا وهم خدشا ۽ خطرا دل ۽ ذهن منجهان ڪڍي ڇڏ".

قارئين ڪرام! هر مجاهد جي دلي خواهش ۽ ذهني فيصلو هي هوندو آهي ته هو دشمن تي فتح حاصل ڪري، سوڀ ماڻي، غازي ۽ فاتح جي حيثيت سان واپس وطن وري. اسان جي تحقيق موجب سورهه جنگ جوٽي سوڀ لاءِ مرڻ نه، **مگر سوڀ سان "مِڙڻ"** چاهيندا آهن يعني سوڀ کي حاصل ڪرڻ چاهيندا آهن. جيڪڏهن ڊاڪٽر بلوچ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ٻانهي شيخ ۽ ڪلياڻ آڏواڻي صاحبان جي لکت مطابق **مجاهد سوڀ لاءِ مرڻ چاهي ٿو** ته پوءِ ڇئبو ته جنگ تي ويندڙ مجاهد سوڀ ماڻڻ لاءِ نه مگر مرڻ ۽ خودڪشي ڪرڻ چاهي ٿو. سندن اها سوچ بلڪل غلط آهي جيڪا مذڪوره بالا صاحبن لکي آهي ۽ جيڪو لفظ "مرين" لکيو اٿن سو به اسان تحقيق مطابق غلط

لکيو اٿن.

**ب. مٿاءَ تيغ ترار، مر ٿيڪ ترار، مٿي ٿيڪ ترار:** **"مٿان تيغ ترار"** واري مصرع ۾ ترار لاءِ به لفظ استعمال ڪيا ويا آهن **"تيغ ۽ ترارا"** اسان جي تحقيق مطابق حضرت پٽ ڌڻيءَ ائين نه فرمايو آهي مگر حضرت پٽ ڌڻيءَ هي فرمايو آهي ته:

"مٿي ٿِي ڪ ترار، مار ته متارو ٿئين"

قارئين ڪرام! قابل ۽ هوشيار جنگجُو ميدان ۾ دشمن جي اڳيان ايري، مٿي ٿي، ٽپ ڏيئي ترار جو وار ڪندا آهن. حضرت پٽ ڌڻيءَ به مجاهد کي اها صالح ڏني آهي ته دشمن کان مٿي ٿي ڪري مٿس وار ڪر.

**ت. متارو:** سيني محققن ۽ مرتب حضرات لفظ **"متارو"** لکيو آهي اسان جي تحقيق مطابق اهو لفظ **"مٿانرو"** آهي حضرت پٽ ڌڻيءَ مجاهد ۽ جنگجو کي فرمائي ٿو دشمن جي مٿان غالب ٿيڻ لاءِ مٿس اُيري وار ڪر ته جئن دشمن جي مٿان غالب پوين ۽ ڪانئس **"مٿانرو"** ٿئين.

اسان جي تحقيق بعد بيت جي صورت هي بيهي ٿي.

**سورهه "مِڙين" سوپ ڪي ته دل جا وهم وسار،**
**هڻ پالا پئه پاڪرين، آڏي ڍال مَ ڍار،،**
**"مٿي ٿِي ڪِ ترار مار، ته مٿانرو ٿئين".**

*****



پروفيسر غلام رسول اڪرم سومري صاحب پهرين فيبروري سن 1939ع تي گهوٽڪي ضلعي، تعلقي ميرپور ماٿيلي جي ڳوٺ جهنگان بوزدار ۾ جنم ورتو. پنج درجا پنهنجي ڳوٺ جي مسلم اسڪول ۾ پڙهي 1954ع ۾ گورنمنٽ هاءِ اسڪول ميرپور ماٿيلي ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ داخل ٿيو. سن 1957ع ۾ سنڌي فائنل، سن 1958ع ۾ اردو فائنل، 1961ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. سن 1970ع ۾ ايم اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽي ۽ 1994ع ۾ ايم فل (قاضي قاضن سوانح ۽ شاعري) شاهه عبداللطيف يونيورسٽي منجهان پاس ڪيائين. سن 1961ع کان 1999ع تائين ڏيٿاپيا، ڪنيڙا، عمرڏهي، جروار، قادرپور، ڪراچي، ٺٽي، سکر، ڏهرڪي، ميرپور ماٿيلي کان وٺي گهوٽڪي جي سرزمين تائين علم جي پياسي نوجوانن کي علم جي آب سان سيراب ڪيائين.

سائين اڪرم صاحب جو هن شاهڪار ڪتاب لاءِ لکيل مقدمو هن ڪتاب جو آئينو آهي. جنهن ۾ اوهان کي نظر وجهڻ سان حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي علمي ڪمال سان گڏ، اڪرم صاحب جي ڪلام فهمي، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي قوم سان محبت، قديم سنڌي صورتخطي جي مڪمل ڄاڻ واري لفظن جي ڪيل چترڪاري واري تصوير نظر ايندي. الله پاڪ اڪرم صاحب کي تحقيق، تنقيد ۽ تصحيح جو ڏانءُ ڏنو آهي. تنقيد بابت فرمائيندو آهي ته جئن وڻ ڇانگجڻ بعد نوان نوان گونچ ڪڍندو وڌندو ۽ ويجهندو آهي تئن علم ادب ۾ به تنقيد بعد پانت پانت جِي علمي ۽ ادبي نواڻ پيدا ٿيندي آهي.

جيڪو اديب ۽ شاعر تنقيد جي تير کان ڪيٻائيندو ته اهو دقيانوسي، پاروٿن ۽ پراڻن خيالن کان سواءِ قوم کي ڪجهه به ڏيئي نه سگهندو. نوان خيال ۽ نوان لفظ ئي ٻولي ۽ ادب جي جياپي ۽ ترقي جو باعث بڻجندا آهن.

الله پاڪ جي بارگاهه ۾ دست به دعا آهيان ته محترم استاد اڪرم صاحب جن کي صحت مندانه عمر خضري عطا فرمائي ته جئن شاهه صاحب جي ڪلام تي باقي تحقيقي ڪم خيرخوبي سان پورو ڪري سگهن.



**دعاگو**

**ڪريم بخش چنا**